# سنڌي رسم الخط جي مختصر تاريخ

## (قديم دور کان موجوده دور تائين)

مختيار احمد ملاح



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو ڪتاب نمبر (187)


# سنڌي رسم الخط جي مختصر تاريخ


| | |
|---|---|
| ليکڪ: | مختيار احمد ملاح |
| ڇاپو: | پهريون |
| سال: | 2013ع |
| لي آئوٽ: | احسان علي لغاري |
| ٽائيٽل: | اسد الله ڀٽو |
| تعداد: | هڪ هزار |
| قيمت: | 400/- روپيا |
| ناشر: | سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ |
| پاران | ايم ايچ پنهور انسٽيٽيوٽ آف سنڌ اسٽڊيز، ڄامشورو. |

**Catalogue Reference**
Mallah, Mukhtiar Ahmed
A Short History of Sindhi Script
Sindhi Language
Sindhi Language Authority
ISBN: 978-969-9098-55-0


## A Short History of Sindhi Script


| | |
|---|---|
| By: | Mukhtiar Ahmed Mallah |
| Edition: | First |
| Year: | 2013 |
| Quantity: | 1000 |
| Price: | 400/- |
| Layout: | Ihsan Ali Laghari |
| Title: | Asadullah Bhutto |
| Published by: | Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority National Highway, Hyderabad, Sindh, 71000, Pakistan. |
| Tel: | 022-9240050-3 |
| Fax: | 022-9240051 |
| E-mail: | sindhila@yahoo.com |
| Website: | www.sindhila.org |
| Printed by: | Pakeeza Printers, Hyderabad, Sindh |

هيءُ ڪتاب، تاج جويو، سيڪريٽري، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، ميسرس پاڪيزه پرنٽرس، حيدرآباد مان ڇپرائي، اداري جي آفيس، نيشنل هاءِ وي، حيدرآباد، سنڌ مان پڌرو ڪيو.

# ارپنا

پنهنجي هيءَ ننڍڙي ڪوشش ارپيان ٿو
انهن ڏيهي توڙي پرڏيهي عالمن ۽ اديبن کي،
جن پنهنجي ڄاڻ جي ڀنڊار ۽ محنت سان
سنڌي ٻوليءَ تي ڀرپور تحقيق ڪئي آهي.
اڄ آءُ به انهن جي محنت مان فائدو وٺي رهيو آهيان.

ـ مختيار احمد ملاح

# ناشر پاران

سنڌي ٻوليءَ جي قدامت جو سڀ کان سگهارو اهڃاڻ موهن جي دڙي ۽ ٻين ماڳن تان مليل سنڌو لکت کي چئي سگهجي ٿو. اها لکت اڃا تائين پڙهجي نہ سگهي آهي، پر اها ڳالهہ طئي آهي تہ پنج هزار سالن کان سنڌي ٻولي ڪنهن نہ ڪنهن روپ، انداز ۽ رسم الخط/ لپيءَ ۾ لکبي رهي آهي. شروعاتي دور ۾ ڪيترين ئي ٻين لپين موهن جي دڙي جي لکت مان اُسرڻ جي ڳالهہ ڪئي وڃي ٿي، جن ۾ برهمي ۽ ان مان نڪتل ديوناگري ۽ گرمکي بہ شامل آهن. ڪن ماڻهن سامي گروهہ جي ٻولين جي صورت کي بہ سنڌو لکت سان لاڳاپڻ جي ڪوشش ڪئي. البيرونيءَ ۽ ابن النديم سنڌ ۾ هڪ کان وڌيڪ رسم الخطن يا لکت جي نمونن جي رائج هئڻ بابت پنهنجن ڪتابن ۾ لکيو آهي. ان کانسواءِ ڪڏهن فارسي ۽ عربيءَ جي ڏار ڏار تہ ڪڏهن ٻنهي جي گڏيل استعمال سان بہ سنڌي لکبي رهي آهي ۽ ڏٺو وڃي تہ هڪ ئي وقت ڪيترائي مختلف رسم الخط بہ رائج رهيا آهن، جيئن واڻڪو، خواجڪو ۽ خداوادي وغيره. پر جڏهن انهيءَ ضرورت کي محسوس ڪيو ويو تہ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪا هڪ معياري آئيويتا (الف ـ ب) ۽ معياري صورتخطي هئڻ گهرجي تہ عالمن طرفان شعوري ڪوششون ٿيون، جيئن ڪلهوڙن جي دور ۾ مڪتبن ۽ مدرسن ۾ سنڌي ٻوليءَ وسيلي تعليم ڏيڻ لاءِ ابوالحسن جي سنڌي الف ـ ب وجود ۾ آئي ۽ بعد ۾ ان ۾ واڌارا سڌارا ٿيندا رهيا ۽ پوءِ انگريزن جي دور ۾ هڪ معياري آئيويتا جو باقاعدي سرڪاري سطح تي اجرا ٿيو ۽ ان ۾ درسي ۽ علمي ادبي ڪتاب ڇپجڻ شروع ٿيا. موجوده دور ۾ ڪيترن ئي عالمن اديبن انهيءَ آئيويتا ۽ الف ـ ب جي پٺيءَ تي اعتراض پئي ڪيا آهن ۽ وري ان ۾ تبديلين جي ڳالهہ بہ ٿيندي رهي آهي. ٻئي طرف وري مرڳو ئي رسم الخط بدلائي رومن ڪرڻ جو بہ خيال پيش ٿيندو رهيو آهي، پر ان قسم جي معاملن ۾ اُڀرائيءَ

سان فائدي کان وڌيڪ نقصان جو انديشو هوندو آهي. ضروري آهي تہ پهرين رسم الخط آئيوينا ۾ هِجي جي مسئلن جي نشاندهي ٿئي، ماضيءَ ۾ انهن بابت ٿيل بحثن مباحثن جو پتو پوي ۾ بهتر تبديلين لاءِ ماحول سازگار ٿئي تہ پوءِ ماهرن جون ٽيمون ويهي ان تي غور ۾ فڪر ڪن. هن ڪتاب ۾ هن وقت تائين انهن پهلوئن بابت ٿيل ڪم جو وچور بہ آهي تہ انهيءَ بابت ليکڪن جا رايا بہ آهن، جن کي فاضل مصنف ترتيبوار پيش ڪيو آهي. اسان کي اميد آهي تہ هن موضوع سان دلچسپي رکندڙ هن ڪتاب مان ضرور لاڀ پرائيندا ۾ ان تي وڌيڪ تحقيق جا در بہ کلندا.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران سنڌي ٻوليءَ بابت تحقيق جي ڏس ۾ هي ڪتاب اميد تہ اهم اضافو ثابت ٿيندو.

20 مارچ، 2013ع
حيدرآباد، سنڌ

**ڊاڪٽر فهميده حسين**
چيئرپرسن
سنڌي لئنگئيج اٿارٽي

# فهرست

# پنهنجي پاران

سنڌي رسم الخط جي تاريخ لکڻ جو ڪم سنڌي ادب جي تاريخ لکڻ کان بہ گھڻو مشڪل ۽ اوکو آهي، ڇو تہ اُهو انهن پنهي مرحلن مان گذري چڪو آهيان. ادب جو تعلق روايتن سان بہ رهيو آهي، جنهن سبب لوڪ ادب جو سمورو سرمايو سيني بہ سيني اڄ تائين هلندو آيو آهي. جڏهن تہ رسم الخط جي تاريخ قديم قلمي نسخن ۽ لکت جي الڳ الڳ نمونن مان ثابت ڪرڻي پوندي آهي.

سنڌي ادب جي تاريخ تي ڪيترائي ڪتاب موجود آهن. جڏهن تہ رسم الخط تي گھڻو ڪم ٿي نہ سگھيو آهي. سنڌي رسم الخط جي تاريخ تي تحقيق ڪندي مون کي ان ڳالهہ جو بہ احساس آهي تہ اُهو بنيادي طور نہ ماهر لسانيات آهيان ۽ نہ وري ٻوليءَ جي سلسلي ۾ هن کان اڳ ڪو خاص ڪم ڪيو اٿم. پر منهنجي هيءَ هڪ ننڍڙي ڪوشش آهي، جنهن ۾ رسم الخط جي سلسلي ۾ صرف چاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

جيتوڻيڪ رسم الخط انتهائي خشڪ موضوع آهي، پر سچ تہ جيترو ان جي گهرائيءَ ۾ ويس، اوترو لطف اندوز ٿيڻ لڳس. هن موضوع جو اڀياس ڪندي ڪيترين ئي نيون شيون منهنجي چاڻ ۾ آيون آهن . سنڌي رسم الخط تي جيتوڻيڪ اسان جي وڏن عالمن جا ڪجهہ ڪتاب ۽ ڪجهہ مضمون ۽ مقالا شايع ٿي چڪا آهن، پر ان جي باوجود علم جي هن شاخ ۾ اڃا بہ گهڻي ڪم جي لاءِ ميدان خالي پيو آهي، ۽ ڪيترن ئي پهلوئن تي اڃا بہ ڪم جي گهڻي ضرورت آهي. خود انگريزن جي دؤر ۾ موجوده رسم الخط جي منظوريءَ جي سلسلي ۾ جيڪو ڪم ٿيو هو، ان ۾ بہ ڪيترائي ابهام موجود آهن. سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي تہ اصل فائيل جيڪو حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج ۾ رکيو ويو هو، اهو غائب ٿي ويل آهي. اهڙيءَ طرح سنڌ جي سڌ سماءَ واري کاتي هيٺ هلندڙ آرڪائيوز لائبريري

۾ بہ اهم فائيل موجود نہ آهن. جنهن ڪري سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ ٿيندڙ تحقيق ۾ ورجاءُ بہ تمام گهٽ ٿيو آهي. صرف ڪجهہ عالمن ئي سچ پچ تحقيق ڪئي. پويان ايندڙن سيني انهن کي پٺي ورجايو آهي، ان ڪري نئين تحقيق سامهون نہ اچي سگهي آهي. عربي-سنڌي رسم الخط جي اوسر متعلق هيل تائين مختلف نظريا آهن، جن مان محمد صديق ميمڻ، ڊاڪٽر اين. اي بلوچ ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جا نظريا اهم آهن. انهن مان اڪثر عالم زماني جو تعين لڳ ڀڳ ساڳيو ڪن ٿا، يعني ارغونن-مغلن وارو زمانو. عجب ڳالهہ اها آهي تہ سنڌ جو قديم علم ۽ ادب ٻن رسم الخطن يعني ديوناگري ۽ عربي- فارسي لکت ۾ ملي ٿو. عربي ۽ فارسيءَ جي قلمي نسخن تي ڪافي ڪم ٿيو آهي، جڏهن تہ ديوناگري رسم الخط ۾ مليل نسخن تي اوترو ڪم تي نہ سگهيو آهي. قاضي قادن جهڙي عظيم شاعر جو ڪلام بہ ديوناگري رسم الخط ۾ مليو آهي، جڏهن تہ قاضي قادن کان پوءِ شاهہ ڪريم جو ڪلام وري فارسي لپيءَ ۾ مليو آهي.

قاضي قادن جي همعصر مامئي ديو جون وايون ديوناگري لپيءَ ۾ آهن. مامئي ديو، اوڏن جو روحاني پيشوا هو ۽ تبليغ جي سلسلي ۾ سنڌ آيو هو. هن جي ڪلام کي گنان بہ چئي سگهجي ٿو جنهن ۾ پيشنگوين بہ ڏنل آهن. ڪجهہ محققن جو خيال آهي تہ ماموئي فقير اصل ۾ هئا ئي ڪونہ. مامئي ديو کي ماموئي فقيرن سان منسوب ڪيو ويو آهي.

منهنجي هن ننڍڙي ڪوشش جو مقصد تاريخ جي قديم دؤر کان اڄ تائين سنڌي رسم الخط جي مختلف دؤرن جي معلومات مهيا ڪرڻ آهي ۽ هيءَ هڪ ٻئي درجي جي تحقيق آهي، جنهن ۾ هن کان اڳ شايع ٿيل ڪتابن، مضمونن ۽ مقالن کان ڀرپور مدد ۽ حوالا ورتا ويا آ-ن. حوالن جي لحاظ کان اهو بہ عرض ڪرڻ مناسب ٿو سمجهان تہ اتفاق سان سنڌ جي سڌ سماءَ واري ڪاتي هيٺ هلندڙ آرڪائيوز لائبريري ڪامپليڪس مان انگريزن جي دؤر سان وابستہ هڪ فائيل نمبر 5344 هٿ آيو جيڪو 1851ع ۾ نئين سنڌي رسم الخط کي رائج ڪرڻ جي سلسلي ۾ ٺاهيو ويو

هو. ان فائيل جي مطالعي ڪرڻ سان ڪيترين ئي نين حقيقتن جي معلومات ملي آهي. مان شخصي طور آرڪائيوز لائبريريءَ وارن جو انتهائي ٿورائتو آهيان، جن نہ صرف مطالعي لاءِ اهو فائيل ڏيڻ قبول ڪيو پر ان مان منهنجي گهرج مطابق ڪجهہ صفحا فوٽو ڪاپي بہ ڪرائي ڏنا.

آءٌ هن ڪتاب بابت عرض ڪريان تہ هيءُ ڪتاب مون استادن ۽ شاگردن جي رهنمائيءَ لاءِ لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ هيٺين ڳالهين جو خيال رکيو ويو آهي:

1. سڀ کان پهرين سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ بابت باب ڏنو ويو آهي. هونئن تہ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ انتهائي قديم آهي، پر مون ان کي راءِ دؤر کان شروع ڪيو آهي. ان جو وڏو سبب اهو آهي، جو راءِ دؤر کان ئي سنڌ ۽ سنڌ جي تاريخ جا حوالا ڪنهن حد تائين مستند نمونی ملن ٿا. اهڙيءَ طرح سنڌ جي تاريخ جي سمورن دؤرن کي الڳ الڳ نموني بحث هيٺ آندو ويو آهي، جنهن ۾ ان وقت جي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي ترقيءَ کي مختصر نموني پيش ڪيو ويو آهي. هر دؤر کي الڳ الڳ پيراگراف ۽ سرخيون (Headings) ڏئي شامل ڪيو ويو آهي. آزاديءَ کان پوءِ واري دؤر ۾ خاص طور سنڌي ٻوليءَ کي درپيش مسئلن ۽ انهن جا حل ٻڌايا ويا آهن. 1972ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ طرفان جاري ڪيل بل (جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ جي سرڪاري ٻولي قرار ڏنو ويو آهي) ۽ ان جو ترجمو شامل آهي.مطلب تہ سنڌي ٻوليءَ جي مختصر نموني تاريخ سمجهائيندي، ادب، اديبن، ڪتابن، عالمن ۽ مشائخن وغيره کي اجاگر ڪيو ويو آهي.
2. ڪتاب جو ٻيو باب سنڌي ٻوليءَ جي 'بُڻ بنياد' بابت آهي.منهنجو خيال آهي تہ جيستائين ٻوليءَ جي بڻ بنياد واري مسئلي تي بحث نہ ڪيو ويندو تيستائين رسم الخط تي بہ بحث نہ ڪري سگهبو. هن ڪتاب ۾ سڀني اهم عالمن جي نظرين کي گرافن ۽ ڊاياگرامن سان مختصر نموني آندو اٿم. جيتوڻيڪ عالمن طرفان ڪيترن سوالن کي

شامل نہ ڪيو ويو آهي، صرف سنڌن نظريي جي اصل بيان کي شامل ڪيو ويو آهي. ان لاءِ عرض هي ڪرڻو اٿم تہ مڪمل طور سنڌن نظريا ڏيڻ سان ڪتاب جو موضوع تبديل ٿي وڃي ها ۽ ساڳئي وقت ڪتاب جي ضخامت بہ وڌي وڃي ها. باوجود ان جي يورپي عالمن کان ويندي سنڌي عالمن جي کوجنائن جو وچور ڏنو اٿم.

ڪتاب جي ٽئين باب ۾ رسم الخط جي فني رخن کي زير بحث آندو آٿم. هن باب ۾ علم اللسان ۽ رسم الخط جون وصفون ڏئي، رسم الخط الف- ب، لپي، الفابيٽ ۽ صورتخطيءَ جهڙن اصطلاحن کي مختصر نموني بيان ڪيو ويو آهي تہ جيئن ڪو شاگرد جيڪڏهن هن ڪتاب جو مطالعو ڪري تہ کيس معلوم ٿئي تہ انهن اصطلاحن ۾ بنيادي طور ڪهڙو فرق آهي. ساڳئي باب ۾ رسم الخط جي تاريخي اهميت کي بہ بيان ڪيو اٿم. ان کان سواءِ اهو بہ ڄاڻايو اٿم تہ قديم دؤر کان رسم الخط جو سفر ڪيئن شروع ٿيو ۽ ڪيئن تصويري لکت کان حرفي ۽ اکري لکت تائين پهتو؟

4. سنڌي رسم الخط جي تلاش موهن جي دڙي جي مهرن کان شروع ڪئي وئي آهي. هن باب ۾ اهڙن ڪجھ عالمن جو ذڪر ڪيو ويو آهي، جن 20 صديءَ ۾ انهن پڙهڻين تي لکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ درپيش مسئلا، سنڌو لکت جون خوبيون، خاميون ۽ مسئلن جا حل وغيره، مختصر نموني ڏنا اٿم.

5. هن ڪتاب جي ترتيب ڏيڻ وقت، سنڌ جي سياسي دؤرن کي نظر ۾ رکيو ويو آهي.اهڙي نموني قديم دؤر کان سنڌ جي حڪومتن جي ترتيب مطابق رسم الخط کي حوالن، اهڃاڻن ۽ نمونن سميت بحث هيٺ آندو ويو آهي. ان سلسلي ۾ اهميت جوڳن عالمن ۽ محققن جي حوالن جي آڌار تي دليل ڏنا اٿم. ممڪن آهي تہ اهي حوالا متضاد، ڪمزور يا وري بلڪل غلط بہ هجن. بهرحال هي تحقيقي بحث آهي، جنهن ۾ اختلاف ٿي سگهن ٿا. ڪجھ عالمن سان جڏهن ڪتاب جي

ترتيب متعلق بحث ٿيو تہ انهن مان ڪن صلاح ڏني تہ ان کي سياسي دؤرن ۾ نہ ورهايو وڃي. پر ان کي صرف ٽن دؤرن، يعني قديم دؤر، مسلمانن جي دؤر، انگريزن جي دؤر ۽ موجوده دؤر ۾ ورهايو وڃي. ان جي برعڪس پنهنجي ذاتي مطالعي ۽ مشاهدي جي آڌار تي مون هر دؤر کي الڳ پيش ڪيو آهي ۽ رسم الخط جي قديم تاريخ آرين جي دؤر کان شروع ڪئي آهي.

6. موهن جي دڙي واري باب ڪانپوءِ قديم سنڌ، قديم سنڌ جي ٻولي ۽ رسم الخط کي تاريخي حوالن سان ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. هن سلسلي ۾ پالي ۽ فارسيءَ تي خصوصي طور تي بحث ڪيو ويو آهي. اهڙي طرح برهمي لپيءَ جا قديم دؤر کان حوالا ۽ نمونا بہ پيش ڪيا ويا آهن. آرين کان وٺي راءِ دؤر تائين، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ تدوين کي بہ شامل ڪيو ويو آهي. هيءَ تاريخ جو هڪ وڏو دؤر آهي، جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو هجڻ، ادبي لاڙا ۽ حوالا ، ويدن ۾ سنڌ جو ذڪر ۽ پاليءَ جي سلسلي ۾ وڌيڪ تحقيق جي ضرورت وغيره، کي نئين انداز ۾ آندو ويو آهي. اهڙيءَ طرح فارسي زبان جي سنڌ تي قديم دؤر کان اثر واري سوال کي بہ ڪوشش ڪري حوالن سان ڏنو ويو آهي. مطلب تہ سنڌ جي تاريخ، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ سنڌي رسم الخط جي تاريخ جي حوالي سان هي اهم باب آهي.

7. سنڌ جي تاريخ جا مستند حوالا راءِ ۽ برهمڻ دؤرن کان ملن ٿا. ان سلسلي ۾ "چچ نامو" تمام وڏو ماخذ آهي. هن باب ۾ راءِ ۽ برهمڻ دؤرن سان وابستہ ٻولي ۽ تعليمي نظام ، ينيور ۽ ٻين ڪنڊرن مان لڌل لکتن ، چچ نامي ۾ راءِ ۽ برهمڻ دؤرن سان وابستہ لفظن جي آڌار تي انهن دورن جي رسم الخط کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. راءِ ۽ برهمڻ دؤرن ۾ ڪيترائي ڪتاب سنڌيءَ ۾ لکيا ويا هئا، جيڪي بعد ۾ عربن، عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايا.جيئن تہ اهو تمام وڏو بحث ٿي سگهيو ٿي، تنهنڪري هتي ان کي مختصر نموني ڏنو ويو آهي تہ جيئن صرف رسم الخط واري دليل کي هتي ملي.

8. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ۾ عربن جو دؤر انتهائي اهم رهيو آهي، ڇو جو قديم ترين سنڌي بيت جو حوالو عرب مورخن جا سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ حوالا، عربن جي دؤر سان وابستہ ڪنڌرن ۾ عربي رسم الخط جو ملڻ، عربي سنڌي رسم الخط جي دليل ڪي گهڻو مضبوط ڪن ٿا. هن ڪتاب ۾ عباسي دؤر سان وابستہ هڪ دستاويز بہ ڏنو ويو آهي، جيڪو انٽرنيٽ تان ڪنيو ويو آهي. اهڙيءَ طرح ٻيا بہ ڪيترائي دليل ۽ رسم الخط جا نمونا ڏنا اٿم. ان سلسلي ۾ خاص طور ان دؤر جي سڪن کي بہ شامل ڪيو اٿم.

9. سومرن جي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ سان گڏوگڏ سنڌي رسم الخط کي، ان دؤر ۾ سنڌ لاءِ جاري ٿيل سڪن، البيرونيءَ جي "ڪتاب الهند"، فارسي ڪتابن ۾ خواجڪي رسم الخط جي قديم نسخن جي روشني ۾ بحث هيٺ آندو ويو آهي. اهڙيءَ طرح سمن جي دؤر کي ان دؤر جي عربي، فارسي ڪتابن ۽ ديوناگريءَ ۾ لکيل ڪتابن جي روشنيءَ ۾ تلاش ڪيو ويو آهي. هن باب ۾ خواجڪي رسم الخط جا نمونا بہ ڏنا ويا آهن.

10. سنڌي زبان ۽ ادب پنهنجي موضوع ۽ وسعت جي لحاظ کان، سما دؤر ۾ جيڪا ترقي ڪئي، تنهن کي هن باب ۾ تفصيلي طور سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

11. سنڌي ادب، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي رسم الخط جي تاريخ ۾ مغليہ دؤر يعني ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جا دؤر انتهائي اهم ۽ شاندار آهن. جيتوڻيڪ هي دؤر فارسيءَ جي تسلط جا دؤرآهن، پر سنڌي ادب ۽ عربي- سنڌي رسم الخط جي ارتقا ۽ ترقيءَ جا بہ هي ئي دؤرآهن. سنڌ جا اڪثر عالم ان راءِ جا آهن تہ عربي-سنڌي رسم الخط جي شروعات، مغليہ دؤر کان ٿي. هن سلسلي ۾ شاهہ ڪريم جي ڪلام کان وٺي سنڌ لاءِ فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب، مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ جا شرعي ڪتاب ۽ شاهہ لطف الله قادريءَ جي ڪلام کان وٺي تعليمي تحريڪ

تائين، هر ممڪن ڇاڻ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم ۽ ان جا لکيل قديم نسخا ڏئي هن دور جي رسم الخط کي واضح ڪيو اٿم.

12. مغلن جي دؤر ۾ جيڪا رسم الخط جي تحريڪ شروع ٿي هئي، اها ڪلهوڙن جي دؤر ۾ پنهنجي عروج تي پهتل هئي. ان سلسلي ۾ عالمن جي نه صرف حياتيءَ جا احوال ڏنا اٿم پر سندن علمي خدمتن ۽ قلمي نسخن کي پڻ پيش ڪيو اٿم. اهڙيءَ طرح ٽالپرن جي دؤر کي ساڳئي نموني جاچڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

13. ٽالپرن جي دؤر کان پوءِ، انگريزن جي ان دؤر تائين، جيستائين معياري عربي-سنڌي رسم الخط جو نفاذ نه ٿيو هو جيترا به رسم الخط سنڌ ۾ رائج هئا، انهن کي مختصر نموني سمجهائڻ جي نندڙي ڪوشش ڪئي اٿم. ان سلسلي ۾ ديوناگري، خداوادي، گرمکي ۽ گجراتي رسم الخطن جو تاريخي جائزو سنڌ ۾ انهن جو مروج هئڻ، انهن خطن جي الفابيٽ جو نمونو ۽ ان ۾ لکيل سنڌيءَ جو نمونو مطلب ته هر لحاظ کان پنهنجي ڳالهه لاءِ دليل ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. سنڌ ۾ ديوناگري رسم الخط جي مختلف نمونن سان گڏوگڏ عربيءَ جي نسخ ۽ نستعليق نمونن سان رسم الخط کي پيش ڪيو اٿم. ان ڪوشش ۾ ڪيترو ڪامياب ٿي سگهيو آهيان، ان جو فيصلو پڙهندڙ پاڻ ڪري سگهن ٿا.

14. منهنجي تحقيق ۾ گهڻي محنت انگريزن جي دؤر تي ٿيل آهي، هن باب ۾ سياسي، سماجي ۽ ادبي پسمنظر کان ويندي، انهن سڀني حالتن جو جائزو ڏنو اٿم، جن انگريزن کي مجبور ڪيو ته سنڌ ۾ سرڪاري ٻولي سنڌي ۽ رسم الخط سنڌي هئڻ گهرجي. انگريز سرڪار جا حڪم ناما، انگريز حڪمرانن، جهڙوڪ بارٽل فريئر ۽ مسٽر پرنگل جي سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ ڪيل خدمتن جو مختصر جائزو به ورتو ويو آهي. الفابيٽ ڪميٽيءَ جي سڀني ميمبرن جي نه صرف حياتيءَ جو احوال ڏنو ويو آهي، بلڪ سندن

ادبي خدمتن جو بہ جائزو ورتو ويو آهي. هتي هڪ اعتراف ڪرڻ بہ مناسب سمجهان ٿو تہ سنڌي رسم الخط کي لاڳو ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪيترن ئي انگريز عالمن پنهنجا رايا جمع ڪرايا هئا، پر اسان وٽ جارج اسٽئڪ ۽ رچرڊ برٽن کان سواءِ ڪنهن جي بہ معلومات موجود نہ آهي ۽ گهڻي ڪوشش ڪرڻ باوجود، صرف ڪجهہ نالن کان وڌيڪ ڳولي نہ سگهيس. جنهنڪري اجا بہ گهڻي تحقيق جي ضرورت باقي آهي. هن باب ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جو اهم فيصلو ترجمي سان ڏنو ويو آهي، جنهن ۾ هنن عربي- سنڌي رسم الخط جي صرف حمايت ڪئي، پر ان جي منظوري نہ ڏني هئي. مون وٽ اهو هٿ اکر لکيل اصل ليٽر بہ موجود آهي. اهڙيءَ طرح ڪتاب ۾ ڏنل الفابيٽ ڪميٽي جوڙڻ جي جواز سميت، ان ڪميٽيءَ جا شرط ۽ حوالا بہ ڏنا اٿم. جيڪي آرڪائيوز لائبريريءَ جي فائيل مان مختلف حوالن سان معلوم ٿيا. پر ڪافي شيون اجا تائين ڪٺل ۽ اڻلڀ لڳن ٿيون، جن تي تحقيق جي گهڻي ضرورت آهي.

15. سنڌي رسم الخط جاري ٿيڻ ڪان پوءِ، پڌرناما/ حڪم ناما جاري ڪيا ويا تہ هاڻي سرڪاري لکپڙهہ سنڌيءَ ۾ ٿيندي. انهن سيني پڌرنامن/ حڪم نامن جا نمونا ڏنا اٿم. اهڙيءَ طرح رسم الخط جاري ٿيڻ کانپوءِ جيڪا بہ ترقي ٿي، ان جو بہ جائزو ورتو اٿم. جنهن ۾ ڪتابن جي ڇپائي، ڪليڪٽرن کي لکيل خط، اسڪولن جو کولڻ، اخبارن، صحافت، سياست ۽ پريس جي شروعات وغيره شامل آهي.

16. سنڌي صورتخطي تہ تيار ٿي وئي، پر ان جي حمايت ۽ مخالفت لاءِ بہ ڪيترائي عالم موجود هئا، ان سلسلي ۾ اڄ تائين تنقيد جو سلسلو جاري آهي. جنهنڪري ارنيسٽ ٽرمپ کان ويندي آفتاب ابڙي تائين ٿيندڙ تنقيدن کي هن تحقيق ۾ شامل ڪيو اٿم.

17. مون پنهنجي طرفان سنڌي الف_ ب بابت تنقيدي جائزي جي سلسلي ۾ پورو هڪ باب شامل ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ سنڌي الف_ب جي خوبين سان گڏوگڏ خامين جو بہ جائزو ورتو اٿم. هن باب ۾ هر حرف جي خوبين کي بہ اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم.

18. موجوده دؤر ۾ سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ وڏي ۾ وڏو بحث رومن_انگريزي رسم الخط کي نافذ ڪرڻ جو آهي. ڪجهہ عالم ۽ خير خواه ان جي حق ۾ آهن تہ ڪيترائي ان جي مخالفت ۾ بہ آهن. مطلب تہ اهو هڪ منجهيل مسئلو آهي. آءٌ ذاتي طور ڪن خاص مقصدن لاءِ ان رسم الخط کي جاري ڪرڻ جي حق ۾ آهيان. پر هتي مون پنهنجي راءِ ڏيڻ کان پاسو ڪيو آهي ۽ صرف ڪجهہ ڳالهين کي، جن ۾ حمايت ۽ مخالفت واريون ٻئي ڳالهيون شامل آهن، ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. بهرحال ان موضوع تي هڪ الڳ ڪتاب لکڻ جي ضرورت آهي.

19. هن ڪتاب جي آخري باب ۾ ”موجوده دؤر“ جي سنڌي ٻولي ۽ سنڌي رسم الخط کي درپيش مسئلن جي نشاندهي بہ ڪئي وئي آهي تہ انهن جا حل بہ ٻڌايا ويا آهن. اسان سڀني جو قومي فرض آهي تہ اسان پنهنجي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ۽ محنت ڪريون.

پنهنجي هن معمولي تحقيق جي سلسلي ۾ نہ تہ مون کي ڪا غلط فهمي آهي، نہ وري ڪا خوش فهمي. جيئن تہ هيءَ هڪ ٻئي درجي واري تحقيق آهي. ان ۾ ڪي خوبيون بہ هونديون تہ ڪي خاميون بہ رهجي ويون هونديون. ان ڪري آءٌ ڪا بہ دعويٰ نٿو ڪريان، پر جيڪڏهن منهنجو هي ڪتاب شاگردن، استادن، اديبن يا رسم الخط تي تحقيق سان دلچسپي رکندڙ دوستن کي ڪم اچي ويو تہ پنهنجي محنت سجائي سمجهندس.

هن ڪتاب جي تحقيق جي سلسلي ۾ مون ڪيترن ڪتابن، مضمونن، مقالن، اديبن ۽ عالمن کان مدد ۽ رهنمائي ورتي آهي. انهن سڀني

اديبن ۽ عالمن جو انتهائي ٿورائتو آهيان. اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر غلام محمد لاکي، ڊاڪٽر انور فگار هڪڙي، رکيل مورائي، آفتاب ابڙي، سخيداد ڪاڇيلي، عبدالجبار کهڙي، عبدالعزيز خاصخيلي، خان محمد جرواڙ بابر منير قاضي، اقبال شيخ ۽ ٻين دوستن جو بہ ٿورائتو آهيان، جن ڪنهن نہ ڪنهن نموني هن ڪتاب لکڻ جي سلسلي ۾ منهنجي مدد ڪئي.

آخر ۾ ٿورائتو آهيان سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن ڊاڪٽر فهميده حسين ۽ سيڪريٽري تاج جويي جو جن منهنجي هن تحقيق کي شايع ڪرائي پڙهندڙن تائين پهچايو.

**ـ مختيار احمد ملاح**

ڪراچي، سنڌ

# سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ

سنڌي ٻولي ننڍي کنڊ جي مڙني ٻولين ۾ هڪ ٻڌائتي ۽ قديم ٻولي آهي، جنهن جو ادب صدين کان شاهوڪار، شاهڪار، وڌنڌڙ ۽ ويجهنڌڙ رهيو آهي. هن ٻوليءَ جون پاڙون موهن جي دڙي جي پوريل تهذيب ۾ کتل آهن.هن ٻوليءَ کي تاريخ جي هر دؤر ۾ اهڙا عالم، شاعر ۽ اديب مليا آهن، جن ان جي آبياري پئي ڪئي آهي. هيءَ ٻولي هڪ مڪمل علمي ۽ ادبي زبان آهي، جنهن کي پنهنجو ججهو لغت جو ذخيرو آهي، منجهس لوڪ ادب جا انبار آهن. هن ٻوليءَ جي لوڪ ادب مان هتان جي جيوت جا نشان عيان آهن. اهڙيءَ طرح اصطلاح، پهاڪا، چوڻيون، قصا، ڪهاڻيون ۽ شعر وغيره بي حساب آهن. هن ٻوليءَ کي هڪ معياري رسم الخط آهي. هيءَ ٻولي صدين کان ڳالهائي ۽ لکي وڃي ٿي. سنڌي ٻولي برصغير جي انهن ٿورين ٻولين مان هڪ آهي، جنهن جو علم اللسان مطابق اڀياس ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي عالمن ڀرپور حصو ورتو آهي.

ادبي لحاظ کان سنڌ جو ادب قديم دؤر کان نظم توڙي نثر ۾ شاهوڪار رهيو آهي. موسيقيءَ جي لحاظ کان سنڌي ٻوليءَ کي 100 سر ۽ 33 راڳڻيون آهن. ڊراما، قصا ۽ داستان سنڌي ٻوليءَ جي قديم روايت ۾ شامل آهن. سنڌي ٻوليءَ ۾ بيشمار اخبارون ۽ رسالا شايع ٿين ٿا ۽ ڪيترائي ٽي وي چينل هلي رهيا آهن. ان کي ڪمپيوٽر تي مڪمل مڃتا حاصل آهي ۽ انٽر نيٽ ذريعي اها سڄي دنيا ۾ پڙهي ۽ سمجهي وڃي ٿي. تاريخي حوالي سان سنڌي ٻوليءَ کي دنيا جي ٽن قديم تهذيبن مان هڪ مڪمل تهذيب واري ٻوليءَ جي حيثيت حاصل آهي، جنهن جا مثال موهن جو دڙو، لاکين جو دڙو، ڪاهوءَ جو دڙو ۽ ٻنيور سميت ڪيترائي ماڳ آهن.

موهن جي دڙي مان لڌل مهرن مان خبر پوي ٿي تہ هتان جا رهندڙ ماڻهو جيڪا ٻولي ڳالهائيندا هئا، اها لکي بہ سگهندا هئا. بعد ۾ آرين جي ٻولي، تهذيب ۽ ڌرم جو سنڌو ماٿر جي ٻوليءَ تي اثر ضرور پيو هوندو. ويدن ۾ سنڌو درياهہ جو ذڪر آهي تہ رامائڻ ۽ مهاڀارت ۾ ان جي ماڻهن جو حوالو آهي. اهڙيءَ طرح ايراني، ساساني (283_356) بہ سنڌ ۾ آيا. سنڌ جا ايران سان پراڻا تعلقات آهن. قديم دور کان ايراني سنڌ تي حملا بہ ڪندا رهيا هئا ۽ هتي حڪومتون بہ قائم ڪيون هئائون.

قديم دؤر ۾ سنڌ ۾ فارسيءَ جي اثر متعلق ايم. ايڇ پنهور صاحب جو خيال آهي تہ "ڪوروش اعظم (Cyrus) 545_550 ق. م ڌاري، سنڌوماٿريءَ جي اڀوڪي بلوچستان جا ڪي حصا فتح ڪيا هئا. دارا اول 519 ق. م ۾ اتڪل سڄي سنڌوماٿري فتح ڪري سنڌ ايران ۾ شامل ڪئي هئي. هن پهلوي (قديم فارسي) زبان کي هن خطي ۾ سرڪاري زبان طور متعارف ڪرايو. هن جي پٽ ڪسرڪ/ زرڪزيس (Xerxaes) يورپ جي سر زمين تي، يونانين سان وڙهڻ لاءِ سنڌي فوجي ڀرتي ڪيا هئا. اهڙيءَ ريت سنڌ جو فارسي زبان سان وڌيڪ رابطو پيدا ٿيو. فارسي سرڪاري زبان طور ڪم ڪندي رهي. باوجود ان جي تہ ڌارئين خاندان جو اثر گهٽجي ويو ۽ سنڌ ۾ مقامي راڄ قائم ٿيا. سڪندر اعظم جي حملي وقت (325_326 ق. م) سنڌ ۾ ڪيئي ننڍيون ننڍيون حڪومتون قائم هيون ۽ ايراني اثر ختم ٿي چڪو هو. سڪندر اعظم جي موت کان پوءِ ٿن سالن اندر يوناني راڄ ختم ٿي ويو. هندوستان جي موريا خاندان جو راڄ 137 سال (184_321 ق. م) جاري رهيو. ان ريت هن خطي ۾ فارسي (پهلويءَ) کي ڌڪ لڳو. پهلويءَ جي جاءِ تي پالي ۽ سنسڪرت مذهبي طور اهميت اختيار ڪئي".

(سنڌ ۾ فارسي زبان جي زوال جاسبب (مهراڻ 3_2010 ع) ايم ايڇ پنهور: تان ورتل)

سنڌي سماج ۾ تبديلي راءِ گهراڻي جي بادشاهيءَ جي خاتمي کان گهٽ ۾ گهٽ بہ سؤ سال اڳ شروع ٿي چڪي هئي. جڏهن سموري هندوستان ۾ خاص ڪري سنڌ جي اوپر اتر ۽ ڏکڻ اولهہ ۾ گپتا مهاراجائن جي سرسي ۽ سرپرستيءَ جي ڪري هندو ڌرم ٻڌ ڌرم کان وڌيڪ سگهارو بڻجندو ويو.

راءِ دؤر (495ع_632ع) ۾ "چچ نامي" جي آثارن تي معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ جا ماڻهو جيڪا ٻولي ڳالهائيندا هئا، ان ۾ لکپڙهہ بہ ڪندا هئا. علم ادب جا ماهر بہ هئا، جن جي همت افزائي بہ ڪئي ويندي هئي. "چچ نامي" ۾ راءِ سهاسي ٻئي بابت اچي ٿو تہ هن کي مختلف علمن سان خاص لڳاءُ هوندو هو. ملڪ ۾ تعليم لاءِ خاص وزارت هوندي هئي. ان دؤر لاءِ گمان آهي تہ ان دؤر ۾ سنسڪرت، هندي ۽ فارسيءَ جي لفظي ملاوٽ سان سنڌي ٻولي هلندڙ هئي. سنڌ جون جاگرافيائي حدون ايران تائين پکڙيل هيون. تاريخ ۾ ان ڳالهہ جي بہ نشاندهي ٿي آهي تہ ايران وقت بہ وقت سنڌ تي ڪاهون ڪيون، جنهن ڪري فارسي ٻوليءَ جو بہ سنڌيءَ تي ڪافي گهرو اثر رهيو آهي. ان ڪان سواءِ هندوستان جو پاڙيسري ملڪ هجڻ جي ڪري هندوستان جي مڙني ٻولين جو بہ سنڌيءَ تي اثر رهيو آهي.

راءِ دؤر کان پوءِ برهمڻ دور (632ع_ 712ع) آيو. هن خاندان جو بنياد راجا چچ رکيو. جيڪو راءِ حڪومت ۾ تعليم جو قلمدان رکندو هو. راجا چچ محلاتي سازش سان حڪومت حاصل ڪئي، پر هو هڪ بهترين حڪمران ثابت ٿيو. معاشري ۾ مقامي ٻوليءَ کي مرڪزي حيثيت حاصل هئي، جنهن جي ثابتي مختلف قديم آثارن مان ملي چڪي آهي. نندي ڪنڌ ۾ هي ديو مالا کان وٺي ڏرمي ادب جو دؤر هو، جنهن کان سنڌ وانجهيل رهي نہ ٿو سگهي. عرب سياحن جي سفر نامن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ وارا علم جوتش، علم نجوم، علم رياضي، علم طب ۽ ٻين علمن ۾ مهارت رکندڙ هئا. ان مان اهو بہ اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ انهن علمن جي سکڻ ۽ سيکارڻ لاءِ ڪي ادارا هوندا، ڪي عالم هوندا ۽ تحريري علم ۽ ادب جو بندوبست هتي جي قومي زبان ۾ ٿيو هوندو.

عرب دؤر (712ع_1010ع) ۾ سنڌي زبان تمام گهڻي ترقي ڪئي ۽ ان جي نئين سر تشڪيل ٿي. عربي زبان سنڌي زبان جو اثر قبول ڪيو ۽ سنڌي زبان عربيءَ جو اثر قبول ڪيو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مطابق "عرب دؤر حڪومت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي نفسياتي ڪيفيت بدلي، ٻوليءَ جي تمدني

سرمائي ۾ واڌارو ٿيو ۽ ٻوليءَ جي سٽاءَ، صورتخطي ۽ صرف و نحو تي اثر پيو. سنڌي ٻولي، عربي صورتخطيءَ ۾ لکجڻ لڳي ۽ اها صورتخطي عام رائج ٿيڻ لڳي، جيتوڻيڪ ٻيون بہ مقامي صورتخطيون هلندڙ هيون". (سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ)

سنڌي ادب جي تاريخ ۾ جيڪو سڀ کان قديم شعر مليو آهي، سو هن دور سان واسطو رکي ٿو. پر افسوس جو اهو بہ عربي زبان ۾ لکجڻ جي ڪري پنهنجي اصليت وڃائي ويٺو آهي. شعر آهي:

اره بره ڪنڪره ـ ڪراڪري منده

هي شعر امام ابو حاتم محمد جي ڪتاب "روضة العقلاء و نزهة الفضلاء" ۾ آيو آهي. ان ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ ڪو سنڌي ماڻهو بغداد ۾ يحيٰ بن خالد برمڪيءَ جي روبرو ويو ۽ هي شعر پڙهيائين. اهڙيءَ طرح "مجمل التواريخ والقصص" ۾ هن بيت جو مطلب ڄاڻايو ويو آهي تہ "جڏهن بہ اسان وٽ نيڪين جو بيان ٿئي ٿو تہ ان وقت تنهنجو ئي نالو ورتو وڃي ٿو".

هن دؤر جي ادب ۽ سنڌي رسم الخط جي باري ۾ عرب سياحن جي سفرنامن مان معلومات ملي ٿي. عربن جي اچڻ سان سنڌ ۾ ڪيترائي درسگاهون کليون. ديبل، سيوهڻ، منصوره ۽ ملتان علم ۽ ادب جا وڏا مرڪز ٿي اڀريا. اسلامي تعليم لاءِ خاص جتن ڪيا ويا. تاريخي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ قرآن شريف جو سنڌيءَ ترجمو هن دور ۾ ڪيو ويو. عالمن عربيءَ سان گڏوگڏ سنڌي ٻوليءَ کي بہ زور وٺرايو. عرب دؤر ۾ سنڌي زبان جي لفظي ذخيري ۾ واڌارو آيو. ان جو وڏو سبب عربي ۽ سنڌيءَ جو پاڻ ۾ ميلاپ هو. هن دؤر ۾ سنڌي ادب جا پيا بہ ڪيترائي اهڃاڻ ملن ٿا. سنڌي شاعري ۽ سنڌي ڪتابن جا عربيءَ ۾ ترجما، سنڌي عالمن ۽ اديبن جا عربي زبان ۾ شاندار ڪارناما وغيره هن دؤر جي ادب جي خوبين ۾ شامل آهن.

سومرن جو دؤر (1010 ع ـ 1350 ع) سنڌي ٻوليءَ جي لحاظ کان اهم تصور ڪيو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ جو هن دؤر ۾ سنڌي زبان سنڌ جون سرحدون اورانگهي پري پري تائين پکڙجي وئي. سنڌي زبان، ڪاٺياواڙي ۽ گجراتي

زبان جو هڪ ٻئي تي اثر پيو. ان ڪان سواءِ سنڌي ٻوليءَ جي ٽري ۾ ڏاڍڪي محاورن جو واڌارو ٿيو. هن دؤر لاءِ خيال آهي تہ عربي ۽ سنڌي سرڪاري زبانون هيون. البتہ فارسي زبان جو اثر هن دؤر کان شروع ٿي چڪو هو. علي ڪوفي ۽ قلندر لعل شهباز (1177-1274) هن ٿي دؤر ۾ فارسي زبان، شعر ۽ علم ڪٺي سنڌ ۾ آيا ۽ چانئجي ويا. عرب دؤر ۾ لکيل عربي ڪتاب "فتح نامہ السنڌ" جو علي ڪوفي فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو پوءِ "چچ نامي" جي نالي سان مشهور ٿيو.

سومرا حڪمران جيئن تہ سنڌي هئا، ان ڪري سنڌي زبان جو اسرڻ هڪ فطري عمل هو. هن دؤر ۾ آيل سياسي استحڪام ۽ معاشي خوشحاليءَ جو اثر هن دؤر جي ادب، فن ۽ ٻوليءَ تي نمايان آهي. سومرن جو دور جديد سنڌي زبان جو دور هو. چاڪاڻ تہ هن دور ۾ عوامي سطح تي لوڪ گيت، لوڪ ڪهاڻيون ۽ لوڪ ناچ جو رواج عام ٿيو ۽ لوڪ ادب ۾ ترقي ٿي ۽ ٻولي شاهوڪار ٿي. هن دور ۾ عمر مارئي، ليلا ن چنيسر، سسئي پنهون، مورڙي ۽ مانگر مڇ، دودي چنيسر ۽ مومل راڻي جهڙا قصا نمودار ٿيا. جن سنڌي زبان ۽ ادب کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيا. سنڌي شاعريءَ ۾ ڳاهہ، ڳيچ، دوهي ۽ بيت وغيره جي اوسر ٿي. ياڳويان، سمنگ چارڻ، مرڪان شيخڻ ۽ پير صدر الدين وغيره هن دورجا اهم شاعر آهن.

سومرن جي دور ۾ سنڌي ادب جي مشهور صنفن ڳاهہ، ڳيچ، دوهي، بيت، ڏٽ ۽ لوڙائو وغيره جي اوسر ٿي ۽ اهي شعر جوڙيا ويا، جيڪي سنڌي نظم جو بنياد بڻيا. انهيءَ اوائلي نظم ۾ نہ فقط ادبي معيار رکيو ويو آهي، بلڪ ان کي مذهبي ۽ اخلاقي رنگ ڏئي، نصيحت آميز پڻ بڻايو ويو آهي. سومرن جي دور جي شاعريءَ ۾ نہ فقط سورٺا، دوها يا ٻنهي صنفن جي ميلاپ واريون صنفون نظر اچن ٿيون: پر اسماعيلي بزرگن جا گنان هڪ اهڙي صنف آهي، جنهن کي گائڻ وديا يا راڳداريءَ موجب ڪافيءَ جي صنف چئي سگهجي ٿو. هن صنف ۾ هر بند کان پوءِ ٿلهہ جي ورائي نقادن ۽ شاعرن جو ڌيان ڇڪائي ٿي. پير صدر الدين جا گنان ڪافيءَ جي سٽاءَ (form) ۾ اچن ٿا. هر گنان جي منڍ ۾

هڪ مصرع تي مشتمل ٿلهه ۽ دوهي جي مصرع جي هر بند پويان اها مصرع وراڻيءَ طور ڳائڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ هن بزرگ جي ڳنانن جو سنڌ راڳداريءَ سان واسطو رکي ٿو. مثال طور:

شاهہ جو مجيئڙو تني کي، جيڪي صبوحڙي جاڳن،
اٿي الله نہ گهرين بندا، تون سُتين سڄي رات،
نہ ڪا جهوري جيو جي، نڪو سمر سات.

شاهہ جو مجيئڙو.....

صبوحڙي نہ جاڳن، تني حورون نہ ڏين هٿ،
سي هاءِ هاءِ ڪندا، هٿ هٽندا، جئن هاريءَ وڃائي وٿ.

شاهہ جو مجيئڙو........

سُمنگ چارڻ هميشہ سمن سردارن جون سخاوتون ڳائيندو هو ۽ دان حاصل ڪندو هو. سمن جي ساراهہ ۾ سندس سترهن ڳاهون اڄ بہ سنڌي ادب جي تاريخ ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. ڄام سپڙ جي ساراهہ هن ريت ڪئي اٿس:

در آئي مڱڻي، دان سيڪو ڏئي،
سپڙ سو ساري، جو جهوپڙين ۾ جهپڪي.

ياڳو يان سومرن جي دور جو خاص شاعر هو ۽ ڪيس سنڌ جي سومرن جي دور جي تاريخ جي پوري ڄاڻ هئي. ياڳو يان هر ڏک سک ۾ سومرن سان گڏ هوندو هو. جڏهن علاءُ الدينَ سنڌ تي ڪاهہ ڪئي تہ ياڳو يان سومرا خاندان لاءِ وڏا ڪم سر انجام ڏنا. ياڳو يان جي شاعري تاريخي حيثيت رکي ٿي. هن سومرن جي دور ۾ خاص ”جنگ نامي دودي چنيسر“ کي منظوم ڪيو. جنهن سان معلوم ٿئي ٿو تہ چنيسر جي ڪري علاءُ الدين خلجيءَ سنڌ سان ڪهڙا ڪلور ڪيا. هن دودي جي بهادري ۽ حب الوطنيءَ جو بيان اهڙي نموني ڪيو آهي، جو اڄ تائين اهو داستان سنڌ لاءِ اُتساهہ پيدا ڪري ٿو. هن چنيسر کي چيو هو تہ:

تون چنيسر لعنتي، تو ڪيڏا ڪم ڪيا،
پڳ وڃائي پنهنجي، پڇڻ هليو هئين ماءُ،
تو ۾ لِڄَ لُهار جي، ساري عالم ڪي اوڳاءِ،
مون چاڙهي ڄڻ کي ڄام ڪيو ڇل ڄائين مان م... ان.

پير پٺي جي شاعري تاريخي نقطهءِ نگاه کان اهم آهي. هن جي هڪ شعر ۾ ديبل ۾ ٻوڏ اچڻ جو ذڪر آهي ۽ ٻئي شعر ۾ حضرت بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ کي قتل ڪرڻ جي سازش جو ذڪر آهي. ديبل جي بند ٻڌڻ لاءِ چيو اٿس تہ:

ديبل پاس ڏڪيلجي، آيو آب اپار،
مڪلي ماڳ مٿاهين، ٿياسون ڏارو ڏار.

سمن جو دؤر (1350ع_1520ع) سنڌ جي تاريخ جو اهم ۽ خوشحاليءَ وارو دؤر رهيو آهي. ادبي تاريخ ۾ هي دؤر قاضي قادن جو دؤر آهي، ڇو جو هو هن دؤر جو وڏي ۾ وڏو شاعر هو. هن دؤر ۾ سنڌي زبان ۽ ادب پنهنجي موضوع ۽ وسعت ۾ بي پناهہ طاقت حاصل ڪئي. اهو ئي سبب آهي جو هن دؤر کي "سنڌي ادب جو تعميري دؤر" بہ چيو ويندو آهي. هن دؤر ۾ سنڌ جي رياستي زبان فارسي ٿي چڪي هئي. تعليمي درسگاهن ۾ عربي ۽ فارسيءَ کي وڏي اهميت حاصل هئي، پر جيئن تہ حڪمران سما، خود سنڌي هئا، ان ڪري سنڌي زبان جو ترقي ڪرڻ لازمي هو. هن دؤر ۾ سنڌي زبان سرائڪي ۽ پنجابيءَ تي بہ وڏو اثر ڇڏيو. مهدوي طريقي جو باني سيد ميران محمد مهدوي ۽ مراڪش جو مشهور سياح ابن بطوطہ سمن جي وقت ۾ سنڌ ۾ آيا. اهو ئي هن دؤر جي علم و ادب ۽ زبان جي ترقيءَ جي عروج جو ثبوت آهي. سومرن جي دور وانگر، هن دور ۾ بہ ڪيترائي نوان لوڪ قصا مشهور ٿيا، جن ۾ ڄام لاکو ۽ مهر راڻي، ڄام لاکو ۽ اوڏڻ، ڄام اوڍو ۽ هوٿل پري، ڄام جراڙ ۽ ٻوبنا، ڄام تماچي ۽ نوري، دولهہ دريا خان ۽ همو وغيره اهم آهن. هن دور جي شاعرن ۾ مخدوم نوح، شيخ حماد، ماموئي فقير، قاضي قادن ۽ اسحاق آهنگر وغيره مشهور هئا، جن سنڌي زبان ۽

ادب جي آبياري ڪئي. قاضي قادن نہ فقط سنڌي شاعري کي نوان لاڙا ۽ نوان فڪر ڏنا، بلڪ نوان اصطلاح ۽ نوان لفظ پڻ متعارف ڪرايا. اهڙا سنڌي لفظ هن کان اڳ شاعريءَ ۾ اڻلڀ هئا. مثال طور:

جوڳيءَ جاڳايوس، ستو هوس ننڊ ۾،
تهان پوءِ ٿيوس، سنڌي پريان پيچري.

سُر ڪلياڻ جي ويد (ويج) ۽ وايوڙي جي ابتدائي شڪل بہ قاضي قادن کان شروع ٿئي ٿي.

الهان اندر ماهہ، پاهر ڏک نہ پڌرا،
ويد ڪريندو دانهہ، پسان سي وايڙيا.

ارغونن جي دؤر (1520ع_1555ع) ۾ فارسيءَ جي حيثيت سنڌ ۾ سامراجي ٻوليءَ واري ٿي وئي. هن دؤر ۾ فقط ٺٽي شهر ۾ سون جي تعداد ۾ تعليمي ادارا هئا. جتي سنڌيءَ سان گڏ ٻين ٻولين جي تعليم بہ ڏني ويندي هئي. ارغونن سنڌي معلمن کي زبردستي فارسي پڙهائڻ تي مجبور ڪيو. هن دؤر ۾ اسان کي ڪيترن ئي عالمن جو ذڪر ملي ٿو، جن ملڪي حالتن کي ڏسي سنڌ کي هميشہ لاءِ الوداع چئي وڃي برهانپور ۽ گجرات وسايو. هڪ طرف سنڌ مان عالمن جو لڏڻ تہ ٻئي طرف حڪمرانن جي مادري زبان فارسيءَ کي سرڪاري سرپرستي ملڻ، جڻ تہ سنڌيءَ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش هئي. ارغون دور جو احوال بنهہ گهٽ ملي ٿو. تڏهن بہ قاضي قادن، شاهہ ڪريم، سيد علي ثانوي ٺٽوي، درس علاءِ الدين، شيخ لاڏجيو ۽ ڪجهہ ٻيا نالا ملن ٿا، جن عوامي احساسن جي نمائندگي ڪئي. جيتوڻيڪ هن دور ۾ ڌاريا حڪمران هئا، پر انهن جي ردعمل ۾ سنڌي ادب گهڻي ترقي ڪئي. سنڌ جو ارغون حڪمران شاهہ حسن خود بہ فارسي زبان ۾ نظم ۽ نثر لکندو هو. هن لاءِ مشهور هو تہ هو فارسي زده عالمن ۽ شاعرن جي خوب حوصلہ افزائي ڪندو هو. اهو ئي سبب هو جو سنڌي عالم بہ فارسيءَ ۾ لکڻ کي ترجيح ڏيڻ لڳا. ان جو نتيجو بهرحال اهو نڪتو جو سنڌي ۽ فارسي هڪ ٻئي جو اثر قبول ڪيو ۽ فارسيءَ جا ڪيترائي

نوان لفظ سنڌيءَ ۾ شامل ٿيا. سنڌ بابت فارسيءَ ۾ ڪتاب لکيا ويا. سنڌ جا افسانوي ۽ رومانوي موضوع سنڌ جي مقامي ماحول سان فارسي شاعري ۽ نثر جي زينت بڻيا. سنڌي لفظ فارسي عبارت ۾ استعمال ٿيڻ لڳا ۽ فارسي تصنيفن ۾ سنڌي بيتن ۽ عبارتن جا پيوند لڳا.

ترخانن جو دؤر (1555_1592ع)، ادبي لحاظ کان "شاهه ڪريم" جو دؤر آهي. ارغونن کان پوءِ ترخانن تائين سنڌ ۾ فارسيءَ جو وڏو ڪردار آهي. عموماً سنڌي نسل جا شاعر فارسيءَ ۾ شعر چوڻ تي فخر ۽ برتريءَ جو اظهار ڪندا هئا. انهيءَ دؤر ۾ فارسي عام ماڻهن جي ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو به ذريعو بڻجي چڪي هئي. ڪيترائي فارسي دان سنڌ ۾ مقيم هئا. ان جي برعڪس سنڌي شاعرن ۽ ٻوليءَ جي رکوالن نيٺ سنڌيءَ ۾ شاعري ڪئي. شاهه ڪريم، مخدوم نوح، عثمان اگهم ڪوٽي، عثمان درٻيلائي، مخدوم پير محمد لکوي ۽ ٻيا هن دؤر جا نمائندا شاعر آهن. ٻئي طرف سنڌي زبان کي سرڪاري سرپرستي نه هئڻ باوجود به سنڌي ٻوليءَ سنڌ جون سرحدون اورانگهيون. هن دؤر ۾ دادو ديال جو نالو ملي ٿو، جيڪو راجستان جو رهاڪو هو. هو نه صرف قاضي قادن جي فڪر ۽ فلسفي کان متاثر هو، پر هن سنڌي زبان ۾ شاعري به ڪئي.

شاهه ڪريم جي شاعري زبان ۽ بيان جي اعتبار کان اعليٰ درجي جي فصاحت ۽ بلاغت جو بهترين مثالي نمونو آهي. هن سڀ کان پهرين سنڌ جي مشهور لوڪ قصن ۽ داستانن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ تمثيل طور پيش ڪيو. شاهه ڪريم سنڌ جو پهريون شاعر آهي، جنهن قدرتي نظارن ۽ انساني قدرن کي بهترين منظر نگاريءَ ۾ پيش ڪيو آهي. سندس منظر نگاريءَ ۾ نه صرف سنڌ جي ثقافت شامل آهي، بلڪ انِ کي هن علامتي (Symbolic) انداز ۾ پيش ڪيو آهي. مثال طور:

پاڻياريءَ سر ڀرو، جر تي پکي جيئن،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

مغلن جي دؤرِ حڪومت (1592ع_1700ع) ۾ فارسيءَ کي هيڪاري وڏيڪ سرپرستي ملي، ڇو جو مغل هٿا ئي فارسيدان. سنڌ ۾ پهاڪو مشهور ٿيو تہ "مغلن اڳيان فارسي وسريو وڃي". هن ئي دؤر ۾ اهو بہ مشهور ٿيو تہ "فارسي گهوڙي چاڙهسي". هن دؤر ۾ سنڌ جي تاريخ، ادب ۽ سياسي حالتن تي فارسيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا.

ادب پنهنجي ملڪي حالتن جو رد عمل هوندو آهي ۽ زبان ان رد عمل جو بهترين اظهار هوندي آهي. مغلن فارسي ادب ۽ زبان کي ترقي ڏيارڻ ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي. ٻئي طرف سنڌي اديبن، شاعرن ۽ عالمن بہ سنڌي زبان کي وڌائڻ ۾ ڪا ڪمي نہ ڇڏي. سنڌي زبان ۾ تعليمي نظام(Educational System) شروع ٿيو. مخدوم ابو الحسن ٺٽوي "مقدمہ الصلواة" لکيو؛ جنهن سان نصابي ڪتابن جي روايت وڌي. سنڌي صورتخطيءَ جو رواج پيو. هيءَ هڪ تحريڪ هئي، جنهن جو اثر ڪلهوڙن جي دؤر ۾ جا بجا نظر اچي ٿو. مغلن جي دؤر ۾ اردو بہ سنڌي زبان جي ويجهو آئي. سنڌ ۾ سنڌي، سرائڪي، هندي ۽ فارسيءَ سان گڏو گڏ اردوءَ ۾ بہ شاعري ٿيڻ لڳي. هي اهو دؤر هو، جنهن ۾ اردوءَ سنڌي زبان مان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو. سنڌي زبان جي محبت ۽ ميناج، غير سنڌين کي بہ پنهنجو ڪيو آهي. اهو ئي سبب آهي، جو ڄام ننگر گجرات ۾ جنم وٺندڙ مهراج پراڻناٿ سنڌيءَ ۾ سلوڪ ڇپيا. هتي سنڌ ۾ شاهہ لطف الله قادري، فاضل بکري، عثمان احساني، ميين شاهہ عنايت رضوي، ميين عيسي هالائي، شاهہ عنايت صوفي ۽ احسان فقير جهڙا شاعر موجود هئا، جن سنڌي زبان جي آبياري پئي ڪئي.

شاهہ عنايت اساسي شاعريءَ جو پهريون ۽ اهم شاعر هو، جنهن سنڌ جي عام قصن کي وڏ ۾ وڏ شاعريءَ ۾ امر ڪيو. عمر مارئي، ليلا چنيسر، سسئي پنهون ۽ مومل راڻي جي قصن کان سواءِ سنڌ جي سخي مردن ۽ بهادرن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ سمويو آهي. اهڙيءَ طرح خاص فقيرن، جوڳين، ڪاپڙين، آديسين، سامين، ڪاري ڪيڙائن، پوربين ۽ سنياسين جا پار پتا ٻڌايا آهن:

هي پيرين هو پيچرو، هي گسي هو گس،
واڪو وڏو ئي ڪيو، ويندن پئي وس،
الله انهي لڳ عنايت چئي، ڏسن ڏونگر ڏس،
جڳهه بہ رهي جس، هت بہ پهتي هوت کي.

ڪلهوڙن جو دؤر (1700ع_1782ع) سنڌي ادب جي تاريخ ۾ سونهري دؤر سڏيو وڃي ٿو. هي دؤر "شاهہ لطيف جو دؤر" آهي. حڪومت هڪ دفعو ٻيهر مقامي نسل جي گهراڻي جي هٿن ۾ آئي، جن جي مادري زبان سنڌي هئي. جيتوڻيڪ ملڪ جي دفتري زبان فارسي هئي، پر گهريلو ۽ عام روز مره استعمال جي ٻولي سنڌي هئي. اهو ئي سبب هو جو سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن کي سياسي حالتن ڪري گهڻي ترقي ملي. ڪڇي، ڪاٺياواڙي، سرائڪي، لاسي، جيسلميري ۽ بلوچي زبانن جو اثر سنڌي زبان قبول ڪيو ۽ انهن تي پنهنجا اثر ڇڏيا.هزارين نوان لفظ، محاورا ۽ اصطلاح سنڌي زبان ۾ شامل ٿيا. مخدوم ابوالحسن واري جديد عربي لپيءَ جي سامهون اچڻ ڪري مختلف ڪتاب لکجڻ لڳا ۽ ڄڻ تہ هڪ تحريڪ شروع ٿي. بنيادي طور تي هن دؤر ۾ سڄي سنڌ ۾ ڪيترائي مدرسا هلندڙ هئا، جن ۾ عربي ۽ فارسيءَ سان گڏوگڏ سنڌي بہ پڙهائڻ جي ضرورت محسوس ٿي. ان تحريڪ کي مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالله نربي واري، عبدالخالق ٺٽوي، مخدوم ضياءُ الدين، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، مولوي محمد حسين ۽ ٻين عالمن وڌايو. هنن عالمن شاعراڻي نثر Poetic Prose (الف اشباع) جو بنياد وڌو. اهڙيءَ ريت هن دؤر ۾ سماجي زندگيءَ سان لاڳاپيل مختلف خيالن، احساسن، آسن اميدن ۽ ذهني اظهار جي ترقيءَ جي ڪري ٻوليءَ ۾ وسعت پيدا ٿي.

ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ٻوليءَ جي ترقيءَ ڪري گهڻي ۾ گهڻا شاعر پيدا ٿيا. لوڪ ادب تمام گهڻي ترقي ڪئي، شاعريءَ ۾ فني پختگي آئي، ديني ادب عروج تي پهتل هو. اسلامي تصوف ۽ هندو ويدانت جو فلسفو شاعريءَ تي غالب ٿيو. شاعريءَ جون نيون صنفون ايجاد ٿيون. ٻئي طرف عروضي شاعري ٿيڻ شروع ٿي. ٻوليءَ جي شاهوڪار هجڻ جي ڪري شاعريءَ ۾ روشن خيالي ۽

ترقي پسند فڪر جنم ورتو. هن دؤر جو عظيم شاعر شاھ لطيف سنڌي ٻوليءَ جو محافظ آهي. جنهن بلاغت، سلاست ۽ جدت جا لاڙا متعارف ڪرايا.

شاھ جي شاعريءَ جي خوبي اها آهي تہ هن پنهنجي شاعريءَ وسيلي سنڌي ٻوليءَ کي نئون رنگ ۽ ڍنگ، وسعت ۽ جاذبيت ڏني. ڪائنس اڳ ۽ پوءِ اڄ تائين ڪو بہ شاعر ان منزل تي رسي نہ سگهيو آهي. ڀٽائي پنهنجي رسالي ۾ سنڌ جي تاريخ کي سمويو آهي. هن اسان جي سماجي زندگي ۽ روايتن جي صحيح نموني عڪاسي ڪئي آهي. شخصيتن، جن اسان جي سماجي، عمراني زندگيءَ کي متاثر ڪيو ۽ ماڻهن جي ذهنن ۾ سياسي ۽ سماجي انقلاب آندو. رسمون ۽ رواج، جن اسان جي تهذيب ۽ ثقافت کي مالا مال ڪيو. واقعا ۽ حادثا، جن اسان جي تاريخ جو رخ موڙيو. ڌاڙيلن، حملہ آورن، جن اسان جي آزادي تباھ ڪئي، بزرگن ۽ جيد عالمن، جن اسان کي هدايت ۽ روشنيءَ جي واٽ ڏيکاري، اسلامي تعليم. جنهن اسان جي زندگيءَ تي اثر ڇڏيو. عوامي داستان، جيڪي شاھ جي سورمين جي نالن سان مشهور آهن، انهن کي اجاگر ڪيو. تمثيلي طور پيش ڪيو. انهن سيني ڳالهين اسان جي تاريخي روايتن کي هڪ طرف اثرائتو بنايو تہ ٻئي طرف ڏکن، ڏولائن، ڦرلٽ ۽ خون خرابي جي وقت ۾ عوام کي سڪون ۽ راحت جو پيغام ڏنو. اهو سڀ لطيف جي شاعريءَ جو وڏو ڪرشمو ۽ احسان آهي.

ٽالپرن جي دور (1782ع_1843ع) ۾ هڪ پهاڪو مشهور ٿيو تہ "آيا مير، پڳا پير". هي دؤر ادبي طور تي سچل سرمست جو دورآهي. ٽالپر حڪمران نہ صرف علم و ادب سان چاھ رکندا هئا، پر شاعرن ۽ عالمن جي همت افزائي بہ ڪندا هئا. هن دؤر ۾ لکت وارو ادب ڪافي ترقي ڪري چڪو هو ۽ ڪافي حد تائين هڪجهڙي صورتخطي لکجڻ شروع ٿي چڪي هئي، جنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمہ نگاريءَ جو رواج پيو. ملڪ جي دفتري زبان فارسي ۽ حڪمرانن جي مادري زبان سرائڪي هئي. هن دؤر جي سنڌي ٻوليءَ جو هڪ مقرر نصاب درس ۾ شامل هوندو هو. هن دؤر ۾ فارسي زبان جو اثر تمام گهرو هو، ڇو جو سنڌ جا ايران سان تمام ويجها باهمي تعلقات هئا. اهو ئي سبب

آهي، جو سنڌي عروضي شاعري پنهنجي اوج تي پهتل هئي. سنڌي نثر جي باقاعدي شروعات بہ ٽالپرن جي دؤر ۾ ٿي. ان سلسلي ۾ آخوند عزيز الله جو نالو اچي ٿو، جنهن قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

ٽالپرن جي دور کي جيڪڏهن "سچل سرمست جو دؤر" چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو ڇو تہ هو هن دور جو سڀ کان وڏو شاعر آهي. ادبي دنيا ۾ هي دور وڏي اهميت رکي ٿو. شاعري ۾ غزل، مرثيو، مسدس، مخمس، مثنوي، رباعي ۽ سلام وغيره عام هئا. مرثيو هن دور جي ئي پيداوار آهي. سيد ثابت علي شاهہ هن دور جو مرثيي جو وڏو شاعر هو. سچل سرمست هن دور جو سڀ کان وڏو شاعر آهي، جنهن شاعريءَ ۾ ڪيترائي نوان تجربا ڪيا. هن ڪافيءَ جي نج سنڌي صنف کي امر ڪري ڇڏيو. سچل "گهڙولي" ۽ "جهولڻي" جهڙيون نيون صنفون ايجاد ڪيون. هن دور ۾ قصہ گوئي باقاعده فن جي صورت اختيار ڪئي. حفيظ تيوڻي مومل راڻي کي منظوم ڪيو ۽ خليفي عبدالله ليليٰ مجنون جي قصي کي محفوظ ڪيو. هن دور جي خاص ڳالهہ صوفياڻي شاعري آهي. خاص طور سچل سرمست بيباڪ ٿي شاعري ڪئي آهي. هن دور ۾ لوڪ ادب جي شاعري بہ وڏيڪ ترقي ڪئي. صدر الدين چارڻ، سليمان چارڻ، حسين ديدڙ ۽ حمل لغاريءَ جو ڪلام وڏي اهميت رکي ٿو. مولود جي صنف کي بہ فوقيت ملي. ملان صاحب ڏنو، پير محمد اشرف ۽ فتح فقير مولود جا مشهور شاعر هئا. هن دور ۾ بہ الف اشباع وارا نظم لکيا ويا. خليفي نبي بخش ۽ ثابت علي شاهہ رزميہ شاعري ڪئي. سيد ثابت علي شاهہ ۽ سيد خير شاهہ هجوگوئي جي شاعريءَ جو بنياد وڌو. ويدانيت ۽ هندي زبان جا لفظ ۽ فلسفو هن دور جي شاعري ۾ ڪتب آندا ويا. سامي، دلپت، روحل، سچل ۽ مراد فقير ان سلسلي جا اهم نالا آهن. سچل جي ڪلام جي وڏي ۾ وڏي خوبي اها آهي تہ وحدت ۽ وحدت الوجود جي احساسن کي لفظن جو روپ ڏئي ڇڏيو اٿائين:

عبرت عجب عجائب اسرار رنگ عباسي،
گل آب جاءِ جاتي، مجبور راز تاتي،

***

پاڻ ئي پنهل آهيان، ڄاڻو ڪو نہ پيو،
ظاهر منهنجي ذات، ڪيچن پاڻ ڪيو.

نندي ڪنڌ جي تاريخ ۾ برطانوي دؤر(1843ع_1947ع) جو عرصو، قديم سماجن کان جديد سماج ۾ پير پائڻ جو وچ وارو عرصو آهي. انگريز پنهنجي مفاد ۾ ئي سهي،پر پاڻ سان گڏ اها ٽيڪنالاجي بہ کڻي آيا، جيڪا هنن وٽ برطانيہ ۾ موجود هئي. هو سچ پچ تاريخ ۾ داناءَ دشمن ٿي آيا، جڏهن تہ هنن کان اڳ مقامي حاڪم نادان دوست هئا. انگريزن هتي جديد علم متعارف ڪرايا. سنڌ جي تاريخ ۾ انگريز پهريان حڪمران هئا، جن سنڌي الف_ب جديد طرز تي مرتب ڪرائي. انهن هتان جي عوامي سهڪار سان نوان نوان اسڪول ۽ ڪاليج کوليا، جن ۾ انگريزي زبان سان گڏ سنڌي زبان بہ پڙهائجڻ لڳي. الف_ب جي نئين ۽ جديد ترتيب سان سنڌي ٻولي ۽ ادب ۾ ڄڻ تہ انقلاب اچي ويو. صدين جي رهيل ڪسر ٿوري عرصي ۾ پوري ٿيڻ لڳي. سنڌ ۾ ڇاپخانا نڪتا، جنهن ڪري رسالا ۽ اخبارون جاري ٿيون ۽ ڪتاب شايع ٿيڻ لڳا. انگريزن سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت کي تسليم ڪندي هتان جي عوام جو ثقافتي تشخص برقرار رکيو. ان جي مقامي قدرن ۽ تخليقي صلاحيتن کي اجاگر ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ٻولي ڪنهن بہ قوم جي ثقافت جو بنياد ۽ ان جي فروغ جو اهم ذريعو هوندي آهي، ان ڪري تاريخ ۾ پهريون دفعو هتان جي عوام جي وچ ۾ ٻوليءَ ذريعي تخليقي رشتا قائم ٿيا. اترادي، لاڙي، ٿري ۽ ڪوهستاني ماڻهو جيڪي هن کان اڳ ثقافت جي مختلف درجن ۾ ورهايل هئا، تن جي وچ ۾ مضبوط رابطو قائم ٿيو. ٻئي طرف يورپ جي سائنسي علمن سان هتان جي عوام جي واقفيت ٿي. سنڌي ادب، شاعري توڙي نثر ۾ هر اها صنف شامل ٿي، جيڪا دنيا جي ڪنهن بہ سڌريل ٻوليءَ جي ادب ۾ هوندي آهي.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ سيني پاڙيسري ٻولين ۾ شاهوڪار ادب سنڌي زبان ۾ هو. سنڌي ٻولي آزاديءَ سان وڌي ويجهي رهي هئي. ان کي اشاعت جا جديد ذريعا ميسر هئا. ٽائيپ رائيٽر ان وقت هندوستان ۾ سنڌيءَ کان سواءِ ڪنهن بہ زبان ۾ نہ هو. پرنٽنگ پريسون بہ سنڌيءَ کي ججهيون

هيون. جڏهن تہ اردوءَ سميت ڪيترين ٻين ٻولين جون لکٽيون اجا ليٿو ۾ شايع ٿينديون هيون. ڪافي رسالا ۽ اخبارون سنڌي زبان ۾ نڪرنديون هيون. سنڌي اسڪولن جو شهرن ۾ وڏو جار وڇايل هو. صوبي جي سرڪاري زبان سنڌي هئي.

آزاديءَ کان پوءِ اهو خيال هو تہ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب ڏينهون ڏينهن ترقي ڪندا، پر ائين نہ ٿيو. آڪٽوبر 1954ع ۾ اولهہ پاڪستان جي سيني صوبن کي گڏي ون يونٽ جو قيام عمل ۾ آندو ويو. ون يونٽ جي هڪ سال کان پوءِ 1955ع ۾ ڪراچي يونيورسٽيءَ طرفان سنڌي ٻوليءَ کي امتحاني ذريعي واري حيثيت کان محروم ڪيو ويو ۽ فقط اردوءَ کي اها حيثيت ڏني وئي. ان تي ڪراچي يونيورسٽيءَ جي شاگردن سنڌي ٻوليءَ جي امتحاني ذريعي واري حيثيت بحال ڪرائڻ لاءِ 4 سيپٽمبر، 1956ع تي يونيورسٽيءَ جي سينڊيڪيٽ کي هڪ يادداشت نامو پيش ڪيو هو.

آڪٽوبر 1958ع ۾ فيلڊ مارشل ايوب خان مارشل لڳائي ۽ سنڌي زبان تي ٻيو وار ٿيو. اڳ ۾ سنڌ جي اسڪولن ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ غير سنڌي شاگردن کي سنڌي زبان جو هڪ پيپر لازمي طور پڙهڻو پوندو هو، جيڪو ختم ڪيو ويو. ايوب خان جي تاهيل تعليمي ڪميشن، جيڪا شريف ڪميشن سڏجڻ لڳي، سنڌي اديبن، عالمن ۽ استادن ان ڪميشن تي سخت اختلاف واريو ۽ مادري ٻولي بچائڻ لاءِ زوردار تحريڪون هلايون. آخرڪار 13 آڪٽوبر 1962ع تي مرڪزي حڪومت هڪ آرڊيننس جي ذريعي سنڌي زبان کي انٽر تائين تعليم جي ذريعي طور قبول ڪيو.

1971ع ۾ اوڀر پاڪستان جي علحدگيءَ کان پوءِ پاڪستان جون واڳون ذوالفقار علي ڀٽي سنڀاليون. هن سنڌي ماڻهن جي پراڻي مطالبي کي مان ڏيندي سنڌ اسيمبليءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو بل پيش ڪيو، جنهن کي 7 جولاءِ 1972ع تي صوبائي اسيمبليءَ منظور ڪيو. بل تي سنڌ جي گورنر 16 جولاءِ تي صحيح ڪئي ۽ ان جو 17 جولاءِ 1972ع تي سنڌ اسيمبليءَ جي سيڪريٽري جمال ابڙي، اسپيڪر صوبائي اسيمبليءَ جي حڪم هيٺ نوٽيفڪيشن ڪڍيو. ان بل کي "سنڌ (سنڌي ٻوليءَ جي سکيا، واڌارو ۽

استعمال) ائڪٽ 1972ع ”سڏيو ويو ۽ ڄاڻايو ويو تہ اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي عبوري آئين جي آرٽيڪل 267 موجب سنڌي ٻوليءَ کي (قومي ٻولين جي حيثيت کي نقصان پهچائڻ کان سواءِ) سنڌ صوبي جي صوبائي ٻولي طور استعمال ڪيو ويندو. ان ائڪٽ ۾ اهو بہ واضح ڪيو ويو تہ ”جيئن تہ سنڌي ٻولي سرڪاري ڪاتن ۽ آفيسن ۾ استعمال ٿي رهي آهي ۽ جيئن تہ سنڌي ٻولي تعليمي ادارن ۾ پڙهائڻ لاءِ لازمي مضمون هئي، پر ان کي اختيارين جي زباني حڪم تي ختم ڪيو ويو ۽ جيئن تہ اها صوبي سنڌ جي فطري آرزو ۽ خواهش آهي تہ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا ۽ استعمال کي ترقي ڏني وڃي، تنهنڪري هي قانون ناهيو پيو وڃي.“ ان ائڪٽ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سکيا لاءِ فقري 4_15 ۾ اهو بہ واضح ڪيو ويو تہ. ”اهڙن سيني ادارن ۾، جن ۾ چوٿين ڪان ٻارهين ڪلاس تائين تعليم ڏني پيئي وڃي، سنڌي ۽ اردوءَ کي لازمي مضمون جي حيثيت هوندي ۽ فقري 4(2) ۾ اهو ڄاڻايو ويو تہ لازمي مضمون جي حيثيت ۾ سنڌيءَ جي شروعات هيٺين سطح يعني چوٿين ڪلاس کان عمل ۾ آندي ويندي ۽ درجي بدرجي مٿين درجن ۾ ٻارهين ڪلاس تائين رائج ڪئي ويندي.“

بل جي حوالي سان ڳالهائيندي ان وقت جي صدر ذوالفقار علي ڀٽي [قومي اسيمبليءَ ۾] پنهنجي خطاب ۾ چيو تہ:

”سنڌي، هڪ قديم زبان آهي، موهن جي دڙي جي زماني کان سنڌين جي الڳ زبان رهي آهي. جڏهن برطانيہ سنڌ تي قبضو ڪيو، تڏهن سرچارلس نيپئر صاف طور چيو هو تہ مقامي زبان سان هٿ چراند ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي وڃي. تمام گهڻي وقت کان سنڌي عدالتن ۽ روينيو ڪاتي ۾ استعمال ٿيندي رهي آهي ۽ اها سرڪاري زبان جي حيثيت سان صوبي ۾ رائج رهي آهي. لساني بل ذريعي ان جي اڳوڻي حيثيت بحال ڪئي وئي آهي. جيڪا 1958ع ۾ مارشل لا لاڳو ٿيڻ کان پوءِ زباني حڪمن هيٺ ختم ڪئي وئي هئي.“

هتي منظور ڪيل بل جو ترجمي وارو متن ڏجي ٿو*:

* هتي هي فيصلو اردو ڄاڻندڙ ٻارن لاءِ سنڌي ۽ سنڌي ٻارن لاءِ اردو سيکارڻ بابت آهي. (ادارو)

صوبائي اسيمبلي سنڌ
ڪراچي، 17 جولاءِ 1972 ع
نمبر ص. الف س ا ق ـ ب 13، 72

## نوٽيفڪيشن

موضوع: سنڌي ٻوليءَ جي سڪيا، واڌاري ۽ استعمال لاءِ اپاءَ تجويز ڪرڻ لاءِ هڪ ائڪٽ.

جيئن ته اسلامي جمهوريه پاڪستان جي عبوري دستور جي آرٽيڪل 267 ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته قومي زبان جي حيثيت کي نقصان پهچائڻ کان سواءِ صوبائي مقننه قانون جي ذريعي هڪ قومي ٻوليءَ سان گڏ هڪ صوبائي ٻوليءَ جي سڪيا، واڌاري ۽ استعمال لاءِ اپاءَ تجويز ڪري سگهي ٿي.

۽ جيئن ته سنڌي ٻولي سرڪاري ڪاتن ۽ آفيسن ۾ استعمال ٿي رهي آهي؛

۽ جيئن ته سنڌي ٻولي تعليمي ادارن ۾ پڙهائيءَ لاءِ لازمي مضمون هئي، پر ان کي مارشل لا اختياريءَ وارن جي زباني حڪم تي ختم ڪيو ويو هو؛

۽ جبئن ته اها سنڌ صوبي جي فطري آرزو ۽ خواهش آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي سڪيا ۽ استعمال کي ترقي ڏني وڃي؛

تنهنڪري هيٺيون قانون ٺاهيو پيو وڃي.

1 ـ مختصر عنوان، شروعات ۽ حد: (1) هن ائڪٽ کي (سنڌي ٻوليءَ جي سڪيا واڌاري ۽ استعمال) ائڪٽ 1972 ع چيو ويندو.

(2) اهو هڪدم عمل ۾ ايندو ۽ پوري سنڌ صوبي تي لاڳو ٿيندو.

2 ـ تشريح: هن ائڪٽ ۾ جيستائين ڪوئي ٻيو مطلب نه نڪرندو هجي، هيٺين لفظن جي اهائي معنيٰ سمجهي ويندي، جيڪا هر هڪ لاءِ ڄاڻائي وئي آهي.

(الف) "اسيمبلي" معنيٰ صوبائي اسيمبلي سنڌ.

(ب) "حڪومت" معنيٰ سنڌ حڪومت.

(ج) "حڪومت جو ڪاتو" معنيٰ حڪومت جو ڪوئي بہ ڪاتو ۽ انهيءَ ۾ ڪوئي خودمختيار ادارو، لوڪل ڪائونسل يا لوڪل اٿارٽي بہ شامل سمجهيا ويندا؛

(د) "ادارو" معنيٰ اسڪول، ڪاليج، يونيورسٽي يا ڪوئي ٻيو تعليمي ادارو.

3_ صوبائي ٻولي: سنڌيءَ کي سنڌ صوبي جي صوبائي ٻوليءَ طور استعمال ڪيو ويندو.

4_ سنڌيءَ جي سکيا: (1) اهڙن سڀني ادارن ۾ جن ۾ چوٿين ڪان ٻارهين ڪلاس تائين تعليم ڏني پيئي وڃي، سنڌي ۽ اردوءَ کي لازمي مضمون جي حيثيت حاصل هوندي.

(2) لازمي مضمون جي حيثيت ۾ سنڌيءَ جي شروعات هيٺين سطح يعني چوٿين ڪلاس ڪان عمل ۾ آندي ويندي ۽ درجي بہ درجي جيئن مقرر ڪيو وڃي، مٿين درجن ۾ ٻارهين ڪلاس تائين رائج ڪئي ويندي.

5_ سنڌيءَ جو واڌارو: سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري ۽ ثقافتي ترقيءَ لاءِ حڪومت اڪيڊميون ۽ بورڊ ٺاهي سگهي ٿي.

6_ سنڌيءَ جو استعمال: حڪومت آئين جي فقرن جي دائري اندر رهندي آفيسن ۽ سرڪاري ڪاتن ۾، جن ۾ عدالتون ۽ اسيمبلي شامل آهن، سنڌي ٻوليءَ جي درجي بہ درجي استعمال لاءِ انتظام ڪري سگهي ٿي.

7_(1) قاعدن ٺاهڻ جو اختيار: هن ائڪٽ جي مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ حڪومت قاعدا ٺاهي سگهي ٿي.

(2) مٿين عام اختيارن کي نقصان پهچائڻ کان سواءِ اهڙا قاعدا، خاص طرح سان هيٺين مقصدن لاءِ ٺاهي سگهجن ٿا:

(الف) سنڌي ٻوليءَ کي درجي بہ درجي پڙهائيءَ لاءِ لازمي مضمون طور رائج ڪرڻ.

(ب) اڪيڊمين ۽ بورڊن جو ٺاهڻ ۽ انهن جو عمل ۾ آڻڻ ۽ انهن جي اختيارن ۽ ڪمن جي وضاحت ڪرڻ.

(ج) آفيسن ۽ سرڪاري ڪاتن، اسيمبلي، عدالتن ۽ ادارن وغيره ۾ سنڌي زبان جو درجي بہ درجي استعمال.

بحڪم
اسپيڪر
صوبائي اسيمبلي سنڌ
جمال الدين ابڙو
سيڪريٽري صوبائي اسيمبلي سنڌ
(سنڌ جي گورنر جي بحاليءَ بعد، پهريائين سنڌ سرڪار جي غير معمولي گزيٽ ۾ تاريخ 17 جولاءِ 1972 ع تي ڇپيو.)

اهو بل 7 جولاءِ 1972ع (Sindh Teaching, Promotion and Use of Sindhi Language) جي نالي سان منظور ٿيو هو. هن بل ذريعي اردو ۽ سنڌي، ٻئي ٻوليون لازمي طور پڙهائڻ لاءِ رکيون ويون هيون، چو تہ چوٿين درجي کان ٻارهين ڪلاس تائين، ان اڪيڊمڪ پروگرام هيٺ اردوءَ تي بہ تمام گهڻا نصابي اثر مرتب ٿي سگهيا ٿي، ڇو جو سنڌيءَ ۾ ادبي ۽ ٻين ڪتابن جي کوٽ ڪانہ هئي ۽ سنڌ جو ادب تہ ادبي خزاني سان مالا مال هو. ان سان اردو ادب تي اجا بہ وڌيڪ اثر مرتب ٿين ٿا. سنڌ ۾ رهندڙ شهري آبادي، خاص طور اردو ڳالهائيندڙن ان بل جي سخت مخالفت ڪئي ۽ وڏن شهرن ۾ لساني جهيڙا ٿي پيا. نتيجي ۾ ان بل تي مڪمل طور عمل درآمد روڪيو ويو. بهرحال ٻوليءَ جي نالي تي وڏي خون ريزي ٿي.

ضياءَ جي مارشل لا دؤر ۾ سنڌي زبان کي ترقي وٺرائڻ ۾ ڪي خاص اپاءَ نہ ورتا ويا. سنڌي ادبي سنگت ۽ سنڌ جي ٻين ادبي ۽ علمي ادارن طرفان اها گهر ٿيندي رهي آهي تہ سنڌي ٻوليءَ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ سنڌي ميڊيم اسڪول کوليا وڃن. ڪراچيءَ سميت سڀني خانگي اسڪولن ۾ سنڌي مضمون باقاعده پڙهايو وڃي.

سنڌي ٻولي اٿارٽيءَ جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ تي ڪافي تحقيقي ڪم ٿيو آهي ۽ ٻوليءَ تي ٿيل تحقيق جي سهيڙ بہ ٿي رهي آهي. اصل للڪار آهي، موجوده سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ واري مواد کي سنڌي ٻوليءَ ۾ منتقل ڪرڻ

اڄ مٿين مسئلن سبب، ادب ۾ فڪري لاڙا ۽ رجحان گھٽجي رهيا آهن. يونيورسٽين جي پروفيسرن جو تحقيق طرف رجحان تمام ٿورو آهي. سنڌي زبان ۾ سائنسي ۽ سماجي مضمونن جي ڪتابن جو هئڻ گھٽجي ويو آهي. اهڙيءَ طرح لغتن جو به فقدان نظر اچي ٿو. اخبارون ۽ رسالا ته اڄ به بيشمار شايع ٿي رهيا آهن، پر غير معياري ٻوليءَ سان گڏوگڏ پروف ريڊنگ جي غلطين سان به ڀريل نظر اچن ٿا.

وقت سان گڏو گڏ سنڌي ميڊيم اسڪول بند ٿي رهيا آهن. تعليم جو معيار ڏينهون ڏينهن گھٽجي رهيو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڌارين لفظن جي اثر جو رجحان تمام تيزيءَ سان وڌي رهيو آهي. اخبارن ۽ ٽي وي چينلن وسيلي غير معياري ٻوليءَ جو رواج عام ٿي رهيو آهي. نوجوان نسل ڪتابن بجاءِ فلمن ۽ راندين ۾ مشغول آهي ۽ پنهنجي ماضيءَ جي سرمائي کان بي خبر ٿيندو پيو وڃي. شهرن ۾ سنڌي ٻار اردو ۽ انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ تي مجبور آهن. اڄ جي مقبول برقي آمدرفت موبائيل فون تي سنڌي سافٽ ويئر نه هئڻ سبب اڪثر پيغام (Message) سنڌيءَ بدران اردوءَ ۾ لکيو وڃي ٿو. مطلب ته موجوده ايڪيهين صديءَ ۾ سنڌي زبان ۽ سنڌي رسم الخط کي ڪيترائي چئلينج درپيش آهن.

هڪ سروي موجب ڏکڻ ايشيا ۾ 20 ملين ماڻهو سنڌي ڳالهائين ٿا، جن ۾ اڍائي ملين انڊيا جا سنڌي به شامل آهن. پاڪستان ۾ 14 سيڪڙو ماڻهو سنڌي ڳالهائين ٿا ۽ پاڪستان ۾ ٽيون نمبر وڏيڪ ڳالهائجندڙ سنڌي ٻولي آهي. هندوستان ۾ ٻين ٻولين سان گڏ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو مليل آهي. هندوستان ۾ سنڌي_عربي ۽ ديوناگري ٻنهي رسم الخطن ۾ لکي ۽ پڙهي وڃي ٿي. سنڌي اخبارون ۽ ڪتاب پڻ شايع ٿين ٿا. پاڪستان ۾ سنڌي ٻولي سنڌ صوبي جي مادري زبان آهي ۽ سرڪاري طور واهپي جي ٻولي قرار ڏنل آهي. سنڌ کان سواءِ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ 2 ڪروڙ 13 لک ۽ 62 هزار ماڻهو سنڌي ڳالهائين ٿا. انهن ملڪن ۾ انڊيا، عمان، عرب امارات، فلپائين، سنگاپور، يونائيٽيڊ ڪنگڊم ۽ آمريڪا وغيره شامل آهن. آمريڪا ۽

يورپ سميت ڪيترن ئي ملڪن ۾ سنڌي ماڻهن جون سجاڳ لاءِ تنظيمون ڪم ڪري رهيون آهن ۽ ادارا قائم ڪيا ويا آهن.

سنڌي ادبي سنگت ۽ ٻين تنظيمن طرفان سال 2011ع ۾ سنڌ صوبي لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ واري درجي ڏيارڻ جي مهم شروع ڪئي وئي. سنڌن گهر هئي ته جڏهن اسان سنڌي هڪ قوم آهيون ته پوءِ سنڌي ٻولي به اسان جي قومي ٻولي هئڻ گهرجي. سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ دفتري ٻولي بڻائڻ لاءِ تحريڪ چونه هلايون. ان ڏس ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي ميزبانيءَ ۾ ثقافت کاتي محمد ابراهيم جويي جي سربراهيءَ ۾ ”ٻولي ڪميٽي“ جوڙي سارا‌ه جوڳو ڪم ڪيو.



باب ٻيو

# سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد بابت نظريا

سنڌي زبان جي قدامت بابت ڪافي ڪوجنائون ٿيون آهن ۽ زبان جي بڻ بڻياد بابت بہ ڪافي تحقيقي مواد ظاهر ٿيو آهي، پر جيڪو ڪجھ بہ لکيو ويو آهي، اهو گهڻو ڪري ان جي اصليت بابت آهي تہ سنڌي ٻولي آريائي آهي يا غير آريائي يا وري توراني نسل مان آهي. هن وقت تائين سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد بابت گهڻا بحث ڇڙيا، جنهن ۾ خاص ارنيسٽ ٽرمپ، ڪئپٽن جارج اسٽئڪ، سر رالف للي ٽرنر، سر جارج ابراهم گريئرسن، مرزا علي قلي بيگ، منشي پريداس، ديوان جهمٽمل نارو مل وسٽاڻي، سنيتي ڪمار چئٽرجي، ڏيارام ميرچنداڻي، مرزا قليچ بيگ، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، جيرام داس دولترام، ڪاڪي ڀيرو مل، ڊاڪٽر گر بخشاڻي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سراج ميمڻ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ايم. ايچ پنهور، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، پوپٽي هيرانندڻي، ڊاڪٽر لڇمڻ مولچند خوبچنداڻي، ليلي رچنداڻي، پروفيسر علي نواز حاجن خان جتوئي ۽ ٻين ڪيترن ئي جو حصو پڻ شامل آهي. هنن عالمن جي نظرين مان پنج نظريا وڌيڪ اهميت رکن ٿا. جن جو هيٺ ذڪر ڏجي ٿو:

(1) **سنڌي ٻولي سنسڪرت مان ڄائي آهي:**

سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ کان وٺي سر گريئرسن تائين ۽ ويجهڙائيءَ ۾ مسٽر ڪولن ماسيڪا سميت اڪثر پرڏيهي ۽ اهرن ۽ ڏيهي ماهرن ۾ مرزا قليچ بيگ، ڪاڪو ڀيرو مل، ڊاڪٽر گر بخشاڻي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ۽ ٻيا هن راءِ جا آهن تہ ”سنڌي ٻولي، سنسڪرت جي شاخ آهي، سڌو سنئون سنسڪرت مان ڄائي آهي ۽ ان لحاظ سان سنڌي زبان هند آريائي ٻولين سان واسطو رکي ٿي“.

## ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جو نظريو:



ڪئپٽن جارج اسٽئڪ سن 1849ع ۾ بمبئيءَ مان ڪتاب شايع ڪيا: هڪ انگريزي_ سنڌي ڊڪشنري، ٻيو سنڌي_ انگريزي ڊڪشنري ۽ ٽيون سنڌي ٻوليءَ جو گرامر، جنهن جي آخر ۾ هن ”راءِ ڏياچ ۽ سورٺ“ ۽ ”شهزادي امل ماڻڪ ۽ شهزادي حسن پري“ جون آکاڻيون پڻ شامل ڪيون. اهي لغتون ۽ ڪتاب ديوناگري رسم الخط ۾ لکيل هئا. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ مطابق ”سنڌيءَ جو لاڳاپو، ٻين ٻولين جي مقابلي ۾ پراڪرت ٻولين سان وڌيڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هن ۾ انهن ٻولين جا آڳاٽا ۽ قديمي نشان ۽ آثار اجا به گهٽي ياڳي موجود آهن“. هن عالم واضح طور چيو ته سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد سنسڪرت آهي ۽ ان حساب سان سنڌيءَ لاءِ ديوناگري رسم الخط هئڻ گهرجي. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي انهن ڪتابن ۾ اسان کي ڏيڍ سؤ کن سال اڳ واري دؤر جي سنڌي ٻوليءَ جو روپ ملي ٿو. سندس تيار ڪيل ڊڪشنرين ۾ گهٽيئي جهونا سنڌي لفظ ملن ٿا، جيڪي اڄڪلهه جي ٻوليءَ جي واهپي ۾ نٿا اچن. جارج اسٽئڪ سنسڪرت، پالي، پراڪرت ۽ اپڀرنش مان سنڌيءَ ۾ وراثت ۾ مليل گهڻيئي لفظ ڏنا آهن. اِن سان گڏ هن سنڌ ۽ اُن جي آسپاس وارن علائقن جي ديسي لفظن جو به چڱو ذخيرو ڊڪشنرين ۾ ڏنو آهي.

## ارنيسٽ ٽرمپ جو نظريو:



ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جرمن هو. سنسڪرت، پراڪرت، پنجابي ۽ سنڌي ٻولين جو سٺو ڄاڻو هو. بعد ۾ پشتو، ڪافرستان جي ٻولي ۽ بروهڪي ٻولي سکيو. آخر ۾ عربي ۽ حبش جي زبان به سکيو. ڊاڪٽر ٽرمپ 62_ 1861ع ۾ جرمن ٻوليءَ ۾ ٻه مضمون لکيا، جن ۾ سنڌي، پراڪرت ۽ سنسڪرت ۾ صوتياتي هڪجهڙايون بحث هيٺ آنديون ۽ انهن جو پاڻ ۾ گهرو تعلق ڏيکاريو. ارنيسٽ ٽرمپ 1872ع ۾ سنڌي گرامر لکيو، جنهن ۾ سنڌي زبان تي

ويچار پڻ پيش ڪيا. گرامر لکڻ وقت هن سنڌي ٻوليءَ کي سنسڪرت جي ڄائي ڏيکاريو. هن سنڌي زبان لاءِ هي خيال ڏنو آهي ته:




سنڌي گرامر جي مقدمي ۾ لکي ٿو ته "سنڌي ٻولي، سنسڪرتي زبان آهي پر ساڳئي وقت ائين به لکي ٿو، ته سنڌي ٻولي پنهنجي پر وارين پراڪرتي ٻولين کان وڌيڪ ڏکي ۽ پيچيده آهي ۽ منجهس اهڙا آواز ۽ ٻيا اهڃاڻ موجود آهن، جي قديم مقامي ماڻهن جا آهن. اُهي نه سنسڪرت ۾، نه پراڪرت ۾ ۽ نه وري هندستاني ٻولين ۾ آهن، سواءِ ڪشميري، ڪوهستاني ۽ لهندا يعني (ملتاني ٻولين) جي، جن ۾ اهي ملن ٿا ۽ اُن مان گمان ٿئي ٿو، ته انهيءَ خطي (ڪشمير کان سنڌ تائين) ۾ سنسڪرت ۽ ويدڪي زبان کان اڳ ڪا ٻي زبان موجود هئي، جنهن جو نالو معلوم ٿي نه سگهيو آهي ۽ جا تاتاري آکهه مان هئي."

ان کان پوءِ هن صاحب اُهي انوکا اهڃاڻ مقدمي ۽ حاشين ۾ ڄاڻايا آهن ۽ لکيو اٿس ته آئيندي جيڪو صاحب هن ٻوليءَ جي مزاج ۽ گهراين ۾ وڃي تحقيق ڪرڻ گهرندو، تنهن لاءِ سندس اهي پار پتا رهبري ڪندا. انهن تي گهري غور ڪرڻ کان پوءِ معلوم ٿئي ٿو ته. واقعي سندس ڏنل پار پتا سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد ڳولڻ لاءِ ڪافي مثبت ثابت ٿيا آهن. هن ڪتاب جو ڊاڪٽر

امجد سراج ترجمو ڪيو آهي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد 2011ع ۾ اهو شايع ڪرايو آهي.

## جارج ابراهم گريئرسن جو نظريو:



سر جارج ابراهم گريئرسن هندوستان جي مختلف زبانن جو جائزو ورتو. مسٽر گريئرسن جو مشهور ڪتاب "Linguistic Survey of India" 1919ع ۾ پڌرو ٿيو. لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا جي جلد اٺين جي پهرئين ڀاڱي ۾ سنڌي ۽ لهندا (سرائڪي) ٻولين جو سروي/ جائزو ورتو ويو آهي. هن ڪتاب کي ڊاڪٽر فهميده حسين "برصغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو" جي نالي سان ترجمو ڪيو آهي.

هن تحقيق جي هڪ خصوصيت اها آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي ڪن آوازن جي اپٽار ڪئي وئي آهي. سنڌي صوتيات جون ڪي خصوصيتون سنسڪرت جي صوتيات مان پيٽي پيش ڪيون ويون آهن.هن پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي ته سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتل آهي ۽ اها هڪ آريائي زبان آهي. سندس خيال هو ته ننڍي کنڊ جي زبانن جي بنيادي زبان سنسڪرت ٿي آهي.

## جارج شرٽ جو نظريو:

پادري جارج شرٽ حيدرآباد ۾ مشن سوسائٽيءَ سان وابسته هو. هن سنڌي ٻوليءَ تي ٻه ڪتاب لکيا (1) اکر ڏاتو 1866ع، (2) سنڌي_ انگلش ڊڪشنري 1889ع. جنهن جي لکڻ ۾ اڌارام ٿانورداس ۽ صادق علي مرزا به شامل هئا. جارج شرٽ 'سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد' بابت سن 1878ع ۾ هڪ مضمون لکيو. جنهن ۾ سنڌيءَ جي مستقل لغوي ذخيري ۽ بين جداگانه نحوي خصوصيتن کان متاثر ٿي، هن سنڌيءَ جي سنسڪرت مان نڪرڻ واري نظريي کان منهن موڙيو ۽ ان جي بجاءِ "سنڌيءَ جي دراوڙي بنياد" واري نظريي جي پنيرائي ڪئي. سندس مضمون "The Traces of Dravidian element in Sindhi"

”انڊين انٽيڪئري (Indian Antiquary) جي ڊسمبر 1878ع واري پرچي ۾ شايع ٿيو. شرٽ صفحي نمبر 293 تي پنهنجي مضمون ۾ لکي ٿو:

”اهو ته بلڪل سچ آهي ته سنڌي سنسڪرت زبان جي ڌيءَ آهي، پر ساڳئي وقت اهو ذهن ۾ رکڻ ضروري آهي ته سنسڪرت وارو نج خون سنڌيءَ ۾ ناهي. ان جي گرامر جي مکيه پاڙن جو بنياد سنسڪرت آهي. مگر هڪ اهم ۽ خاص خصوصيت يعني ضميري پڇاڙين جو استعمال سنڌيءَ کي ايراني زبانن سان ملائي ٿو. حالانڪ انهيءَ استعمال ۾ انهن (ايراني زبانن) کان سنڌي گهٽ واڌو آهي.“

## جهمٽمل جو نظريو:

سنڌيءَ ۾ لکيل پهريون گرامر ”نئون سنڌي ويا ڪرڻ“ ديوان جهمٽمل نارومل وسٽاڻيءَ جو سن 1892ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڇپيو. وسٽاڻي صاحب سنسڪرت ويا ڪرڻ ۽ ٽرمپ صاحب جي گرامر تي آڌار ڪيو آهي. ان جي هڪڙي خاص خوبي اها آهي ته وياڪرڻي لفظن جا عربي نالن سان گڏوگڏ سنسڪرت نالا به ڏنا اٿس. هن جو چوڻ آهي ته سنڌي ٻولي، جنهن جو مول سنسڪرت آهي. تنهن جي وياڪرڻي حرفن لاءِ فقط عربي نالا ڪم آڻڻ آهي. ڊاڪٽر ٽرمپ جي گرامر جو حوالو ڏيندي، جهمٽمل نارومل وسٽاڻي پنهنجي گرامر سنڌي ٻوليءَ جو نئون وياڪرڻ جي صفحي 11 ۽ 12 تي لکي ٿو:

1_ سنڌي، نج سنسڪرتي ٻولي آهي.
2_ وياڪرڻي روپن ۽ ناهه ۾، سنڌي ٻولي، ٻين سيني پراڪرت زبانن کان گوءِ کڻي وئي آهي، يعني، جي روپ ٻين ۾ گم ٿي ويا آهن، سي سنڌيءَ ۾ اڃا تائين قائم آهن.

## ڪاڪي ڀيرو مل جو نظريو:



سنڌيءَ کي شاخ سڏڻ جي باضابط ابتدا ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ پنهنجي ڪتاب سنڌي گرامر (1872ع) ۾ ۽ گريئرسن (1851_1941ع) پنهنجي ڪتاب Linguistic Survey of India ۾ ڪئي. ڪاڪي

پيرومل ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ لکي گريئرسن (Grierson) جي راءِ کي هٿي ڏني. ڪاڪي پيرومل جي تفصيلي راءِ ۾ اهو چيو ويو تہ سنسڪرت سڄي ڀارت ورش جي هڪ قديم زبان آهي. ان جو هر خطي ۾ عمل دخل رهيو آهي. هيءَ زبان جيئن تہ هندن جي ڌرمي ڪتابن (ويدن) جي زبان هئي ۽ پنڊتن ان کي ڪتابن ۽ مندرن تائين محدود ڪيو ان ڪري عام خلق کان ڪٽجي وئي ۽ انهن جي ٻوليءَ جو رخ بہ بدلجي ويو. پيرومل ان تبديليءَ کي آرين جو مڌيہ پرديش ۾ ٻين خطن ڏانهن وڃي رهڻ سڏيو آهي. سندس نظريي جو وچور هن طرح ٿئي ٿو:




هي نظريو ڊاڪٽر ٽرمپ جي نظريي سان مشابهت رکندڙ آهي. صرف پالي زبان کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. هن نظريي مطابق سنڌي نج سنسڪرت ٻولي آهي، جا يارهين صديءَ ۾ موجوده روپ ۾ آئي آهي. هن پنهنجي دليلن کي ثابت ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي محنت ڪئي. پيرومل جي راءِ موجب موجوده سنڌي ٻولي وراچڊ اپڀرنش جي ڄائي آهي، جا وري پنجاب واري شورسيني پراڪرت جي ڌيءَ آهي. انهيءَ شورسيني پراڪرت تي وري داردڪ ٻولين جو اثر پيو. جنهنڪري اها اپڀرنش يعني بگڙيل ٿي پئي. سندس اهو بہ خيال هو تہ سنڌي زبان جو رسم الخط عربيءَ بجاءِ ديوناگري ۾ هجڻ گهرجي ها.

ڪاڪي پيرو مل جي ڪوجنا تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي تہ هو محض سنسڪرت جي ئي گرد گهمي ٿو. حالانڪ هو ڪيترن ئي هنڌن تي اهو بہ تسليم ڪري ٿو تہ سنڌي ٻولي سنسڪرت کان مختلف آهي. مثال طور سنڌي ٻولي ۾ سنسڪرت جي نحوي ترڪيب بلڪل مختلف آهي.

انهن ۾ حرف جر جو استعمال بنهہ نرالو آهي. اهڙي ريت اسمن ۽ فعلن ۾ بہ فرق آهي. مطلب تہ هو خود ئي پنهنجي نظريي تان ڪيترين ئي جاين تي ٿڙي ويجي ٿو.

## جيرامداس دولترام جو نظريو:



جيرام داس سن 1957ع ۾ آل انڊيا اورينٽل ڪانفرنس جي صدارتي خطبي ۾ پنهنجا نتيجا هن ريت بيان ڪيا: (1) وراچڊ ۽ سنڌيءَ جي خاص خصوصيتن جي ڀيٽ ڪرڻ مان معلوم ٿيو تہ سنڌي ۽ وراچڊ جي وچ ۾ ڪابہ مناسبت ڪانهي. (2) سنڌي هڪ خودمختيار ٻولي آهي، جيڪا ديسي سنڌي پراڪرت مان اُسري آهي ۽ ديسي سنڌي اپڀرنش ۾ تبديل ٿي آهي، ان مان موجوده سنڌي ٻولي يارهين صديءَ ۾ اسري آهي. سندس نظريو هيٺ ڏجي ٿو:




سنڌيءَ لاءِ ديوناگري لپي اختيار ڪرڻ لاءِ آخر تائين ڪوشش ڪندو رهيو. هن صاحب مطابق سنڌي ڪا آڳاٽي ٻولي هئي، جيڪا ويدن واري زماني کان اڳ سنڌو ماٿريءَ جي هيٺئين حصي جا ماڻهو ڳالهائيندا هئا.

## ڀوپٽي هيراننداڻيءَ جو رايو:



سن 1961ع ۾ هُن، سنڌي ٻوليءَ جي باري ۾ ڪتاب لکيو "ڀاشا شاستر". ڀوپٽيءَ جو چوڻ آهي تہ "سنڌي سنسڪرت مان نڪتل نہ آهي، پر سنڌي ۽ سنسڪرت جو بنياد ساڳيو آهي. ٻنهي جو سرچشمو

سنڌو ماتر جي اصل آريائي ٻولي آهي. سنسڪرت اوائلي مول ڀاشا جو هڪ روپ آهي ۽ سنڌي ٻيو روپ. هڪ ماءُ جون ڌيئون هئڻ ڪري ٻنهي ۾ سمانتا آهي.“

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نظريو:



”سنڌي ٻولي سنسڪرت مان جائي آهي“ وارو نظريو ايتري قدر پختگي وٺندو آيو. جو ذري گهٽ قبول ٿي چڪو هو. عين ان وقت سنڌ جي عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ گهڻي تحقيق کان پوءِ ان موضوع تي هڪ نئون نظريو ڏنو. جيڪو هن مقالي جي صورت ۾ ”ڏهين سنڌي ادبي ڪانفرنس“ لاڙڪاڻو (23 آڪٽوبر 1950ع) ۾ پڙهيو ۽ بعد ۾ ڊاڪٽر صاحب 1963ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ نالي ڪتاب شايع ڪرايو ۽ ان ۾ هن موضوع کي تفصيل سان ڪنيو. ڊاڪٽر صاحب مطابق ”موجوده سنڌي ٻولي، سنئون سڌو سنسڪرت مان نڪتل نہ آهي، پر سنسڪرت کان اڳ واري مقامي پراڪرت يا پراڪرتن مان اسري. اها هند آريائي ٻولي آهي. لهٰذا سرائڪي، بهاولپوري، ملتاني ۽ ديري ڀينرون آهن. بود و باش جي لحاظ سان اهي مڙئي سنڌو ماتر جون اڳائيون هند آريائي ٻوليون آهن. پر سنڌ ۽ تاريخي ارتقا جي لحاظ سان اهي هن براعظم جي ٻين آريائي ٻولين کان نراليون آهن. ڇاڪاڻ تہ انهن جي بناوٽ ۽ اوسر ۾ منڊا ۽ داردي ٻولين کان سواءِ هندگم ايراني ۽ اولهہ کان ٻين داخل ٿيندڙ ٻولين جي اثر جو پڻ دخل آهي.“

ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي دليل ۾ ائين بہ چيو تہ ”سنڌ جي قبل از تاريخ، قديم تهذيب جي ٻوليءَ جي آثارن مٿن جي ڌڙي جي ڪنڊرن مان مليل مهرن ۾ محفوظ آهي. انهيءَ قبل از تاريخ ۾ قديم ٻوليءَ جي حقيقت معلوم نہ ٿي سگهي آهي. ٿي سگهي ٿو تہ اها ڪا ”سامي صفت“ ٻولي هجي، جيئن ڪا عراق جي قديم ”سميري تهذيب“ جي ٻوليءَ جي ساٿياري هئي. مقامي

طور ان جي دراوڙي سلسلي سان نسبت ٿي سگهي ٿي.“ بلوچ صاحب مطابق موهن جي دڙي جي آثار قديمہ مان مليل مواد ۽ معلومات جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي قديم ٻولي شايد ڪا سامي زبانن جي سٽ مان هئي. جنهن تي دراوڙي ۽ پوءِ آريائي، ٻولين جو اثر پيو. انهن آريائي ٻولين مان قديم زماني ۾ سنڌ جي ٻوليءَ تي گهٽي ۾ گهٽ اثر ايراني ۽ داردي ٻوليءَ جو پيو ۽ ان بعد پراڪرت ذريعي سنسڪرت جو.ڊاڪٽر بلوچ جي نظريي مطابق سنڌيءَ تي هيٺين ٻولين اثر وڌو آهي ٻولين جو عرصي وار خاڪو هيٺ ڏجي ٿو:

| ٻوليءَ جو اثر | عرصي وار خاڪو |
|---|---|
| آڳاٽي ايراني ٻوليءَ جو اثر | 250_515 قبل مسيح، فتح دارا<br>5_ صدي ق.م<br>4_صدي ق.م |
| يوناني ٻوليءَ جو اثر | 325_326 قبل مسيح. فتح سڪندر<br>3_صدي ق.م<br>2 — صدي ق_م<br>195_150 قبل مسيح، بلخ جي يوناني حاڪمن جي فتح |
| ترڪي ۽ داردي ٻولين جو اثر | 150_120 قبل مسيح، ساڪا ۽ سٿين جون ڪاهون<br>1_ صدي ق.م |
| پالي پراڪرت جو اثر | 40_50 مسيح، ڪوشان شاهہ ڪنشڪ |
| ترڪي ۽ داردي جو اثر | 120، 160_200م، پارٿين جون ڪاهون<br>2_ صدي م |
| پوئين ايراني ٻوليءَ جو اثر<br>ترڪي ۽ ايرانيءَ جو اثر | ساساني تسلط<br>3_صدي م<br>4_ صدي م. هياطلہ<br>470_480. سفيد هن<br>5_ صدي م<br>531_م، خسرو نوشيروان |
| ملڪي ٻوليون | 6_صدي م، راءِ گهراڻو<br>7_ صدي م، برهمڻ گهراڻو |

## ايم. ايچ پنهورجو نظريو:



ايم. ايچ پنهور جو نظريو ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي نظريي سان ڪافي مشابهت رکي ٿو ۽ ساڳئي نموني سنڌيءَ تي ٻين ٻولين جو اثر ٻڌايو ويو آهي. ايم. ايچ پنهور مطابق سنڌي ٻوليءَ تي هيٺين ٻولين جو اثر پيو:

سنڌو ماٿريءَ جي آڳاٽي ٻولي

↓

سنسڪرت 1000 ـ 519 ق.م ↔ آرامي 519ـ325 ق. م

↓

پالي ۽ يوناني 322 ق. م ـ 283ع ↔ پهلوي 283ـ355 ق.م

↓

سنسڪرت 356ـ711 ع ↔ عربي ۽ سنسڪرت 711ـ1011 ع 711ـ1011ع

↓

وچاڙ سنڌي1011ـ1351 ع ↔ فارسي1351ـ1900 ع

↓

جديد سنڌي 19 ۽ 20 صدي

پنهور صاحب جو خيال آهي تہ ”موجوده سنڌي 19 ۽ 20 صديءَ ۾ اڄوڪي روپ ۾ آئي آهي. سندس نظريي موجب سنڌي ٻولي سنسڪرت، پالي، پراڪرت يا عربيءَ مان نڪتل/ اسريل نہ آهي. اها آڳاٽين انڊو يورپين ٻولين مان (جن مان سنسڪرت ۽ پهلوي ٻوليون پڻ اسريون )چوويهہ سو ورهين جي عرصي دؤران (3100_750 ق.م) اسري نڪتي. آڳاٽيون انڊو يورپي ٻوليون ڏاکڻي ايران ۾ آڳاٽا ماڻهو ڳالهائيندا هئا. جن سنڌو ماٿر سپيتا وارين ايراضين ڏانهن لڏ پلاڻ ڪئي ۽ دراوڙن سان لهہ وچڙ ۾ آيا ۽ انهن ٻولين جي ميل جول هڪ نئين ٻولي پيدا ڪئي. تنهن کان پوءِ اها ٻولي هوريان هوريان اوڀر پاسي بنگال ۽ ڏکڻ پاسي مهاراشٽر ڏانهن اسرڻ ۽ پکڙجڻ لڳي ۽ مقامي ٻولين جا لفظ ۽ وياڪرڻي گڻ جذب ڪندي وئي، تان جو اپکنڊ ۾ ڪيترين ئي انڊو يورپي ٻولين جي اوسر لاءِ پيڙه رکيائين. پاليءَ جو ان تي تمام ٿورو اثر پيو. پراڪرت ٻوليءَ سان ان جي هڪجهڙائيءَ جو سبب ان کان سواءِ ٻيو ڪو ناهي تہ پراڪرت ان مان ڦٽي نڪتي آهي. ان جو سنسڪرت سان ناتو پراڪرت جي پيٽ ۾ وڏيڪ پراڻو آهي. ان جون پراڪرت سان ساڳيائون محض ان ڪري آهن جو ٻئي ايران مان آيل آهن. سنسڪرت جي اترئين ايران ۽ ڪئسپيائي روس (Caspian Russia) مان ۽ سنڌيءَ جي ڏاکڻي ايران مان اپکنڊ ڏانهن لڏ پلاڻ ۾ 2 هزار ورهين جي وٿي آهي. سنڌيءَ ۾ عربيءَ جي لفظن جي جذب پذيرائي ان ڪري ٿي جو عربي مذهبي ٻولي ٿي رهي ۽ انهيءَ حيثيت ۾ لاڳو ٿيندي رهي. 1000ع کان پوءِ سنڌي ڪيترين ئي سماجيہ مذهبي ۽ سماجيہ سياسي تحريڪن جيئن: اسماعيلي مت، صوفي مت ۽ جاگيرداريءَ خلاف تحريڪن کان اثر ورتو“.

## سراج ميمڻ جو نظريو:



محترم سراج صاحب سنڌي ٻوليءَ جي اصل نسل بابت هڪ اهڙو نظريو ڏنو، جنهن سان سنڌي ٻوليءَ بابت وايو منڊل ئي تبديل ٿي ويو. هن جي نظريي هڪ اهڙو تحرڪ پيدا ڪيو، جنهن سان نہ صرف سنڌي ٻوليءَ بابت

نئين تحقيق شروع ٿي پر سنڌي ادب ۾ به نواڻ اچي وئي. سراج صاحب سنڌي زبان بابت پنهنجي موقف کي ثابت ڪرڻ لاءِ 1964ع ۾ هڪ ڪتاب ”سنڌي ٻولي“ لکيو. هو پنهنجي نظريي جي پٺڀرائي ۾ لکي ٿو ته ”سنڌي جيڪڏهن ڪن سنسڪرت لفظن جي مرهون منت آهي ته سنسڪرت تي ته سنڌيءَ جو ان کان به وڌو قرض آهي. سنسڪرت ته هڪ طرح سان سنڌيءَ جي ڄائي آهي. سڌي طرح نه سهي، اڻ سڌي طرح سهي“. (”سنڌي ٻولي“ تان ورتل)




سراج صاحب پنهنجي هن نظريي جي مدد سان اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اوپر توڙي اولهه جي تهذيب ۽ ٻولين جو اصل هنڌ ۽ بنياد سنڌوماتر آهي. جتان سنڌ ملڪ جي ماڻهن اولهه طرف يعني بابل ۽ ميسوپوٽيما وارن خطن ڏانهن پنهنجي تهذيب ۽ زبان کي پکيڙيو. سراج صاحب جو خيال آهي ته سميري تهذيب جو سنڌو تهذيب تي ڪو به اثر نه ٿيو آهي، پر الٽو بابل ۽ سمير جي تهذيب تي سنڌو تهذيب (هڙاپا ۽ موهن جي دڙي واري تهذيب) جا اثر نمايان نظر اچن ٿا. جيڪا واپارين جي معرفت اوڏانهن پهتي ۽ پکڙجي وئي.

سراج لفظن ۾ سنسڪرت جي ’ل‘ جو سنڌيءَ ۾ ’ر‘ ۾ بدلجڻ واري نظريي کي به رد ڪري ٿو. ان لاءِ ته سنڌي سنسڪرت جي ماءُ آهي، نه ڌيءَ اِن سلسلي ۾ ٻوليءَ جي صوتي نظام ۾ ڪن سنڌي آوازن لاءِ لکي ٿو ته: ”اوهان هندوستان جي

ڪنهن نہ حصي جي رهاڪو، بلڪ دنيا جي ڪنهن نہ ٻوليءَ جي ڳالهائيندڙ ماڻهوءَ کان ڳ، ڱ، ڄ، ڃ ۽ ڏ اڌارائي ڏسو. وڄ ڪي چوندا ونڃ، وغيره ("سنڌي ٻولي" تان ورتل)

"سراج صاحب جي نظريي، قومپرستيءَ جي هڪ نئين لهر کي جنم ڏنو. ان سان ادب ۾ ٿرٿلو مچي ويو. سندس نظريو موهن جي دڙي جي مهرن تي ٻڌل آهي. هو لکي ٿو تہ موهن جي دڙي جي لپيءَ کي پڙهڻ ۽ حل ڪرڻ جي جيڪا مون ڪوشش ڪئي آهي، ان لاءِ مونکي ڪا بہ خوش فهمي نہ آهي تہ ڪا صحيح آهي. عين ممڪن آهي تہ قطعي غلط هجي. سراج صاحب پنهنجي نظريي جي پنيرائيءَ ۾ لکي ٿو تہ "سامي سٽ جي ٻولين جي هڪ خصوصيت اها آهي تہ ان جا اڪثر ٽي اکر (Triliteralism) آهن. ان ڪري سنڌي ڪنهن بہ صورت ۾ سامي سٽ مان نہ آهي. سنڌيءَ جا سنسڪرت وانگر ڌاتو ٻہ اکر آهن".

## ڊاڪٽر غلام علي الانا جو نظريو:



ڊاڪٽر غلام علي الانا جو شمار سنڌ جي نالي وارن ماهر لسانيات ۾ ٿئي ٿو. هن 1974ع ۾ "سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد" نالي ڪتاب لکيو. هن سنڌي ٻوليءَ جي اڳ ڏنل سيني نظرين جو تنقيدي جائزو ورتو آهي ۽ هڪ نئون نظريو پيش ڪيو آهي. سندس خيال آهي تہ سنڌي ٻولي سنسڪرت مان هر گز ڦٽي نڪتل نہ آهي. سنڌي هڪ خود مختيار سئنڌو پراڪرت آهي. جيڪا سنڌو ماٿر جي هيٺئين حصي ۾ ڳالهائي ويندي هئي. سنڌي، سنسڪرت، وراچڊ (لهندا جي ماءُ) ۽ پئشا (دارڊي ٻولين جي ماءُ) سيئي هڪ ئي بڻ بڻياد مان ڦٽي نڪتل آهن. هو لکي ٿو تہ آرين جي اچڻ کان اڳ برصغير ۾ دراوڙي ٻوليون چالو هيون. ان ڪري چئبو تہ سنڌو ماٿر ۾ بہ آرين جي اچڻ کان اڳ ڪا غير آريائي ٻولي چالو هئي. انهيءَ آڌار تي چئبو تہ موهن جي دڙي واري ٻولي بہ ڪا قديم دراوڙي ٻولي هئي، هو واضح نموني لکي ٿو تہ "سنڌي ٻولي بنيادي طور غير آريائي ٻولي آهي، جنهن کي "سئنڌو ٻولي" يعني سنڌي ٻولي چئي سگهجي ٿو، جا بنيادي طور تواني ٻولين جي خاندان سان واسطو رکي ٿي." (سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بڻياد تان ورتل)

ڊاڪٽر الانا جو نظريو 'ڪالڊ ويل' جي هڪ ڪتاب جي آڌار تي آهي. هو ڪيترا دليل ڏيڻ کان پوءِ اهو نتيجو ڪڍي ٿو تہ "سنڌي ٻولي غير آريائي ٻولي آهي. جنهن جون پاڙون موهن جي دڙي جي قديم تهذيب ۾ ڪتل آهن جيڪا ساڳي موهن جي دڙي واري قديم ٻولي آهي، جا سئندو_ سئنڌوي مان روپ بدلائيندي سنڌي سڏجڻ لڳي آهي. جا مختلف ٻولين کان اثر وٺندي، جيئندي، پنهنجي خوبين ۽ انوکين ڳالهين سان پاڻ بچائيندي ۽ محفوظ رکندي، اڄ بہ پنهنجي انفراديت قائم رکيو بيٺي آهي."

ڊاڪٽر الانا مطابق سنڌي ٻولي آرين جي اچڻ کان اڳ، موهن جي دڙي واري قديم تهذيب جي ٻولي هئي، جنهن تي پهرين داردي ۽ ايراني سرحد وارين ٻولين جو اثر ٿيو ۽ ان کان پوءِ سنسڪرت جو، پوءِ پاليءَ جو ۽ انهيءَ لحاظ سان سنڌي ٻوليءَ جو شجرو هن ريت رهندو:



حقيقت ۾ جن جن عالمن بہ سنڌي زبان جي بڻ بڻياد تي کوجنا ڪئي آهي، اهي مذهبي تعصب کان بہ آزاد ٿي نہ سگهيا آهن. اهوئي سبب آهي جو هڪڙن سنڌي زبان کي سنسڪرت سان ڳنڍيو آهي، ٻين سنسڪرت واري نظريي کي رد ڪيو آهي. اهڙي طرح ڪي عالم قوم پرستيءَ واري جذبات جي سمنڊ ۾ لڙهندا رهيا آهن. جن بہ عالمن سنڌي زبان جي اصل نسل ۽ بڻ بابت لکيو آهي، تن مان ڪي ٿورا قديم زبانن جا ڄاڻو هئا يا آهن. انهن مان ڪن ڪتابن جي ٽيڪ سان لکيو تہ هيءَ ڳالهہ سنڌيءَ ۾ هيئن آهي، سنسڪرت ۾ هونئن. ڇا! سيني کي . نسڪرت جي حقيقي ڄاڻ هئي يا آهي؟ هو سنسڪرت لکي پڙهي ۽ ڳالهائي سگهندا هئا يا آهن؟ ان ڪري ڪو بہ مستند نظريو اڃا نہ سگهيو آهي.

گمان آهي تہ عيسوي سن جي ابتدا جي آس پاس سنڌي يا سنڌ جي ڪا زبان موجود هئي. جنهن پوءِ موجوده سنڌيءَ جي صورت اختيار ڪئي. عرب سياحن ان کي سنڌي زبان سڏيو آهي. بشاري المقدسي ۽ الاصطخريءَ (9_ 10 صدي عيسويءَ) جي تحريرن مان اِهو ڄاڻجي ٿو تہ سنڌي عام ڳالهہ ٻولهہ جي زبان هئي. اِن لحاظ سان سياحن جي اچڻ کان گهڻو اڳ ان صورت ۾ موجود هوندي. سومرن جي صاحبيءَ (1050_ 1350ع) ۾ سنڌي شعر بہ ميسر ٿيا آهن.

متئين سموري بحث مان اسان فقط اهو نتيجو ڪڍي سگهون ٿا تہ سنڌي زبان تي سنسڪرت جو اثر آهي، ڇو جو ٻئي قديم زبانون آهن. پر ائين چوڻ غلط ٿيندو تہ سنڌي زبان سنئون سڌو سنسڪرت مان نڪتي آهي. جيستائين موهن جي دڙي واري زبان مڪمل پڙهجي نہ ٿي يا هن سلسلي ۾ عملي طرح سائنسي تحقيق نہ ٿي ٿئي، تيستائين اسان ڪنهن بہ هڪ نظريي تائين پهچي نہ سگهندا سين.



# رسم الخط جي تاريخي اهميت

”ٻولي“ جي لفظي معنيٰ آهي، ”گفتگو ٻول، ذڪر لات ۽ آواز وغيره“. اصطلاحي معنيٰ موجب ”ٻولي“ ڪنهن ساهواري انسان، جانور، پکي يا جيت جي زبان مان نڪتل آواز جو نالو آهي. هو اهو آواز پنهنجي هم جنس سان رابطي لاءِ ساڳي زبان سمجهندڙ جي اڳيان ڪيندو آهي. انهن سڀني ساهوارن مان انسان ئي آهي، جنهن جي ٻوليءَ ۾ تلفظ ۽ معنيٰ دار آواز ٿين ٿا، جن جي وسيلي هڪڙو ماڻهو پنهنجي ٻئي هم زبان (يعني ساڳي ٻولي ڳالهائيندڙ يا ڄاڻندڙ) واري ماڻهوءَ کي پنهنجو مقصد ۽ مراد چڱيءَ طرح سان سمجهائي سگهي ٿو. ٻوليءَ جي تاريخ بہ انساني تاريخ ۽ قومن جي تهذيب ۽ ان جي اوسر سان جڙيل آهي. ڇو تہ جڏهن انسان جنم ورتو ۽ ڪائنات جي تخليق ٿي، ان سان اُن جي تاريخ شروع ٿي ۽ ٻولي وجود ۾ آئي. اهو ئي سبب آهي تہ ٻوليءَ سان انسان جو ازلي رشتو آهي. ٻولي ڪنهن نہ تحرير يا تخليق جي اظهار جو بهترين ذريعو آهي. ٻولي ئي آهي، جيڪا سماجن ۽ قومن جي مزاج، ثقافت، تهذيب، تمدن ۽ تاريخ کي ڪارآمد بڻائي ٿي. ٻوليءَ جو ابتدائي روپ آوازن ۽ اشارن جي صورت ۾ ملي ٿو. ان جو مطلب اهو ٿيو تہ ٻوليءَ کان سواءِ مهذب معاشري جو تصور بہ نٿو ڪري سگهجي.

دنيا ۾ هزارين ٻوليون آهن، جن مان ڪي سڌريل ۽ ادبي آهن تہ ڪي جهنگلي ۽ اڻ سڌريل آهن. اڻ سڌريل ٻولين ۾ ادبي ذخيرو ڪونہ هوندو آهي، يا گهٽ هوندو آهي. سڌريل ٻولين جو تعلق رسم الخط سان هوندو آهي، جن ٻولين کي رسم الخط نہ هوندو آهي، اهي صرف ڳالهائڻ جي حد تائين محدود هونديون آهن. انهن ۾ مقناطيسي اثر نہ هوندو آهي ۽ نہ وري انهن ۾ گوناگون

ضرورتن جا اسباب ۽ ادبي روايتون هونديون آهن، انهن ۾ تاريخي حوالا مستند نہ هوندا آهن، لفظن جي متاسنا نہ هوندي آهي، فصاحت ۽ بلاغت جون خوبيون نہ هونديون آهن. مطلب تہ رسم الخط کان سواءِ ڪنهن بہ ٻوليءَ جو جياپو ناممڪن آهي. دنيا ۾ ريڊ انڊين، نيوگني ۽ بروهڪي وغيره اهڙيون زبانون آهن، جيڪي نہ لکجڻ جي ڪري وڌي نہ سگهيون. ريڊ انڊين جهڙي قديم زبان دنيا جي گولي تان تيزيءَ سان ختم ٿيندي وئي. ڪن زبانن کي پنهنجا نج اسڪرپٽ آهن تہ ڪجهہ زبانون وري مختلف ٻولين جي رسم الخط کي پنهنجي ٻوليءَ جي اچارن جي مناسبت سان پنهنجي لاءِ اکرن جي شڪلين کي واضح ڪري نروار ڪن ٿيون. موجوده زماني ۾ علم اللسان جي مطالعي ۽ تجزيي جي لاءِ آواز پرکڻ جون مشينون پڻ ايجاد ڪيون ويون آهن، جيڪي آوازن جي چنڊ چاڻ ۾ گهڻي مدد ڪن ٿيون. هن علم جي مدد سان پرڏيهي ٻوليون بہ سکي سگهجن ٿيون. هن علم جي مدد سان انهن ٻولين جون صورتخطيون بہ ٺاهي سگهجن ٿيون. مثال طور ماهرن هن علم سان ڪيترين ئي آفريڪي ٻولين لاءِ آسان ۽ موزون صورتخطيون ٺاهيون آهن ۽ هن علم ۾ جديد ٽيڪنالاجي وسيلي تار (Telegram) جوڙيا آهن. انڌن ٻوڙن ۽ گونگن لاءِ صورتخطيون ۽ آفيسن ۾ بروقت ڪم لاءِ اڌ اکري لکتون (Short hand) وغيره ٺاهيون ويون آهن.

ٻار ننڍپڻ کان ئي لکڻ جو سلسلو شروع ڪندو آهي. ڪجهہ شڪليون، ليڪون ٺاهڻ ۽ ڏاهڻ سکندو آهي، جنهن لاءِ ڪيس ٻڌايو ويندو آهي تہ اهي ليڪون ڇا جا اچار ڪڍنديون آهن. اهڙي نموني اڳتي هلي نوان حرف ۽ شڪليون ۽ انهن جا آواز ۽ صورتخطي هن لاءِ مڪمل رسم الخط سکڻ جو سبب بڻجندي آهي. تحرير جي ابتدا سبب انساني زندگي، تهذيب، سماج ۽ خود ٻوليءَ ۾ بہ هڪ انقلاب اچي ويو، ڇو تہ جهڙيءَ طرح ٻولي انسانن جي خيالن، احساسن، جذبن ۽ ارادن جي ترجمان آهي، اهڙي طرح تحرير پڻ ٻوليءَ جي ترجمان آهي.

فن تحرير جي ابتدا ۽ ارتقا بابت تحقيق ڪندڙ عالمن جا مختلف رايا آهن. جن مان هڪ خيال آهي تہ اڄ کان 50 هزار سال اڳ، جڏهن انسان اڃا غارن ۾ رهندو هوندو، تڏهن بہ غارن ۾ ڪجهہ شڪليون ٺاهي، پنهنجي مقصد جي ڳالهہ ڪي سمجهائيندو هو. انهن شڪلين ذريعي هن پنهنجو ڪو پيغام بہ محفوظ ڪيو هو. اهڙين شڪلين ۾ خاص طور تي جانورن ۽ ماڻهن جون تصويرون عام هونديون هيون. اهو ئي قديم ترين رسم الخط جو ارتقا ۽ اهڃاڻ ٻڌايو ويو آهي. اهو طريقو خاص طور تي سنڌو ۽ نيل جي ماٿرين ۾ رائج هو. هندستان جي ڪيترين ئي رياستن جي جابلو غارن ۾ هن قسم جي لکت جا نشان موجود آهن. ڪن عالمن جو خيال آهي تہ رسم الخط جي باقاعده شروعات اڄ کان 6 هزار سال اڳ عراق جي سميري قوم ڪئي ۽ اها بہ هڪ راءِ آهي تہ الف_ب ٺاهڻ جي باقاعده پهرين ڪوشش سامي (Semite) قوم ڪئي. سڌريل ۽ معياري رسم الخط هميشہ تعليمي اهميت جي حساب سان ٺهيا آهن. جڏهن جڏهن مادري زبانن ۾ پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جي ضرورت محسوس ٿي آهي، تڏهن تڏهن رسم الخط بہ وجود ۾ آيا آهن.

## برصغير ۾ رسم الخط جا تاريخي لحاظ کان قسم

ماهرن جي راءِ موجب قديم زماني ۾ موهن جي دڙي واري تحرير کان پوءِ برصغير ۾ ٻن قسمن جا رسم الخط رائج هئا. انهن مان هڪ کاٻي کان ساڄي طرف لکيو ويندو هو ۽ ٻيو ان جي ابتڙ يعني ساڄي کان کاٻي لکيو ويندو هو.

### (1) برهمي رسم الخط

نالي وارو ماهرِ لسانيات مرليڌر جيٽلي پنهنجي ڪتاب ”ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽون“ ۾ لکي ٿو تہ ”مشهور ياشا وگياني سنيتي ڪمار چٽرجي ۽ ٻين ڪن عالمن براهمي لپيءَ جو بنياد ڪنهن آڳاٽي پرڏيهي لپيءَ مان نہ لکيو آهي، هنن جي راءِ ۾ براهمي جو وڪاس موهن جي دڙي جي لپيءَ مان مڃڻ ئي صحيح نظريو آهي“. اهو رسم الخط کاٻي کان ساڄي لکيو ويندو هو.

جنهن کي پوءِ ”برهمي خط“ نالو ڏنو ويو هو. برصغير جي ودوانن جي راءِ ۾ برصغير جا سيئي رسم الخط، برهمي رسم الخط مان نڪتا آهن.

نالي وارو ماهر لسانيات ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو ته مسٽر پرنسيپ (Mr. Prinsep) ۽ ٻيا ماهر هن راءِ جا هئا ته برهمي خط، گريڪ تان ورتو ويو آهي، ڇاڪاڻ ته اهو کاٻي کان ساڄي لکبو هو. پر سر وليم جونز پرنسيپ جي دعويٰ کي رد ڪندي لکيو ته ”برهمي لپيءَ جو لاڳاپو سامي رسم الخط سان آهي.“ انهن رسم الخطن جو مطالعو ماهرن لاءِ دلچسپ بڻجي ويو. سن 1877ع ۾ ڪننگهام، اشوڪا جي ڪتبن جي باري ۾ لکيو. 1888ع ۾ جي. ايف. فليٽ (J.F.Fleet) گپتا دؤر جي ڪتبن تي لکيو. انهيءَ ساري مواد کي 1894ع ۾ مسٽر گوڙي شنڪر هيرانند اوجها، پنهنجي هندي ٻوليءَ ۾ لکيل ڪتاب، ”پراچين لپيمالا“ ۾ سهيڙيو آهي. هن ڏس ۾ ڪن ماهرن جو خيال آهي ته برهمي رسم الخط ديسي آهي ۽ وادي سنڌ ۾ مروج رسم الخط، خاص ڪري هڙپا واري رسم الخط مان جنم ورتو اٿس.

## (2) خروشتي رسم الخط

ٻولين جا ماهر، خروشتيءَ کي آسانيءَ سان سامي شاخ سان ملائين ٿا، ڇو ته اهو رسم الخط ساڄي کان کاٻي لکيو ويندو هو. هي خط سڀ کان اول يونان جي بختر (Bactrian) بادشاهه جي سڪن تي ڏٺو ويو. جاگرافيائي بنياد تي ڪننگهام هن رسم الخط کي گنڌاري (Gandhraian) سڏيو. انهيءَ ڪري جو سنڌو نديءَ جي مشرقي ۽ مغربي ڪنارن وارن علائقن جن ۾ هي رسم الخط رائج هو. هن رسم الخط ۾ پالي يا پراڪرت ٻوليون لکيون وينديون هيون ۽ هي رسم الخط بختي- پالي (Bactro- Pali) يا ’آريانو- پالي‘(Ariano-Pali) سڏجڻ لڳو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڪنشڪ جي دؤر ۾، پالي عبارت ۾ لکيل هڪ ڪتبي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو هڪ ٽامي جي ٿالهيءَ تي اڪريل آهي. اها ٿالهي بهاولپور کان سورهن ميل ڏکڻ- اولهه طرف، ٻڌ ڌرم جي جهوني مندر ”سئي وهار“ جي کنڊرن مان هٿ آئي هئي. ڊاڪٽر صاحب ان جي پٺيءَ ۾ ڪم آندل رسم الخط کي ماهرن جي حوالي سان ”بختي- پالي“

(Bactro-Pali) رسم الخط سڏيو آهي. ڊاڪٽر صاحب حاشئي ۾ لکي ٿو ته "بهاولپور گزيٽيئر" ۾، هن ڪتبي کي "بختي پاليءَ جو ڪتبو" تسليم ڪيو ويو آهي.

## رسم الخطن جا تاريخي لحاظ کان قسم:

### (الف) تصويري لکت (Pictographic Writing)



غارن تي اڪريل لکتن کان پوءِ جيڪا لکت ملي ٿي، اها آهي تصويري لکت. هن قسم جي لکتن لاءِ هر هڪ اچار يا آواز لاءِ جدا جدا صورت هوندي هئي. انهن صورتن کي ڳنڍي اکر يا جملو ٺاهيو ويندو هو. فرض ڪريو ته جيڪڏهن لکڻو هوندو هو ته ماڻهوءَ شينهن ماريو، ته ان حالت ۾ شينهن جي شڪل ٺاهي، ماڻهوءَ کي اڳيان يا پويان بيهاريو ويندو هو ۽ ان ماڻهوءَ جو ڀالو شينهن جي پيٽ مان آر پار ڏيکاريو ويندو هو ۽ شينهن جي شڪل اهڙي طرح ڏيکاري ويندي هئي جو، ڄڻ سور ۾ پيڙا وچان مري رهيو آهي. مصر جا فرعون پنهنجا ڪارناما پٿر جي چپن تي اهڙي نموني اڪرائيندا هئا.

### (ب) هيرو گلفي /مخروطي لکت (Hieroglyphic Writting)



هڪ راءِ اها به آهي ته مصر وارا، جيڪي جانورن جي پوڄا ڪندا هئا، انهيءَ ڪري انهن حيوانن جي تصويرن کي اظهار جو ذريعو بنايو. ڪن هنڌن تي جتي جانورن سان ڪم نٿي هلي سگهيو، اتي اهڙين شين جي تصويرن کي پڻ اختيار ڪيو ويو، جيڪي عام طرح سان ڏسڻ ۾ ايندڙيون هيون. اهڙيءَ طرح هنن مڪمل الف ـ ب بنائي، انهيءَ جو نالو "مقدس حروف" رکيائون. انهن ئي، انهيءَ "مقدس حروف" کي يوناني زبان ۾ "هيرو گلفي" سڏيو.

### (ت) خيالي لکت (Idiographic Writting)



تصويري لکت وسيلي، انساني جذبن جي ترجماني نٿي ڪري سگهجي. ان قسم جي اظهار لاءِ اهڙي تصويري لکت کي ذريعو بڻايو ويو، جنهن ۾ مقصد سان گڏ ترجماني به شامل هئي. مثال طور سج لاءِ سج جي چمڪندڙ تصوير، رات لاءِ چنڊ ستارا، اک مان ڳوڙها نڪرڻ يعني ڪنهن جو روئڻ. مطلب ته اهڙيون تصويرون جوڙيون ويون، جن مان مقصد جو اظهار ٿئي. هن قسم جي لکتن کي "ڪاشف الخيالات" به چيو ويندو آهي.

### (ث) آوازي لکت (Phonetic writting)

هن لکت جي سرشتي مان علامتي نشانيون ڪنهن شيءِ جو اظهار نه ڪنديون آهن، پر اهي ڳالهايل ٻوليءَ جي آوازن جي لکت ۾ ترجماني ڪنديون آهن. هن قسم جي لکت جا ٻه قسم آهن:

#### (i) پدي لکت (Syllabic writing)

هن قسم جي لکت ۾ ڪتب ايندڙ نشانيون ڳالهائڻ واري ٻوليءَ جي اکرن (Syllables) جون عيوضي هونديون آهن. جاپاني ۽ چيني وغيره لکت هن قسم جي آهي.

#### (ii) حرفي لکت (Alphabetic writing)

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي مطابق "هن سرشتي ۾ لکت ۾ ڪتب ايندڙ علامتي نشاني ڳالهائڻ واري ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ آواز (سر يا وينجن) جي عيوضي هوندي آهي. جيئن ته هر هڪ ٻوليءَ ۾ ڪتب ايندڙ اهم آوازن يعني ڌوني تتن (Phoneme) جو تعداد محدود هوندو آهي، انهيءَ ڪري لکت ۾ علامتي نشانين جو عدد به محدود هوندو آهي. هاڻوڪي دؤر ۾ اوج تي رسيل گهڻي ڀاڱي سيني ادبي ٻولين جي لکاوٽ ان قسم جي آهي."

# رسم الخط، صورتخطي، الف ـ ب جون وصفون

## رسم الخط / لپي (Script)

رسم الخط کي "لپي" به چيو ويندو آهي. رسم الخط مان مطلب هوندو آهي ته "لکت جو رواج". هر سڌريل ٻوليءَ کي هڪ مخصوص، مناسب ۽ ٺهڪندڙ رسم الخط (Script) ضرور هوندو آهي. جن وٽ رسم الخط جي نعمت نه آهي، اهي اڻ سڌريل، ادب کان خالي، جهنگلي ۽ پسيون زبانون سڏبيون آهن ۽ انهن جي حيثيت صرف ڳالهائڻ واري زبان (Spoken language) تائين محدود هوندي آهي. مطلب ته هر مهذب ۽ سڌريل ٻوليءَ کي مستقل تحرير هيٺ آڻڻ لاءِ هڪ رسمِ الخط هئڻ ضروري آهي. 1853ع ۾ جيستائين سنڌي لاءِ معياري رسم الخط (عربي- سنڌي رسم الخط) منظور نه ٿيو هو، تيستائين سنڌي زبان مختلف رسم الخطن ۾ لکي ويندي هئي. مثال طور:

| | |
|---|---|
| 1ـ گرمکي. | 8- عربي |
| 2- ديوناگري | 9-گجراتي |
| 3- خداوادي | 10- شڪارپوري |
| 4- لهاڻڪي | 11-ساڪرو |
| 5- ميمڻڪي | 12-ونگائي |
| 6- خوجڪي | 13-سيوهاڻي |
| 7- ٺٺائي | 14-ياٽيو |

اهڙي طرح 20 هين صديءَ جي آخر ۾ حليم بروهيءَ رومن ـ انگريزي اسڪرپٽ جي تجويز پڻ ڏني هئي.

## الف ـ ب (Alphabet):

الف ـ ب کي انگريزيءَ ۾ الفابيٽ يا آئيوينا به چيو ويندو آهي. الف ـ ب انهن نشانين کي چئبو آهي، جيڪي ٻوليءَ جي ڌار ڌار آوازن

مطابق لکت رستي ڏيکارجن. اُهي انگريزيءَ ۾ 26، سنڌيءَ ۾ 52، عربيءَ ۾ 28 ۽ اردوءَ ۾ 29 شڪلين /نشانين سان لکجن ٿيون. انهن شڪلين/ نشانين ۾ هر هڪ کي اکر يا حرف (letter) چئبو آهي. جيڪو الڳ ۽ اڪيلي آواز سان اُچاربو آهي. مثال طور انگريزيءَ ۾ A B C D E F، سنڌيءَ ۾ ا، ب، ٻ، ڀ ۽ ت وغيره.

## صورتخطي (Spelling)

صورتخطي اها هوندي آهي، جنهن ۾ اکرن يا حرفن کي ملائي هڪ مقرر املا ۾ لکجي ٿو. ڊاڪٽر غلام علي الانا موجب "ڪنهن به زبان ۾ لفظن ۽ جملن جي لکت لاءِ آوازن جي تحرير ڪيل صورتن (لکت وارين صورتن) کي اهڙي نموني استعمال ڪرڻ، جو اها لکت سڄي ملڪ لاءِ هڪجهڙي معياري ۽ درست هجي". اهڙي طرح مڪمل عبارت، جيڪا ساڳي رسم الخط ۾ لکجي ۽ ان مان مطلب ۽ مقصد ظاهر ٿئي ته ان کي صورتخطي چئبو آهي.

اڳي استاد شاگردن جي صورتخطيءَ تي ڌاڍو ڌيان ڌيندا هئا. ڪنهن به سبق مان ڪي جملا زباني ٻڌائيندا هئا ۽ شاگرد ان جي ياد صورتخطي لکندا هئا. اهڙي طرح حرفن، لفظن، جملن ۽ بيهڪ جي نشانين کي سکڻ جو به موقعو ملندو هو. البته هاڻي اهڙو رجحان گھٽجي ويو آهي. اهڙي طرح "اِجا" کي "اِجان" ڪري لکيو وڃي ٿو. ٻوليءَ ۾ ٿورو فرق (اچارن) ڏيکارڻ وارا حرف جهڙوڪ: الف ۽ ع، ذ ۽ ز، ض ۽ ظ ـ س، ص ۽ ث، ت ۽ ط ۽ اهڙن ڪن ٻين حرفن جي لکڻ وقت ڪا به تميز ڪانه ٿي ڪئي وڃي (همزي) جي جاءِ تي ع يا الف، ص جي بجاءِ س لکيو ٿو وڃي، هتي حيدرآباد مان شايع ٿيندڙ ڪن روزاني هفتيوار اخبارن مان گڏ ڪيل اهڙا لفظ مثال طور پيش ڪجن ٿا. اخبارن جا نالا ۽ تاريخون ليکڪ وٽ محفوظ آهن:

| نمبر | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| 1. | ضيان | زيان |
| 2. | قائدو | قاعدو |
| 3. | زري (تورو) | ذري |
| 4. | قومي ورسو | قومي ورثو |
| 5. | سر لبيڪ | ثر لبيڪ |
| 6. | سائنس سان | سائنس |
| 7. | مطمعن | مطمئن |
| 8. | ذايع | ضايع |
| 9. | طامائو | طاماعو |
| 10. | ايش ڪندي | عيش ڪندي |
| 11. | سندس صحت جي نظر تي ويئي | سندس صحت جي نذر تي ويئي |
| 12. | بحرحال | بهرحال |
| 13. | هربا | حربا |



باب چوٿون

# موهن جي دڙي جي ٻوليءَ جو رسم الخط

واديءِ سنڌ جي تهذيب دنيا جي چند قديم تهذيبن مان هڪ آهي، 1925ع ۾ جڏهن سرجان مارشل موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ جو ڪم شروع ڪرايو ته کوٽائيءَ مان هٿ آيل مهرن ۽ انهن تي اڪريل لکت دنيا جي ماهر لسانيات کي حيران ڪري وڌو. ان لکت، تحقيق لاءِ نوان دروازا کوليا. جنهن ۾ خود لکت جي تاريخ، تهذيب ۽ تمدن به اچي وڃي ٿو. قديم آثارن جي کوجنا مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جو هي قديم تمدن، مغربي دريائي تمدن يعني دجله ۽ فرات دريائن جي سمير ۽ بابلي تمدن سان ملي ٿو. سرجان مارشل جي تحقيق موجب سنڌ، سمير ۽ بابل جي تهذيبن ۾ ڪافي هڪجهڙائي هئي، خصوصاً سنڌ ۽ عراق وچ ۾ گهاٽي اچ وڃ هئي.

موهن جي دڙي مان لڌل مهرن مان سنڌ جي قديم ترين رسم الخط جا دروازا کليا. هنن مهرن مان خبر پئي ته هتان جا رهنڌڙ ماڻهو، جيڪا ٻولي ڳالهائيندا هئا، اها لکي به سگهندا هئا. ان ڪان علاوه موهن جي دڙي جي پنج هزار سال پراڻي تهذيب جي کوٽائيءَ جي ڪري سنڌ وارن کي پنهنجي وطن جي عظيم ثقافت تي فخر ٿيڻ لڳو. هن تهذيب مان اهو ظاهر ٿيو ته ان زماني جا ماڻهو انتهائي هنر مند هئا، واپار سندن اهم ذريعه معاش هو. هو شهري زندگي گذاريندا هئا. صفائي جو خاص انتظام هوندو هو ۽ گندي پاڻيءَ لاءِ نيڪال جو نظام وغيره وٽن موجود هو. هي سڀ خوبيون آرين وٽ ڪونه هيون.

موهن جي دڙي جي تهذيب ۽ لکت کي ظاهر ٿئي اڄ پنجاسي سال گذري چڪا آهن، پر ڪو به ڏيهي يا پرڏيهي عالم ان لکت کي پڙهي نه سگهيو آهي ۽ اهو به نه ٻڌائي سگهيو آهي ته موجوده سنڌ ۽ سنڌي زبان سان ان قديم تهذيب، قوم يا رسم الخط جو ڪهڙو رشتو آهي، جن عالمن ان ڏس ۾ ڪم

ڪيو آهي، انهن ۾ سر جان مارشل (1929ع Sir John Marshall)، گئني نڪولي (1933ع Guini Nikoli)، پيروون ميوگي (1934ع) سي. ايل فيئري (1937ع C L Faeeri)، آلن ايس- سي- راس (1938ع) هينري هراس (1935ع Henry Heras)، ڊاڪٽر آتت پرڪرماڪ (1954ع Dr. Aatat Parkarmak) روسي ماهر جي گڏيل تحقيقي ٽيم (1979ع،1973ع،1982ع)، اراواٿم مهاديان (1973ع، 1984ع، 1985ع Iravatham Mahadevan) جي وي. ڪنيٽر ولسن (1975ع J V Kanier Willson) پروفيسر بانڪا بهاري (1975ع Prof. Banke Bihari)، جان نيو بيري (1980ع John Nueberi)، ايم-اين گپتا (M N Gupta1981)، ايم-وي- اين ڪرشن راءِ (1982ع M V Kirshan Rai)، شڪارپور رانگاناٿا راءِ (1953، 1985،1979،1963 Shikarpura Ranganatha)، شنڪر پونيڪر (1984ع Shankar Ponikar) ڪشنچند جيٽلي (1985ع Kishanchand Jetli)، مالتي شيخ (1985ع Malti Shaikh)، سباش. سي. ڪاڪا (1987ع Subash C Kaka)، بينلي پريانڪا (1988ع Benle Prayanka)، ڊاڪٽر ايس ڪليان رامن (1989ع Dr.S Kalyan Raman)، ڊاڪٽر والٽر اي فيئر سروس (1992ع Dr. Walter)، احمد حسين داني (1993ع Ahmed Hussain Dani) گريگوري ايل پوسيل (Griyogory L Posel)، بي-ايم پانڊي (1972،1971، 1973، 1974، 1978، 1984، 1985ع B M Panday) ڪاسل زو يمليبل (1969، 1965، 1970، 1972، 1975، 1985ع) ديو پرڪاش (2000ع Dev Parkash)، سراج ميمڻ (1964ع Siraj Memon)،ڊاڪٽر غلام علي الانا (Dr. Ghulam Ali Alana)، عطا محمد ڀنڀرو (2007ع Atta Muhammad Bhanbhro)، پروفيسر پارپولا (2007ع Prof. Asoka Parpola) ۽ ٻيا شامل آهن.

## سر جان هربرٽ مارشل (1876ع-1958ع)



جان مارشل انڊين سول سروسز ۾ آثار قديمه کاتي جو ملازم هو. هن صاحب جي نگرانيءَ ۾ سپ کان پهرين موهن جي دڙي جي کوٽائي ٿي. هن آثار قديمه تي ڪيترائي ڪتاب لکيا. سرجان مارشل جو

ڪتاب "Mohen jo daro and Indus civilization" پڻ هڪ شاندار تحقيق آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي قديم ترين تهذيب سان گڏوگڏ قديم رسم الخط تي پڻ رايا ڏنا آهن. اهو ڪتاب ٽن جلدن ۾ آهي. پهريون ۽ ٻيو جلد 716 صفحن تي آهي ۽ ٽئين جلد ۾ 164 پليٽون آهن، جن ۾ موهن جي دڙي مان لڌل سامان جا فوٽو ڏنا ويا آهن. اهو ڪتاب آرٿر پرابٿيهن، 41 گريٽ ريسل گهٽي لنڊن 1931ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ٻيو جلد، جيڪو نهايت اهم آهي، ان ۾ مُهرن ۾ لکيل ڦرهين، سنڌو رسم الخط جا نشان، سنڌو قديم صورتخطي، گهرو ڪم جو سامان، پتل ۽ ڪنجهي جا ٿانوَ شخصي زيورات، رانديون ۽ رانديڪا، تور ۽ ماپ جا اوزار، ماڻهن جا لاش، جانورن جا هڏا، ڌاتو ۽ معدنيات وغيره تي جامع ۽ معلوماتي مضمون شامل آهن. سرجان مارشل ٻڌائي ٿو ته موهن جي دڙي جي اوائلي صورتخطي، ساڄي کان کاٻي هئي، پر اها فقط پهرين سٽ تائين محدود هئي. ٻي سٽ کاٻي کان ساڄي لکيل ڏني وئي آهي. هو وڌيڪ ٻڌائي ٿو ته سنڌي اوٺيهه پد (Syllables) سنڌوءَ جي اوائلي رسم الخط سان وابسته آهن. اهي اوٺيهه پد آهن. آ، اِ، اي، او، ڪا، گا، غا، چا، جا، تا، ٿا، پا، ٻا، ما، يا، را، لا، وا ۽ وو. اهڙا ڪل ٻه سوَ اناسي نشان ڪڍي ظاهر ڪيا ويا آهن، جي مورتن مان سڌاري ٺاهيا ويا آهن ۽ مصر جي "پڪچر گراف" سان وڏي مشابهت رکن ٿا. سرجان مارشل مُهرن جي پنج سوَ پنج نمونن جو ذڪر به عالماڻي انداز ۾ ڪيو آهي ۽ انهن جا فوٽا به ڏنا اٿس. مُهرون هر ڪنهن نموني جون مليون آهن، جن مان ڪي چورس، گول، مستطيل ويلڻ جهڙيون، ٽوتاري جهڙيون، ڇهه ڪنڊيون وغيره آهن. خروشتي رسم الخط جا به ڪي نمونا ڏنا ويا آهن، جي سنڌ ۾ دارا ۽ ڪسرڪ/ زرڪزيس جي زماني ۾ رائج هئا. موهن جي دڙي جون مهرون عراق مان مليل مُهرن سان گهڻي قدر ملن جلن ٿيون. ان ڪري ظاهر آهي ته فرات ۽ سنڌو وادين جو قديم زماني کان وٺي پاڻ ۾ تجارتي، ثقافتي، علمي ۽ تمدني گهاٽو تعلق هو.

## جي آر هنٽر (1934ع)

جي آر هنٽر نالي وارو ماهر لسانيات هو. "Script of Harappa & Mohen Jo Daro and its Connection with other Scripts" (1934ع) جي عنوان سان ڊاڪٽريٽ ڪيائين. هن تمام ڳوڙهو مطالعو ڪرڻ بعد جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، اهي هن ريت آهن:

1ـ هي نشانيون گهٽي ياڳي صوتي يا اچاري آهن.

2ـ انهن جي اصليت انوماني ۽ مورتي تصوري ۽ تصويري Ideographic and Pictographic آهي.

3ـ هن رسم الخط جي شروعات 3000 ق. م يا ان کان به ڪافي صديون اڳ ٿي هوندي. ڇا ڪاڻ ته اڪثر نشانين مان پتو پوي ٿو ته اهي رائج رهندي باقاعدگي اختيار ڪري چڪيون آهن.

4ـ هن رسم الخط جي سميري پروٽو ايلاميٽڪ خطن سان هڪجهڙائي آهي. سمير جي قديم دؤر جمدة النصر 3500 ق. م جي نشانين سان وڌيڪ هڪجهڙائي اٿس. بنسبت سميري جي پوئين دؤر 3000ـ2000 ق. م جي نشانين جي. هو اهو ڏيکاري ٿو ته ٽئي رسم الخط 4000 ق. م سال اڳ ڪنهن هڪ ئي رسم الخط مان اسريا هوندا، يا هڪ ٻئي سان نشانين جي ڏي وٺ ڪئي هوندائون.

5ـ ڪريٽ واري رسم الخط سان سطحي هڪجهڙائيءَ مان اهو مطلب ڪڍي سهگجي ٿو، ته قديم زماني ۾ وسيع پئماني تي ڦهليل قوم ڪا هڪ مورتي رسم الخط (Pictographic) استعمال ڪندي هئي.

6ـ ماهر آثار قديمه وارن جو خيال آهي ته شايد هي ماٽهو ڪپڙن، پنن يا ڪن ٻين اهڙين شين تي به لکندا هئا، جيڪي بعد ۾ ضايع ٿي ويون.

## ايس. آر. راءِ (جنم 1922ع)

ڊاڪٽر شڪارپور رانگاناٿا راءِ هندستان ۾ سروي ڪاتي جو پينشن بردار علمدار ۽ قديم آثارن جي علم جو ڄاڻو هو. هن لوٿل ۽ سنڌو سڀيتا بابت



هڪ ڪتاب تيار ڪيو. ان کان علاوه هن ڪرناٽڪ جي قديم تصويرن تي پڻ معياري تحقيق ڪئي آهي. سندس ٻه ڪتاب وڏي اهميت رکن ٿا جن ۾: Decipherment of Indus Script, Dawn and Devolution of the Indus Civilization پوئين ڪتاب جو محترم عطا محمد ڀنڀري "سنڌو لکت ۽ ٻولي" جي نالي سان ترجمو ڪيو ۽ اهو 1994ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي پاران شايع ٿيو.

ايس. آر. راءِ پنهنجي تحقيق ۾ دعويٰ ڪئي ته هن سنڌو لکت پڙهي آهي. هن جي راءِ آهي ته سنڌو لکت برهمي ۽ سامي لکت کان گهٽي پراڻي آهي. تنهن ڪري اهو چوڻ صحيح ٿيندو ته برهمي ۽ سامي لکت پنهنجون علامتي نشانيون سنڌو لکت تان ورتيون آهن. هن مطابق سترهن نشانيون اهڙيون آهن، جيڪي سامي ۽ سنڌو لکت ۾ هڪجهڙيون آهن ۽ سورنهن نشانيون وري اهڙيون آهن، جيڪي سنڌو ۽ برهمي لکت سان هڪجهڙائي رکن ٿيون. (سنڌو لکت ۽ ٻولي: ص 7)

## سر فلنڊرس پيٽري (1932ع)

1932ع ۾ سر فلنڊرس پيٽري هڪ تحقيقي جرنل ۾ پنهنجو مضمون "موهن جو دڙو" لکيو. جنهن ۾ هن دعويٰ ڪئي ته سنڌو لکت جي نشانين کي مهري لکت جهڙيون تصوري نشانيون (Ideographs) چئي سگهجي ٿو. هن اهو به چيو ته مهرن تي لقب وغيره لکيل آهن.

## پروفيسر ايس هيمنگڊن

پروفيسر ايس هيمنگڊن مطابق سنڌو لکت پدي (Syllabic) هجڻ سان گڏ منجهس (Ideographs) تصوري نشانيون پڻ مليل جليل نموني سان شامل آهن. تنهنڪري هي خط مخروطي کان مختلف نه آهي. معلوم ٿئي ٿو ته هنن مهرن تي ماڻهن جا نالا لکيل آهن، جيڪي انهن مهرن جا مالڪ ٿي سگهن ٿا. مختصر تصوير ۾ صرف نالا ٿي سگهن ٿا. جڏهن ته

نسبتاً ڏگهين لکتن ۾ ٻن ستن وارين مهرن تي نالن سان گڏ لقب وغيره ٿي سگهن ٿا.(Indus Script.P 412)

## اروتم مهاديوَن (Iravatham Mahadevan)



مهاديوَن (1977 ع) پهريون ماهر هو، جيڪو سوچي ويچاري لکت جي منڍ ۾ پڇاڙيءَ وارين نشانين کي نکيري الڳ ڪري بيهارڻ ۾ سوپارو ٿيو هو. هو (1973، 1984، 1985 ع) تحقيق جي سلسلي سنڌ ۾ اچي چڪو آهي. هن جو خيال آهي ته سنڌو لکت ۾ مصري لکت جو ٻڻ بٺياد ساڳيو آهي. سندس اندازي موجب سمير وارن سنڌو لکت تان استفادو ڪيو آهي.

## پروفيسر آسڪو پارپولا (جنم جولاءِ 1941 ع)



پروفيسر پارپولا جو شمار سنڌو اسڪرپٽ جي لحاظ کان نالي وارن محققن ۾ ٿئي ٿو. هو هيلسنڪي، فنلينڊ يونيورسٽي ۾ پروفيسر آهي. هند ۾ سنڌ جي ٻولين جي ڪيترن ئي رسم الخطن تي ڪيترائي ڪتاب ۾ مقالا لکي چڪو آهي ۾ ڪيس ڪيترائي اوارڊ به ملي چڪا آهن. هو ڪيترائي دفعا تحقيق جي سلسلي ۾ سنڌ به اچي چڪو آهي، هو سنڌو اسڪرپٽ سان گڏوگڏ سنڌو تهذيب تي ڪافي لکي چڪو آهي.

پروفيسر پارپولا جو سڀ کان اهم ڪم اهو آهي ته هن موهن جي دڙي مان لڌل مهرن کي الڳ ڪري ٻهاريو آهي. سندس ڪتاب Indus Seals and Inscriptions نالي سان شايع ٿيو. سن 1969 ع ۾ 1970 ع دوران ڪوپن هيگن جي انسٽيٽيوٽ آف ايشين اسٽڊيز جي ماهرن آسڪو پارپولا ۾ سيمو پارپولا، ڪمپيوٽر ذريعي موهن جي دڙي مان مليل مهرن جي قديم لکتن کي پڙهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. هنن ساهرن جي دعويٰ آهي ته "موهن جي دڙي واري ٻولي دراوڙي ٻولين جي ماءُ آهي، جنهن مان اهي دراوڙي ٻوليون اُسريون آهن."

هنن ماهرن ڪن مهرن جون پڙهڻيون بہ ڏنيون آهن. انهن جي ڪڍيل نتيجن ۽ پڙهڻين مان حاصل ڪيل ڪي لفظ اڄ بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ موجود آهن. انهن ماهرن دراوڙي ٻولين جي وياڪرڻ جي روشنيءَ ۾ موهن جي دڙي واري ٻوليءَ جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي ۽ موهن جي دڙي واري ٻوليءَ کي "Proto-Dravidian" ٻولي سڏيو آهي.

پروفيسر پارپولا جيڪو آخري دفعو 2007ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو. هن جي رپورٽ هيلسنڪي مان شايع ٿي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو تہ موهن جي دڙي جي رسم الخط جو راز ايستائين فاش نہ ٿيندو، جيستائين ٻين قديم رسم الخطن سان ان جو باهمي تعلق نہ جوڙيو ويندو. جيتوڻيڪ ڪجھ قدر پيش رفت ضرور ٿي آهي. هن وڌيڪ صلاح ڏني تہ لڌل مهرن کي دهلي يا برطانيہ موڪليو وڃي، جتي ماهرن جي ٽيم مستقل بنيادن تي ان رسم الخط تي تحقيق ڪري.

## سراج الحق ميمڻ

سراج الحق ميمڻ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻولي" ۾ هيءَ راءِ ظاهر ڪئي آهي تہ هن موهن جي دڙي وارن تصويري اکرن مان ڪن کي پڙهڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي، جنهن ڪان پوءِ هن هي نظريو نروار ڪيو تہ سنڌي ٻولي هن خطي جي خودمختيار ٻولي آهي.

## عطا محمد ڀنڀرو

سنڌ جي نالي واري مترجم ۽ محقق عطا محمد ڀنڀري جو ڪتاب "سنڌو لکت جي ڀاڃ" 2007ع ۾ شايع ٿيو. هن صاحب پنهنجي 20 سالن جي جاکوڙ ۽ ٻين محققن جي پڙهڻيءَ سان سهمت ۽ اسهمت ٿيندي، پنهنجي طور ڪتاب 'سنڌو لکت جي ڀاڃ' ۾ سنڌو لکت جي اکرن جو ڳجھ دريافت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌو لکت کي مڪمل نہ پڙهي سگهڻ جا ڪيترائي مسئلا ٻڌايا آهن.

## موهن جي دڙي جي لکت بابت ڪي مسئلا ۽ نتيجا:

1- موهن جي دڙي جي لکت جو جن بہ اڀياس ڪيو آهي، انهن جي تحقيق جو محور ان ڳالھ تي رهيو آهي تہ موجوده سنڌيءَ جو موهن جي دڙي سان

ڪهڙو تعلق ٿي سگهي ٿو يا موهن جي دڙي جي لکت سان ڪهڙو ناتو ٿي سگهي ٿو؟ ان لاءِ مختلف رايا ۽ نظريا بہ ڏنا آهن. موهن جي دڙي مان مليل مهرن ۽ ٻين شين تي لکيل تصويري تحرير کي صحيح طور تڏهن سمجهي سگهبو جڏهن ان کي مڪمل طور هر حرف سميت پڙهي سگهجي.

2- موهن جو دڙو اڃا مڪمل طور تي کوٽيل نہ آهي. هن دڙي لاءِ مقامي روايت اها آهي، تہ هتي ست شهر غرق ٿيل آهن. تنهنڪري هن وقت تائين ان جو کوٽيل حصو ٿورو آهي، جنهن سبب اتان گهٽ مهرون مليون سگهيون آهن.

3- مهرون نہ پڙهي سگهڻ واري مسئلي ۾ هڪ سبب اهو بہ نظر اچي ٿو تہ نشانين جو پاڻ ۾ باهمي تعلق ايترو گهٽو نہ آهي.

4- مختلف ماهرن، مهرن تي اڪريل اکرن جون مختلف معنائون ڪڍيون آهن، مختصر تہ موهن جيَ دڙي اندر سنڌي ٻوليءَ جي اصل نسل ۽ رسم الخط جون پاڙون پختيون ۽ محفوظ ٿيل آهن. جيستائين موهن جي دڙي سميت سنڌ ۾ ساڳي دؤر سان تعلق رکندڙ ٻين کنڊرن جي مڪمل کوٽائي نہ ٿي ڪئي وڃي، تيستائين وڏيڪ مهرون هٿ نہ اينديون ۽ سنڌ جي قديم ترين رسم الخط جي خبر پئجي نہ سگهندي. ان لاءِ سرڪاري طور تي خاص اپاءَ ورتا وڃن تہ جيئن ايندڙ وقت ۾ ماهر هيءَ لکت پڙهي سگهن ۽ صدين جي راز کي ظاهر ڪري سگهن.

6- ڪجهہ مهرون انگريز انگلنڊ کڻائي ويا هئا. ڪجهہ هندوستان جي وڏن عجائب گهرن ۾ رکيل آهن. ڪجهہ لاهور، اسلام آباد ۽ ڪراچيءَ جي عجائب گهرن ۾ رکيل آهن. اهڙيءَ طرح ڪجهہ سال اڳ ڪي مهرون چوري بہ ٿي ويون هيون.

7- سنڌ جي محققن کي ٻاهر ڪم ڪندڙ محققن سان گڏجي ڪم ڪرڻ گهرجي تہ جيئن ڪنهن گڏيل نتيجي تي پهچي سگهجي.

# قديم لکتون: پالي، فارسي ۽ سنڌي

## آرين جو دور:

آريا اصل ڪٿان آيا؟ ان بابت عالمن جي راين ۾ هڪجهڙائي نہ آهي. رگ ويد ۾ آرين ۽ اڻ آرين جي وچ ۾ جنگين بابت تمام گهڻو احوال ملي ٿو. بهرحال انهيءَ ۾ سنڌن بڻ بڻياد بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ ۾ مدد نٿي ملي. ٻين ٻولين جي کوجنائن مان پروڙ پوي ٿي تہ اهي وچ ايشيا (Central Asia) کان آيا هئا. اهو نظريو اڳتي هلي ڪن عالمن طرفان غلط قرار ڏنو ويو ۽ آرين جو اصل هنڌ اتر قطب ڄاڻايو ويو. يورپي محققن هن سلسلي ۾ ڀرپور تحقيق ڪئي ۽ پنهنجا ڪيئل نتيجا ظاهر ڪيا. سر وليم جونس، فرانسز باپ، لوڪ مايہ تلڪ، مئڪس ملر ۽ ٻين پارت ورش جي ويدن جو اڀياس ڪري، سنسڪرت سان يورپي ٻولين جي ڀيٽ ڪري، اهو ڄاتو تہ قديم هند ۽ يورپ جي رهاڪن جا ابا ڏاڏا ڪنهن هڪڙي هنڌ رهيا هوندا ۽ اتان مختلف خطن ۾ پکڙيا ۽ اِهي ئي آريا آهن. مختلف نظرين موجب انهن جو ماڳ اتر قطب کي ويجهو، ميرو پربت، وچ ايشيا يا ڪٿي اسڪينڊينيويا ڄاڻايو ويو آهي. ڪيترين قومن پاڻ کي آريا سڏائڻ ۾ فخر ڄاتو. جرمنيءَ جي رهاڪن چيو اسين آريا آهيون، تہ پوءِ سڄو مشرقي ۽ مغربي يورپ ڇونہ آريو هجي! افغان بادشاهہ ظاهر شاهہ جي زماني ۾ افغانستان بہ آريا هجڻ جو دعويدار هو. آريانا ايئرلائن جو نالو بہ هن سلسلي جي هڪ ڪڙي هئي. ايران جي اڳوڻي شهنشاهہ جو نالو هيئن لکيو، پڙهيو ويندو هو: ”آريا مهر رضا شاهہ پهلوي“.

جڏهن آرين سنڌو ماٿريءَ تي قبضو ڪيو هوندو، تڏهن آرين جي ٻولي ۽ تهذيب ۽ ڌرم جو اثر سنڌو ماٿري جي ٻوليءَ تي اثر ضرور پيو هوندو. البتہ

حاڪمن جي ٻوليءَ هيٺ ڪري آرين جي ٻوليءَ جو اثر وڌيڪ هوندو. رگ ويد ۾ اهڙا ڪيترا ئي لفظ هئا، جيڪي آريائي نہ هئا. اهي قديم سنڌ جي ماڻهن جا هئا. جڏهن آريا هن ڌرتيءَ تي پهتا، تڏهن هنن ڏٺو تہ هتان جاماڻهو جيڪا ٻولي ڳالهائيندا هئا، اها لکي بہ سگهندا هئا. ويد ننڍي کنڊ جو سڀ کان قديم ادبي خزانو آهن. جنهن بابت عام طرح راءِ اها بيٺي.آهي تہ 1500 کان 2000 سال قبل مسيح جي عرصي جا لکيل آهن. ويدن ۾ گنگا جو ذڪر بہ دفعا ملي ٿو، پر سنڌو درياهہ ۽ ان جي شان ڪي ٽيهہ پيرا ڳايو ويو آهي. مثال:

**اجهل اڻ موٽ سنڌو، ٻل واري، سگهاري سنڌو،**
**ڏيهن ۽ ميدانن مان اپار پاڻي جا ڦهلاوَ ڪٽي**
**جرڪندي، ڪڙڪات ڪندي وهندي رهي ٿي،**
**جهڙي ابلق گهوڙي، سونهاري ۽ سوڀيان واري**
**سنڌو، ڀلن گهوڙن ۾ شاهوڪار رٿن ۽ ويس وڳن ۾،**
**سهڻي گهڙيل سون ۾ شاهوڪار،اڻ مئي مايا جي مالڪ**
**هتان ڳاهہ نيڻ ٿارءِ لذت وارا،ان(پشم) اهڙي جو وڻنو ڏس**
**شربت جو ميناج نہ پڇ.**

رگ ويد سڀني کان آڳاٽو ڪتاب آهي، هن ۾ اگني ديوتائن جو ذڪر بيان ڪيل آهي ۽ انهن ۾ منترن جا قاعدا ۽ قانون درج ٿيل آهن. رگ ويد ۾ خاص ديوتائن جي احوال کان سواءِ ”سپت سنڌو“ يعني سٽن دريائن واري ملڪ جي مختصر تاريخ، علائقائي حالتن ۽ نئين آيل قوم جي تهذيب ۽ تمدن جي خبر پوي ٿي. پوري هندوستان ۾ هي سنسڪرت جو دؤر هو ۽ سنڌي ٻولي براهمي لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي.

سوتر آريائي ادب جو ٽيون حصو آهي. مئڪس مولر (سوترن جو زمانو 200 ورهيہ ق.م کان 600 ورهيہ ق.م چوي ٿو تہ شروع ۾ لکڻ جو رواج ڪونہ هو ۽ صرف زباني صورت ۾ هوندو هو. بعد ۾ جڏهن لکڻ جو رواج پيو، تڏهن پهريائين سوتر قلمبند ڪيا ويا، جن جو تعداد ٽي آهي. ان کان اڳ منو مهراج

(900 ورهيه ق.م) آرين جو وڏو ودوان ۽ قانوندان ٿي گذريو آهي، جنهن هندن جي قاعدي قانون جو ڪتاب تصنيف ڪيو هو. هن دور ۾ آريائي ادب تمام گهڻي ترقي ڪئي هئي. هن ئي دور ۾ مهاڀارت ۽ رامائڻ جا تاريخي واقعا رونما ٿيا. رامائڻ ۽ مهاڀارت ۾ سنڌ جو ذڪر ان جي گهٽ ذات وارن ماڻهن جي حوالي سان ٿيو آهي.




(پنيور مان لڌل ٺڪرين تي لکيل پراڻي لکت جو هڪ نمونو)

## آرين ڪان پوءِ جو دور:

آرين ڪان پوءِ 6 صدي قبل مسيح تائين تاريخ گم آهي، جڏهن ايران جي آخمانين سنڌو ماٿريءَ تي هلان ڪئي. ايران جي دارا پهرئين يوناني ايڊمرل اسڪايلڪس کي سنڌ جي سرزمين، ساموندي رستي ڳولڻ لاءِ سرحد بڻي. (ماهوار سنڌو. سيپٽمبر 1986ع فقير محمد لاشاري) ايرانين هفت اقليم تي شهنشاهي ڪئي. سنڌ بہ ايران جو صوبو هو. فردوسي "شاهنامہ" ۾ هند، سنڌ، ڪابل، ڪشمير، ملتان، سندل ۽ چندل کي ايراني شهنشاهت جا فتح ڪيل علائقا ڏيکاريا آهن. پيش داديان ڪسرائن مان هوشنگ دڪن تائين ڪاهون ڪيون هيون. گشتاسپ جي زماني ۾ بهمن ايرانيءَ بهمن آباد ۾ نو وهار جو آتشڪده تعمير ڪرايو هو. قديم سنڌ جي مڪران واري حصي ۾ بہ ڪاريزون، ڪاؤسي ۽ خسروي، ڪيڪائوس ۽ ڪيخسرو ڪياني فرمان روائن جون جوڙايل اج تائين موجود آهن.

چندر گپت ڪان پوءِ سندس پٽ بندوسار 298 ق. م ڪان 237 ق. م تائين حڪومت ڪئي. بندوسار ڪان پوءِ سندس پٽ آسوڪا 237 ق. م مگڌ جي تخت تي ويٺو. هن ٻڌ ڌرم کي زور وٺائڻ لاءِ افغانستان، بلوچستان، سوات، ڪشمير، سنڌ ۽ نيپال تائين جاب جا ڪتبا کڙا ڪرايا، جن مان ڪي اڄ سوڌو موجود آهن. بلڪ هن يونان ۽ مصر تائين تعلقات قائم ڪيا جيڪي هندي فن سنگتراشيءَ ڪان واقف ٿيا. آسوڪا جا ڪتبا خروشتي خط ۾ آهن. سندس حڪومت جون حدون هرات تائين هيون.

ٽي صديون قبل مسيح ۾ سڪندر اعظم (326 ق. م)سنڌ ڏانهن کهي آيو ۽ ملتان پهتو. هن ملتان جي شهزادي جي بهادري ڏسي ڪيس ملڪي واڳون موٽائي ڏنائين. 261 قبل مسيح ۾ اشوڪ اعظم جنگ ڪان نفرت ڪندي ٻڌ مت اختيار ڪيو. پوءِ باختري يوناني (184_70 ق. م)آيا. سن 184 ق.م ۾ موريا خاندان وارن جي ڪمزوريءَ ڪري، يوناني باختري حڪومت زور ورتو. سنہ 185 ق.م ڌاري براد رٿ، موريا خاندان جي پوئين حاڪم پشيامترا کي قتل

ڪري، مگڌ ۾ سنگا خاندان جي حڪومت جو پايو وڌو. انهيءَ انقلاب ڪري، يوناني باختري حڪومت وجود ۾ آئي، جا هڪ صديءَ تائين قائم رهي. سنہ 190 قـم يوناني حاڪم ڊيمي ٽريوس بلوچستان، سنڌ ۽ گجرات جا پرڳڻا فتح ڪري، سگالا (سيالڪوٽ) کي تختگاه بنايو. هن سنڌ ۾ ڪي شهر تعمير ڪرايا هئا. يوناني حاڪم اڪثر هڪٻئي سان لڙندا رهيا. سنہ 155 ق ـم ميندر (ملندا) سنگا راجائن کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيو، پر پاڻ ۾ ٻڌ جو پيرو بڻجي ويو. مختلف حاڪمن کان پوءِ پارٿين (46ـ78ع) آريا ۽ يوناني ساڪائين هٿان مارون کائي واپس ٿيا. اهڙيءَ طرح وچ ايشيا مان يوچي قبيلي جا ڪٽڪ آيا. اهڙيءَ طرح ڪنشڪ جو وارو آيو. سنہ 28 ق.م انڌرا خاندان وارن مهاندي، گوداوري ۽ مگڌ وارن علائقن تي قبضو ڪيو. سنہ 78 ع ۾ يوچي راجا ڪنشڪ ڪشمير، يارقند، ڪاشغر، ختن، قنڌار، سنڌ ۽ نربدا نديءَ تائين قبضو ڄمايو. شڪست سنبت اتر هندستان ۾ سنہ 78 ع کان شروع ٿيو. سنہ 220 ع ۾ يوچي ۽ انڌرا خاندانن جو خاتمو ٿي ويو. هندستان رياستن ۾ ورهائجي ويو، جن مان پاٽنا (پٽنا) جي گپت خاندان زور ورتو. (جنت السنڌ: مولائي شيدائي)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪنشڪ جي دؤر ۾، پالي عبارت ۾ لکيل هڪ ڪتبي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو هڪ ٽامي جي ٿالهيءَ تي اڪريل آهي. ڊاڪٽر صاحب حاشئي ۾ لکي ٿو تہ بهاولپور گزيٽيئر ۾، هن ڪتبي کي ”بختي پاليءَ جو ڪتبو“ تسليم ڪيو ويو آهي. جنهن مان رسم الخط جي دليل کي وڌي هٿي ملي آهي.

گپت خاندان وارن، سنه 320ع کان 525ع تائين، حڪومت ڪئي. هن خاندان جي باني چندر گپت سنه 335ع تائين حڪومت ڪئي. ان کان پوءِ سندس پٽ چندر گپت ثاني گاديءَ تي ويٺو، جو عام طور 'وڪرماجيت' جي لقب سان مشهور آهي. سندس تختگاهه اُجين هو. مالوه، ڪاٺياواڙ ۽ سنڌ تي سندس سڪو هلڻ لڳو. سندس درٻار ۾ سنسڪرت جا پنڊت، جوتشي ۽ شاعر رهندا هئا، جن مان ڪاليداس سنسڪرت جو وڏو عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. هن جا ناٽڪ شڪنتلا، ميگهه دوت، ڪمارسنڀور ۽ رگهو ونس مشهور آهن. گپت خاندان جي زوال کان پوءِ اتر اولهندي هندستان ۾ گهڻيون ننڍيون رياستون قائم ٿيون.

هرش سنه 620ع ۾ قنوج تي راڄ ڪرڻ لڳو. سندس زمانو سنڌ جي اتهاس ۾ هڪ انقلابي عهد هو. انهيءَ زماني ۾ چندر ونسي خاندان جو يادو قبيلو دکن، راجپوتانا، سنڌ، گجرات، ڪاٺياواڙ بلوچستان، بلڪ قنڌار، ڪابل ۽ خراسان تائين ڇانئجي ويو. هرش پڻ جو پيرو هو ۽ وڏو عالم ۽ هنر پرور ٿي گذريو آهي. سندس تصنيفات مان 'ناگانند'، 'رتناولي' ۽ 'پريه درشڪا' جا ناٽڪ مشهور آهن. سندس درٻار جي شاعرن مان 'بان' جا ڪتاب 'هرش' ۽ 'ڪادمبري' يادگار آهن. سندس ڏينهن ۾ مشهور چيني سياح هوئن تسانگ سنه 629ع کان سنه 634ع تائين هندستان جي ٻڌ يادگارن جي ياترا ڪرڻ آيو هو. هرش کان پوءِ راجپوتن زور ورتو. ڪي فطري جنگجو ۽ ڪالي ديويءَ جا پوڄاري هئا ۽ ٻڌمت جا دشمن ثابت ٿيا. سنڌ تي يادو ونسي راجا سامبس جي حڪومت هئي، مينانگر سندس تختگاه هو. تنهن کان پوءِ سنه 450ع ۾ راءِ گهراڻي جي راجائن جي حڪومت سنڌ تي قائم ٿي. الور سندن تختگاه هو. (جنت السنڌ:مولائي شيدائي)

سنڌي سماج ۾ تبديلي راءِ گهراڻي جي بادشاهيءَ جي خاتمي کان گهٽ ۾ گهٽ ٻه سؤ سال اڳ شروع ٿي چڪي هئي، جڏهن سموري هندوستان ۾ خاص ڪري سنڌ جي اوڀر، اتر ۽ ڏکڻ اولهه ۾ هندو مت، گپتا مهاراجائن جي سرسي ۽ سرپرستيءَ جي ڪري ٻڌ ڌرم کان وڌيڪ سگهارو ٿيندو ويو. آرين کان راءِ دؤر تائين تاريخ هڪ وڏو سفر طئي ڪيو آهي. هنن دؤرن دوران سنڌي

ٻولي کھڙي روپ ۾ ڳالهائي ويندي هئي ۽ لکي ويندي هئي، ادبي اٿل کھڙي هئي، سياسي ۽ سماجي قدر کھڙا هئا. انهن جي باري ۾ مختلف رايا ۽ نظريا آهن. سوال هي ٿو پيدا ٿئي تہ سنڌي ٻوليءَ جي قديم ترين لکت، کھڙي قديم رسم الخط سان واسطو رکي ٿي؟

**پالي ۽ سنڌي:**

جٿرام داس دولت رام پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻولي ۽ لپيءَ جو اتهاس" ۾ ڄاڻايو آهي تہ "پالي ٻولي بہ سنسڪرت مان نڪتل آهي ۽ سنڌ ۾ گھڻو چالو هئي. ان جو سنڌي ٻوليءَ سان جيڪو ناتو هو، تنهن تي اڃا اونهي کوج ڪانہ ٿي آهي. اها ٿيڻ گھرجي. منجهس ڪيترائي اکر آهن جي سنڌيءَ جهڙا آهن. سنڌ ۾ چالو پالي ڪيتري قدر ان زماني جي سنڌيءَ جو روپ هئي، ڪٿي چئجي ان وقت جي سنڌي هئي. تنهن کوج لهڻي، پر گھٽ ۾ گھٽ ياسجي ائين پيو تہ براهمي لپي ئي ان وقت (اٽڪل 17 صديون اڳ) سنڌ ۾ چالو هئي، جا، چاهي پالي چاهي ان زماني جي سنڌي، ٻنهي ٻولين لاءِ ڪم ايندي هئي."

ڪاڪو ڀيرومل پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" (1941ع) ۾ لکي ٿو تہ پالي ٻوليءَ جي اچارن ۾ هڪ مکيہ ڳالھ گڏيل حرف صحيح آهن. تن جا اچار پاليءَ ۾ پچي يا ملي هڪ روپ جهڙا (Assimilate) ٿي ويا آهن. مثلاً: سنسڪرت "سپت" پالي "ست" سنڌيءَ ۾ بہ چئون "ست"، پر هندوستاني چون "سات". ڏسو اسان جا اچار بجنسي پاليءَ وارا بيٺا آهن. سنسڪرت "ڌرم"، پالي "ڌم"، ڌمن مل، ڌمي ٻائي، سنسڪرت "پريم"، پالي "پيم"، پيوي ٻائي نالي ۾ پيوي نج لفظ پيمي (پريمي) آهن. جَنهن ۾ "م" اکر متي "و" ڪيو اٿئون. سنڌ جي ڪن چوڪرين جو نالو ميمي آهي، اهو بہ اصل پالي لفظ آهي، اهڙي طرح سنسڪرت "للاٽ" جو سنڌي اچار "نرڙ" آهي. (سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ)

2010ع ۾ محمد صلاح الدين صاحب پنهنجي ڪتاب "پتالِيني، راوڙ ۽ پاليءَ" ۾ ڪيترائي اهڙا لفظ ڏنا آهن، جيڪي پالي ۽ موجوده سنڌيءَ ۾ اڄ بہ موجود آهن. هو لکي ٿو تہ ڊڪشنرين جي مدد سان ۽ ابتدائي سکيا ڏيندڙ

ڪتابن جي مدد سان مون پاليءَ منجهان انهن لفظن جي چونڊ ڪئي، جيڪي اڄ بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ساڳي اچار ۽ ساڳي معنيٰ سان ڪتب اچن ٿا.

جڏهن انگريز سنڌ ۾ آيا تہ هندو پانڊن ۽ ليکڪن جون تحريرون جيڪي ديوناگريءَ ۾ هيون، سي بہ ڪي گهٽيون باقي نہ هيون. رسم الخطن جي نشو نما اسڪولن، مدرسن، مڪتبن ۽ وديالن ۾ ٿيندي آهي. سنڌ جو تعليمي نظام شايد گهڻو اثرائتو نہ رهيو آهي، جنهن ڪري نہ ڪتاب بچيا، نہ ادبي اهڃاڻ، نہ روايتون. جيئن اسان اڳ ۾ چئي آيا آهيون تہ جيستائين پالي ٻوليءَ تي تحقيق نہ ٿيندي، تيستائين سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد ۽ سنڌي رسم الخط جي اوائلي تاريخ جي خبر پئجي نہ سگهندي.محترم محمد صلاح الدين پنهنجي ڪتاب "پڻاليني، راوڙ ۽ پاليءَ" ۾ لکي ٿو تہ اسان جا سنڌي دانشور، جن ڪڏهن بہ پالي ٻوليءَ جي باري ۾ ڪا ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، اڻ ڄاڻائيءَ ۾ پنهنجون پاڙون سنسڪرت، سامي يا عربي ٻولين ۾ ڳولهين ٿا. گوتم ٻڌ "ساڪيا" لوڪن منجهان هو. لفظ "ساڪ" ڀهراڙيءَ ۾ اڄ بہ واپرائجي ٿو ۽ ساڳي "مِٽ" جي معنيٰ ۾ چوٽي آهي تہ هن سان اسان جو کهڙو سڱ سياڪو آهي. يا لوڪ گيت ۾ هيءَ سٽ:

کهڙو سڱ سياڪو، جيجان تن جتن سان.

خود شاهہ صاحب متيون لفظ سر سسئيءَ ۾ ساڳي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي. ٻيو سيني ڪان اهم نُڪتو هيءُ آهي تہ تهذيب، تمدن، سييتا، رهڻي ڪهڻيءَ جا نِيَمَ اولهہ ڪان اوپر ڏي ويا آهن. هندن جي دعويٰ آهي تہ سندن سييتا جا بڻ بڻياد ويد، موجوده پاڪستان واري پونءِ ۾ لکيا ويا ۽ پوءِ وڌندي وڌندي بهار ۽ بنگال تائين پهتا تہ ڇا گوتم ٻڌ جو سنڌي لوڪن مان هجڻ ناممڪن آهي؟ جڏهن تہ چندر گپت موريا ڪي يوناني ليکڪ اڻ سڌي طرح سان "پٽالا" جو حاڪم موريس (Moeris) ڪري ڄاڻائي چڪا آهن. جنهن مان ظاهر آهي تہ پالي اهائي سنڌي ٻولي آهي، جنهن ۾ گوتم ٻڌ پنهنجا ويچار پڌرا ڪيا.( پٽاليني، راوڙ ۽ پالي)

**غير برهمي رسم الخط جا اهڃاڻ:**

سنڌ ۾ سون جي تعداد ۾ تاريخي ڪنڌر موجود آهن. جن مان ڪيترن جي کوٽائي پڻ ٿي آهي. سنڌ جي تاريخ جي هنن قديم تهذيبن مان سنڌي ٻوليءَ جي ڪيترين ئي لپين جا آثار مليا آهن. مثال طور موهن جو دڙو، ڪاهوءَ جو دڙو، لاکين جو دڙو ۽ پنيور مان مختلف سياحن ۽ جاگرافيدانن سنڌ ۾ مختلف رسم الخطن جو ذڪر به ڪيو. هن مان ثابت ٿئي ٿو ته هتان جا ماڻهو قديم دؤر کان جيڪا ٻولي ڳالهائيندا هئا، ان کي لکي به سگهندا هئا. سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته عربن جي اچڻ کان اڳ تائين سنڌ ۾ علائقائي لحاظ کان ڪيترائي رسم الخط موجود هئا؟ هندوستاني ٻولين جي وڏي محقق سرگريئرسن پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌي زبان جي 20 رسم الخطن جو ذڪر ڪيو آهي. اهڙي طرح ڪجهه عرب سياحن ته 200 کان مٿي رسم الخطن جو ذڪر ڪيو آهي. سوال اهو آهي ته قديم سنڌ ۾ آخر ايترا رسم الخط ڇو هئا؟ ان جو جواب منهنجي ناقص سمجهه مطابق اهو ٿي سگهي ٿو ته قديم سنڌ ۾ هڪ ٻي پٺيان ڌاريا حڪمران ايندا ۽ ويندا رهيا. اهي پنهنجون حڪمرانيون ڪن خاص علائقن ۾ ڪندا رهيا. انهن جون پنهنجون ٻوليون به هيون ۽ مقامي ٻولين ۾ انهن جا رسم الخط به هئا. ڌارين جي اثر هيٺ رسم الخط تبديل ٿيندا رهيا ۽ ٻوليءَ تي مختلف اثر مرتب ٿيندا رهيا. ٻيو سبب اهو به ٿي سگهي ٿو ته ادبي ڪتاب ڪنهن به رسم الخط جا محافظ هوندا آهن. حڪومتن جي تبديلين سان ڪتاب ساڙيا ويندا هئا يا ضايع ڪيا ويندا هئا.



# راءِ ۽ برهمڻ دؤرن ۾ سنڌي رسم الخط

**فارسيءَ جو اثر:**

سنڌ ۾ عربن کان اڳ راءِ دؤر (450 ع_632 ع) ۽ برهمڻ دؤر (632 ع_712 ع) جو راڄ هو. راءِ دؤر لاءِ خيال آهي ته سنسڪرت، هندي ۽ فارسي ملاوٽ واري سنڌي زبان هلندڙ هئي. برهمڻ دؤر ۾ سنڌي زبان، ادبي لحاظ کان اعليٰ مقام تي پهتل هئي. هن دؤر جي عالمن ڇاپخانن جي نه هوندي به ويدانت، فلسفي، طب، نجوم، ادب ۽ اخلاقيات جي باري ۾ ڪيترائي ڪتاب تاليف ڪيا هئا، جن کي مڪتبن ۾ باقاعده پڙهايو ويندو هو. برهمڻ دور ۾ سرڪاري ٻولي سنسڪرت هئي، ٻڌ ڌرم وارن تعليم جي ترقيءَ لاءِ گهڻو ڪجهه پاڻ پتوڙيو. اهڙي طرح فارسيءَ جو به چرچو عام هو.

"پارٿين جو تعلق ايران جي خراسان صوبي سان هو. سنڌ ۾ فارسي زبان کي وڌڻ ويجهڻ جو بهتر موقعو فراهم ڪيو. ٿيهن سالن کان پوءِ پارٿين جي جاءِ تي ڪوشان (ڪشن) اقتدار تي قابض ٿيا. ڪوشان اصل ۾ چين جا يوچي (يوچيهہ) هئا، جي ٻن صدين کان مرڪزي ايشيا ۾ آباد هئا، جيتوڻيڪ ڪوشان حڪمران هئا، پر ائين ٿو ڏسجي ته سنڌ ۾ سندن پاران پارٿي ئي گورنر رهيا. ان پسمنظر ۾ موريا خاندان جي زوال کان پوءِ سنڌ ۾ فارسي زبان ئي حاوي رهي. پنجين صدي عيسويءَ جي پهرئين اڌ ۾ سنڌوماتريءَ کي وري هڪ ٻئي ايراني خاندان حڪمرانيءَ ۾ آندو اهي ساساني هئا. ابتدا ۾ سنڌ جي راءِ خاندان سندن تابعداري ڪئي، پر بعد ۾ اهي مڪمل آزادي حاصل ڪرڻ ۾ سويارا ٿيا. انهن (راءِ) فارسيءَ کي سرڪاري رابطي ۽ رڪارڊ جي لاءِ ڪتب آندو". (سنڌ ۾ فارسي زبان جي زوال جاسبب (مهراڻ 3_2010 ع) ايم ايچ پنهور)

راءِ دؤر ۾ تعليم رڳو شهرن تائين محدود نہ هئي، بلڪ ڳوٺن ۾ بہ تعليم جو بندوبست ڪيو ويندو هو. تعليم ايترو تہ عام هئي، جو هڪ کان وڌيڪ رسم الخط رائج هئا. انهن دؤرن جي رسم الخط جي لحاظ کان مرليڌر جيٽلي پنهنجي ڪتاب "ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ" ۾ لکي ٿو تہ راءِ گهراڻي (450ع_632ع) ۽ برهمڻ گهراڻي (632ع_712ع) وارن راجائن جي راڄ ۾ پراڪرت_ سنڌي ۽ اپڀرنش_ سنڌي لکڻ ۽ نرالين مڪاني سنڌي لپين جو واهپو سنڌ ۾ هلندڙ هئو. سنڌ جي جدا جدا حصن ۾ مروج انهن لکاوٽن جو وڪاس براهمي لپيءَ مان ٿيو هئو. انهن سيني مڪاني نمونن کي گڏي اسين سنڌي لپيءَ يعني سنڌ ۾ مروج مڪاني نرالي لپيءَ جو نالو ڏئي سگهون ٿا." انهن دؤرن سان وابستہ سنڌي رسم الخط جا ڪجھ نمونا اسان کي ڀنڀور ۽ براهمڻ آباد مان بہ مليا آهن، جيڪي ٺڪر جي ٿانون تي لکيل آهن. ٻوليءَ جي ماهرن ان لکت کي پروٽو– ناگري اکر ( ناگري اکرن جو پراڻو روپ) سڏيو آهي، جيڪي براهمي مان نڪتل آهن."



(راءِ ۽ برهمڻ دورن سان وابستہ ديو ناگري رسم الخط جا نمونا)

**اپڀرنش زبان ۽ ان جي شاعري:**

سنڌ جي پراڻي علم و ادب ۽ ٻوليءَ جي باري ۾ پروفيسر محرم علي خان وڏو ڪم ڪيو. هو لکي ٿو تہ" هن زماني کان گهڻو اڳي جيڪو چراگاهي دؤر شروع ٿيو هو. سو اڃا بہ هلندو پئي آيو. چوپايو مال چارڻ ۽ ڏارڻ ماڻهن جو مک

ڏنڏو هو. تنهن ۾ وري بہ ڳائو مال مک ملڪيت سمجهيو ويندو هو. سنڌ جا مالوند ماڻهو ۽ ڀاڳيا، توڙي ڌراڙ ڀهنوار جي اڪثريت ۾ هئا. سي سڀ اييرَ ۽ گجر يا ناگر. سيئي اييرَ(ڳنوار) ڪوٺبا هئا. (ڀهنوار يا پرمار. مارو يا موريہ. سانگي يا سانڪلا. اهير يا اييرَ ۽ گجر يا ناگر. سيئي ڌراڙ يا مال وند قبيلا آهن.) انهن ڳنوار اهيرن (اييرن) جي ٻوليءَ کي "اييرن ڀاشا" (اپڀرنش) چيو ويندو هو. ڇاڪاڻ تہ تن ڏينهن ۾ فقط سرڪاري زبان سنسڪرت کي ئي مهذب ۽ شائستہ (ادبي ۽ علمي) زبان سمجهيو ويندو هو. "سنڌيءَ کي بہ اپڀرنش دفعي جي ٻولي شمار ڪري سگهجي ٿو" ۽ اُن جي پيٽ ۾ عوامي زبان کي ڌراڙن ۽ ڳنوارن جي ٻولي (اپڀرنش) سڏيو ويندو هو. اپڀرنش زبان ۽ ان جي شاعريءَ جي سنڌُ جي تاريخ ۾ تلاش ڪرڻ بہ. انهيءَ ڪري قديم سنڌي شاعريءَ جي ڳولا آهي. "اپڀرنش ڪويتائون، ستين صدي عيسوي کان ملن ٿيون. سنڌ جي تاريخ ۾ اهو راءِ گهراڻي جي حڪومت جو زمانو آهي. اپڀرنش جا پراڻا ٻول (گانا) هيمچندر (1082_1088) پنهنجي ڪتاب "سنڌ هيمچندر" ۾ اڳئين زماني جي تصنيف سان گڏ ڪيا آهن. اوائلي اپڀرنش جو نمونو آڳاٽي سنڌ جو اهڃاڻ چئي سگهجي ٿو."

پلا هئہ جہ ماريہ. پيئڻ مهارو ڪانڌ

لجي جئين تہ وئن سئهن جئہ ڀڳا گهرانڌ

("قديم سنڌي شعر ۽ شاعري"، محرم خان. مهراڻ 3_1966ع)

**راءِ ۽ برهمڻ دؤرن جي سنڌي ڪتابن جا ترجما:**

علامہ سيد سليمان ندويءَ جو هڪ ڪتاب "عرب و هند کي تعلقات" اهم آهي، جنهن ۾ اهو ذڪر ڪيل آهي تہ سنڌ عربن کي ڇا ڇا ڏنو. سنڌ جي عالمن ۽ فاضلن نہ صرف عربي ادب ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. بلڪہ هو هتان غلام ٿي ويا، اتي وڃي نالي وارا معلم ٿيا. عربن بيشمار سنڌي ڪتابن جا ترجما عربي زبان ۾ ڪرايا، جن جو ذڪر خود عرب مؤرخن پنهنجي ڪتابن ۾ ڪيو آهي.

راءِ ۽ برهمڻ دؤرن جي سنڌي ڪتابن جا عربن عربي زبان ۾ ترجما ڪرايا.
سنڌ مان سڀ کان پهريون حڪيم اهو هو، جنهن علم نجوم ۽ هيئت جي مشهور ڪتاب "برهسپت سنڌانت" کان عربن کي روشناس ڪرايو، جنهن جو عربي ترجمو "السند و الهند" آهي، ان جو مصنف سنڌ جو مشهور عالم نالي "آريہ ڀٽ" هو. جنهن کي عربن ارجند لکيو آهي، سنڌ جي مشهور ڪتاب "ماڌوندان" جو ترجمو "ندان" جي نالي سان ڪيو ويو. زنانہ مرض جي مشهور سنڌي ڪتاب جي عربي ترجمي کي "روسا" سڏيو ويو. ان طرح مختلف فنن جهڙوڪ لغت، منطق، سنگيت، معاشرت، ڪيميا، طب، فصاحت، بلاغت ۽ قصص تي سوين سنڌي ڪتاب عربيءَ ۾ ترجمو ڪيا ويا. اهي اصل سنڌي ڪتاب راءِ ۽ برهمڻ دورن جا لکيل هئا، جيڪي بعد ۾ عربن ترجمو ڪيا. (سنڌ علم و دانش جو مرڪز، ماهوار پيغام 1984ع مولانا غلام محمد گرامي)

عرب سياحن کان اڳ چيني سياحن بہ سنڌي ادب ۽ سنڌي رسم الخط جي باري ۾ گهڻو ڪجهہ لکيو آهي. انهن ۾ فاهين (Fahien) ۽ هوان هئنگ (Huan sang) قابل ذڪر آهن. هنن سنڌي علم و ادب ۽ سنڌي رسم الخط جو ذڪر وڏي ڌوم ڌام سان ڪيو آهي.

مطلب تہ عربن کان اڳ سنڌ ۾ راءِ ۽ برهمڻ دورن يا انهن کان بہ گهڻو اڳ سنڌ ۾ لکت پڙهت جو ڪم ٿيندو هو. سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتابن کي عربن پنهنجي ملڪ کڻي وڃي عربيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اهڙيءَ طرح براهمي لپي ۽ فارسي-عربي اثر هيٺ بہ سنڌ ۾ لکت جو رواج موجود هو. اڃو تہ عربن جي دور ۾ لکيل هڪ ڪتاب جو جائزو وٺون، جيڪو راءِ دور، برهمڻ دور ۽ خود عرب دور ۾ سنڌي ٻولي ۽ رسم الخط جا حوالا ڏئي ٿو.

**چچنامي ۾ راءِ، برهمڻ ۽ عرب دؤرن جي زماني جا آيل لفظ:**

عربن جي دؤر ۾ سنڌي ۽ عربي زبانون هڪ ٻئي کي ويجهو آيون. سنڌي زبان خاص طور تي عربي زبان جو گهڻو اثر قبول ڪيو. سنڌ جي علم و ادب ۽ تاريخ تي ڪيترائي ڪتاب عربيءَ ۾ لکيا ويا، جن ۾ ڪيترائي سنڌيءَ جا لفظ ۽ فقرا ملن ٿا، جيڪي اڄ بہ سنڌي زبان ۾ جيئن جو تيئن موجود آهن. هن ڪتاب لاءِ اهو رايو آهي تہ عرب دؤر ۾ سنڌيءَ جي اوائلي ۽ ان دؤر بابت اهم ڪتاب "منهاج الدين

الملڪ" لکيو ويو. جيڪو عربيءَ ۾ لکيل هو. هي ڪتاب تقريباً 800 ع کان 840 ع جي وچ ۾ لکيو ويو. جو اڳتي هلي سومرن جي دؤر 1216هجري ۾ محمد علي بن حامد بن ابوڪر ڪوفيءَ "فتح نامہ" يا "چچنامہ" جي نالي سان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ڊاڪٽر علامہ عمر بن محمد دائودپوٽي جو خيال هو تہ اهو ڪتاب خواجہ امام ابراهيم لکيو هو. جڏهن تہ ڪجھہ ٻين محققن جو خيال آهي تہ هي ڪتاب قاضي اسماعيل لکيو هو. جو اروڙ جو قاضي مقرر ٿيل هو.

فتح اسلام کان اڳ جي سنڌي ٻوليءَ جا ڪي الفاظ ۽ فقرا جيڪي ڪتاب فتحنامي ۾ موجود آهن:

**قبيلن جا نالا:**

لاکا. ٺڪر. جت. سما. ڪاڪا.چنا. سهتا. اگهم. لوهاڻا. ڀاٽيہ وغيره اهي اڄ بہ ساڳين نالن سان موجود آهن.

**ماڻهن جي نالن مان خاص سنڌي نالا:**

سيهاراس (سيهڙو يا ساهر). چندر. (چند). ڏاهر. موک (موڪيو). بسايہ (وسايو). وکيہ (وڪيو). کاک. (ڪاڪو) اڄ بہ موجود آهن.

**ندين ۽ واهن جي نالن سان:**

مهراڻ. جلوالي (جراري). ساڪره. موج ۽ ارل نالا ڏنل آهن. ڪنب. ڍنڍ ۽ ٻيٽ جا الفاظ بہ آيل آهن.

**ايراضين ۽ شهرن جا نالا:-**

بلهار(ولهار). ساوندي (ساوڙي) ودهاتيہ. جهم. ڪرهل. ۽ دهتايت.

**اضافي ترڪيبون:**

دنده وکر بهار (وڪ بهار جي ڍنڍ) ڪاکا راج (ڪاڪن جو راڄ). کارمتي (کاري مٽي). ند متي (نديءَ جي مٽي). بدرگو (ٻڌ رکو يعني ٻڌ جي پٽ جي رکيا ڪندڙ)

**جانورن جا نالا:**

جهنگ_ ٻلو. جند_ جهرکي. پٽ_ تتر. رس_ول. تر_ٻاٻيهو وغيره.(سنڌي الف_ب جي ارتقا— پروفيسر عبدالڪريم لغاري)

**عربي-فارسي حرفن سان سنڌي آواز جوڙڻ:**

چچنامي ۾ آيل مٿين لفظن جي آڌار تي اهو چئي سگهجي ٿو تہ راءِ، برهمڻ ۽ عربن جي دورن ۾ نج سنڌي آوازن ۽ اچارن لاءِ عربي ۽ فارسي حرفن ۾ ڦير ڦار جي ترڪيب ان ئي دؤر ۾ شروع ٿي چڪي هئي. مثال طور:

| نج سنڌي آواز ڏيکاريندڙ حرفن جي هاڻوڪي مقرر ڪيل صورت | چچنامي ۾ مقرر ڪيل صورت |
|---|---|
| ب | ب |
| ٻ | بھ |
| ٿ | ت |
| ٽ | ت |
| ٺ | ت |
| ڦ | ؟ |
| ڄ | ج |
| جھ | جھ |
| ڃ | ؟ |
| ڇ | ؟ |
| ڌ | دھ |
| ڏ | د |
| ڊ | د |
| ڍ | دھ |
| ڙ | ر |
| ک | ک |
| ڳ | ؟ |
| گھ | ق ؟ (عربي) |
| ڱ | ک (گ) |
| ڻ | ن |



# عربن جو دؤر ۽ سنڌي رسم الخط

**عربن جي دور ۾ سنڌي علم و ادب:**

سنڌي رسم الخط جي تاريخ جا مستند حوالا عربن جي دؤر کان ملن ٿا. سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان پوءِ اسلامي تعليم لاءِ خاص جتن ٿيا. مدرسا کليا، هتي ڪيترائي عالم فاضل هوندا هئا، جن مان ڪن وڃي عرب دنيا کي آباد ڪيو. اهڙي طرح عرب دنيا مان آيل ڪيترن ئي عالمن سنڌ کي آباد

عباسي دور جو سنڌ لاءِ هڪ دستاويز (انٽرنيٽ تان ورتل)

ڪيو. هنن عربيءَ سان گڏ سنڌي ٻوليءَ کي به زور وٺرايو ۽ سنڌي زبان جي عالمن اديبن ۽ شاعرن کي عرب دنيا سان متعارف ڪرايو. سنڌي شاعريءَ جا ابتدائي اهڃاڻ به هن دؤر کان ملن ٿا. ابوحاتم محمد جي ڪتاب "روضة العقلا و نزهة الفضلاء " ۾ آيو آهي، ته ڪو سنڌي ماڻهون بغداد ۾ يحيٰ خالد برمڪيءَ جي روبرو آيو ۽ هي شعر پڙهيائين:

ارهہ برهہ ڪنڪرهہ ڪراڪري مندره

اهو بيت ڪنهن سنڌي بيت جي بگڙيل صورت آهي، ڇو جو عرب مؤرخ سنڌي لفظ صحيح نموني لکي ۽ اچاري نہ سگهندا هئا.

## عرب دور جو سنڌي علم و ادب سياحن جي نظر ۾:

عربن جي دؤر ۾ نہ فقط عرب سياحن سنڌي علم و ادب جي تعريف ڪئي آهي، پر غير عرب سياحن ۽ تاريخدانن جا بہ ڪيترائي حوالا ملن ٿا. اهڙن حوالن مان هڪ سوراشٽر دربار جي عالم جو حوالو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ" ۾ ڏنو آهي. اٺين صدي عيسوي ۾ سوراشٽر جي دربار مان هڪ عالم سياح آچاريہ ادوند سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي باري ۾ تحقيق ڪرڻ آيو. 778ع ۾ واپس وڃي هن پنهنجي ڪتاب "ڪوليا مالها ڪا" ۾ لکيو آهي تہ "سنڌ ۾ اهڙا شاعر ڏٺاسون، جن ڪي پنهنجي ملڪ تي ناز هو. هنن پنهنجي گيتن ڪي نزاڪت، شناس، نرم پد ۽ لهجي ۾ انتهائي سريلي انداز ۾ ٿي ڳايو." (سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ تان ورتل)

ان بيان تي جيرام داس لکيو آهي تہ "هن مان ثابت ٿئي ٿو تہ عيسوي اٺين صديءَ ۾ سنڌين جي ٻوليءَ لاءِ الڳ نالو نشان ۽ امتيازي حيثيت حاصل هئي ۽ پنهنجي اعليٰ ادب جي ڪري، انهيءَ زماني ۾ اندو پاڪستان جي مڙني مک ٻولين ۾ پنهنجو اعليٰ معيار قائم ڪيو هو." (سنڌي ٻولي ۽ لپيءَ جو اتهاس)

## عربي زبان جو سنڌيءَ تي اثر:

عربن جي دؤر ۾ سنڌي زبان تي تمام گهڻو اثر پيو ۽ ٻوليءَ تمام گهڻي ترقي ڪئي. سنڌ تي عرب حڪومت ۾ نئين علمي، ادبي، سماجي، ثقافتي، مذهبي ۽ سياسي ماحول جي زير اثر سنڌي ۽ عربي ٻوليءَ جو پاڻ ۾ گهاٽو رشتو قائم ٿيو. جنهن سان سنڌي ٻوليءَ جي لساني انفراديت تي عربيءَ جو زبردست اثر پيو. ان دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ وڏيڪ مرڪزيت پيدا ٿي، جنهن جي ڪري هڪ جامع سنڌي ٻولي وجود ۾ آئي. عربي لفظن جو هڪ وڏو ذخيرو سنڌيءَ ۾ داخل ٿيو. عربن سڌي طرح يا اڻ سڌي طرح سنڌ تي ٽي سؤ سال حڪومت ڪئي، جيتوڻيڪ ديوناگري رسم الخط ۽ ڪجهہ ٻيون لپيون بہ رائج

هيون، پڻ عربيءَ جي اثر جي ڪري سنڌي ٻوليءَ جي تمدني سرمائي ۾ واڌارو ٿيو ۽ ٻوليءَ جي سڻاءَ، صورتخطي ۽ صرف و نحو تي به اثر پيو. سنڌي صورتخطي عربي رسم الخط ۾ لکجڻ لڳي. جاحظ کان وٺي البيرونيءَ تائين جيڪي به سنڌ ۾ آيا، تن سنڌيءَ جي ڌار ڌار رسم الخطن جو ذڪر ڪيو آهي. پر افسوس جو ان زماني سان وابسته ڪو به سنڌي ڪتاب محفوظ نه رهي سگهيو آهي، پر عربن جي ڪتابن، ڀنڀور، ديبل، الور ۽ برهمڻ آباد جي کنڊرن ۽ قديم مسجدن ۽ مندرن مان رسم الخط جا ثبوت ملن ٿا.





سنڌ مان لڌل ٺانون تي ڪوفي رسم الخط (ايم ايڇ پنهور An Illustrated Historical Atlas of Soomra Kingdom تان ورتل)

## عربي- سنڌي صورتخطي:

اسلام جي فتح کان پوءِ سنڌ جو تخت گاهه منصوره علمي لحاظ کان دمشق ۽ بغداد جي هم پلئه بڻيو. ان وقت سنڌ ڀريون ملڪ هو، جتي مدرسن جو رواج پيو. عربي تعليمي سرشتي جي ڪري نوان حرف سنڌي زبان ۾ داخل ٿيا. عربي زبان ۾ ڪل اٺاويهه حرف آهن:

ا ب ت ث ج ح خ

د ذ ر ز س ش

ص ض ط ظ ع غ

ف ق ڪ ل م ن

و ه ء ي

عربي تعليمي سرشتي جي ڪري عربي زبان جا يارنهن (11) اکر ث، ح، خ، ص، ض، ط، ظ، ع، غ، ف ۽ ق سنڌيءَ ۾ داخل ٿيا. حروف علت جو استعمال وڌيو. اڳتي هلي سنڌي ٻولي مستقل بنيادن تي عربي رسم الخط جي طرز تي لکجڻ لڳي. اهڙي طرح سنڌي زبان ۾ عربي زبان وانگر اعرابن جو رواج شروع ٿيو. سنڌي ٻوليءَ تي عربي گرامر جو اثر پيو.

## عربن جي دؤر ۾ عربي- سنڌي رسم الخط جي باري ۾ رايا:

عربن جي سنڌ کي فتح ڪرڻ کان پوءِ عربي ۽ سنڌي زبانون هڪ ٻئي کي ويجهو آيون. سنڌ جو تخت گاهه "منصوره" علمي لحاظ کان وڏي اهميت رکندو هو. سنڌ ۾ مدرسن جو رواج پيو. قاضي ابو محمد جو منصوره جو مڪتب ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ مشهور هو. ساڳئي زماني ۾ ديبل، الور، بکر ۽ سيوهڻ شهرن ۾ به علمي رونق هوندي هئي. سيوهڻ جو مدرسو اسلامي دنيا ۾ "فقهاءُ الاسلام" جي نالي سان مشهور هو.

سنڌي زبان ۽ سنڌي رسم الخط جي باري ۾ عرب حڪومت جي دؤر ۾ جيڪي سياحن، عالمن، اديبن، محققن ۽ جاگرافيدانن وٽان احوال ملن ٿا، انهن مان ڪافي معلومات حاصل ٿئي ٿي. جاحظ کان وٺي البيروني تائين سيني، سنڌيءَ کي روزمره واري ٻولي سڏيو آهي ۽ انهن جي ڌار ڌار رسم الخطن جو ذڪر ڪيو آهي. ان جو مطلب اهو ٿيو ته سنڌي ٻولي باقاعده لکي ويندي هئي. سنڌيءَ جون سرحدون وسيع هيون.

**جاحظ** (776ع- 889ع): هن جو اصل نالو ابو عثمان امر بن بحر بصري هو. پنهنجي دور جو نالي وارو محقق ۽ اديب هو. جاحظ 864ع لکيو ۾ آهي ته "سنڌ جي ماڻهن جو هڪ خاص سنڌي رسم الخط آهي."

**اصطخري** (**وفات** 957ع): هن جو پورو نالو ابو اسحاق ابراهيم الفراسي الصطخري هو. هو 10 هين صديءَ جو نالي وارو جاگرافيدان ۽ سياح هو. هن 951ع ۾ لکيو آهي ته منصوره، ملتان ۽ ان جي مضافات جي ماڻهن جي ٻولي سنڌي عربي آهي.

**مسعودي** (956ع-896ع): ابو الحسن علي بن الحسين بن علي المسعودي جو جنم بغداد ۾ ٿيو. تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي ميدان ۾ وڏو مقام رکندو هو.

(912ع) لکي ٿو تہ ”سنڌ جي زبان هندوستان کان مختلف آهي، سنڌ اسلامي ملڪن سان قريب تر آهي. ساموندي ساحل چيمور، سوپاره ۽ ٺاڻي وغيره جي ساحلي شهرن جي زبان لاڙي آهي.“

**ابن نديم** (وفات 995ع): جيڪو اصل ۾ بغداد جو مشهور عالم ۽ اديب هو. هن سنڌ جي باري ۾ ڪافي معلومات پنهنجي ڪتاب ”الفهرست“ ۾ ڏني آهي. هن سنڌي رسم الخط ۽ سنڌي انگن جي باري ۾ دليلن سان ثابتيون ڏنيون آهن. ابن نديم جي ڪتاب ۾ سنڌي انگن جو ڏنل نمونو:

(ايم ايچ پنهور An Illustrated Historical Atlas of
Soomra Kingdom تان ورتل)

پنهنجي ڪتاب ”الفهرست“ ۾ لکي ٿو ته ”سنڌ جي ماڻهن جون زبانون ۽ مذهب مختلف آهن ۽ رسم الخط متعدد آهن. هنن جا تقريباً 200 رسم الخط آهن. سنڌ جي ماڻهن وٽ نَوَ رسم الخط عام آهن. سنڌين کان سواءِ پيون سياهه فام قومون مثلاً نوبہ، بجہ، زفاوه، مر آوه، استانا، بربر ۽ حبشي قومون پاڻ ۾ ميلاپ جي ڪري هندي رسم الخط ۾ خط و ڪتابت ڪنديون آهن. انهن جي ڪري جو سنڌن پنهنجو رسم الخط ڪونهي.“

**ابن حوقل** (942ع-959ع): محمد ابو القاسم بن حوقل جو شمار نالي وارن ليکڪن، جاگرافيدانن ۽ سياحن ۾ ٿئي ٿو. ابن حوقل پنهنجي سفر نامي ۾ لکي ٿو ته ”منصوره، ملتان ۽ آس پاس جي علائقن ۾ عربي ۽ سنڌي زبانون رائج هيون.“

محترم ايم. ايڇ پنهور لکي ٿو ته ”هبارين جي حڪومت دؤران سنڌ جي شهرن ۾ عربي ۽ سنڌي ٻئي ٻوليون ڳالهايون وينديون هيون، پر ٻهراڙين ۾ رڳو سنڌي ڳالهائي ويندي هئي. سنڌي ٻولي ڪوڙ سارين لپين ۾ لکبي هئي ۽ خاص ڪري واپاري برادري ڌار ڌار لپيون ڪم آڻيندي هئي. اهڙيون چاليهه کن لپيون اٺويهين صديءَ جي اڌيارڙيءَ دؤران عام هيون. پنيور مان لڌل ٺڪرين تي به هڪڙي اهڙي لپي لکيل آهي، اٿين پڻ ممڪن آهي ته ٿيهه اکري عربي لپيءَ جي عربي اکرن کي هيٺان مٿان ٽپڪا ڏئي سنڌي اچارن وارا واڌو اکر جوڙيا ويا هجن. (ايم ايڇ پنهور An Illustrated Historical Atlas of Soomra Kingdom تان ورتل)

مولائي شيدائي صاحب لکي ٿو ته ”ايرانين وانگر عرب به هزارها سالن کان هندستان جي الهندي ڪناري سان واپار ڪندا رهيا. عرب، جهازران قوم هئي، جنهن واپار جي سهولت لاءِ ”خروشتي“ خط کان سنڌ ۽ هند کي واقف ڪيو. سر آرستيين ڄاڻائي ٿو ته خروشتي خط پنجاب، ڪشمير، چيني، ترڪستان، ڪابل ۽ مشرقي ايران تائين رائج هو. هن جو ٻيو نالو ”گنڌارا لپي“ هو. سوامي ديانند. سيتارٿ پرڪاش جي تاريخي افسانن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته مهاڀارت جي يڌ وقت پانڊو ۽ ڪورو عربي ڳالهائي سگهندا هئا. عربن جي

ڪاھ واري سال 712ع کان 1025ع تائين تي صديون عربن سنڌ تي حڪومت ڪئي. عربي زبان دفتري ۽ مذهبي هئي. سنڌين اڳيان ٻه مشڪلاتون هيون. هڪ حڪمران زبان کي پنهنجو ڪرڻ، جنهن سان ڪين مذهبي عقيدو هو ٻيو مادري گهرو زبان جي حفاظت ڪرڻ، ليڪن سنڌين جا دماغ ۽ ذهن اهڙا روشن هئا. جو انهن عربي شعر ۽ حديث جي لحاظ سان اهڙي ناموري حاصل ڪئي، جو نه صرف بغداد ۽ دمشق جي دربار مان خراج وصول ڪيائون. پر امام زهري، سفيان ثوري ۽ امام دارا الهجرت مالڪ. سنڌي علمائن اڳيان زانو ادب ڪوڙيا هئا.

خوش زمزمہ گوشئہ تنهائي خويشم
از جوش وخروش، گل و بلبل خبر نيست !

(سنڌي ٻوليءَ تي فارسي جو اثر سالگره نمبر مهراڻ، 15 جنوري 1961ع ورتل)

## عربن جي دؤر ۾ قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو:

قرآن شريف مسلمانن جي لاءِ مقدس ڪتاب آهي، ان تي ايمان آڻڻ ۽ ان جي تعليم حاصل ڪرڻ هر مسلمان جو فرض آهي. عرب جڏهن سنڌ ۾ آيا تڏهن پاڻ سان گڏ اسلامي تعليمات لاءِ قرآن شريف به کڻي آيا. هتي جا ماڻهو سون جي تعداد ۾ مسلمان ٿيڻ لڳا. ان ڏس ۾ ڪيترن ئي مستند روايتن ۾ اچي ٿو ته قرآن شريف جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو. بزرگ بن شهريار "ڪتاب الهند" ۾ هن طرح لکي ٿو ته "الور جي هڪ هندو راجا. منصوره جي مسلمان حاڪم عبدالله بن هباريءَ ڏي لکي موڪليو ته قرآن پاڪ ۽ مذهب اسلام جي عقائد ۽ تعليم تي سنڌي زبان ۾ ڪتاب لکرائي ڏانهس موڪلي." عبدالله هڪ عراقي نسل جي سنڌي عالم کان ڪلام پاڪ جو ترجمو ۽ اسلامي عقائد ۽ تعليم تي ٻه ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرائي موڪليا.(پير حسام الدين راشدي منصوره جي تاريخ جو هڪ باب مهراڻ 1/ 1962ع) پهريون ڪتاب سنڌي نثر ۽ ٻيون نظم ۾ هو. (مخدوم طالب المولىٰ۔ ڪافي 1962ع)

چيو وڃي ٿو ته اهو ترجمو راجا مهروڪ بن رائڪ جي گذارش تي 863ع ۾ ٿيو هو. افسوس جو اڄ ان ترجمي جو ڪو به نسخو موجود نه آهي، جنهن جي آثار تي چئي سگهجي ته اهو ترجمو ڪهڙي رسم الخط ۾ ڪيو ويو هو.



(عربن جي دور سان وابستہ ڀنڀور جي ڪتبن مان لڌل عربي رسم الخط جو نمونو)

## مهاڀارت ۽ رامائڻ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو:

هندن جي مذهبي ڪتاب جهڙوڪ مهاڀارت جو سنڌي ۾ ترجمو ڏهين صدي ۾ ٿيو ۽ رامائڻ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو سومرن جي راڄ دؤران ٻارهين صديءَ ۾ ٿيو. خيال آهي تہ هي ترجما ديوناگري رسم الخط ۾ ڪيا ويا هوندا.

(ايم ايڇ پنهور An Illustrated Historical Atlas of Soomra Kingdom تان ورتل)

## عربن جي دور حڪومت ۾ سنڌ اندر فارسي:

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي هڪ مضمون ۾ خيال ظاهر ڪيو هو تہ عرب فتوحات وقت فارسي سنڌ جي سرڪاري زبان هئي. ان ڏس ۾ ايم_ايڇ پنهور صاحب لکي ٿو تہ "712ع ۾ سنڌ جي عرب فتح سان فارسيءَ جي جاءِ عربي زبان والاري. فارسي زبان لاءِ هي وڏو ڌڪو هو. ان کي وري اهو رتبو حاصل ڪرڻ لاءِ صديون لڳي ويون. عربي سرڪاري ٻولي مقرر ٿي ۽ ايران ۾ بہ ان کي هي رتبو حاصل ٿيو. جيتوڻيڪ عباسي دربار ۾ ايراني امير، وزير ۽ عالم ڇانيل رهيا، پر پوءِ بہ عربي سرڪاري يا رابطي جي ٻولي رهي. ڏهين صدي عيسوي ڌاري عباسي خلافت جي زوال جي آغاز سان فارسي زبان متبادل طور

ايرڻ شروع ڪيو. سنڌ ۾ ملتان ۾ ڏهين صديءَ جي عرب جاگرافي دانن يا سياحن، عربي ۽ سنڌي ٻولين کي عربن توڙي سنڌين ۾ رائج ڏنو. پر 951ع جي هڪ لکت موجب، ڪٿي ڪٿي عربيءَ بجاءِ فارسي بہ مستعمل هئي. عرب فتوحات کان پوءِ جي ٻن صدين جي بي آرامي، فارسي زبان کي گهڻو نقصان ڏنو. نتيجي ۾ سنڌي ادب کي اسرڻ جو موقعو مليو." (سنڌ ۾ فارسي زبان جي زوال جاسبب (مهراڻ 3_2010ع) ايم ايچ پنهور)

## عربن جي دور ۾ سڪن جو رسم الخط:

سنڌ جي عرب هباري حڪومت جي ٻن حاڪمن عبدالله بن عمر (255_271هه) ۽ عمر بن عبدالله (300_330هه) جا ٽامي جا سڪا مليا آهن.

عبدالله بن عمر جي سڪي تي هڪ طرف ٻڙين واري گول دائري ۾ لکيل آهي:

"با الله بنو. عبدالله والنصر"

جنهن جي معنيٰ ٿيندي، "هي (سڪو) الله لاءِ ۽ عبدالله جي اولاد لاءِ فتح". هن سڪي جي ٻي طرف ٻڙين واري گول دائري ۾ لکيل آهي:

" الله، محمد رسول. الله عبدالله"

جنهن جي معنيٰ ٿيندي "محمد الله جو رسول آهي ۽ عبدالله واسطي الله جي."

هنن سڪن تي لکيت ڪوفي رسم الخط ۾ آهي.

عمر بن عبدالله جا ٽامي جا سڪا اڳين سڪن کان ڪجهہ ننڍا آهن. هنن سڪن جي هڪ طرف:

"با الله. بنو عمر وله. النصر"

جنهن جي معنيٰ ٿيندي "واسطي الله جي، عمر ۽ ان جي اولاد لاءِ فتح". جڏهن تہ ٻي طرف:

"الله، محمد رسول. الله عمر"

جنهن جي معنيٰ ٿيندي "محمد الله جو رسول آهي ۽ عمر واسطي الله جي."

"هنن سڪن جي لکت پڻ عربي ڪوفي رسم الخط ۾ آهي." (سيوهڻ مان لڌل سڪا مهراڻ 1986/2 عبدالله ورياه تان ورتل)



(سيوهڻ مان لڌل قديم سڪا)

# سومرن جي دؤر ۾ سنڌي رسم الخط

## علم و ادب:

سومرن جو دؤر سنڌي زبان ۽ ادب جي لحاظ کان انتهائي اهم آهي. سومرا حڪمران جيئن تہ سنڌي هئا، ان ڪري سنڌي زبان جو اسرڻ هڪ فطري عمل هو. سنڌي زبان، سنڌ جون سرحدون اورانگهي پري پري تائين پکڙي. ڪن عالمن جو خيال آهي تہ عربي سنڌ جي دفتري زبان هئي. پرڪن عالمن جو خيال آهي تہ سنڌي ۽ عربي ٻئي دفتري زبانون هيون. سومرن جو دؤر لوڪ ڪهاڻين جو دؤر هو. مشهور لوڪ صنفون ڳاهہ، ڳيچ، بيت وغيره هن دؤر ۾ عام هئا. ڪيترائي عربي لفظ سنڌي ۾ عام ڳالهائجڻ لڳا هئا. سومرن جي راڄ دؤران صوفين ڪوڙ سارا عربي، فارسي ۽ هندي لفظ سنڌيءَ ۾ شامل ڪيا. مذهبي شاعري ڳنان جي صورت ۾ ترقي ڪئي.

هن ئي دؤر ۾ فارسيءَ جو تسلط پختو ٿي چڪو هو. منهاج الدين سراج، علي ڪوفي ۽ قلندر لعل شهباز هن ئي دؤر ۾ فارسي زبان، شعر، علم و ادب ڪٺي سنڌ پهتا ۽ چانئجي ويا. عرب دؤر ۾ ذڪر ڪيل ڪتاب ”فتح نامہ“ جو ترجمو ”چچ نامي“ جي نالي سان علي ڪوفي فارسي ۾ ڪيو. هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر سدارنگاڻي لکي ٿو تہ تيرهين صدي عيسويءَ ۾ سومرن جي حڪومت ۾ فارسي دان عالم ۽ درويش سنڌ لڏي آيا. جن مان ڪن فارسي ٻوليءَ ۾ شاعري پڻ ڪئي. انهيءَ شاعريءَ مان ڪجهہ مثال علي بن حامد ڪوفيءَ (چچنامي جي مصنف) جي ڪلام مان ملن ٿا. هي بزرگ 1216ع ۾ سنڌ لڏي آيو. اهڙي طرح لعل شهباز قلندر جي فارسي ڪلام جا مثال پڻ ملن ٿا.(Persian Poets of Sindh)

## سنڌي رسم الخط جا اهڃاڻ:

نالي واري محقق ايم. ايڇ پنهور مطابق "1011ع کان 1216ع تائين سومرن جي بادشاهيءَ تي ٻاهريون اثر تمام گهٽ هو. سو تي سگهي ٿو ته سندن سرڪاري ٻولي سنڌي هجي ۽ اها عربي توڙي ديوناگري ٻنهي لپين ۾ لکبي هجي. سومرن جي حڪومت جي شروعاتي ڏينهن ۾ عربي لپيءَ لکجندڙ سنڌيءَ ۾ خاص ڪري ديني ڪتاب لکبا هئا ۽ سترهين صديءَ جي پڇاڙيءَ کان اڳ اها مدرسن ۾ به پڙهائجڻ لڳي هئي. غزنوين ۽ ٻين فارسي ڳالهائيندڙ وچ ايشيائي ملڪن ان دؤر ۾ عربيءَ جي سرڪاري ٻوليءَ واري حيثيت ختم ڪري ڇڏي ۽ نتو لڳي ته ڪو سومرن عربيءَ کي سرڪاري ٻولي رهڻ ڏنو هوندو. سندن سرڪاري ٻولي پڪ سان سنڌي هوندي ۽ پانئجي ٿو ته ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن عام هلندڙ لپيءَ ۾ لکبي هوندي. جيئن پنيور مان لڌل ٺڪرين تي لکيل اکرن مان لڳي ٿو. سندس اهو به خيال آهي ته راماڻ جو سنڌي ترجمو سومرن جي راڄ دؤران يارهين صديءَ ۾ ٿيو." (ايم ايڇ پنهور An Illustrated Historical Atlas of Soomra Kingdom تان ورتل)

## سومرن جي دور جا سڪا ۽ انهن جو رسم الخط:

سومرن جي راڄڌانيءَ ۾ وقت جي حاڪم جو سڪو رائج هو. مختلف کوٽن جي کوٽائيءَ مان سومرن جي دور سان وابسته اهڙا سڪا مليا آهن. عبدالله ورياه مطابق سن 571هه ۾ سلطان شهاب الدين محمد بن سام غوري اڄ ۽ سنڌ جي ڪن علائقن کي فتح ڪري علي ڪرماخ کي گورنر مقرر ڪيو. اڳتي هلي (589هه_1193ع) سندس اقتدار سموري هندستان ۽ سنڌ تي قائم ٿيو ۽ سمنڊ تائين ملڪ سندس حڪومت ۾ شامل ٿيو. سلطان شهاب الدين محمد بن سام غوري جا ٽامي جا سڪا سيوهڻ جي قلعي مان مليا آهن، جن جي لکيت عربي رسم الخط ۾ آهي. هنن سڪن جي هڪ طرف لکيل آهي:

"ابوالمنظر محمد بن سام" جڏهن ته ٻئي طرف ٻڙين جي گول دائري ۾ لکيل آهي:

"السطان المعظم معزالدنيا والدين"

سلطان محمد غوري جي قتل ٿيڻ بعد (602ھ) سندس غلام قطب الدين ايبڪ کي دهلي جي حڪومت ملي ۽ سندس هڪ ٻئي غلام ناصر الدين قباچہ کي اُچ، ملتان ۽ سنڌ جي حڪومت حاصل ٿي ۽ سن 625ھ تائين سندس حڪومت قائم رهي. ناصرالدين قباچہ جي نالي جو هڪ ننڍڙو ٽامي جو سڪو سيوهڻ مان مليو آهي، جنهن جي هڪ طرف لکيل آهي:

"جه (قباچہ)"

هن سڪي جي ٻئي طرف گول دائري ۾ لکيل آهي:

"صر (ناصر الدين)"

غياث الدين بلبن جا دهليءَ مان جاري ڪيل ٽامي جا ٻہ سڪا مليا آهن. هڪ سڪي جي هڪ طرف لکيل آهي :

"السلطان الاعظم غياث الدنيا و الدين"

۽ ٻي پاسي گول دائري ۾ : "بلبن"

۽ ان جي چوڌاري هنديءَ ۾

"شري سلطان غياث الدين" لکيل آهي.

(سيوهڻ مان لڌل سڪا مهراڻ 1986ع عبدالله ورياه تان ورتل )

هي سڪا انهن دورن دوران عربي ۽ فارسي رسم الخط جي شاهدي ڏين ٿا تہ فارسي جو ڪيترو اثر و رسوخ موجود هو.

## البيروني جي ڪتاب "ڪتاب الهند" ۾ سنڌي رسم الخط جا اهڃاڻ:



ابو ريحان ابن احمد المعروف البيروني (937ع ـ 1048ع) جو جنم خوارزم (هاڻوڪي ازبڪستان) ايران ۾ ٿيو. هو ماهر طبعيات، سماجيات، ارضيات، ڪيميادان، تاريخدان، جاگرافيدان، رياضي دان، نجومي، عالم ۽ اديب هو. اول درجي جو هي سائنسدان محمود غزنوي جي دربار سان وابستہ هوندو هو. جنهن وقت سنڌ جو مٿيون علائقو محمود غزنوي جي اثر هيٺ هو، هو ان وقت اٽڪل 1017ع ڌاري سنڌ ۽ پنجاب، هندوستان ڏانهن تحقيق جي سلسلي ۾ آيو. هن سنڌ ۽ هند ۾

رسم الخط جي باري ۾ پنهنجي ڪتاب ”ڪتاب الهند“ ۾ هڪ سڄو سارو باب لکيو. البيروني سنڌي ٻوليءَ جا سون جي تعداد ۾ لفظ عربي_سنڌي رسم الخط ۾ لکيا. انهن لفظن لاءِ نوان حرف /اکر جوڙيا، جيڪي عربي رسم الخط ۾ اڳ موجود نہ هئا. البيرونيءَ جو چوڻ هو تہ ڏکڻ سنڌ ۾ جيڪو رسم الخط ڪم ايندو آهي ان کي ”مالواڙي“ چئبو آهي. ٻهمنوا (منصوره) ۾ ”سئنڌو“ رسم الخط ڪم ايندو هو. لاڙ ۾ ”لاڙي“ رسم الخط ۽ ”اردناگري“ رسم الخط ”ياتيا“ سنڌ جي ڪن حصن ۾ لکيو ويندو هو.

ڊاڪٽر غلام علي الانا ٽِهہ ماهي سنڌي ادب 2/ 1994ع ۾ لکي ٿو تہ ”هن علم نجوم، علم هيئت، علم رياضي، وياڪرڻ، شعر و شاعري، ڇند وديا، وقت جي ماپن، سيڪنڊن، منٽن لاءِ لفظي خزانو ۽ ماپا، ماپ تور، وزن، سڪي، گهڙين، ڏينهن، راتين، مهينن، سالن، جڳن، ڪلپين لاءِ مقامي ٻوليءَ جا لفظ عربي_ سنڌي رسم الخط ۾ لکيا.“ (البيروني جي وقت ۾ سنڌ جي علمي، ادبي، سماجي، ثقافتي ۽ لساني سجاڳپ)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي تہ ”عربي_ سنڌي صورتخطيءَ جو اڳاٽي ۾ اڳاٽو نمونو خود محقق بيرونيءَ جي لکڻن ۾ ملي ٿو. هن ”ملقاري“ لفظ ۾ ”ق“ حرف آندو آهي، مگر (منگر) ۽ اگل (اگر) لفظن ۾ ”گ“ جي اچارن لاءِ ”گ“ حرف آندو اٿس. يعني خود محقق بيروني سنڌ جي مقامي اچارن کي ادا ڪرڻ لاءِ ”عربي حرفن تي ٽپڪا ڏئي نوان اکر ڪڍيا. ان مان ظاهر آهي تہ سنڌي_ عربي صورتخطي جيڪا اسان تائين پهتي آهي ان جا لکت ۾ آثار 1025_1030ع واري عربيءَ ۾ ملن ٿا.“ (سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ_ ص 82تان ورتل)

هن سنڌ جي وڻن، ٻوٽن، پسارڪي وکرن، جڙي ٻوٽين جي لاءِ مقامي لفظن جهڙوڪ: ٿوهر لاءِ توهر، نم لاءِ لم ۽ اهڙي طرح ڏڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ دمڙ کي رمڙ جي صورتن ۾ لکيو. سنڌي رسم الخط ۾ لکڻ لاءِ البيروني لفظن جي اصل اچارن جو خيال ضرور رکيو. مثال طور سنسڪرت لفظ دويپ (Divip) کي ديپ يا دبيپ لکيو. ان قسم جا لفظ پهريون دفعو عربيءَ ۾ لکيا ويا. انهيءَ

سلسلي ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا هن جي خاص سنڌي آوازن لاءِ هيٺين لفظن جي ٽيبل ڏني آهي:

| سنڌي آواز لاءِ | البيرونيءَ جا سنڌي ـ عربي حرف | سنڌي لفظ | البيرونيءَ جا لفظ |
|---|---|---|---|
| ٻ | ب/ٻھ | ٻنگ | بنج |
| گ | گ/ڪ | برھمر<br>گپت/گنگو | برھمر<br>گپت/ڪنڪ |
| پ | پ | بيدپاءِ/رپا ڪني | بيدبا/رفاقطي |
| ڀ | ب/ف | ٿوھر/ڪٿوري | توھر/ڪتوره |
| ٿ | ت | ڏاتورو/ڏنو | دھطره/دھن |
| ڏ | دھ | وڻ/ مڻ | ون/من |
| ڻ | ن | رمڙ | رمر |
| ڙ | ر | ڊپ | درب |
| ڊ | در | سنڌ | سند |
| ڍ | د | ڪوڍي | ڪدوَ |
| ڏ | د | ٻلھڻ | بولو |
| ٻ | ب | واٽو | واطر |
| ٽ | ط/ت | سنجھر | صنجھل |
| جھ | جھ | سگر/ھگ/آگر | شنکر/ھين/انگل |
| ڱ | نک/ن/نگ | اکر/کن | اڪشر/ڪش |
| ک | ڪش | ڪٿوري | ڪتوره |
| ڪ | ک | سچو/ پنج تنتر | ستيہ/پنج تنتر |
| ڄ | تيہ /ج | وتي | وَتسي |
| ٿ | ست | | |

(البيروني جي وقت ۾ سنڌ جي علمي، ادبي، سماجي، ثقافتي ۽ لساني سجاڻپ)

كتابُ أبي الريحان البيرونيّ ١٧٣ في تحقيق ما للهند

| الكواكب | أسماؤها بالهندية |
| --- | --- |
| الشمس | آدت ، سُورَج ، بَهان ، ارْک ، دِيَاكَر ، رِب ، بِبَنَا ، هِيلُ |
| القمر | سُوم ، چَندرُ(١) ، اِندُ ، هِمَكُ ، شِيترَشْم ، هِمَرَشْم ، شِيتَانْش ، شِيتَدِيدَت ، هِمَرُوكُ |
| المريخ | مَنْگَلُ ، بُهُوج ، كُنْج ، آرُ ، بَكرُ ، آشِيوُ ، ماهِيو ، كُرُوراكِش ، رَكَتُ |
| عطارد | بُدُ ، سَوْمُ ، چاندرُ(٢) ، سُنه ، بُودهَنُ ، بِتُ ، هِيمَنَ |
| المشترى | بِرَهَسْپَتِ ، گُرُ ، جِيبْ(٣) ، دِيوِيج ، دِيوپُرُوهِتُ ، ديومَنْتَر ، آنْگِرَ ، سُورَ ، دِيوِيت |
| الزهرة | شُكْرُ ، بِرگُ(٤) ، سِتُ ، بَهارْگَوُ(٥) ، آسْپَتِ ، دَانَبْگِرُ ، بِرگُ(٦) ، بُشُرُ ، آسْپَجْ |
| زحل | سَنِيشچر(٧) ، مَنْدُ ، آسِتُ ، كُونُ ، آدِت پُتْرُ ، سَوْرُ ، آرْكِ ، سُورَج پُتْرُ |

(١) من ز ، و ف ش : جَندَرُ (٢) من ز ، و ف ش : جَاندرُ (٣) من ز ، و ف ش : چيب (٤) من ز ، و ف ش : بِرْگُ (٥) من ز ، و ف ش : بهارگو (٦) من ز ، و ف ش : بِرگُ (٧) من ز ، و ف ش : سَنِيسْچَر .

(البيروني ءَ جي ڪتاب ۾ هِند جي ٻولين جي ڪجهه نقطن جي اِملا)

## خوجڪي سنڌي/ پير صدر الدين جي سنڌي:

سومرن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ هڪ لپي ايجاد ٿي، جنهن ۾ اسماعيلي خوجن جو مذهبي ادب لکيو ويو. اها لپي پير صدر الدين ايجاد ڪئي، يا ان ۾ اصلاح ڪئي، جنهن کي "چاليهه اکري" يا "پير صدر الدين جي سنڌي" يا "خوجڪي سنڌي" به چيو وڃي ٿو. پير صدرالدين (1290_1409ع) سبزوار ايران ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو پير شهاب الدين هو. پير صدر الدين هندوستان ڏانهن آيو ۽ بعد ۾ سنڌ ۾ رهائش اختيار ڪيائين ۽ هتي اسماعيلي خوجه ڪميونٽيءَ جو بنياد وڌائين ۽ اتي ئي خوجڪي سنڌي ٺاهيائين. هو گنانن جو تمام وڏو شاعر هو. مثال هيٺ ڏجي ٿو:

بانها تنهنجو تڪيو، ڪندن ۾ ڪوڙ،
پسي رتا گلڙا، مَ وڃائج مور.

ڊاڪٽر غلام علي الانا نئين زندگي مارچ 1972ع ۾ پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکي ٿو ته "عام طرح بيان ڪيو ويندو آهي ته هي رسم الخط پير صدر الدين ٺاهيو هو، پر متين دعويٰ ڪان پوءِ چئي سگهجي ٿو ته هي رسم الخط اسلام کان به اڳ هن قوم وٽ رائج هو. پير صدر الدين جو ڪمال اهو آهي ته هن انهيءَ رسم الخط جو مطالعو ڪري، ان ۾ سڌارا آڻي، ماترائن جو رواج آڻي ان کي علمي لکت لاءِ موزون بڻايو. سندس مراد هئي ته نوان خواجا اسلامي تعليم ۽ اصولن کي پنهنجي مقامي ٻوليءَ ۾ سکن. هن خط ۾ لکيل سوين ڪتاب موجود آهن، جيڪي موجوده زماني ۾ به پاڪستان، ڀارت، سيلون ۽ آفريقا جا اسماعيلي پڙهندا آهن." (سومرن جي دؤر ۾ سنڌي ادب)

خوجڪي سنڌي خصوصي طور تي خوجه ڪميونٽي استعمال ڪندي آهي. ان ۾ بنيادي طور تي اسماعيلي شيعا مسلمانن جو مذهبي ادب تخليق ٿيل آهي. جيتوڻيڪ اسماعيلي خوجن جو تعلق ايران_ سينٽرل ايشيا سان هو پر سندن رسم الخط ۽ ادب جو اثر سنڌ ۾ به ٿيو.

خوجڪي رسم الخط جو تعلق ڪابي هٽ ڪان شروع ٿيندڙ رسم الخط وارين لپين سان آهي، جنهن ۾ الفابيٽ ۾ سر آواز (Vowels) ناگري لپي وانگر لڳايا ويندا آهن. خوجڪي رسم الخط ۾ لکيل ڪيتروئي مواد آهي، جنهن ۾ گنان به اچي وڃن ٿا. جيڪي خوجن وٽ اڄ به محفوظ آهن. خوجڪي لپيءَ ۾ لکيل مسودن جي رسم الخط جي باري ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي ته ”اها صورتخطي پير صدر الدين ٺاهي يا ڪنهن ٻي داعي ٺاهي؟ ٻيو ته پير صدرالدين جي دعوت جو دائرو ڪشادو هو. انهيءَ ڪري اهو البت قرين قياس آهي ته هن بزرگ چاليهه اکرن تي مشتمل ڪا اهڙي صورتخطي ٺاهي هجي، جنهن ۾ سيني ٻولين مثلاً گجراتي، ڪڇي، هندي توڙي خوجڪي سنڌيءَ ۾ نصيحتون ۽ گنان لکيا ويا هجن. پر اهو چوڻ ته اها صورتخطي خاص سنڌي زبان لاءِ ٺاهي، تنهن لاءِ علمي تحقيق ۽ تصديق جي ضرورت آهي.

(سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ— ص 4-203 تان ورتل)



(خوجڪي رسم الخط ۾ ڪجهه قلمي نسخا. انٽرنيٽ تان ورتل)

# سمن جي دؤر ۾ سنڌي رسم الخط

## ادبي پسمنظر:

هي دؤر سنڌ جي تاريخ جو شاندار دؤر سمجهيو ويندو آهي. اسماعيلي مبلغن کان علاوه مهدوي طريقي جو باني سيد ميران محمد مهدوي جونپوري (1505_1443) ۽ مراڪش جو مشهور سياح ابن بطوط (1369_1304) سمن جي وقت سنڌ ۾ آيا. هن دؤر ۾ سنڌي زبان ۽ ادب پنهنجي موضوع ۽ وسعت جي لحاظ کان بي پناهه طاقت حاصل ڪئي. قاضي قادن هن دؤر جو وڏي ۾ وڏو شاعر هو. ان کان علاوه شيخ حماد جمالي، نوح هوتياڻي، ماموئي فقير، اسحاق آهنگر، مخدوم احمد ڀٽي، شيخ پراڻ، شيخ عبدالجليل چوهڙ وغيره اهم نالا آهن. سمن جي ڏينهن ۾ سيوهڻ، ٻکر، ٺٽو، درٻيلو، تلٽي، ڳاهو، ٻبرلوءِ، هالاڪنڊي، نصر پور، اگهماڻي، ۽ ٻين شهرن ۾ مدرسا قائم هئا.هن دؤر ۾ مخدوم محمد فخر پوٽو، مخدوم جعفر بوبڪائي، مخدوم بلاول سمون، قاضي ڏتو سيوهاڻي، مخدوم ميران ۽ مولانا مصلح الدين نالي وارا عالم هئا. سمن جي دؤر ۾ عربي تعليمي ٻولي رهي ۽ فارسي سرڪاري دفتري ۽ ڪاروباري زبان طور استعمال ٿيندي هئي. سمن قبيلن جي نج سنڌي هجڻ ڪري سنڌي معياري سنڌي ٻوليءَ جي صورت ۾ ترقي ڪئي.

سما، نج سنڌي هئا. سندن دور ۾ مختلف ٻولين ۽ رسم الخطن جي معلومات ملي ٿي. عربي زبان تعليمي طور عام هئي، جنهن جي ڪري ڪتاب، مزارن جا ڪتبا، مسجدن تي لکتون عربيءَ ۾ ملن ٿيون. ملڪي زبان فارسي هئي، ان ڪري سڪن تي فارسي رسم الخط ملي ٿو. گنانن جا شاعر خوجا هن دور ۾ به موجود هئا. ان ڪري سنڌي خوجڪي رسم الخط ۾ لکي

ويندي هئي. قديم دورن کان هلندڙ ديوناگري رسم الخط بہ عام هو. ان کان علاوه سنڌي زبان لاءِ نسخ ۽ نستعليق رسم الخط جا مثال بہ هن دور ۾ ملن ٿا.

**سمن جي دؤر ۾ عربي رسم الخط:**

ايم. ايچ پنهور مطابق "حديقة الاولياء" جهڙا ڪتاب ظاهر ڪن ٿا تہ سمن جي دؤر (1321ع ـ 1525ع) ۾ سنڌي ٻولي عربي لپيءَ ۾ لکبي هئي.



(سمن جي دور جو عربيءَ ۾ لکيل ڪتبو ايم ايچ پنهور An Illustrated Historical Atlas of Soomra Kingdom تان ورتل)

ڊاڪٽر غلام محمد لاکي جو مضمون، "سمن جي دؤر جي علمي ۽ سرڪاري ٻولي" مهراڻ 1995/2ع ۾ شايع ٿيو. ڊاڪٽر صاحب هن مضمون ۾ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ سمن جي سرڪاري ٻولي عربي هئي. هن صاحب جيڪي رايا ڏنا، انهن جو اختصار هيٺ ڏجي ٿو:

1ـ سمن جي دؤر جي تعميرات جا ڪتبا نوي سيڪڙو عربيءَ ۾ آهن.

2ـ سمن جي دؤر جا بہ ڪتاب (1) البزدة ۽ (2) تذڪرة المراد. دستياب ٿيا آهن، جيڪي عربيءَ ۾ آهن.

3ـ دهليءَ جي مرڪزي حڪومت ۽ سنڌ جي وچ ۾ ڪڏهن بہ مفاهمت پيدا نہ ٿي، تنهنڪري ٻاهران نافذ ٿيندڙ فارسي ٻولي سمن جي آزاد حڪمرانن ڪي نہ ٿي آئڙي.

4ـ سمن جي دؤر جي سڪن تي عربي رسم الخط موجود آهي.

سمن حاڪمن ذاتي دور درسي ڪتاب لکائڻ جي ڪوشش ورتي، جنهن جو ثبوت ان دور ۾ ”منطق“ بابت لکيل هڪ درسي ڪتاب مان ملي ٿو. جو اتفاقاً زماني جي دستبرد کان بچي ويو آهي ۽ اڄ ڏينهن تائين قلمي صورت ۾ موجود آهي. منطق جي درسي ڪتاب ”شمہ في الميزان“ جي مطالعي ڪي وڏيڪ آسان بنائڻ خاطر ڄام انڙ عرف محمد سڪندر شاهه ثاني سنہ 58_857ع ڌاري مئنگلور (ڪاٺياواڙ) جي استاد ۽ عالم مولانا علاؤالدين کي استدعا ڪئي تہ هو نئين سر سمجهاڻي (شرح) سان اهو ڪتاب مرتب ڪري. جنهن تي مولانا علاؤالدين ”الزبدة“ نالي ”شمہ في الميزان“ جي شرح لکي. ڊاڪٽر بلوچ ڪتاب ”شمہ في الميزان“ جي مهاڳ مان اقتباس ڏيندي لکي ٿو تہ:

”فقد سالني من لايسعني ان اخالفه۔ الذي اقر بفضله الموافق والمخالف۔ ولا جري لمن بقصد في حقه مدحاينا سب فضله ان براعي شجر جاده وغيظ عداه، ان يري مبصرو يسمع واع — وهو الملک المعظم ذوالحلم و العلم و الجود و الکرم محمد المعروف باقر بن فتح خان بن طوغا حي بن جام لازال له من التوفيق عصام و من التاييد قوام، ان اکتب مايجري مجر الشرح للشمه في الميزان لينفع بہ من بهتم بشانها من الخلان. (يعني تہ مونکي اهڙيءَ هڪ هستيءَ چيو، جنهن کان انڪار جي مونکي طاقت ناهي، جنهن جي فضيلت جا موافق توڙي مخالف قائل آهن ۽ جيڪو بہ سندس ڪماحقه مدح جو خيال ڪري تنهنکي جڳائي تہ سندس حاسدن ۽ دشمنن جي ڪدورت کان ڪناره ڪشي ڪري، تان تہ ٻين لاءِ حقيقت واضح ٿئي ۽ اهو آهي وڏو حاڪم علم، حلم، سخا ۽ ڪرم جو صاحب محمد عرف انڙ پٽ فتح خان پٽ توغاچي پٽ ڄام. شال سدائين سندس ذاتي خوبين سان توفيق شامل حال هجي ۽ (ڏٽيءَ جي مدد سندس سهارو هجي.)“ (سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ_ص 4-203 تان ورتل)

**فارسي رسم الخط (نستعليق):**

سمن جي دور کان بہ سو ورهيہ اڳ، فارسيءَ جو دخل شروع ٿي چڪو هو، ڇاڪاڻ تہ صوبائي گورنرن جي دفتري ٻولي ۽ عام ڪاروباري ٻوليءَ جي

حيثيت ۾ فارسي رائج ٿي چڪي هئي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو ”سمن جي طاقت اسرڻ وقت سنڌ جا پاڙيسري پرڳڻا، گجرات توڙي ملتان، سڌوسنئون دهليءَ جي ماتحت هئا ۽ اتي جا گورنر سنڌ جي سياسي انقلاب کي غور سان ڏسي رهيا هئا. ملتان جي گورنر عين الملڪ ماهرو، ڄام ٻانڀڻيي کي پٺي چتايو ۽ هيسايو، هن سنڌ جي ڪن سربراهن ۽ با اثر شخصيتن ڏانهن خط لکيا، اها خط و ڪتابت فارسي ٻوليءَ ۾ آهي. اها آڳاٽي ۾ آڳاٽي فارسي زبان ۾ خط و ڪتابت آهي، جا دهليءَ جي مرڪزي حڪومت جي گورنر ۽ سنڌ جي طاقتور سمن سردارن ۽ ٻين سربراهن جي وچ ۾ ٿي، جنهن جو پڪو ۽ پختو تاريخي رڪارڊ موجود آهي“.(سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ص :172 تان ورتل)

سيد مراد 12 ربيع الاول، سنہ 831 ھ ۾ ڄائو ۽ 12 ربيع الاول سنہ 893ھ ڄام نندي جي دور ۾ وفات ڪيائين. 891 ھ / 1486ع ۾ شاھ مراد جي پائٽي ۽ ناٺي سيد جلال ( پٽ سيد علي شيرازي اول جيڪو سيد مراد جو ڀاءُ هو) جي گهر ۾ فرزند ڄائو. جنهن جو نالو سيد علي (ثاني) رکيائون. هي صاحبزادو شاھ مراد جو ڏوهٽو پڻ هو جنهن جي ولادت تي خوش ٿي دعا طور چيائين تہ:

”الله، اوياتي ! ڏيئي وڏي ڄمارا“

هي سنہ 891 ھ جو هڪ منظوم دعائيہ فقرو آهي، جنهن ۾ پهريون پيرو الف اشباع وارو قافيو ”ڄمارا“ ملي ٿو.

اهڙي طرح سما دور جي ابتدائي زماني ۾ فارسي زبان ۾ لکيل هڪ اهڙو ڪتبو موجود آهي، جيڪو آڳاٽي ۾ آڳاٽو، فارسي زبان ۾ سنڌ ۾ لکيل ڪتبو آهي، جيڪو ٺٽي ضلعي ۾ گجي شهر جي ويجهو شيخ ترابيءَ جي مزار تي لڳل هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو ”ڄام جوڻي، باالقاب سلطان فيروز شاھ، پنهنجي دور حڪومت (1375ع/777ھ کان 1388ع /790 ھ) ۾ ٺٽي ضلعي ۾، ٽرڙي جي هڪ آڳاٽي بزرگ شيخ حاجي ترابيءَ جي مزار تي 782ھ/1380ع ۾ هڪ گنبذ ٺهرايو ۽ ان تي فارسي زبان ۾ ڪتبو هڻايو هئائين، جنهن جي شروع ۾ سلطان فيروز شاھ جو نالو، آداب ۽ القاب سان ڏنل

آهي ۽ ان بعد خود علاؤ الدين ڄام جونا (جوڻو) جو نالو ڏنل آهي. ڪتبي جا لفظ هي آهن:

بعده شهريارِ دهر سلطان داور دوران
شہ فيروز منصور و مظفر در صف شاهان
بامر سرفراز سنڌ خاص، حضرت، عالي
ڪہ پا ي قدرِ او اعليٰ زفر فرقد تابان
(سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ تان ورتل)

**سمن جي دؤر ۾ خوجڪو رسم الخط:**

سمن جي دور ۾ اسماعيلي پيرن جا چيل گنان ادبي لحاظ کان اهميت رکن ٿا. پير صدرالدين سندس پٽ پير حسن ڪبير الدين ۽ ان جي وڏي پٽ شمس الدين ۽ ٻئي پٽ امام شاهہ ۽ امام شاهہ جي پٽ نور محمد ڏانهن گنان منسوب آهن. اهي سمن جي دور ۾ ٿي گذريا.

پير صاحب پنهنجي تبليغي ڪم لاءِ جيڪو رسم الخط تيار ڪيو هو، موجوده دور جي تحقيق موجب سنڌيءَ جو اهو پهريون رسم الخط آهي، جنهن ۾ ڪيترائي تاريخي، مذهبي، تحقيقي ۽ فلسفي جا ڪتاب لکيا ويا آهن. جن جي وسيلي هن دور ۾ بہ هند توڙي سنڌ جا اسڪالر تحقيق ڪندا رهن ٿا.

**سمن جي دؤر ۾ ديوناگري رسم الخط:**

هن دور ۾ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ سان گڏوگڏ ديوناگري رسم الخط بہ هلندڙ هو. هن خط ۾ خاص طور تي هندو پنڊت ۽ ٻيا علم و ادب محفوظ ڪندا هئا. سمن جي دور جي وڏي ۾ وڏي شاعر ۽ عالم قاضي قادن (1463_1551) جو ديوناگري رسم الخط ۾ ڪلام هندوستان جي هرياڻا رياست ۾ راٿيلا نالي ڳوٺ مان هٿ آيو. اصل قلمي نسخي تي "ڪاجي ڪادن جي ڪِي ساکي" لکيل آهي، جيڪو هڪ پستڪ ۾ ڪبير، سورداس، دادو ديال، شاهہ حسين ۽ ٻين جي ڪلام سان گڏ ارڙهين صديءَ ۾ لکيو ويو هو. هيرو ٺڪر بہ قاضي قادن جي بيتن جي ڪسوٽي مقرر ڪندي چوي ٿو"قاضي قادن جي تازو مليل

بيتن جي ٻولي سرائڪي/ ملتاني ۽ پنجابيءَ کان متاثر ٿيل سنڌيءَ آهي.
سرائڪي/ ملتاني جو اثر ٻوليءَ جي وياڪرڻ واري روپ يا جوڙجڪ تي ڇانيل آهي. ٻوليءَ جي شَبداوَلي(Vocabulary) اُن کان گهٽو متاثر نہ ٿي آهي." (قاضي قادن جو ڪلام: هيرو ٺڪر)

ان کان علاوه سنڌس فڪري پوئلڳ دادو ديال (1603_1544) جو ديوناگري ۽ سنڌيءَ ۾ ڪلام هندوستان ۾ هٿ اچي چڪو آهي. اهڙا ٻيا بہ ڪيترا ئي مثال موجود آهن. جن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌي لکت لاءِ ديوناگري رسم الخط جو استعمال بہ عام و جام هو.



# مغليه دؤر ۾ سنڌي رسم الخط

## ادبي پس منظر:

ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي دؤرن کي مغليہ دؤر سڏجي ٿو. شاھہ ڪريم، مخدوم نوح، مخدوم پير محمد لکوي، مخدوم عثمان اگھم ڪوٽي، مخدوم عثمان دربيلوي، مخدوم ونھيون چانھيون، شاھہ لطف الله قادري، عثمان احساني، دادو ديال، مھراج پراڻنات، شاھہ عنات رضوي ۽ ٻيا ڪيترائي ھن دؤرجا ناليوارا سنڌي شاعر ٿي گذريا آھن. شاھہ بيگ ارغون ۽ شاھہ حسن ارغون مسلسل حملا ڪري سنڌ کي فتح ڪيو. سنڌ جي ڳوٺن ۽ شھرن ۾ قرلت، قتل عام ۽ مار ڌاڙ وڏي تباھي آندي، ان ڪري سومرن جي دور کان جيڪو سنڌي علم و ادب پيدا ٿيو ھو، سو ختم ٿي ويو. 1520ع کان 1600ع تائين وڏي تعداد ۾ عالمن، شاعرن ۽ صوفين سنڌ کي ڇڏي گجرات، برھانپور ۽ مڪي شريف ڏي لڏ پلاڻ ڪئي. عام ماڻھن لاءِ تہ ٺھيو پر اھل علم ماڻھن لاءِ ماحول وڏيڪ تنگ ٿي ويو.

## فارسي علم و ادب:

ھن دور ۾ سومرن ۽ سمن جي پنجن صدين واري دؤر ۾ پيدا ٿيل سنڌي ادب کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. باقي ڪن چند ڪن شاعرن جا سنڌي شعر ۽ فارسيءَ ۾ لکيل ڪي ڪتاب، مثال طور ”چچ نامہ“ وغيره محفوظ رھيا. جيڪڏھن ڪو ادبي ذخيرو بچي ويو ھو تہ اھو ٺٽي ۾ ھو. ٺٽو ان وقت سنڌ جو تختگاھہ ھو. شاھہ حسن جي موت تي سندس بکر واري گورنر (سلطان محمود) ۽ ترخانن، پورچوگيزن کي ٺٽي تي حملي ڪرڻ ۾ مدد ڏني. پورچوگيزن جي ڪاھہ سان ارغونن جو اڌورو رھيل ڪم مڪمل ٿي ويو. ٺٽي تي

انهن جي حملي، قرلٽ ۽ باهيون ڏيڻ سان هتان جو بچي ويل علمي ذخيرو بري طرح مجروح ٿيو. البت 1520ع ـ 1600ع واري عرصي ۾ مرڪزي ايشيا مان فارسي ڄاڻندڙ عالمن جو هڪ هجوم سنڌ طرف لڏي آيو. شاهه حسن سيني منگول حاڪمن وانگر ظالم هجڻ سان گڏ عالمن جو قدردان به هو. سنڌ ۾ فارسي اديبن جو وڏو انگ پهتو، جن علمي دنيا ۾ پيدا ٿيل خال کي پريو. بدقسمتيءَ سان انهن پنهنجي شعر ۾ گل ۽ بلبل کي اهميت ڏني، جي سر زمين سنڌ لاءِ اجنبي هئا. انهن پنهنجي آس پاس جي ماحول تي نه لکيو. انهن جا لکيل ڪتاب موجود آهن، پر انهن سنڌي علم (شعر) جي واڌاري لاءِ ڪجهه به نه ڪيو.

## فارسي صورتخطي (نستعليق) جو سنڌيءَ تي اثر:

فارسي رسم الخط ۾ جملي 32 حرف آهن، جن مان 28 عربي ۽ 4 نوان جوڙيل آهن:

گ ـ ڪ جي مٿان هڪ ليڪ ڏئي وڌايو ويو آهي.

چ ـ ج جي وچ ۾ به نقطا وڌائي ٺاهيو ويو آهي.

پ ـ ب کي به نقطا وڌيڪ ڏنا ويا آهن.

ژ ـ ز ۾ به نقطا وڌيڪ ڏنل آهن.

**صرفي و نحوي سٽاءَ تي اثر:**

فارسي زبان جا نه فقط بيشمار لفظ سنڌي زبان ۾ داخل ٿيا، پر فارسي ٻوليءَ جي صرفي ۽ نحوي سٽاءَ جو، سنڌي زبان جي صرفي ۽ نحوي سٽاءَ تي به گهڻو اثر ٿيو. فقرن ۽ لفظن ٺاهڻ ۾ فارسي ٻوليءَ جون اڪيچار اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون، زير اضافت، شهرن ۽ ڳوٺن جي نالن جي سٽاءَ، فارسي زبان جا اصطلاح، پهاڪا ۽ چوڻيون سنڌي زبان ۾ يا ته هوبهو اصلوڪي صورت ۾ شامل ٿيون يا ترجمي جي صورت ۾ سنڌي ويس ورتائون. سنڌي تهذيب ۽ تمدن، فن تعميرات، هنر ۽ ڪاريگرين ۽ روزانه زندگيءَ تي ايراني تهذيب ۽ تمدن جو اثر به، ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ هڪ وسيلو بڻيو. هي اهو دؤر هو، جنهن ۾ فارسي پنهنجي عروج تي پهتل هئي ۽ سنڌ ۾ مشهور هو ته:

"فارسي گھوڙي چاڙهسي"
"سنڌي وائي ڪنهن ڪم نہ آئي"
"مغلن اڳيان فارسي وسريو وڃي"

## فارسي ڪتاب ۽ خط نستعليق:

ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي خيال ۾ سنڌي خط جو قديم نمونو شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ جي ڇپيل ڪتاب ۾ مليو آهي. شاهہ ڪريم ڪان پوءِ ٻين بزرگ شاعرن جو ڪلام بہ عربي۔ سنڌي رسم الخط ۾ لکيل مليو آهي. سڀ کان پهرين ميان محمد عارف ٺٽوي، شاهہ ڪريم جي ڪلام، سندس قولن ۽ حياتيءَ جي احوال کي خط نستعليق ۾ قلمبند ڪيو. اهڙي طرح هڪ نسخو ساڳئي رسم الخط ۾ ضياءُ الدين بن گل محمد 1228 هجريءَ ۾ لکي پورو ڪيو. ڊاڪٽر عبدالغفار سومري پنهنجي ترجمي ۽ تحقيق جي ڪم جو انحصار هن نسخي تي ڪيو آهي.



(بيان العارفين جي قديم نسخي جا ڪجهہ صفحا)

ان کان علاوه مڪليءَ جو سڄو قبرستان ۽ انهن تي لکيل فارسي ڪتبن مان خبر پوي ٿي تہ سنڌ ۾ خط نستعليق جو رواج عام هو. ڊاڪٽر ڪليم الله لاشاري ان ڏس ۾ لکي ٿو تہ غير مذهبي نقش گهٽو ڪري نسخ ۽ خط ثلث ۾ اڪريل آهن، جيڪا ان زماني جي رسم هئي. وڏي ڄاڻ وارن جو عام

خيال اهو آهي تہ مڪليءَ تي قرآن شريف جي آيتن جي ڪنده ڪاري واسطي ٻارهين صدي هجريءَ ۾ خط نستعليق استعمال ڪيو ويو. ارغونن ۽ ترخانن جي اچڻ کان پوءِ نظر اچي ٿو تہ نستعليق جو استعمال تمام گهٽجي ويو.

هونءَ تہ نستعليق جي استعمال جي شروعات 15 هين صديءَ جي اوائل ۾ ٿي، جيتوڻيڪ ان جو استعمال ڪاغذ تائين محدود رهيو. سورهين صديءَ ۾ نستعليق جو استعمال مقبرن ۽ ٻين يادگارن تي ٿيو. هتي سنڌ ۾ سورهين صديءَ ڌاري اسان کي ڪجهہ تمام اتساهہ ڏياريندڙ نمونا نظر اچن ٿا، جن جي بيهڪ اصلي بادشاهي شان و شوڪت واري قابل ڪاريگريءَ جي هٿ هنرن جو نمونو ٿو لڳي.

(مادهٔ اول)

مرشد ما که ثاني ادهم بود، سرورِ سروران عالم بود،
ترکِ دنيا چو ترکِ زاهد کرد، قانع از فقر دولتش محمود،
وه که اسم امين محمد داشت، بود في الحق امين صاحب جود،
چون بحکم قضاي عزوجل، زين جهان شد بآن جهان آسود،
سينهٔ عاشقان ز هجرش سوخت، ديدهٔ طالبان بخون آلود،
سالِ وصلش چو جستم از دل، گفت: "ليلة القدر روز اربع بود"،

١٣٠٣هہ

(ماده دوم)

عجب مخدوم صاحب ذوالوفا بود، که پيغمبر خدا و مصطفیٰ ﷺ بود،
درودِ مصطفیٰ ﷺ وِردِ زبانش، صلوٰة و صوم را بس آشنا بود،
اصول سلسلش از بوبکر صديق رض، محبت شد علي المرتضیٰ رض بود،
ستايش بود دق "الفقر فخري"، که غوث الحق رحم را از حق عطا بود،
امام زمرهٔ اهل شريعت، طريقت رهروان را پيشوا بود،
ز رمضان بيست هفتم بود تاريخ، که آن شه عازم دارالبقا بود،
هزار افسوس کردیا گذر کرد، چه بايد کردي که اين حکم قضا بود،
چو جستم سالِ تاريخش ز هاتف، بگفت: اين قطب ختم الاوليا بود.

* * *

١٣٠٣هہ

تاريخ وصال از مخدوم محمد ابراهيم نقشبندي ٺٽوي.

(ماده اول)

دريغا شب قدر در ماهِ رمضان، عيان شد عزائي امين محمد،
خرد گفت تاريخ ترحيلِ او را، بخلد است جائي امين محمد،

١٣٠٣هہ

(فارسيءَ ۾ لکيل سنڌ جي شاعرن جي ادبي تاريخ)

سنڌ جا مڪتب، مدرسا، وديالا، علمي و ادبي ڪتاب، شعر و شاعري، تاريخ، منطق، مطلب تہ هر شيءِ تي فارسيءَ جو غلبو هو. سنڌ جا لوڪ قصا ۽ داستان فارسيءَ ۾ لکيا ويندا هئا. سنڌي ادب جي تاريخ سنڌ جي سياسي، سماجي تاريخ جي باري ۾ ڪيترائي ڪتاب فارسي زبان ۾ تحرير ڪيا ويا هئا، جن ۾ "تاريخ طاهري" (سيد محمد طاهر نسياني ٺٽوي 1620ع)، "تاريخ مظهر شاهجهاني" (ميرڪ يوسف 1634ع)، "تاريخ معصومي بکري" (1600ع)، "بيگلار نامہ" (ادراڪي بيگلاري 1608ع) "ترخان نامہ" (سيد ميران محمد 1654ع) "حديقة الاولياءَ" (سيد عبدالقادر ٺٽوي) چنيسر نامہ (ادراڪي بيگلاري)، "حسن و عشق" (سسئي۔ پنهون جو داستان)، فارسي مثنوي ۾ (شاعري مير محمد معصوم)، "ناز و نياز" (ليلا چنيسر جو قصو فارسي نثر ۾۔ ترجمو مير طاهر محمد) ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب شامل آهن. اهڙي طرح ڪجهہ فارسي لکندڙن هتي جي ماحول کي پنهنجو ڪيو، جن ۾ مير معصوم بکري ۽ ڪي ٻيا لکندڙ شامل آهن. سنڌي شاعري پنهنجي طور تي وڌڻ شروع ڪيو ۽ ان ۾ سنڌي سماج مڪمل طرح سان موجود هو. وطن دوستيءَ جو واڌارو آخرڪار شاهہ لطيف جي شعر ۾ طاقتور قوم پرستيءَ جي عنصر طور ظاهر ٿيو. ان عرصي ۾ فارسي علم و ادب بہ پيدا ٿيندو رهيو، رڳو ٺٽي ۾ هيملٽن 1699ع ڌاري 400 ڪاليج (درسگاهون) ڏٺا هئا.

## مغليہ دؤر ۾ تعليمي۔ ادبي تحريڪ:

سنڌي ادب جي تاريخ کي جاچڻ سان خبر پوي ٿي تہ سنڌ ۾ جڏهن بہ تعليم جي ڦهلاءَ لاءِ ڪا بہ تحريڪ شروع ٿي، تڏهن نہ صرف نين ادبي صنفن جنم ورتو، پر خوشيءَ جي ڳالهہ اها بہ آهي تہ سنڌي رسم الخط جي ايجاد بہ ان تحريڪ جو حصو رهي. پوءِ پلي اهو عربن جو دؤر هجي، ڪلهوڙن جو دؤر هجي يا انگريزن جو دؤر.

پنهنجن توڙي ڌارين حڪمرانن طرفان، سنڌي سماج تي فارسيءَ جي جيڪا علمي، ادبي، لساني ۽ ثقافتي يلغار ٿي هئي، اها ايتري تہ عروج تي

پهتي جو ان جو رد عمل مغلن جي دؤر ۾ شروع ٿي چڪو هو. اها تحريڪ مخدوم جعفر بوبڪائي کان شروع ٿيندي معلوم ٿئي ٿي، جنهن پنهنجي عربي ۽ فارسي ڪتابن ۾ عام پڙهندڙن لاءِ سنڌي فقرا استعمال ڪيا. پوءِ تعليم گاهن ۾ بيشمار اهڙا ڪتاب لکيا ويا، جن ۾ عربي- فارسي حرفن کي رد و بدل ڪري سنڌي لفظ ٺاهيا ويا.

هيءَ هڪ تحريڪ هئي، جيڪا نون لاڙن ۽ روپن سان وڌي ۽ نظمي نثر (Poetic prose) طور اڀِري هلي. اهڙي طرح ڪيترائي قديم نسخا مليا آهن، جيڪي مڪمل نثر ۾ لکيل آهن. سڀ کان اهم ڳالهه اها آهي تہ هيءَ عربي- سنڌي رسم الخط جي تحريڪ هئي، جيڪا تعليمي ادارن مان شروع ٿي. مغليہ دؤر جي هي تحريڪ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ پنهنجي عروج تي پهتل هئي. مغليہ دؤر ۾ ”عزت بن سليمان جو قلمي نسخو“ ۽ مخدوم ابوالحسن جو لکيل ڪتاب ”مقدمة الصلواة“ اهم آهن.

## (الف) مخدوم محمد جعفر بوبڪائي (وفات 1594ع ڌاري):

مخدوم محمد جعفر بوبڪائي، ارغونن ۽ ترخانن جي دؤر ۾ ٿي گذريو آهي. هو پنهنجي دؤر جو عالم، اديب، شرعي ماهر ۽ تعليم دان هو. مخدوم صاحب ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا، جن مان اڪثر زماني جي انقلابن سبب ضايع ٿي ويا. سندن تصنيفن ۾ ”حاصل النهج“ اهم آهي، جنهن ۾ تعليمي تربيت تي بحث ٿيل آهي. انگريزيءَ ۾ ان ڪتاب جو مطلب (Methods of Education) ٿيندو.

هن صاحب پنهنجي فارسي ڪتابن ۾ ڪيترائي سنڌي لفظ استعمال ڪيا. اوائلي دؤر ۾ اهي عربي سنڌي رسم الخط ۽ سنڌي نثر جو اهڃاڻ آهن. ان سلسلي ۾ سندس اهم مثال هن جي ڪتاب ”حل العقود في الطلاق السنود“ (سنڌ ۾ طلاق نامي جي مسئلن جو حل) ۾ ملي ٿو. هن ۾ سنڌي اصطلاحن ”ڇڏي“ ۽ ”ڇڏيم“ جي وضاحت ڪئي ۽ هيئين طور پنهنجي طرفان شرعي فيصلو عربيءَ ۾ لکيو. جنهن ۾ اهي سنڌي الفاظ ۽ اصطلاح آندائين:

"اِنْ" قال لِمَوْ" طوئتہِ "چهڏي، چهڏي، چهڏي، او چهڏيم. ثلاث مرات و اِرد بالتكرير التاسيس دون التاكيد لايقع الاّ الواحده."

يعني تہ جيڪڏهن ڪنهن مڙس پنهنجي زال لاءِ چيو تہ (مون هي) ڇڏي، ڇڏي، ڇڏي يا ٽي ڀيرا ڇڏيم، ڇڏيم، ڇڏيم چيائين مگر ائين ورائي ورائي چوڻ سان جيڪڏهن سندس مقصد پنهنجي گفتي تي زور ڏيڻ ۽ پڪي ڪرڻ جو (تاسيس) هوءِ نہ (طلاق ڏيڻ خاطر) ارادي کي پڪو ڪرڻ (تائيد) تہ ان حالت ۾ اهو هڪ طلاق (جي اعلان جي برابر) ٿيندو (سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ_ ص 55-254 تان ورتل)

سندس ان تحرير مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن "ڏ" لاءِ موجوده صورتخطيءَ وانگر "ڏ" ئي استعمال ڪيو آهي. البتہ هڪ ٻئي هنڌ "ڇ" لاءِ "چهہ" مرڪب حرف جوڙيو آهي.

## (ب) وڏيڪ شرعي فتوائون ۽ سنڌي فقرا:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ مخدوم جعفر کان پوءِ سنڌ جي ٻين عالمن پڻ پنهنجي تحريرن، فتوائن ۽ بياضن ۾ سنڌي لفظن، اصطلاحن ۽ عبارتن تي لغت ۽ معنيٰ توڙي شرعي حڪم جي لحاظ سان بحث ڪيو آهي:

**مخدوم حامد**

پنهنجي هڪ رسالي (ڪتاب) ۾ ٻين تحريرن ۾ هيٺان سنڌي الفاظ ۽ جملا ڪم آندا آهن. جيڪڏهن ڪاوڙ مان ڪنهن پنهنجي پٽ کي چيو تہ:

"تکر ماڻہ کي طلاق آهي."

اصل صورتخطي: [ تکر مانہ کي طلاق آهي.]

**مخدوم رحمت الله ٺٽوي**

ڪنهن شخص زال سان جهيڙي وقت ڪاوڙ ۾ اچي ٽي دفعا چيو تہ:

توکي ڇڏيم، توکي ڇڏيم، توکي ڇڏيم.

اصل صورتخطي:[ توکي چهڏئم توکي چهڏئم توکي چهڏئم ]

**مخدوم محمد هاشم ٺٽوي**

پنهنجي ڪتاب ۾ ساڳئي مسئلي جي سلسلي ۾ لکيو آهي تہ مون فلاڻي ڇڏي.

اصل صورتخطي:[ مون فلاڻي چهڏي]
(سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ص: 58-257 تان ورتل)
اهڙي طرح ٻين به ڪيترن عالمن جا ان قسم جا فقرا ملن ٿا، جن ۾ عربي_فارسي_ سنڌي صورتخطي استعمال ٿيل آهي.

## (ت) شاهه لطف الله قادريءَ جو رسالو:

سنڌي علمي تحريڪ ۽ سنڌي رسم الخط جي تاريخ در اصل شاهه لطف الله قادريءَ (1611_1679) سان شروع ٿئي ٿي. هو پنهنجي دؤر جو وڏو معلم ۽ شاعر هو، هن ٽي ڪتاب تحرير ڪيا، جن ۾ "منهاج المعرفت" (فارسي) "سنڌي رسالو" (شاعري) ۽ "تحفة الساعلين" (فارسي) شامل آهن.

کوڏا ڪئو رسالو اي فقير جوڙي بيتن
تہ هوءِ سنڌي وائي سهلو ٻجهڻ اٻوجهن
پاهنجي ٻولي ڪري سگهائين اي سکن
لطف الله چئي لئہ پيو، ور سکن ۽ پڙهن

هن بيت مان خبر پوي ٿي تہ شاهہ لطف الله ڄاڻي چڪو هو تہ هاڻي تعليمي نظام صرف فارسي ۽ عربيءَ سان نہ هلندو. ڇو تہ اظهار ۽ اقرار جو بهترين ذريعو مادري زبان ئي آهي.

## (ج) عزت بن سليمان جي قلمي نسخي جو رسم الخط:

اڄ تائين اهو سمجهيو ويو آهي تہ مخدوم ابوالحسن جو ڪتاب "مقدمة الصلواة" (1703) سنڌي زبان جو پهريون ڪتاب آهي. ڇو جو ان کان اڳ لکيل ڪو بہ ڪتاب نہ مليو هو. پر هاڻي وڌيڪ تحقيق ۽ ڳولا کان پوءِ ڪيترو ئي مواد ملي چڪو آهي. تعليمي ڦهلاءَ جي سلسلي ۾ ان کان اڳ بہ ڪيترا ڪتاب لکيا ويا هئا. ان ڏس ۾ جدا جدا عنوانن تي اهڙن اوڻيتاليهہ منظومين تي مشتمل مواد مليو آهي، جيڪو عزت بن سليمان نالي ڪاتب (1657ع ـ 1655ع) ٽن سالن جي عرصي ۾ اتاري پورو ڪيو هو. ان کي ڊاڪٽر نبي بخش خان موجوده سنڌي الف ـ ب ۾ تحقيق ۽ ترتيب ڏئي شايع ڪرايو.

عزت بن سليمان جو اتاريل نسخو عربي ـ سنڌي صورتخطيءَ ۾ آهي. خاص سنڌي اچارن لاءِ ڪن حرفن جي هيٺان ۽ مٿان نقطا وڌائي نوان حرف ٺاهيا ويا آهن. ان سلسلي ۾ ڊاڪٽر هدايت پريم لکي ٿو تہ شروع کان وٺي سنڌي عبارتن کي لکڻ لاءِ ڪاتبن عربي الف ـ ب ڪم آندي. انهيءَ ڪري عربي الف ـ ب جا سڀ حرف سنڌي الف ـ ب ۾ شامل ٿيا. خاص سنڌي اچارن لاءِ عربي الف ـ ب جي ڪن حرفن هيٺان مٿان نقطا ڏئي نوان حرف ٺاهيا ويا. ٽن سنڌي اچارن لاءِ ٽي حرف فارسيءَ جا "پ"، "چ" ۽ "گ" ڪنيا ويا ۽ انهن تي نقطا وڌائي ٻيا سنڌي حرف جوڙيا ويا. اها سڄي جوڙجڪ هڪ ئي وقت ۾ ڪنهن هڪ ڄاڻو عالم ڪاتب ڪانہ ڪئي، جيڪا ان صديءَ دؤران ٿي، سو جيڪڏهن

انهيءَ عرصي واريون لکتيون سلامت هجن ها تہ سنڌي الف_ب جي سڻاءَ ۽ ضورتخطيءَ جي سلسليوار اوسر جو صحيح مطالعو ڪري سگهجي ها. (سنڌي الف_ب جي ارتقا ۾ سنڌي عالمن جو حصو. (ڪينجهر_سنڌي شعبو 2009 ع) ڊاڪٽر هدايت پريم)

هن نسخي لاءِ ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي لکي ٿو تہ "جيتري قدر لکاوٽ جو سوال آهي، اهو صاف ظاهر آهي تہ سنڌي نظم عربي لپيءَ جي اٺاويهن حرفن ۾ قلمبند ڪيل آهي، جن ۾ فارسيءَ جي وڌيڪ ٽن حرفن (گ، چ، پ) کي استعمال نہ ڪيو ويو آهي، چاهي اهي سنڌي ٻوليءَ ۾ موجود آهن. لکاوٽ ايتري تہ منڌل ۽ ڳتيل آهي، جو ڊاڪٽر بلوچ کي بہ دستخط پڙهي سنڌي لفظ سڃاڻڻ ۽ هاڻوڪي سنڌي هجي لکڻ لاءِ چار کن سال صرف ڪرڻا پيا." (ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽون) ڊاڪٽر هدايت پريم عزت بن سليمان جي ڪم آندل الف_ب ۽ موجوده الف – ب جو تقابلي جائزو هيٺن ڏنو آهي:

| عزت بن سليمان جي الف ـب | موجوده الف ـب | عزت بن سليمان جي الف ـب | موجوده الف ـب |
|---|---|---|---|
| ب | ٻ | د | ڏ |
| ب | ڀ | د/در | ڊ |
| ب | پ | د | ڍ |
| ت | ٿ | ر/ل | ڙ |
| ت/تر | ٽ | ف | ڦ |
| ت/ته | ٺ | ک | ڪ |
| ج/جہ | جھ | ک/خ | ک |
| ج | ڄ | ک | گ |
| ج | ڃ | ک | ڳ |
| ج | ڇ | ک | ڱ |
| ج/جہ | چ | ک | گھ |
| د | ڌ | ن | ڻ |

## (ج) مخدوم ابوالحسن ٺٽوي (وفات 1703ع ڌاري):

سنڌي الف_ب جي مؤجد مخدوم ابوالحسن ولد مولوي محمد حسين جو جنم ٺٽي ۾ ٿيو. هو مغلن جي آخري دؤر جو وڏو عالم، فاضل، محدث ۽ تعليمدان ٿي گذريو آهي.

مخدوم صاحب جي خانداني درسگاهه ٺٽي ۾ هوندي هئي، جتي پاڻ تعليم و تربيت ڏيندا هئا. مخدوم صاحب بنيادي طور تي معلم هو، پر ٻوليءَ جو

ٻہ وڏو ڄاڻو هو. مخدوم صاحب جي دؤر ۾ فارسي رياستي زبان هئي. مڪتبن ۽ مدرسن ۾ عربي ۽ فارسي زبان ۾ تعليم ڏني ويندي هئي. ڌارين حڪمرانن طرفان سنڌي سماج تي جيڪا فارسي علمي و ادبي ۽ لساني يلغار ٿي رهي هئي اها هن دؤر ۾ پنهنجي عروج تي پهتل هئي. ان جي رد عمل ۾ سنڌ جي سڄاڻ عالمن ۽ استادن سنڌي ميڊيم درسگاهن جي ضرورت محسوس ڪئي. ان جي سڀ کان اول شروعات مخدوم ابوالحسن کان ملي ٿي. جنهن هونئن تہ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا پر سنڌي ڪتابن لکڻ لاءِ سنڌي الف_ب تيار ڪئي. جنهن سان 1703ع ۾ هن طويل نظماڻي نثر ۾ "مقدمة الصلواة" تحرير ڪيو. هن جيڪا الف_ب جوڙي ڪتاب لکيو. ان کي "مخدوم ابوالحسن جي سنڌي" ڪري سڏيو وڃي ٿو. هن ڪتاب جو مقصد بيان ڪندي مخدوم صاحب لکيو آهي تہ:

ڪارڻ طلب طالبين، رسالو لکيوم،

مقدمة الصلواة سنڌي نالو تنهن رکيوم.

هن ڪتاب ۾ اسلامي شرعي اصولن جون سمجهاڻيون ڏنل آهن. مثال طور روزي، نماز، زڪوات، حج، ثواب گناهہ، شرڪ ۽ ايمان وغيره جو بيان واضح ٿيل آهي. سنڌس ٺاهيل الف_ب ۾ لکيل ڪتاب مقدمة الصلوات سنڌي رسم الخط، سنڌي ادب، مذهبي علم، سنڌي زبان لاءِ نوان نياپا، نوان موڙ، نيون ڏارائون ۽ نوان ماپا ڪٿي آيو. هن ڪاوش سان سندس ننڍين همعصرن جهڙوڪ مخدوم ضياءُ الدين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبداللہ نرئي وارو، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ۽ ٻين سندس ئي سنڌي رسم الخط ۾ نئين دؤر جي شروعات ڪئي.

مخدوم ابوالحسن بنيادي طور تي شاهہ لطف اللہ قادريءَ جو ننڍو همعصر هو. هن غالباً ان جي انهيءَ نظرئي کي عملي صورت ڏني تہ عوام کي سنڌي زبان ۾ شرعي مسئلن جي تعليم ڏيڻ گهرجي. ان کان علاوه ڪيترائي غير مسلم، مسلمان ٿي چڪا هئا، جن جي سهولت لاءِ اسلامي قاعدن ۽ عقيدن کي سمجهائڻ جو بهترين ذريعو، هن مادري زبان ۾ پئي سمجهيو. ان نظريي کي ذهن ۾ رکندي نہ صرف سنڌي الف_ب ايجاد ڪئي، جيڪا عربي رسم الخط ۾ هئي، پر مخدوم ابو الحسن ڪيترائي ڪتاب پڻ لکيا هئا. جيڪي هو

پنهنجي مڪتب ۾ پڙهائيندو هو ۽ سندس وفات ڪان پوءِ سندس پٽ انهن ڪتابن کي ڪورس طور جاري رکيو.

مخدوم ابوالحسن مذهبي عالم هجڻ ڪري عربي ۽ فارسي ٻولين جي سٺي ڄاڻ رکندڙ هو. انهيءَ ڪري هن سنڌي الفابيٽ جوڙڻ وقت عربي ۽ فارسي ٻولين مان مدد ورتي. هن عربي ٻوليءَ جا 28 ۽ فارسيءَ جا 4 اکر شامل ڪري سنڌي الف_ ب ٺاهي. جنهن ۾ هن نج سنڌي آوازن جا اچار پڻ گڏي ڇڏيا. مخدوم ابوالحسن جي جوڙيل الفابيٽ مان جيڪي اکر سنڌي ٻوليءَ جي محققن هٿ ڪيا آهن سي هيٺ ڏجن ٿا:

| موجوده صورتخطي | مخدوم ابوالحسن جي سنڌي |
|---|---|
| ٻ | ب |
| ڀ | بھ |
| ٿ | تھ |
| ٽ | ت يا تر |
| ٺ | تھ |
| ڦ | ف يا پھ |
| ڄ ۽ جھ | ج |
| ڇ | چھ |
| ڌ | ڊ يا دھ |
| ڏ | د |
| ڊ | در |
| ڍ | ڊ |
| ڙ | ر |
| ک | کھ |
| ڳ ۽ گھ | گ |

متئين چارٽ مان معلوم ٿئي ٿو تہ مخدوم صاحب عربي حرفن کي بنياد بڻائي سنڌي آوازن لاءِ حرف مقرر ڪيا ۽ جيڪي حرف عربيءَ ۾ موجود نہ هئا، انهن لاءِ مرڪب حرف ايجاد ڪيا. مخدوم ابوالحسن عربيءَ جي گهٽ حرفن تي ٽپڪا وڌائي اهي سنڌي اچارن لاءِ ڪتب آندا.

لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ

مقدمه الصلوات سنڌي (1703ع = 1115 هه)

# ڪلهوڙن جي دؤر ۾ سنڌي رسم الخط

## ادبي پسمنظر:

ڪلهوڙن جو دؤر (1717ع۔ 1782ع) سنڌي علم ۽ ادب جي لحاظ کان سونهري دؤر سڏجي ٿو. هڪ طرف حڪومت مقامي ماڻهن جي هٿ ۾ هئي، جن جي مادري زبان سنڌي هئي، ٻئي طرف فارسي ٻولي رياستي زبان هوندي به سنڌي ٻوليءَ ۾ تعليم ڏيڻ جو نظام پختو ٿي چڪو هو. توڙي جو عربي۔ سنڌي رسم الخط جي ڪا معياري الف۔ب مقرر ٿي نه سگهي هئي. ان جي باوجود ان ۾ علم ۽ ادب جي سمائڻ جي سگهه موجود هئي. هن تحريڪ جو آغاز شاهه لطف الله قادريءَ ڪيو هو ۽ مخدوم ابوالحسن ٺٽوي الف۔ب جوڙي هن تحريڪ کي مستقل ڪري ڇڏيو. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ڪيترائي نامور عالم ۽ شاعر پيدا ٿيا هئا.

(ڪلهوڙا حڪمرانن جون مهرون)



مياں نور محمد — ميان سرفراز — ميان عبدالنبي

ٻوليءَ جا محافظ شاعر ۽ اديب وڏي انگ ۾ موجود هئا. خدا وادي لپيءَ کي ڪلهوڙن جي گاديءَ جي هنڌ خدا آباد جي واپارين سان منسوب

ڪيو ويندو آهي. اهڙي طرح ڪلهوڙن جي دؤر جو نالي وارو عالم مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ڪلهوڙي حڪمران ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو مذهبي معاملن جو صلاحڪار پڻ هو. پوءِ ڪهڙا سبب ٿي سگهيا ٿي، جن جي ڪري ڪلهوڙن سنڌي زبان کي رياستي زبان نہ بڻايو ۽ سنڌي رسم الخط کي معياري بڻائي دفتري زبان نہ بڻايائون؟ ڪلهوڙا حڪمران جيڪڏهن چاهين ها تہ سنڌي زبان کي سنڌ جي سرڪاري زبان طور نافذ ڪن ها، ڇو جو سندن مادري زبان سنڌي هئي. پر هنن اهو شايد ان ڪري نہ ڪيو تہ ان وقت سڄي خطي ۾ فارسيءَ جي ڳالهہ مٿي هئي. هندوستان کان ويندي ايران ۽ افغانستان سميت سنڌ جي انهن پاڙيسري ملڪن ۾ فارسي هلندڙ هئي.

**فارسي علم و ادب:** جيئن اسان مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ جي سرڪاري زبان فارسي هئي. ان ڪري بيشمار ڪتاب فارسي ۾ لکيا ويا. اهڙي طرح عربي ۾ بہ ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا. مطلب تہ هن دور ۾ عربي ۽ فارسي جي اثر هيٺ نسخ ۽ نستعليق خط چالو هئا. مير علي شير قانع، سنڌ جي تاريخ ۽ ادب تي ڪيترائي ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيا. سندس ڪتاب ”مقالات الشعراء“ ۾ ڪيترن ئي نامور سنڌي شاعرن جو احوال مليو ٿو. هن دور ۾ خود فارسي نثر تمام گهڻي ترقي ڪئي، فارسي ۾ ڪتاب لکندڙن جو موضوع سنڌ هو. ان سلسلي ۾ تاريخ، تذڪره، مڪتوب، شاعري، انشاءَ ۽ تاريخ نويسي شامل آهن.

**نامہ نغز:** هن ڪتاب جو مصنف ”باغ علي خالق“ سنڌي آهي، هن ڪتاب ۾ ڪلهوڙن جي تاريخ منظوم شاهنامي وانگر ڏنل آهي.

**تحفة الڪرام:** هي ڪتاب علي شير قانع جو لکيل آهي، هن ڪتاب جو 1955ع ۾ مخدوم امير احمد ترجمو ڪيو ۽ 1957ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيو. سمورو ڪتاب ٽن حصن ۾ ورهايل آهي، پهرئين حصي ۾ سنڌ جي تاريخ ڏنل آهي، ٻئي حصي ۾ شاعرن جو ذڪر ڪيل ۽ ٽئين حصي ۾ سنڌ متعلق ڪارائتو مواد آهي.

**مڪلي نامہ:** هن ڪتاب جو مصنف علي شير قانع آهي. هن ۾ مڪليءَ جي تاريخي ماڳن جو ذڪر نثر ۽ نظم ۾ ڪيل آهي.

**قصيده بہ مدح عبدالنبي:** هي ڪتاب سيد مير علي شاھ جو لکيل آهي، جنهن ۾ ميان عبدالنبي ڪلهوڙي جي شان ۾ مدح چيل آهي ۽ ان کان علاوه ڪتاب ۾ ڪلهوڙن جي دور بابت گهڻو مواد ملي ٿو.

**تذڪره نويسي:**

**لطيفة المحقيق:** هي ڪتاب 1708ع ۾ سيد رفيق علي حسيني لکيو. هي تذڪرو لواريات جي سلسلي جي بنيادي ڪڙي آهي.

**معارف الانوار:** هي مشهور ڪتاب 1727ع ۾ ٺٽي جي عالم محمد صالح بن ملان زڪريا لکيو. هن ۾ ٺٽي جي پير مراد شيرازيءَ جي سوانح ڏنل آهي.

**مقالات الشعراء:** ڪلهوڙا دور جو، سنڌ جي فارسي شاعرن جي اپياس بابت هي اهم ڪتاب آهي، مير علي شير قانع هي ڪتاب 1760ع ۾ لکيو. سيد حسام الدين راشدي وڏي محنت سان هن ڪتاب کي ايڊٽ ڪري 1957ع ۾ شايع ڪرايو. انهن کان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي نثر توڙي نظم جا قابل ذڪر ڪتاب اچي وڃن ٿا.

شاھ عبداللطيف ڀٽائي رحہ جهڙو عظيم شاعر بہ هن دؤر سان تعلق رکندو هو. جنهن فارسيءَ جو تسلط ڏسندي چيو هو تہ:

جي فارسي سکيو گولو، توءِ غلام،
جي ڀڙو ڀن ڳالهين، سو ڪئين چائي چام،
اجو تان آب گهري، بکيو تان طعام،
اي عامن سندو عام، خاصن منجهہ نہ ٿئي.

بيان سنڌي تصنيف زبدة الواصلين شاه عبداللطيف
رحمة الله عليه اول

شروع بسم الله الرحمٰن الرحيم سيتي

بيت پڙهو ٻيو هجي جر جن جا لاڏي
آڏيه آري کي ڏيو راه رق ما نهکن

بيت پڙهو ٻيو هجو لڪ جاني لاء اس
قربائي کڻ آهي گر بکري

بيت پڙهو ٻيو هجو ڪيا راحت
پار ٻيا ڏيه ٻوا ره ساجن کي صحبت
برگشته نصيب
ميتي مصيبت آهي آري جا مجن

(شاهہ جو رسالو برٽش ميوزم وارو)

# سنڌين جي ادبي- علمي تحريڪ ۽ سنڌي رسم الخط

مخدوم ابوالحسن ٺٽوي جي ٺاهيل الف_ب جيتوڻيڪ سڄي سنڌ ملڪ ۾ نافذ نہ ٿي سگهي، پر سنڌ جي ڪيترن ئي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ اها پنهنجي اهميت مڃرائي چڪي هئي. سڄي ملڪ جي اڪثر درسگاهن ۾ مادري زبان وسيلي تعليم جو سرشتو قائم ٿي چڪو هو. وقت جي جيد عالمن ۽ استادن ان تحريڪ ۾ حصو ورتو. سنڌي ميڊيم مدرسا قائم ٿيا. هن تحريڪ هيٺ جيڪا الف_ب جوڙي ويندي هئي ان کي "سنڌي" سڏيو ويندو هو. مثال طور مخدوم ابوالحسن جي سنڌي، عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي سنڌي وغيره وغيره "سنڌين جو دؤر 1703ع ۾ مخدوم ابو الحسن کان شروع ٿئي ٿو ۽ عبدالرحيم گرهوڙي شهيد تي (1778ع) پورو ٿئي ٿو." هن دؤر ۾ ڪيترائي برک عالم جهڙوڪ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم ضياءُ الدين، مولوي عبدالحق، مولوي محمد حسن، مخدوم محمد ابراهيم، محمد شريف راڻيپوري، قاضي عبدالڪريم، مخدوم عبدالله نرائي، ميون عيسيٰ ۽ ٻيا ڪيترائي عالم سنڌي تصنيف ۽ تاليف ۾ مشغول رهيا. ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو تہ:"مغلن جي راڄ جو آخري عرصو ۽ ڪلهوڙن جو ابتدائي دؤر سنڌي زبان لاءِ نوان نياپا، نوان موڙ، نيون ڏارائون ۽ نوان ماپا ڪٽي آيو. هڪ طرف مخدوم ابوالحسن، مخدوم ضياءُ الدين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، شاهہ عنايت شهيد، مخدوم محمد معين ٺٽوي ۽ شاهہ لطيف سنڌي زبان ۾ نئون روح ڦوڪي ان کي تاحيات ۽ زنده جاويد بنائي ڇڏيو تہ ٻئي طرف عام فهم ٻوليءَ ۾ صوفياڻو پيغام سنڌ وارن کي ڏنو، جنهن نہ صرف سڄيءَ سنڌ پر سنڌي زبان کي امر بنائي ڇڏيو."(سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس-282)

## ڪلهوڙن جي دؤر ۾ عربي-سنڌي رسم الخط جي اوسر بابت رايا:

**محمدصديق ميمڻ جو رايو:** هن تحريڪ هيٺ لکيل ڪتاب اسلامي مسئلن ۽ تعليم بابت آهن. هن تحريڪ جو وڏو سبب اهو ٻڌايو ويو آهي ته ڪيترائي غير مسلم، مسلمان ٿي چڪا هئا. جن کي اسلامي تعليمات ديسي زبان ۾ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ان سلسلي ۾ شرعي ڪتابن جي کوٽ کي پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي.

**ڊاڪٽر نبي بخش خان جو رايو:** "مادري زبان سنڌيءَ ۾، مڪتبي تعليم ڏيڻ واري نظريي جي اوسر جو هڪ مکيه ڪارڻ اهو به هو جو سنڌي زبان ۾ اعليٰ فهم ۽ فڪر وارو مواد قاضي قادن ۽ ميين شاهه ڪريم جي بي بها بيتن ذريعي پيدا ٿي چڪو هو ۽ اهو فڪر ايترو ته معياري هو جو 1022هه/1613ع کان اڳ هندوستان جي عالم محمد غوثي گواليارِي، قاضي قادن جي ڪن بيتن جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. سنڌ اندر محمد رضا ٺٽوي 1038 هجري ۾ ميين شاهه ڪريم جي سنڌي بيتن ۾ سمايل فڪر کي ڪتاب "بيان العارفين" ۾ فارسي ذريعي سمجهايو. سنڌيءَ ۾ اهڙي اعليٰ فهم ۽ فڪر جي موجودگي ۽ ان جي عام اشاعت، افاديت جي لحاظ سان سنڌيءَ کي فارسيءَ برابر بنائي ڇڏيو. اهوئي سبب هو جو يارهين صدي هجري (17 هين صدي عيسوي) کان وٺي مادري زبان ۾ بنيادي مڪتبي تعليم ڏيڻ لاءِ حالات سازگار ٿيا." ( سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ ص: 371 تان ورتل)

منهنجو ذاتي رايو ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تائيد ۾ آهي. ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي فارسي نواز پاليسيءَ کان پوءِ سنڌي پڙهڻ، سنڌي سکڻ ۽ سنڌي لکڻ هڪ خاص قومي ۽ وطني رد عمل هو. پر افسوس جو ان کي سرڪاري سرپرستي حاصل نه هئي. رچرڊ برٽن بلڪل صحيح لکيو آهي ته "فارسي لکندڙن کي هر سطح تي نوازيو ويو. فارسي شاعرن کي دربار تائين رسائي حاصل ٿي. ان طرح سنڌي ڳالهائيندڙ بنهه ويچارو ٿي ويو. نه ته ڪيس دربار تائين پهچ ٿي ملي ۽ نه وري ڪو سندس حال پڇندو هو. سنڌي عالمن ۽ سڄاڻ استادن فارسيءَ جي پيٽ ۾ پنهنجي مادري زبان جي آبياري ڪئي ۽ ڏسندي ڏسندي اها هڪ ملڪ گير تحريڪ طور پکڙجي وئي." (سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون: صفحو: 74)

## سنڌي رسم الخط ۾ نثر بابت دليل:

پوئين دؤر جون سڀ لکيل "سنڌيون" الف اشباع واري قافيي ۾ لکيل آهن. جن کي نظمي نثر (Poetic Prose) به چيو وڃي ٿو. هاڻي سوال اهو پيدا ٿئي ٿو ته ڪلهوڙن جي دؤر جون سنڌيون نثر آهن يا نظم؟ ان جو آسان جواب هي آهي ته اهي سنڌي نثر جا ابتدائي اهڃاڻ آهن.

(1) چوجو ڪلهوڙن جي دؤر ۾، سنڌي شعر ترقي ۽ ڪماليت تي پهتل هو. ان دؤر ۾ شاعراڻو ذوق وڌيل هو. اهو ئي سبب آهي ته خالص تعليمي ۽ مذهبي نثري ڪتابن تي به شاعراڻو رنگ چڙهيل هو. ڇاڪاڻ جو انهن ۾ هڙرادو قافيي کان سواءِ ڪا به شاعراڻي خوبي نه آهي. هتي ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا. مخدوم عبدالله جي نثر جو نمونو:

لکن ٿا ڪتابن ۾ ان پر تا علماءَ،
ڪرڻ زيارت عورتن کي آهي ڪراهتا،
بلڪ هن زماني ۾ حرام آهي چيائون آه،
نڪرڻ نه آهي ان سندو خالي فسادن کنان،
پڻ اصل ڪا اسلام ۾ رخصت هئي ان لاءِ،
ڪارڻ ڪرڻ زيارت سان پڻ هئي هن سببا،
جيئن پسي منا پنهنجا مان ڏهن ڏٺيءَ ڊاءُ

(ڪنز العبرت تان ورتل)

مخدوم هاشم ٺٽوي جي نثر جو نمونو:

پهريون فرض ويساهه وجود جو ڪري مولا،
ٽيون ايمان ان ڪري ته اهي هير موجودا،
چوٿون ته هو موجود مون ڏٺي آڳاٿو انها.

(فرائض الاسلام تان ورتل)

مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي نثر جو نمونو:

اسم ساڻ الله جي سيئي ٿوڪ ٿيا،
جو خالق مخلوقن جو رهبر رحيما،

صلاتون سرور تي جو جوهر جهانا.
حقيقت حبيب جي، عجب جهڙي آه.
(مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي سنڌي تان ورتل)

متي ڏنل نثري ٽڪرن تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ انهن ۾ هڪ هٿرادو قافيي کان سواءِ ڪو بہ شاعراڻو رنگ نہ آهي، جنهن جي ڪري اهو نثر پر تڪلف ۽ مصنوعي بڻجي پيو آهي. اُن دؤر ۾ جيڪي سنڌي ڪتاب مدرسن ۾ درس و تدريس ۾ ڪم ايندا هئا، انهن مان ڪجهہ هيٺ ڏجن ٿا:

| نمبر | ڪتاب جو نالو | مصنف جو نالو |
|---|---|---|
| 1 | اصلاح مقدمة الصلوات | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي |
| 2 | بناءُ الاسلام | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي |
| 3 | تنبيهہ نامو | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي |
| 4 | قوت العاشقين | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي |
| 5 | سگ نامو | مخدوم حافظ عبدالله نرائي |
| 6 | ڪنز العبرت | مخدوم حافظ عبدالله نرائي |
| 7 | مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي | مخدوم ضياءُ الدين |
| 8 | فرائض الاسلام | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي |
| 9 | وصيت نامہ | ايضاً |
| 11 | ذبح شڪار عرف راحة المومنين | ايضاً |
| 11 | زاد الفقير | ايضاً |
| 12 | مطلوب المومنين | مخدوم عبدالخالق ٺٽوي |
| 13 | بدر المنير | مخدوم حافظ عبدالله نرائي |
| 14 | نور الابصار | ايضاً |
| 15 | هشت بهشت | ايضاً |
| 16 | قمر المنير | ايضاً |
| 17 | مخدوم محمد ابراهيم جي سنڌي | مخدوم محمد ابراهيم پٽي |

(2) جيئن تہ اهو دؤر شاعريءَ جو دؤر هو. ان ڪري نثر تي بہ نظم جو اثر غالب هو. اهو حال صرف سنڌي ادب جو نہ آهي، اگر اسان انگريزي ادب ۾ ايلزبيٿ دؤر (1500ع_1600ع) کي ڏسون تہ ساڳيو ورجاءُ ملندو. هن دؤر جي ڊرامن کي بغير قافيي واري نظم (Blank Verse) ۾ لکيو ويندو هو. شيڪسپيئر (1564ع_1616ع) ۽ ڪرسٽوفر مارلو (1564_1593) جا سيئي ڊراما نثر جي بجاءِ بغير قافيي واري نظم ۾ آهن، ڇو جو ان دؤر ۾ هر لکڻيءَ تي نظم جو اثر غالب هو. اهڙي طرح ان دؤر ۾ سر فلپ سڊني (1554_1586) جي لکيل داستان "آرڪيڊيا" (Aracadia) پڻ نثري نظم يا پرتڪلف تحرير (Euphism) ۾ آهي.

(سنڌي نثر جي شروعات، نئين زندگي، آڪٽوبر 1964ع، شمس الدين عرساڻي تان ورتل)

(3) هن سلسلي ۾ ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻيءَ جي ڳالهہ وڏو وزن رکي ٿي تہ "سنڌي اد ب جي تاريخ لکندڙن کان هڪ وڏي غلطي ٿي آهي، جو هنن مذهبي ادب جي جملي ڪتابن کي شعر جي دفعي ۾ داخل ڪرايو آهي، ليڪن ڏٺو وڃي تہ انهن ۾ سواءِ هٿرادو قافيي جي ٻي ڪا بہ شاعراڻي خاصيت ڪانہ آهي. شعر ۾ تخيل کي واقعي تي ترجيح ڏني ويندي آهي، جيتوڻيڪ شعر ۾ زندگيءَ جي ٺوس حقيقتن کي بہ بيان ڪيو ويندو آهي، ليڪن اهو شاعراڻي پيرايي ۾ ڪيو ويندو آهي. جنهن ۾ لطافت، رنگيني، احساس ۽ جذبي جو دخل هوندو آهي. انهن ڪتابن ۾ ڪو بہ شاعراڻو خيال سمايل نہ آهي. سيئي ڪتاب، شعر ۽ فقهي مسئلن تي لکيا ويا آهن، جنهن ڪري ان کي قافيي وارو نثر يا شاعراڻو نثر چوڻ مناسب ٿيندو."

(4) ان ڏس ۾ هڪ دليل اهو بہ ڏئي سگهجي ٿو تہ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحہ ۽ ڪجهہ ٻين عالمن جي ڪيترن ئي ڪتابن کي هاڻي صاف نثر ۾ بہ شايع ڪرايو پيو وڃي. هن قسم جي ڪتابن جو رواج ڪلهوڙن کان ٽالپرن جي دؤر تائين جاري رهيو.

## ڪاتبن جي "سنڌي" ۽ موجوده لکتن ۾ فرق:

مختلف عالم ۽ ڪاتب پنهنجي پنهنجي حساب سان عربي حرفن ۾ ڦير ڦار ڪري نوان آواز ۽ حرف ٺاهيندا هئا. ان طرح سنڌيءَ ۾ صرف ۽ نحو

جي نہ هجڻ ڪري عبارتون ۽ جملن جون بناوتون ۽ بندشون بہ غلط، مبهم، پيچيده ۽ طويل ٿي وينديون هيون. نہ ڪو صفت ۽ موصوف، نہ جار ۽ مجرور، نہ مضاف ۽ مضاف اليہ ۽ اضافت جو ڪو مقرر اصول هو. نڪي فعل، فاعل ۽ مفعول لاءِ ئي ڪي قاعدا هئا. ڪٿي حرف حذف ڪيا ويندا هئا تہ ڪٿي وڌايا ويندا هئا. اڪثر طور اضافي جي جاءِ تي حذف ۽ حذف جي جاءِ تي اضافو ڪيو ويندو هو. مثال طور مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌيءَ ۾ آهي.

"منجيا صدق دل جي سِ ملڪ مڙيئي"

اصل ۾ آهي "مجيا" ۽ نہ منجيا. ان طرح 'سين' کي مخفف ڪري "س" هيٺان تنوين (ٍ ) ڏني وئي. ان طرح نہ فقط "ج" جي اچار لاءِ "ن" ۽ "ج" ملائي مرڪب ڪندا هئا، پر "ڙ" جي جاءِ تي "ر"، "ڳ" جي بدران "گ"، "يون" جي بدران "يٖوي" (ي جي مٿان تنوين)، "ڻ" جي بدران "ن"، "ٽ" جي بدران "ٿ"، "ڏ" جي بدران "د" لکندا هئا. جن جو آواز حرف جي اصلي اچار ۽ تلفظ ۾ نہ هوندو هو. انهن سيني مثالن لاءِ هي بہ ٽي جهونا شعر پيش ڪرڻ ڪافي ٿيندا:

(1) ڪوري آنگرويٌ جيني پير جون قبلي مہ ڪجام
(اصل ۾ ٿيندو: ڪوڙي آڱريون جيئٽي پير جون قبلي منهن ڪجا)
(2) مورن واڻ لديٌ پسي کهي پريان.
(اصل ۾ ٿيندو: موڙهن واٽون لڏيون پسي کي پرياڻ)
(3) مارو مرو پکن، پريون ملڪ مت سجان
(ماڻهو مرون، پکڻ، پريون، ملڪ مت سجاڻ)

(سنڌي رسم الخط ۽ اسلوب بيان جي ارتقا تي هڪ نظر (مهراڻ 1964/1ع غلام محمد گرامي تان ورتل)

پروفيسر عبدالڪريم لغاري پنهنجي ڪتاب "سنڌي الف ـ ب جي ارتقا" ۾ ڪلهوڙن توڙي ٽالپرن واري دوَر جي ڪاتبن جي جوڙيل الف ـ ب جو هي چارٽ ڏنو آهي، جنهن جو موجوده صورتخطيءَ سان تقابلي جائزو ڪري سگهجي:

| نج سنڌي اچارن وارن حرفن جي هاڻوڪي صورت | ڪاتبن جون لکيل مختلف صورتون | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| | (1) | (2) | (3) | (4) | (5) |
| ٻ | ب | – | – | – | ٻ |
| ڀ | ب | ٻ | پ | – | ڀ |
| ٿ | ت | – | – | – | ٿ |
| ٽ | ث | ٿ | ٽ | تر/ٽر | ٽ |
| ٺ | ث | – | – | – | ٺ |
| ڦ | ف | ڦ | – | – | ڦ |
| ڄ | ج | ڄ | – | – | ڄ |
| جھ | ج | – | – | – | جھ |
| ڃ | ج | ج | – | – | ڃ |
| ڇ | چ | – | – | – | ڇ |
| ڌ | ڌ | – | – | – | ڌ |
| ڏ | د | ڏ | ڏ | ڏ | ڏ |
| ڊ | ڊ | – | – | در_ڊر | ڊ |
| ڍ | ڊ | – | – | – | ڍ |
| ڙ | ر | ڑ | ژ | ڙ_ژ | ڙ |
| ڪ | ک | – | – | – | ڪ |
| ڳ | ک | گ | – | – | ڳ |
| گھ | ک | گ | – | – | گھ |
| گ | ک | گ | – | – | ڱ |
| ڻ | ن | ڻ | ڻ | – | ڻ |

# ڪلهوڙن جي دؤر جا مشهور سنڌي عالم

**مخدوم ضياءُ الدين (1767ع ـ 1758ع)**

اسان وٽ جيڪي بہ قديم ديني ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ موجود آهن سي ٽي سوسال اڳ جا آهن. انهن جو سلسلو ابوالحسن ٺٽوي جي سنڌي رسم الخط مقرر ڪرڻ ڪان پوءِ شروع ٿئي ٿو ۽ پهريون ڪتاب ميون ابوالحسن ٺٽوي جو جوڙيل ”مقدمة الصلواة“ يا ”سنڌي ابوالحسن جي“ لکيل آهي. ان ڪان پوءِ مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي ۽ ٻين بزرگن بہ هن ڏس ۾ تمام گهڻو ڪم ڪيو. اڳتي هلي مخدوم ضياءالدين جي شاگرد مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ديني ڪتاب لکيا. سنڌي عالمن ۾ مخدوم ابو الحسن ٺٽوي ڪان پوءِ مخدوم ضياءُ الدين جو نالو اچي ٿو. هي بزرگ لاڙ طرف ”جوڻ“ نالي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. مخدوم عنايت الله ڪان ۽ مخدوم محمد معين ڪان علم پرايائين. هن باڪمال بزرگ عالم ٺٽي ۾ پنهنجو مدرسو قائم ڪيو. درس و تدريس وٽندي وٽائنس ڪيترائي عالم ۽ فاضل پڙهي پختا ٿيا. جن ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي بہ هڪ هو.

مخدوم صاحب ڪان اڳ سنڌ جا عالم عربي ۽ فارسيءَ ۾ ڪتاب تصنيف ۽ تاليف ڪندا هئا. پر ڪانئس ٿورو اڳ سنڌيءَ ۾ ديني مسئلا سيڪارڻ جي خيال ڪان مخدوم ابوالحسن سنڌي الف ـ ب ٺاهي ۽ ”مقدمة الصلوا ة“(1703ع) نالي ڪتاب لکيو. ٻئي نمبر تي مخدوم ضياءُ الدين هن ضرورت طرف توجهہ ڏنو. هن پنهنجي نالي سان سنڌيءَ ۾ ڪتاب ”مخدوم ضياءُ الدين جي سنڌي“ لکيو ۽ ان ۾ مخدوم ابوالحسن جي ڪتاب ڪان ڪجهہ وڌيڪ ديني مسئلا بيان ڪيا. مخدوم

صاحب 80 ورهين جي ڄمار ۾ سن 1171هه/1758ع ۾ هن فاني جهان مان رحلت ڪئي. ڪتاب جي منڍ ۾ ڪتاب تيار ڪرڻ جو سبب ڏيکاريندي لکي ٿو ته:

مسائل جي دين جا، سي گهٽا ۽ گهاٽا،
سيني ڪتابن جي عالمن لکيا ۽ چيا،
تنهنجي منجهان ڪيترا مون سنڌيءَ ۾ لکيا،
ته سنڌي سکي سيکو، پڙهي سهج منجهان.

مخدوم صاحب جي سنڌيءَ جي مضمون جو سلسلو ابوالحسن جي سنڌيءَ کان وڌيڪ عمدو ۽ وڌيڪ با ترتيب آهي، هن جي سنڌي ۾ ڪي اهڙا به لفظ آهن جيڪي هينئر رواج ۾ ڪونه آهن. انهن مان ڪجهه مثال طور هيٺ ڏجن ٿا:

| مخدوم صاحب جا لفظ | موجوده لفظ |
|---|---|
| اتو | چيو |
| هرڙو | آلو |
| پرڪو | پيرو |
| هرٽي هرٽي | هوريان هوريان |
| واٽو | ورچ يا پاڳو |
| ورس | ويسر |
| وٿارڻ | اوبر ڪري چڏڻ |

## مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (1690ع-1761ع)

سنڌ جي جيد عالم، استاد ۽ محقق مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ولد مولوي عبدالغفور جو جنم تعلقي ميرپور بٺوري، ضلعي ٺٽي ۾ ٿيو. سندس شمار دنيا جي انهن عظيم الشان علماءِ دين ۾ ٿئي ٿو، جن جي علمي بلندي کي پنهنجن توڙي پراون، دل و جان سان تسليم ڪيو. علمي

حلقا ڪيس سنڌ جو شاهه ولي الله تسليم ڪن ٿا. هي بزرگ سنڌ جي سيني عالمن کان وڏو مصنف ٿي گذريو آهي. سندس تصنيفن جو تعداد 150 کان مٿي آهي. سندس تصنيفون سنڌي، عربي ۽ فارسي زبانن ۾ لکيل آهن. سندس 150 ڪتابن مان 40 کان مٿي ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. انهن مان 8 سنڌي زبان ۾، 12 فارسي زبان ۾ ۽ 20 ڪتاب عربي زبان ۾ آهن. سنڌي ڪتاب نظمي نثر (Poetic Prose) ۾ لکيل آهن. هينئر سندس ڪيترا ئي ڪتاب صاف نثر ۾ به شايع ٿي چڪا آهن. هن پنهنجي فارسي ڪتابن ۾ به سنڌي لفظ ۽ فقرا استعمال ڪيا آهن. اچو ته سندس ڪن سنڌي ڪتابن جو مختصر جائزو وٺون:

(1) **اصلاح مقدمة الصلواة:**

هي ڪتاب مخدوم ابوالحسن جي مقدمة الصلواة (1703ع) جي اصلاح خاطر لکيائين. مخدوم صاحب پنهنجي علمي ڄاڻ مطابق مخدوم ابو الحسن ٺٽويءَ جي ڪتاب ۾ اضافا ۽ اصلاح ڪئي آهي. هي ڪتاب به ساڳئي نموني نظمي نثر ۾ لکيل آهي. انهيءَ ڪتاب جي مشهوريءَ ۾ وري مخدوم صاحب جي وڏي معاصر مخدوم محمد قائم مقدمة الصلواة جو عربيءَ ۾ ترجمو ڪري ٻاهرين عالمن کي هن ڪتاب کان واقف ڪرايو.

(2) **بناءُ الاسلام:**

اسلامي عقيدن جي بيان لاءِ 1143هه/1730ع ۾ مخدوم صاحب جو هي سنڌي نظمي نثر ۾ لکيل ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ خدا جي وحدانيت جو ذڪر آهي، هن ڪتاب جا ڪيترائي ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

(3) **تفسير هاشمي:**

سنڌي نظمي نثر ۾ سال 1162هه/ 1749ع ۾ مخدوم صاحب جو جوڙيل پاره عم (سورة النباء کان وٺي سورة الناس تائين) جي ترجمي ۽ تفسير تي مشتمل ڪتاب آهي. هن ڪتاب کي ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ صاف نثر ۾ آڻي شايع ڪرايو.

(4) تنبيهہ نامون (بي نمازين ۽ عاشورن بابت):

هن ڪتاب ۾ بي نمازين ۽ عاشورن بابت مخدوم صاحب پنهنجا فقهي ۽ شرعي رايا ڏنا آهن. انتهائي معلوماتي ڪتاب آهي.

(5) راحة المؤمنين[1]:

ذبح ۽ شڪار، حلال ۽ حرام جانورن بابت تفصيل تي مشتمل 1130 هجريءَ ۾ سندس لکيل هي ڪتاب سنڌي نظمي نثر ۾ جوڙيل آهي. هو حلال ۽ حرام شين لاءِ چوي ٿو ته:

هينئڙي منجهہ حقيں، جي اڃي وهم پيو،
ماڻهو مسئلا ذبح ۽ شڪار جا پڇن گهڻيرو،
ڪي لکجن تن منجهان، گهڻو جي ٿورو.

(6) زاد الفقير:

روزي ۽ اعتڪاف جي مسئلن بابت هي ڪتاب، مخدوم صاحب 1125 هجريءَ ۾ نظمي نثر ۾ لکيو. هن ڪتاب جا ڪيترائي ڇاپا شايع ٿي چڪا آهن.

(7) فرائض الاسلام:

هن ڪتاب ۾ اهي سڀ شرعي مسئلا سمجهايا ويا آهن، جيڪي هر مسلمان کي پنهنجي زندگيءَ ۾ بجا آڻڻا هوندا آهن. هي ڪتاب مخدوم محمد هاشم عربيءَ ۾ لکيو هو، جيڪو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿي سنڌي لئنگئيج اٿارٽي طرفان شايع ٿي چڪو آهي. مثال طور هو چوي ٿو ته:

ايمان بالله تعاليٰ چوراسي فرضن ٿيا،
سڀ ياد رکو تن کي هينئن منجهارا.

---

[1] هي ڪتاب تازو سولي سنڌيءَ ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ڇپايو آهي.

ومن يتوكل على الله فهو حسبه

الحمد لله والمنة هي ڪتاب ديني تصنيف مرحوم

لطيف ولد مرحوم محمد هاشم

فرائض الاسلام

سنڌي زبان سو خير خواه

محمد ابراهيم ولد قاضي نور محمد

ڪاتب احقر عبدالصمد ولد مرحوم

هجري ۱۳۱۱ بمبئي

بمبئي ۾ ڇپيل اصل ڪتاب جو مٿيون ورق

(8) **قوت العاشقين:**

الف اشباع جي قافيي تي مشتمل هي ڪتاب حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جي معجزن بابت لکيل آهي. هن ڪتاب کي ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي صاف سنڌي نثر ۾ آڻي "قوت العاشقين- مٿي مرسل جا معجزا" جي نالي سان شايع ڪرايو آهي. ان کان علاوه مخدوم

صاحب جي ہين ڪيترن ئي عربي ۽ فارسي ڪتابن جا سنڌي ترجما پڻ شايع ٿي چڪا آهن.

مخدوم صاحب بنيادي طور تي هڪ معلم هو. ڪيس سنڌي علم ۽ ادب سان تمام گهڻي محبت هئي. هن سنڌي زبان جي ترقي ۽ تحريري اهميت کي سمجهندي، ڪتاب مادري زبان ۾ لکڻ شروع ڪيا. هن سنڌي ٻوليءَ ۾ لکڻ لاءِ هينيون جواز پيش ڪيو آهي.

عربي اڄاڻن کي، گهڻو ڏهلي هوءِ،
سَمهکي ڪريان سنڌي، جيئن پڙهي سيکوءِ!

(9) **حيات العاشقين:**

حج بابت فارسي زبان ۾ مخدوم صاحب هي ڪتاب لکيو. ان ڪتاب جو بعد ۾ سندس پٽ عبدالرحمان سن 1268ھ بمطابق 1753ع سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

(10) **مدح نامہ سنڌ:**

هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2011ع ۾ شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب جي خوبي اها آهي تہ ان ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تعريف ڪئي آهي. هن ڪتاب جو پسمنظر بہ شاندار آهي. مخدوم صاحب جي دؤر ۾ عبدالرئوف نالي هڪ افغان سنڌ خلاف هڪ ڪتاب لکيو هو. ان جي جواب ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ هي ڪتاب لکيو آهي. مولانا محمد ادريس ڏاهري هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپايو هو. جنهن جو هي ٻيو ڇاپو آهي.

مخدوم محمد هاشم، مخدوم ابوالحسن ٺٽوي جي الف.ب ۾ ڪي ٿورا اضافا ڪيا. سندس ٺاهيل الف.ب ۽ موجوده الف.ب جو تقابلي جائزو هيٺ ڏجي ٿو:

| مخدوم محمد هاشم جي الف_ب | موجوده الف_ب | مخدوم محمد هاشم جي الف_ب | موجوده الف_ب |
|---|---|---|---|
| ٻ | ٻ | ڏ | ڏ |
| ب | ڀ | ڍ | ڍ |
| پ | پ | ر | ڙ |
| ت | ت | ق | ق |
| ٿ | ٿ | ڪ | ڪ |
| ج | جهه | ک | ک |
| نج | ڄ | ک | گ |
| چ | چ | ک | ڳ |
| ڇ | ڇ | ک | گ |
| ڌ | ڌ | ک | گهه |
| _ | _ | ن | ڻ |

## مخدوم عبدالله نرئي(1737ع_1821ع)

مخدوم عبدالله ولد ميان عبدالقادر جو جنم ڳوٺ مانذر ضلعي بدين ۾ ٿيو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو شاگرد هو. ٺٽي مان تعليم حاصل ڪري ڪڇ هليو ويو ۽ "نربي" ۾ رهڻ لڳو. ان حساب سان "نرئي" سڏائيندو هو. مخدوم صاحب واعظ ڪرڻ جو بہ ماهر هو. تنهنڪري "عبدالله واعظ" جي نالي سان بہ مشهور هو.مخدوم عبدالله هڪ باشرع انسان هو. معلم ۽ ماهر لسانيات هو. علم و ادب ۾ پنهنجي هم ڪلاسين ۽ استادن کان بہ گوءِ ڪٽي ويو. الف اشباع (نظمي نثر) ۾ ڪيترائي سنڌي ڪتاب لکيائين.

1. **قمر المنير:** سندس ڪتاب "قمر المنير" پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جن جي سيرت بابت آهي.
2. **بدر المنير:** هي ڪتاب بہ سيرت النبي صلي الله عليہ وسلم تي لکيل آهي.
3. **سڱ نامو:** هن ڪتاب ۾ مسلمانن جي معاشرتي لاڳاپن بابت ڪن خاص شرعي احڪامن جو تفصيل ڏنل آهي.

4. **نور الابصار:** ڪتاب ”نور الابصار“ ۾ فرض ۽ نفلي نمازن ۽ روزن متعلق شرعي مسائل ۽ ٻيا شرعي مسئلا جمع ڪيل آهن. مخدوم صاحب هي ڪتاب 1779ع ۾ لکي پورو ڪيو. ڪتاب جي پڇاڙي هنن لفظن ۾ ڪيل آهي:

تحقيق جڏهن نور الابصار، هي نسخو ٿيو تماما،
جو خزانة الابرار متي آهه، شرح سنڌي واءِ

5. **ڪنز العبرت:** مخدوم صاحب پنهنجو مشهور ڪتاب ”ڪنزالعبرت“ 1762ع ۾ لکي پورو ڪيو ۽ ان جي لاءِ لکيائين تہ:

تحقيق جڏهن هي تمام ٿيو نسخو سنڌي واءُ،
تڏهن ”ڪنزالعبرت“ سنڌي رکيم تنهنجو ناءُ

مخدوم عبدالله جيڪا الف_ب پنهنجي سنڌي ڪتابن ۾ استعمال ڪئي آهي، اها سندس همعصر عالمن کان ڪافي بهتر آهي. هن جيڪا الف_ب استعمال ڪئي ان جو تقابلي خاڪو هيٺ ڏجي ٿو:

| مخدوم عبدالله جي الف_ب | موجوده الف_ب |
|---|---|
| ب | ٻ |
| ٽ | ٺ |
| ٿ | ٿ |
| ڊ | ڌ |
| ک | گ |
| ج/ڄ | جهہ |
| ر | ر |
| ڃ/ج | ڃ |
| ڦ | ڦ |
| ڌ | ڏ |
| ن | ڻ |
| نگ | ڱ |
| ڊر | ڊ |
| تر | ٽ |
| گ | ڳ |
| ک | گھ |

## (ث) مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي (1778ع_1739ع)

عام طور تي هن لاءِ مشهور آهي ته هو ساماري تعلقي جي هڪ ڳوٺ گرهوڙ شريف ۾ ڄائو ۽ ذات جو مگريو هو. هڪ ٻي روايت اها به آهي ته هو راڻي پور (ضلعي خيرپور ميرس) جي پرسان مگرين جي ڳوٺ جو هو ۽ بعد ۾ اتان گرهوڙ، ضلعي سانگهڙ ڏانهن هليو ويو. چوٽيارين جو عالم ميون مبين هن جو استاد هو. هو سنڌي، عربي، فارسي ۽ هنديءَ جو تمام سٺو ڄاڻو هو. مخدوم عبدالرحيم، هڪ هندو راجا مهاديو جي مڙهي ڊاهڻ ۾ شهيد ٿي ويو. ان لاءِ لکيو اٿس ته:

جي هوءَ مڙهي ڀڳي، ته به فتح اسان جي،
پر جي هيءَ مڙهي ڀڳي، ته به فتح اسان جي.

مخدوم صاحب پنهنجي دؤر جي عالمن وانگر سنڌي لفظن کي عربيءَ وانگر استعمال ڪيو آهي. هو مخدوم ابوالحسن ٺٽوي ۽ ٻين همعصرن جي سنڌي صورتخطيءَ کان واقف هو ۽ ساڳئي وقت پاڻ پنهنجي دؤر جي عالمن جي سنڌي تصنيفات کان به گهڻو واقف ۽ متاثر هو.مخدوم صاحب پنهنجي دؤرجي رواج موجب يعني الف اشباع جي نظم ۾ ڪتاب لکيا.

مخدوم صاحب بيتن کان سواءِ "حقيقت محمدي"، "ترڪيءَ واري سنڌي" ۽ "سوره اخلاص" ۽ "عقائد" وغيره به ڪتابي صورت ۾ لکيا. سندس تصنيف ۽ تاليف ۾ "فتح الفضل" ۽ "ابيات سنڌي" مشهور آهن. هن پنهنجي ڪتابن ۾ اسلامي مسئلن کان سواءِ فقهي مسئلن، تصوف جهڙي دقيق موضوع ۽ شريعت جي اهم نقطن کي بيان ڪيو آهي. گرهوڙي صاحب سنڌيءَ ۾ به تعليم جي سلسلي ۾ ڪتاب لکيا. پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته:

پنو بيان ترڪي جو ضروري قدرا،
جي هي پڙهي پروڙين، ته ٻئو پڻ پڌرو ناهه،
اساس الفرائض سنڌي جو، نالو نجهر ڪيجاهه

### (ج) مولوي عبدالخالق

مولوي عبدالخالق ٺٽي جو رهواسي هو ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو شاگرد ۽ مريد هو. فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ مخدوم محمد هاشم جي درسگاهہ ۾ معلم مقرر ٿيو. سندس هڪ ڪتاب "مطلوب المؤمنين" جي خبر پوي ٿي. هن ڪتاب ۾ مصنف هر هڪ عمل ۽ اخلاق جي بيان ۾ قرآن شريف جون آيتون ۽ حديثون شاهدي طور ڪتب آنديون آهن. نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

اڪثر هن سنڌي ۾ جيڪي درج ٿيو،
سو طريقة المحمدي ڪنان ميڙي مون لکيو،
ڪارڻ طلب طالبين هي رسالو لکيوم،
"مطلوب المؤمنين" سنڌي نالو تنهن رکيوم.

### (ح) مخدوم محمد ابراهيم (1690ع_1757ع)

مخدوم محمد ابراهيم ڀٽي پراڻن هالن جي بزرگن مان هو. هي مشهور عالم ۽ شاعر مخدوم عبدالرئوف ڀٽيءَ جو پاءُ هو. هن مخدوم ابوالحسن جي سنڌيءَ کان متاثر ٿي "مخدوم محمد ابراهيم جي سنڌي" ڪتاب لکيو، جنهن ۾ نماز ۽ وضوءَ جا 350 مسئلا سمجهايل آهن.

هي ڪتاب پهريون دفعو غالباً جمناداس، تاجر ڪتب، بمبئي طرفان علوي پريس مان 1909ع ڌاري شايع ٿيو هو.

### (خ) عبدالرحيم

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مطابق عبدالرحيم غالباً ٺٽي جو عالم هو. عبدالرحيم عالم جو ڪن چوند فقهي مسئلن بابت ڪتاب، جيڪو هن سنہ 1177 هجري (1763ع) ۾ منظوم ڪيو. آخر ۾ سندس "سنڌي" جو نالو "مَايَنبَغي الحمَائل مِن مَعدُود المسائل" ڪري ڄاڻايو اٿس:

جيڪو ڪري ڪنہ وير ۾ نظر سندي ڪا،
تہ مر دعا خير جي پني ڏونہ موليٰ،
منجهہ حق عبدالرحيم جو جامع هن "سنڌيا"،

جيڪو پڇي ڪنہ وير ۾ نالي "سنڌي" ڪا،
ما ينبغي الحمائل من معدود السمائل آهي نالي سا.

## "جنت الفردوس" جو قلمي نسخو:

پروفيسر قريشي حامد علي خانائي پنهنجي هڪ مضمون (مهراڻ 1971/4ع) ۾ هن نسخي جي باري ۾ لکي ٿو تہ "جنت الفردوس جو هي نسخو دستياب ٿيل نسخن ۾ سڀ کان آڳاٽو آهي. هن ڪتاب جي ڪتابت سن 1155هجريءَ ۾ موٽيارحن جي هڪ مشهور ڪاتب ميان ابراهيم بن چنہ جي ڪيل آهي. هن ساڳيو علمي قلمي نسخو گهڻو وقت اڳ مرحوم ميان عبدالحق قاضي صاحب جي خانداني ڪتب خاني ۾ ڏٺو هوم. ان نسخي جا اڳيان ۽ پويان صفحا نڪتل هئا."

هن ڪتاب جو مصنف مولانا محمد عرف نصير الدين ڪنيت ابو سراج بن سلطان لانگاهہ آهي. ڪتاب جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ مخدوم ابوالحسن ٺٽويءَ جو معاصر هو ۽ ڪانئس متاثر ٿي هي ڪتاب تصنيف ڪيائين. ڪتاب جو مضمون گهڻي ڀاڱي مقدمة الصلواة جهڙو معلوم ٿئي ٿو. هي سنڌيءَ ۾ سڀ کان قديم ڪلاسيڪل نثر آهي. "جنت الفردوس" جي عبارت:

شرطٌ اِيمَانَ جا عالِمَ اني جَوَنِ، عاقِل بالِغَ جِي تِياءِ آءَ ڪلمُو جُوَنِ،
حڪم سَبِ حڪيمَ جا ثابت متي تن، شَرط ايمانُ سَيِنِ جُو باني جا بَانُن،
جا دين اسلام ايمان جو آءَ جا حقيقت جي ڪن فرمايو....الخ

(سنڌي نثر جا ابتدائي اهڃاڻ، (مهراڻ 1971ع) قريشي حامد علي خانائي تان ورتل)

## "دعاءِ ڪيمياءِ سعادت" جو قلمي نسخو:

هي قلمي نسخو قاضي ميان عبدالحڪيم جو تصنيف ڪيل آهي. قاضي صاحب لاءِ روايت آهي تہ پاڻ ميرن جي پهرين چوياريءَ جي وقت ۾ اسي ورهين جي ڄمار ۾ هن فاني عالم مان رحلت ڪيائون. انهيءَ لحاظ کان سندس هي تصنيف ڪلهوڙن جي دؤر جي سمجهڻ گهرجي.

هن قلمي نسخي کي بہ پروفيسر قريشي حامد علي خانائي، سنڌي ادب جي تاريخ ۾ متعارف ڪرايو. هو لکي ٿو تہ "ڪتاب جي منڍ ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سنڌ جي ٻين شاعرن جي ڪلام مان چند بيتن جو انتخاب ڏنل آهي. ان کان پوءِ وري قرآن ڪريم جي سوره ياسين جو منظوم ترجمو ۽ تفسير بيان ڪيل آهي. آخرين رسالي ۾ دعائي ڪيميائي سعادت نالي هڪ ننڍڙو رسالو تصنيف ڪيل آهي. سمورو ڪتاب سعادت سان ڀريل آهي.

دعائي ڪيميائي سعادت جي عبارت:

"پَهريمَ ايت شهدالله سَجيئيءِ پَريءَ تان سلام سيئيءُ منجهہ ٻي رکعتمِ سورة الضُحيَ جَڏهِ پَري فارغ ٿِيي تڏه پاره پرکا هِي دعا کيما سعادة پَري تان  تري ڏيہ غلامن جي دعا قبول ٿِينيءِ"

(سنڌي نثرجا ابتدائي اهڃاڻ (مهراڻ 1971 ع) قريشي حامد علي خانائي، تان ورتل)



# ٽالپرن جي دؤر ۾ سنڌي رسم الخط

## ادبي پسمنظر ۽ فارسي اثر:

ٽالپرن جو دؤر (1782ع ـ 1843ع) سنڌي ادب جي لحاظ کان مثالي دؤر سمجهيو ويندوآهي. ٽالپرن، ڪلهوڙن کان حڪومت کسي. ٽالپرن جي مادري زبان سرائڪي هئي، رياستي زبان فارسي ۽ عوام جي زبان سنڌي هئي. فارسيءَ جو اثر اڳي کان اڳرو هو، ڇو جو سنڌ جا ايران سان تعلقات تمام ويجها هئا.



سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن جون مهرون (مهراڻ 1956/1ع) سيد حسام الدين راشدي تان ورتل)

اهوئي سبب آهي جو عروضي شاعري هن دؤر ۾ پنهنجي عروج تي پهتل هئي. هن دؤر جي فارسي زده شاعرن جي شعرن مان معلوم ٿئي ٿو ته ڄڻ ان وقت بلبل گل مٿان ڦيرا پائي رهي هئي، پروانو شمع جي مٿان مشتاق ٿي جلي خاڪ ٿيڻ لڳو هو. عاشق وصال لاءِ واجهائڻ لڳا هئا، سندن جيرا ۽ بڪيون ڪباب ٿي پچڻ لڳا هئا، ساغر ڇلڪي رهيا هئا، پيمانا ۽ مئخانا مستن سان پرجي ويا هئا. نرگسي نيڻن مان نشتر نڪري عاشقن جي سيني مان پار ٿي رهيا هئا ۽ ستمگر جي پٿر دل پگهرجڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. هن دؤر جو وڏي ۾ وڏو شاعر سچل سرمست ڄڻئي وينو ته:

آهي اکين کي خاصو خمار تنهنجو،
ويٺو وٺي مان آهيان، ڪامل قرار تنهنجو.

اهڙي طرح خليفو ڪرم الله وري هينئن ٿو چوي:

دلبر دانا دوست دلارا، محب مل مونسان،
درشن ڪاڻ اوهان جي دم دم، منهن قران مشتاقي.

سچل سرمست ۽ ثابت علي شاهه جهڙن شاعرن، فارسيءَ کان سواءِ سنڌي زبان ۾ به شاعري ڪري سنڌي زبان جي ڪايا ئي پلٽي ڇڏي. جيتوڻيڪ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ شاهه لطيف جهڙو همه گير عظيم شاعر پيدا ٿيو، جنهن سنڌي زبان کي نئون روح بخشيو. شاهه صاحب جي ڪلام جي موضوعن ۽ مضمونن تي مولانا روميءَ جي تصوف جو اثر ضرور ٿيو، پر شاهه جي ٻوليءَ تي فارسي ٻوليءَ جو گهٽ اثر محسوس ٿئي ٿو. البت سچل ۽ ثابت علي شاهه جي شاعريءَ سنڌي زبان، ان جي هيئت، ساخت ۽ ترڪيب تي انقلابي اثر ڇڏيا. فارسي ادبيات جا بيشمار لفظ سنڌي ادب ۾ داخل ٿي ويا. عروضي شاعريءَ ۾ ان جي صنفن غزل، قصيدي، مثنوي، رباعي ۽ مرثيي سنڌي شاعريءَ ۾ به روپ ورتو.



مير رستم علي خان ۽ مير مراد علي خان جو رياستي معاملن تي ٿيل معاهدو
(Treasures of the Talupur:Nasreen Akbar تان ورتل)

## نصابي سرگرميون:

ائٽڪن جي سنڌ گزيٽيئر موجب ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ اندر ذري گهٽ ڇهه وڏا تعليمي ادارا هئا. هن دور ۾ فارسي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ تدريسي ٻولي سمجهيو ويندو هو. ان وقت جا مڙئي تعليمي ادرا ميرن جي گرانٽ جي آڌار تي هلندڙ هئا.برطانوي سرڪار ان وقت تائين تعليمي ادارن جي ترقيءَ ۾ ڪنهن بہ قسم جو چاهہ نہ ورتو هو.ڪلهوڙن جي دؤر ۾ شروع ٿيل "سنڌين جي تحريڪ" جو اثر هن دؤر ۾ بہ نظر اچي ٿو. ٽالپرن جي دؤر ۾ سنڌي تعليم ايتري قدر تہ ترقي ڪري چڪي هئي، جو ان دؤر جي عالم آخوند عزيز الله قرآن شريف جو سنڌي ٻوليءَ ۾ "تحت اللفظ" ترجمو ڪري ورتو هو. اهڙي طرح پير سيد محمد بقا شاهہ، پير سيد محمد راشد شاهہ ۽ ٻين ڪيترن ئي بزرگن، عالمن جا ملفوظات، قرآن شريف جا تفسير ۽ ترجما، شاعريءَ جا رسالا ۽ ڪاتبن جا نسخا موجود آهن، جيڪي ان وقت سنڌيءَ ۾ لکيا ويا.

رچرڊ برٽن، جيڪو سنڌ ۾ برٽش ريزيڊنٽس هو، تنهن هن دؤر سان لاڳاپيل سنڌي تعليمي نصاب جي هڪ فهرست ڄاڻائي آهي، جنهن ۾ ڪيترائي نثر توڙي نظم جا ڪتاب شامل آهن. رچرڊ برٽن لکي ٿو تہ "ٽالپرن جي دؤر ۾ بہ مدرسن ۾ عربيءَ سان گڏ سنڌي زبان ۾ پڻ تعليم ڏني ويندي هئي. اعليٰ تعليم لاءِ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم جو رواج هو. مڪتب ۾ ڀهرين سال کان پوءِ جڏهن ٻار لکڻ ۽ پڙهڻ شروع ڪندو هو، تڏهن هن کي ڀهرين ڀهرين قرآن شريف بنا معنيٰ جي سيکاريو ويندو هو. هن عمر ۾ ٻار جي تربيت آهستي آهستي ٿيندي هئي. جڏهن هو نون سالن جو ٿيندو هو، تڏهن هن کي مادري زبان يعني سنڌيءَ جي اڀياس لاءِ هڪ ڏاڪو اڳتي ٽپايو ويندو هو ان لاءِ هيٺيون نصاب پڙهايو ويندو هو:

1. **نامون:**

هي هڪ آسان ۽ مختصر منظوم ڪتاب آهي، جنهن ۾ انسان ذات جي پيدائش کان اڳ جي تاريخ بيان ٿيل آهي. هي ڪتاب عبدالرحمان جو جوڙيل آهي. هن ۾ ڌار ڌار پيغمبرن جون چوٽيون ۽ اسلام جي پيغمبر صلي الله عليہ وسلم

جن جي مختلف حديثن، معجزن ۽ روزي، نماز ۽ ٻين ديني حڪمن کي گڏ ڪيو ويو آهي.

2. **مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جون تصنيفون:**

مخدوم صاحب جا ڪتاب جهڙوڪ فرائض الاسلام، وصيت نامو، ذبح شڪار عرف راحة المومنين، بياض هاشمي، تفسير تبارڪ، تفسير عم، زاد الفقير، تهذيب الاصلاح، فتح الڪلام ۽ حيات القلوب.

3. **نظم ۽ نثر ۾ آکاڻيون:**

جهڙوڪ سيف الملوڪ ۽ ليليٰ مجنون وغيره. سڀ کان اهم ڪتاب حڪايات الصالحين آهي، جيڪو عبدالحڪيم نالي ڪنهن عالم عربيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو. هن ڪتاب ۾ سوانح عمريون ۽ اسلامي دؤر جي مشهور درويشن جون چوٽيون وغيره شامل آهن.

4. **لاڏاڻو:**

هن ڪتاب ۾ پاڻ سڳورن ﷺ جي وفات جو بيان آهي. هي ڪتاب ميان حبيب الله جي ڪتاب "حبيب سيار" جو ترجمو آهي.

5. **معراج نامو:**

هن ڪتاب ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي معراج تي وڃڻ واري واقعي جو ذڪر آهي.

6. **سؤ مسئلا:**

هي هڪ ننڍو ڪتاب آهي، هن ڪتاب ۾ ٻڌايل آهي تہ ڪيئن عبدالحڪيم نالي هڪ فقير روم جي بادشاهہ جي ڌيءَ سان، سو سوالن جي جوابن ڏيڻ وارو شرط کٽڻ ڪري شادي ڪئي.

اهڙي طرح انجيل مقدس جي ڪن حصن جا سنڌيءَ ۾ ترجما ڪيا ويا هئا.

هن دؤر ۾ ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل ڪيترن ئي سنڌي ڪتابن جو ذڪر پڻ ملي ٿو.

**گنج شريف جو رسم الخط:**

ٽالپرن جي اوائلي دؤر ۾ شاهہ لطيف جي رسالي جو قديم نسخو يعني گنج شريف 1792ع ۾ لکيو ويو. شاهہ لطيف جي رسالي جي پراڻن قلمي نسخن

۾ سڀ کان وڏيڪ اهم ”گنج شريف“ آهي. سنڌي ۾ گنج جي معنيٰ آهي ”جهجهو“. يعني اسان وٽ ضرورت کان ڪا بہ شيءِ وڏيڪ هوندي تہ چوندا آهيون: ”الله سائينءَ جو گنج آهي.“

ڪلام جي لحاظ کان شاهہ جو ”گنج شريف“ بہ شاعريءَ سان مالا مال آهي، ان ۾ شاهہ کان سواءِ ان زماني جي ڪجهہ ٻين شاعرن جو بہ ڪلام شامل آهي.

گنج جو ڪاتب فقير عبدالعظيم عرف وڏل شاهہ هو. گنج 1792ع بمطابق 1207 هجري ۾ لکيو ويو هو. هن نسخي کي تمراٽي فقيرءِ سندس اولاد سنڀاليندا هئا. سن 1995ع ۾ شاهہ لطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز طرفان گنج عڪسي ڇاپي ۾ شايع ڪرايو ويو. جنهن کي ممتاز مرزا جديد صورتخطيءَ ۾ آندو. گنج شريف اوائلي صورتخطيءَ جو هڪ اعليٰ مثال آهي.

هن نسخي جي ڪاتب پڻ سنڌي آوازن لاءِ نوان حرف جوڙيا، جيڪي موجوده صورتخطيءَ سان ڀيٽ طور هيٺ ڏجن ٿا:

| هاڻوڪي صورتخطي | گنج جي صورتخطي |
| --- | --- |
| ٽ / ٺ | ت |
| ڄ | ڄ |
| ڃ/جهہ | ڄ / ج |
| ڃ | نج/ڃ |
| ڊ/ڍ | ڌ |
| ڊ | ڊ |
| ر/ڙ | ر |
| ڦ/ف | ف |
| ک/گ | ک |
| ڳ | ک /نک |
| ڱ / گهہ | ک |
| ڻ | ن/ر |



بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

### آخوند عزيز الله ميمڻ وارو قرآن شريف جو سنڌي ترجمو:

معياري سنڌي صورتخطي ٺهڻ کان اڳ آخوند عزيز الله ميمڻ (1746_1872) ٺٽوي ولد نورالله جو نالو بہ ملي ٿو. جيڪو اصل متياريءَ جو رهاڪو هو. هن قرآن پاڪ جو تحت اللفظ ترجمو ڪيو. هي ترجمو پراڻي عربي آئيوينا تي آهي، پر عربي_سنڌي رسم الخط جي لحاظ کان بنيادي حيثيت رکي ٿو. هن رسم الخط جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

”۽ خبر ڏي مؤمنن کي جن عمل ڪئا صالح تحقيق اُن لاءِ
بهشت اهين جاري هوندا ڪنا هيٺ انهيءَ چشمان جڏهہ
ڪيندا ڪنا ان ميون طعام ڪے چوندا هئي طعام ڪاڏو
سون اڳي جهرو ۽ هوندو رنگر ۽ چاشنيءَ مين مشابهہ ۽
مؤمنن لاءِ منجهہ ان حورون پاڪيزيون هونديون ۽ اوءِ
منجهہ ان هميشاهہ هوندا.“

ٻي هنڌ ترجمي جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

”اوءِ اهين متي هدايت ڪنا رب ان جي ۽ اوءِ اوهي
ڇٽل اهين تحقيق سي جن ڪفر ڪيو برابر اهي انتي
جي ڊيڄارين انکي جي نہ ڊيڄارين انکي تہ نہ ايمان
اٿيندا اوءِ......“

آخوند عزيز اللهؒ جي رسم الخط موجوده رسم الخط کان ڪافي مختلف آهي ۽ ”ڙ“ کي چئن نقطن بجاءِ ”ر“ جي مٿان ايا ٻہ نقطا ڏئي ”ڙ“ ڪري لکيو ويو آهي. اهڙي طرح سندس لکڻي موجوده سنڌي گرامر موجب بہ نہ آهي، خاص طور تي اسم، ضمير، حرف ۽ فعلن وغيره جو سٽاءُ درست نہ آهي. ان جي باوجود هي نسخو رسم الخط جي تاريخ ۾ اهم مقام رکي ٿو.

# سنڌ ۾ مروج رسم الخطن جو اڀياس

**تعارف:** مٿي اسان قديم دؤر کان سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ۽ رسم الخط جي باري ۾ تفصيل سان بحث ڪري آيا آهيون. 1853ع ۾ انگريزن سنڌي زبان کي نہ صرف رياستي ٻوليءَ جو درجو ڏنو، بلڪ هڪ معياري رسم الخط (عربي- سنڌي) جوڙي ڏنائون. ان کان اڳ مختلف دؤرن ۾ مختلف علائقن ۾ مختلف فڪر جي باشندن ۾ مختلف واپارين وغيره ۾ جدا جدا رسم الخط سنڌ اندر چالو هئا. ان کان علاوه اهي رسم الخط ذاتين ۽ قبيلن تائين محدود رهيا. نئين جي عالم جو پنهنجو رسم الخط هجي ۽ نئين جي لوهاڻن ۽ ڀاٽين جو ٻيو رسم الخط هجي تہ پوءِ تعليمي ۽ادبي اٿل ڪيئن اچي. اهو ئي سبب آهي تہ فارسي زبان جي صدين جي تسلط جي ڪري فارسي مڪتب بہ هئا، ڪتاب بہ هئا تہ علم و ادب بہ هو. جڏهن تہ سنڌي زبان ۾ هزارين خوبين جي باوجود سرڪاري سرپرستي نہ هئڻ ڪري معياري رسم الخط جو فقدان رهجي ويو، جيڪو انگريزن پورو ڪري ڏيکاريو.

CONSONANTS.

| No. | Roman Character. | Original Khudábádí Character. | Improved Khudábádí Character. | No. | Roman Character. | Original Khudábádí Character. | Improved Khudábádí Character. | No. | Roman Character. | Original Khudábádí Character. | Improved Khudábádí Character. |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 1 | ka | [illegible] | [illegible] | 15 | ṛa | No. 32 used instead. | [illegible] | 29 | bha | No. 28 used instead. | [illegible] |
| 2 | kha | [illegible] | [illegible] | 16 | ḍḍa | [illegible] | [illegible] | 30 | ma | [illegible] | [illegible] |
| 3 | gga | [illegible] | [illegible] | 17 | ḍa | [illegible] | [illegible] | 31 | ya | No. 9 used instead. | [illegible] |
| 4 | ga | [illegible] | [illegible] | 18 | ḍha | [illegible] | [illegible] | 32 | ra | [illegible] | [illegible] |
| 5 | gha | No. 4 used instead. | [illegible] | 19 | ṇa | [illegible] | [illegible] | 33 | la | [illegible] | [illegible] |
| 6 | ṅa | [illegible] | [illegible] | 20 | ta | [illegible] | [illegible] | 34 | va, wa | [illegible] | [illegible] |
| 7 | cha | [illegible] | [illegible] | 21 | tha | [illegible] | [illegible] | 35 | sa | [illegible] | [illegible] |
| 8 | chha | [illegible] | [illegible] | 22 | da | [illegible] | [illegible] | 36 | sha | No. 35 used instead. | [illegible] |
| 9 | ja | [illegible] | [illegible] | 23 | dha | No. 73 used instead. | [illegible] | 37 | ha | [illegible] | [illegible] |
| 10 | jja | [illegible] | [illegible] | 24 | na | [illegible] | [illegible] | 38 | khh | No. 2 used instead. | [illegible] |
| 11 | jha | [illegible] | [illegible] | 25 | pa | [illegible] | [illegible] | 39 | ġa | No. 9 used instead. | [illegible] |
| 12 | ña | [illegible] | [illegible] | 26 | pha | [illegible] | [illegible] | 40 | ghain | No. 4 used instead. | [illegible] |
| 13 | ṭa | [illegible] | [illegible] | 27 | bba | [illegible] | [illegible] | 41 | fa | No. 20 used instead. | [illegible] |
| 14 | ṭha | [illegible] | [illegible] | 28 | ba | [illegible] | [illegible] | | | | |

سر گريئرسن جي مشهور سلسلي "دي لنگئسٽڪ سروي آف انڊيا" ۾ ڏنل مختلف سنڌي رسم الخطن جا نمونا، جيڪي مختلف صدين ۾ مروج ۽ ان وقت رائج هئا.

ڪاپي ڪاڻ: رومن حرف، ديوناگري خط، خداوادي خط، شڪارپوري خط، ٺاڪرو خط، لوهاڻڪو خط، ڀاٽيڪو خط، لاڙائي خط، ونگائي خط، راجائي خط، خواجڪو خط، ٺٽائي خط، حيدرآبادي خط، سيوهاڻي خط ۽ ڏاڪڻو لهندا خط.

# ديو ناگري رسم الخط

ديوناگري رسم الخط صدين کان هندو مذهب جو مقدس خط رهيو آهي. ڪيترائي مذهبي ڪتاب ۽ سنيها هن رسم الخط ۾ لکيل آهن. گڏيل هندوستان، ايشيا ۾ "ننڍي کنڊ" (Sub continent) سان مشهور آهي، هن پوري خطي ۾ صدين کان سنسڪرت ڌرمي زبان ۽ ديو ناگري ڌرمي رسم الخط رهيو آهي. جڏهن سنڌي زبان جي بڻ بڻياد جي تلاش شروع ٿي، تڏهن سڀ کان پهريون نظريو بہ اهو ٿي آيو تہ سنڌي آريائي ٻولي ۽ سنسڪرت مان نڪتل آهي. هن نظريي جا نہ فقط هندو عالم حامي هئا، بلڪ يورپي ماهر ۽ سنڌي مسلمان بہ ان کي مڃيندا هئا. اڳتي هلي ٻيو نظريو آيو تہ سنڌي زبان سامي نسل جي زبانن مان آهي. ان موضوع تي اسان "سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد" واري باب ۾ تفصيل سان بحث ڪري آيا آهيون.

سنڌي ديوناگري رسم الخط دراصل ساڳئي نموني سنسڪرت واري سرشتي مان ورتل آهي. هر حرف کي هڪ الڳ Syllable ۾ ظاهر ڪيو ويندو هو. هر حرف يا تہ ڪنهن حروف علت (Vowel) تي مشتمل آهي يا وري حروف تهجي (Consonant)سان گڏ حروف علت استعمال ٿيندو آهي.

ديو ناگري رسم الخط هميشہ کابي کان ساڄي طرف لکيا ويندا آهن. مرليڌر جيتلي مطابق سچي "ڀارت ۾ ۽ ڀارت کان ٻاهر پڻ، ٻين ڪئين ملڪن ۾ ديوناگري لپيءَ جي ڦهلاءَ جو مکيہ سبب اهو آهي تہ اها پورڻ روپ سان وگيانڪ سرشتي واري آهي. هن لپيءَ ۾ ماترائن جو استعمال لازمي هئڻ ڪري لکيل ٻولي ۽ ڳالهائڻ جي ٻوليءَ جي روپ ۾ گهٽي ۾ گهٽي مشابهہ آهي. ان لپيءَ جي وسيع سطح تي ڦهلاءَ ۽ عام فهم هئڻ جي خاصيت کي ڏسي ڀارت جي مسلم دؤر جي ڪيترن بادشاهن پنهنجي جاري ڪيل سڪن تي ديوناگري اکرن ۾ پڻ نالا لکايا."

## سنڌي لاءِ ديوناگري رسم الخط جو استعمال:

اسان کي خبر آهي تہ لکت جي ايجاد هميشہ درسگاهن ۾ ٿيندي آهي. ويدن جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ ۾ باقاعده تعليم لاءِ آشرم

قائم هوندا هئا. ٻڌ ڌرم وارن تعليم لاءِ گهڻو پتوڙيو. نصابي ڪتاب لکيا ۽ پڙهايا ويندا هئا. تاريخي حوالن مان معلوم ٿئي ٿو ته قديم دؤر ۾ سنڌ ۾ تعليم ۽ ٻين مقصدن لاءِ هڪ کان وڌيڪ رسم الخط موجود هوندا هئا. ان سلسلي ۾ خاص طور تي ارڌناگري، سئنڌو ۽ ملواري جا نالا سر فهرست اچن ٿا. جيڪي در اصل ديوناگري رسم الخط ۾ لکيا ويا هئا. اڳتي هلي وڌيڪ علائقائي رسم الخط جهڙوڪ شڪارپوري، ساڪرو، سيوهاڻي، ڀاٽيا ۽ لوهاڻا به ڪتب ايندا رهيا. اهي سڀئي ديوناگري رسم الخط آهن.

ڀنڀور ۽ براهمڻ آباد مان سنڌي رسم الخط جا ڪجهه نمونا به مليا آهن، جيڪي ٺڪر جي ٿانون تي لکيل آهن. ٻوليءَ جي ماهرن ان لکت کي پروٽو_ ناگري اکر (ناگري اکرن جو پراڻو روپ) سڏيو آهي.



عربن جي دؤر ۾ قرآن شريف جي سنڌي زبان ۾ ترجمي جو حوالو ڪيترن ئي مستند روايتن مان ملي ٿو. هن لاءِ گهڻن عالمن جو خيال آهي ته اهو ترجمو ديوناگري رسم الخط ۾ ٿيو هوندو.

سورهين صديءَ جي صوفي شاعر قاضي قادن (1465 ع ـ 1551 ع) جو ديوناگري رسم الخط ۾ لکيل ڪلام هندوستان جي رياست هرياڻا مان مليو آهي. اصل قلمي نسخي تي "ڪاجي ڪادن جي ڪِي ساکي" لکيل آهي جتي هڪ پستڪ ۾ ڪبير، سورداس، دادو ديال، شاهه حسين ۽ ٻين جي ڪلامن سان گڏ اهو ارڙهين صديءَ ۾ لکيو ويو هو. قاضي قادن جو تعلق سيوهڻ جي بزرگن سان آهي، جنهن ڪري ڊاڪٽر علامه دائود پوٽي صاحب کيس "سيوستاني" چيو آهي. پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي راءِ آهي ته قاضي قادن بکر ۾ جنم ورتو، تنهن ڪري کيس بکري سڏيو آهي. قاضي قادن جي شاعريءَ جا شروعاتي ست بيت شاهه ڪريم جي تاليف "حديقة الاولياءَ" مان مليا هئا. ان وقت سيني جو خيال هو ته هيڏي وڏي شاعر جا ٻيا بہ ڪيترائي شعر چيل هوندا. خوشقسمتيءَ سان انهيءَ ڪان پوءِ ڀارت جي هرياڻا جي ڳوٺ راڻيلا مان ديوناگري لپيءَ سان سندس وڏيڪ 112 بيت هٿ آيا، جنهن کي سنڌي عربي رسم الخط ۾ آڻي محترم هيري ٺڪر ڇپرايو. قاضي قادن پنهنجي دور جو وڏو عالم، فاضل هو. هو شريعت جو صاحب، قرآن جو حافظ ۽ فقه ۽ حديث جي علمن جو وڏو ڄاڻو هو. اهو ئي سبب آهي جو سندس شاعري تي تصوف ۽ وحدانيت جي فلسفي جو عنصر غالب آهي. هو اسحاق آهنگر وانگر جهرڪ ٻڌجي محبوب جي ڇڄ تي ويهڻ جي تمنا نہ ٿو ڪري. بلڪ الهياتي فلسفي کي اپنائي ٿو. سندس شاعراڻي ذات تجربي ۽ مشاهدي جي پروڙ سان نمايان آهي. قاضي قادن سچي صوفي جيان ڪتابي علم کي سڀ ڪجهه نہ ٿو سمجهي، اهڙي طرح انسان کي منڊي ماڪوڙي ۽ دنيا کي کوهه سان مشابهت ڏني اٿس:

ڪنز قدوري قافيہ، جي پروڙين سڀ،
تہ ڪرمنڊي ماڪوڙي کوهہ ۾، پيئي ڪڇي اڀ.

قاضي قادن جي سنڌي واڻي (ديوناگريءَ ۾) ۱۶۴۲ع بمطابق ميرو لکيل

ٻيو مثال دادو ديال (1544_1603) جو آهي. هوقاضي قادن جو فڪري پوئلڳ هو. دادو ديال راجستاني علائقي احمد آباد جو رهواسي هو. هو قاضي قادن جو فڪري پوئلڳ ۽ ڀڳت هو. هو گهڻو وقت سنڌ ۾ رهيو. صوفي فڪر کان روشناس ٿيو. هن جو سنڌيءَ ۾ ڪلام پڻ ديوناگري ۾ مليو آهي، جنهن کي جهمٽمل خوبچند "دادو ديال جي سنڌي واڻي" جي نالي سان شايع ڪرايو:

دادو جيئن تلن ۾، جيئن ڳند ڦلن،

جيئن مکڻ کير ۾، تيئن رب رهن.

مهراج پراڻناٿ (1617ـ 1688ع): سندس جنم ننگر (هندستان – گجرات) ۾ ٿيو. هن جو اڪثر سنڌ اچڻ ٿيندو هو. هن جي ڪلام کي واڻي چئجي ٿو. هن شاعري ۾ اٽڪل 1875 سلوڪ چيا. جيڪي گجراتي، سنڌي ۽ هندي ٻولين ۾ رچيل آهن. سندس واڻيءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

تون رسائين نہ رسن، توکي پسن نيڻ،
ڪوڏئي ڪنن کي، توهنجا سڻن منڙا وڃن.

مهراج پراڻناٿ جي سنڌي ڪلام کي ديوناگري رسم الخط مان عربي رسم الخط ۾ جهمون رامچند چڳاڻي 'مهامتي پراڻناٿ جي سنڌي واڻي' جي نالي سان 1991ع ۾ شايع ڪرايو.



(سوامي پراڻناٿ جو ڪلام ديوناگري رسم الخط ۾)

سنڌي رسم الخط ۾ ڪن مندرن ۽ مزارن تي ڪتبا پڻ ملن ٿا. مثال طور اڏيري لعل جي مزار تي ديوناگري لپيءَ ۾ ڪتبو لڳل آهي. اڏيري لعل کي هندو پنهنجو درويش ۽ مسلمان پنهنجو بزرگ سمجهندا آهن.


THIS NEW REPARAT
IS FROM A COLLECTION
THE PANCHAT OF SIN

(اڏيري لعل جي مزار تي لکيل ديوناگري رسم الخط ۾ هڪ ڪتبو)

مرليڌر جيٽلي لکي ٿو ته "14_15عيسوي صديءَ کان وٺي سنڌي ٻوليءَ ۾ سنت ساهتيہ جون اهڙيون رچنائون موجود هيون، جيڪي ديوناگري حرفن ۾ قلمبند ڪيون ويندڻيون هيون. اسماعيلي پيرن جي رچيل "گنانن" جي خوجڪي سنڌي لپي ۽ پنجاب ۾ استعمال ٿيندڙ گرمکي لپي پڻ ديوناگري نسل جون لکاوٽون آهن. ٻيون بہ ڪيترئيون ادبي رچنائون هونديون، جن جي اسان کي اڃا تائين ڄاڻ نہ پئجي سگهي آهي. ممڪن آهي تہ راجستان، هرياڻا، گجرات، ڪڇ ۽ ٻين علائقن جي پراڻن گرنٿ ڀنڊارن ۾ ان دؤر جون سنڌي ڀاشا ۾ رچنائون سلامت رکيل هجن، جيڪي اڃا تائين عالمن جي ڌيان تي نہ آيون هجن."

محترم سراج صاحب پنهنجي مضمون "سنڌيءَ جو آڳاٽو ادب" ۾ مغليہ دؤر جو هڪ ڪاٻاڙو ڏنو آهي، جيڪو عيسوي سال 1640 کان 1650 جي زماني جو ٿئي ٿو. ڪاٻاڙي جو نقل هيٺ ڏجي ٿو.

سنبت 1710؛ ورک ناري (نهاريءَ) چند، گروار (خميس)ڏهاڙي اکر کيا؛ ننگر ساموئي پيتري ڏنک نامي لهاڻي سور جيءَ پرتياڻيءَ لهٽا: اڏاراڻک نامي پاٽيي رامل تورسياڻيءَ کني رپيا 101 انگين اکرين سو ايکوترا ؛ پورا؛ کرا؛ آکڙا؛ حالي چکي (سکي) جا؛ شاهجائي، وهاج (وياج) سان؛ وياج ماس پريت (در مهيني) اديک ايکوترا ورتي ڏيندو ڏيندي هر هج (حجت) کانہ کندو؛ ناري تي (ڏسي کري) کاپاڙو لکيو؛ ديس پرديس سهي (صحيح)؛ جڏهين سورجي پرئياڻي گهرندو تڏهن رامل تورسياڻي پري جباب (جواب) کندو؛ اجر (عذر) ۽ مالو (دير) نہ کندو؛ پيرو ماسئڏ هي کاپاڙو ان کي اڏارو نيائين؛ سهي (صحيح): پيو اجر(عذر) کونہ کندو:مت:

رامل تورسياڻي جما (جمع) ٿيا: اکر سهي: رپئين ايکوتر سو: وهاج (وياج) پڻ ايکوتر



ٽالپرن جي زماني ۾ بائيبل جي ڪجهہ حصن جو ترجمو ديوناگري رسم الخط ۾ ڪيو ويو هو. انگريزن جي شروعاتي دؤر ۾ ديوناگريءَ جو استعمال تيزيءَ سان وڌيو. انگريزن جي زماني کان اڳ ميٿيوس جي لکيل نسخي وارو انجيل جنهن کي 1825ع ۾ سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو ويو ۽ ساڳئي ڪتاب کي 1850ع ۾ ديوناگري رسم الخط ۾ ڇپرايو ويو. سال 1852ع ۾ جان جو لکيل انجيل وارو

نسخو، جنهن کي برنس ترجمو ڪيو هو. ان کي عربي- سنڌي رسم الخط ۾ ڇپرايو ويو ۽ ساڳئي ڪتاب کي گرمکي رسم الخط ۾ بہ شايع ڪيو ويو. جان جي لکيل نسخي تي بائيبل ايگزيلري سوسائٽي بمبئي خرچ ڪيو هو. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ سنڌي گرامر، انگريزي- سنڌي ۽ سنڌي-انگريزي ڊڪشنريون ديوناگري رسم الخط ۾ لکيون. ان کان پوءِ بيا بہ ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ شايع ٿيندا رهيا. اڌارام ٿانورداس تعليم ڪاتي طرفان قصا ڇپايا. 1858ع ۾ ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي هڪ ڇپايل ڪتاب A Sindhi Reading Book ۾ هيٺين ڇئن ڪتابي نسخن جو ذڪر آيو آهي.

| | |
|---|---|
| 1_ لعل اڏيرو | اڌ سنڌي اڌ پنجابي |
| 2_سورٺ | سنڌي |
| 3_سسئي | سنڌي |
| 4_ڪاسين ڪامر روپ | سنڌي |

مٿين ڪتابن ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ مينگهي پلگ جا سلوڪ پڻ ڏنا آهن. سسئي پنهونءَ جو هڪ قصو الف_ب گولڊ اسمٿ 1883ع ۾ شايع ڪرايو. پهريون ڪتاب جيڪو معياري ديوناگري_سنڌي رسم الخط ۾ شايع ٿيو اهو هو "دودو چنيسر"، جيڪو 1870ع ۾ شايع ٿيو. پهريون رسالو "سوکڙي" 1899ع ۾ شايع ٿيو.

## 1853ع ۾ انگريز سرڪار جو ديوناگري رسم الخط کي ترقي ڏيارڻ:

1853ع ۾ انگريز سرڪار عربي_سنڌي رسم الخط جي منظوري ڏني. پر ان سان گڏوگڏ ديوناگري رسم الخط کي ترقي ڏيارڻ لاءِ بہ قدم کنيا ويا.

بارٽل فريئر 1853ع ۾ چيو هو تہ هندن ۽ مسلمانن جو بالترتيب ديوناگري ۽ عربي صورتخطيءَ سان جذباتي واسطو آهي. جيتوڻيڪ فريئر عربي صورتخطيءَ جي حمايت ڪئي تہ سنڌي لکڻ لاءِ ديو ناگري صورتخطيءَ ۾ پڻ اصلاح ڪئي وڃي. سنہ 1868ع ۾ نارائڻ جڳن ناٿ، جيڪو 1853ع

واري الفابيٽ ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو ۽ ان ڪان پوءِ ڊپٽي انسپيڪٽر جنرل آف اسڪولز ٿيو. ان ڪي ديوناگري صورتخطيءَ ۾ اصلاح ڪرڻ جو ڪم ڏنو ويو. ٻئرو ايلس جنهن 1853ع ۾ نئين عربي- سنڌي صورتخطيءَ ۾ گهري دلچسپي ورتي هئي، هن ديو ناگري رسم الخط جي اصلاح ۾ بہ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. سال 1869ع ۾ بمبئي حڪومت خداوادي صورتخطيءَ جي بنياد تي ديوناگري-سنڌي اصلاح ڪيل صورتخطي جاري ڪرڻ جي منظوري ڏني. ان ساڳئي سال ڪراچيءَ ۾ هندو- سنڌي اسڪول قائم ٿيو. جنهن ۾ نئين اصلاح ڪيل ديوناگري صورتخطي ذريعي تعليم ڏني ويندي هئي.هن صورتخطيءَ کي مقبول ڪرڻ لاءِ صورتخطيءَ جون ٽي هزار ڪاپيون شايع ڪيون ويون ۽ ڇوڪرن کي هن اسڪول ۾ داخل ڪرڻ لاءِ انعامن جي پيشڪش ڪئي وئي. (1853ع ۾ سنڌي صورتخطيءَ جي تياري ۽ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان رائج ڪرڻ جو فيصلو(10جولاءِ 1974ع هلال پاڪستان) ڊاڪٽر عظيم الشان حيدر)

1873ع ۾ ديو ناگري سنڌي ٽائيپ رائيٽر تيار ڪيو ويو. جنهن ڪري سنڌي درسي ڪتابن جي اشاعت ۾ آساني ٿي پئي. 1875ع ۾ سنڌ ايجوڪيشن انسپيڪٽر اي-ايم ايچ فلٽن (E.M.H. Fulton) هڪ نوٽيفڪيشن ذريعي هدايت ڪئي تہ هاءِ اسڪولن ۽ اينگلو ورنيڪيولر اسڪولن ۾ جتي پگهار 50 روپين کان گهٽ آهي، اهي مئي 1876ع تائين ديوناگري سنڌي صورتخطيءَ ۾ امتحان پاس ڪري وٺن. هن نوٽيفڪيشن جي خاص ڳالهہ اها هئي تہ ان ۾ ڇاٽايل هو تہ جن ديوناگري سنڌي صورتخطيءَ ۾ امتحان پاس ڪيو آهي، انهن کي عربي- سنڌي صورتخطيءَ ۾ امتحان پاس ڪرڻ جي ضرورت نہ آهي.

پروفيسر منگهارام ملڪاڻي لکي ٿو تہ ”سنڌ جي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر جيڪب صاحب جي مدد سان مشهور ماهر تعليمدان ديوان ڪوڙيمل حيدرآباد جي ڪن اسڪولن ۾ ديوناگري لپي پاڙهڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، جنهن لاءِ ڪي درسي ڪتاب بہ ديوناگريءَ ۾ لکيا ويا هئا. پر اها ڪوشش ڪامياب نہ ٿي سگهي ۽ آخر ترڪ ڪئي وئي“. سنڌي نثر جي تاريخ (ص-21)

انهن سيني ڪوشش جي باوجود ديوناگري سنڌ ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهي ۽ خود هندن ۾ بہ مقبول نہ ٿي سگهي. 1881ع ۾ اسسٽنٽ ڪليڪٽر ڏيارام گدومل تجويز ڏني تہ ديوناگري_سنڌي کي ختم ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ هيءَ رسم الخط گهڻو مقبول نہ رهي آهي. 1886ع ۾ اي_ گائيلز (E.Giles) پنهنجي رپورٽ ۾ ڄاڻايو تہ هندو ڇوڪرا پڻ گهڻو ڪري ديوناگري_سنڌي صورتخطي ڇڏي عربي_سنڌي صورتخطي سکن ٿا. فقط شڪارپور ۾ ديوناگري سنڌي صورتخطي واٽين ۾ ڪجهہ قدر مقبول آهي.

1915ع ۾ ايون جيمس (Evan James) رپورٽ ڏني تہ 1910ع کان پوءِ ديوناگري سنڌيءَ ۾ ڪوبہ ڪتاب شايع نہ ٿيو. اهڙي طرح ديوناگري_سنڌي هڪ معياري صورتخطيءَ جي حيثيت سان پيش ڪرڻ جي ڪوشش هن وقت ناڪام آهي. (1853ع ۾ سنڌي صورتخطيءَ جي تياري ۽ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان رائج ڪرڻ جو فيصلو(10جولاءِ 1974ع هلال پاڪستان) ڊاڪٽر عظيم الشان حيدر)

اڄ تائين اسان جي ڳولا جا محور اهي ڪتاب يا نسخا رهيا آهن، جيڪي عربي، فارسي ۽ سنڌي رسم الخط ۾ لکيا ويا هئا. ڪنهن بہ عالم ديوناگري رسم الخط ۾ لکيل ڪتابن ڏي ڌيان نہ ڏنو. ان جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ ان خط کان اڻ واقفيت ۽ ان جو ٻيو سبب مذهبي تعصب (Bias) بہ ٿي سگهي ٿو. ڇو جو ديوناگري خط هندو مذهب جو هڪ نشان رهيو آهي، جنهن ۾ اڪثر هندو مذهب جا ڪتاب لکبا رهيا آهن ۽ سنڌي لاءِ عربي رسم الخط اختيار ڪيل آهي. اهو ياد رکڻ گهرجي تہ عربي رسم الخط سان گڏ سنڌ ۾ ناگري يا پروٽو ناگري خط بہ رهيا آهن، ايتري قدر جو جيسين انگريز سرڪار آخري فيصلو ڪري، تيسين ديوناگري لپيءَ ۾ ڪتاب شايع ٿيندا رهيا هئا. هي رسم الخط قديم دؤر کان سنڌي زبان لاءِ رائج هو. پر اسان جي اڻ ڄاڻائي ڪري يا تعصب ڪري ان لپيءَ وارو ادب اسان تلاش نہ ڪيو آهي.

## آزاديءَ کان پوءِ هندوستان ۾ ديوناگري لپي:

سلامت راءِ گرماڻي مطابق ديوناگري لپيءَ جو سوال هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ ڪڙو ٿيو آهي. ان جا حمايتي گهڻو ڪري ڪٽر هندو ويچار ڌارا وارا يا

نهرو نواز پاليسيءَ وارا آهن. سندن خيال آهي تہ اسان سنڌين جي ٻولي ۽ لپي دراصل سنسڪرت ۽ ديوناگري هئي ۽ ويدن جي زماني کان ئي سنڌ جو نالو هلندو اچي ٿو. هيءَ تہ صرف مسلمانن جي ڪاهن ۽ راڄ ڪري سنڌ ۾ عربي لپي هلي، نہ تہ ان کان اڳ اسان جي اها لپي ڪانہ هئي. لکڻ ۾ اها اردوءَ وانگر پئي لڳي. ان ڪري هندستان ۾ اچڻ کان پوءِ رواجي طرح هرڪو اها پڇا پيو ڪري تہ اوهان جي لپي اردو مان نڪتل آهي ڇا؟ جنهن صورت ۾ سنڌ سدائين لاءِ ڇڏي آيا آهيون ۽ هن کان پوءِ انهن سان ڪو ميل ميلاپ ٿيڻ آسان نہ آهي، تہ پوءِ اسين ان لپيءَ کي ڇو هلايون؟ ٻي ڳالهہ تہ اسڪولن ۾ ٻارن کي عربي لپي صرف پهرئين ۽ ٻئين ڪلاسن ۾ پاڙهجي ٿي. ٽئين درجي کان ڪين سڀ ڪم هنديءَ ۾ پاڙهيا ٿا وڃن. نتيجو اهو ٿو نڪري جو ٽئين درجي ۾ اچي هنن لاءِ نہ رڳو هندي مٿي جو سور ٿي ٿئي، پر ٻيا وشيہ جهڙوڪ تواريخ ۽ جاگرافي وغيره پڻ ڏکيا ٿي ٿا پون. تنهنڪري ٻارن کي منڍ کان ئي هندي ۽ ديوناگري لپي پاڙهي وڃي جيئن مٿي اچي ڪين تڪليف نہ ٿئي. (نئين زندگي جولاءِ 1963ع جبلپور- انڊيا تان ورتل)

مرليڌر جيٽلي مطابق ملڪ جي ورهاڱي کان پوءِ ڀارت ۾ تعليم ساهت جي کيتر ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ عربي-سنڌي ۽ ديوناگري- سنڌي ٻئي لپيون استعمال ڪيون پيون وڃن. ڀارت سرڪار انهن ٻنهي لپين کي تسليم ڪيو آهي. هيل تائين ديوناگري- سنڌي لپيءَ ۾ سنڌي ساهت جا اٽڪل ٻہ هزار کن ڪتاب شايع ٿيل آهن. انهن ڇپيل ڪتابن کان سواءِ ارڙهين- اٺويهين صديءَ جا لکيل ديوناگري- سنڌي جا اٽڪل 300 کن پراڻا قلمي نسخا بہ روشنيءَ ۾ آيا آهن.

## خداوادي رسم الخط

ڪلهوڙن جي دؤر (1717ع-1782ع) ۾ خاص طور تي ميان يار محمد ڪلهوڙي جي دؤرِ حڪومت (1701ع- 1750ع) ۾ خدا آباد (موجوده ضلعو دادو) سنڌ جو تختگاهہ رهيو. ملڪ جي گاديءَ جي هنڌ واري حيثيت ۾ هن شهر کي سياسي، سماجي، رياستي ۽ مذهبي طور تي وڏي اهميت هئي.

(خداوادي) خدا آبادي رسم الخط لاءِ چيو وجي ٿو تہ اهو خط خدا آباد جي عالمن اڪابرن ۽ واپارين ايجاد ڪيو هو. اهو رسم الخط هن خطي ۾ ان وقت بہ لکيو ويندو هو. جڏهن خدا آباد اجا ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ نہ ٿيو هو. هي رسم الخط واپاري طبقو پنهنجا خط، نياپا، سنيها، پنهنجي مائٽن يا واپار سانگي سامان گهرائڻ لاءِ استعمال ڪندو هو. اهڙي طرح وڻج واپار جي لکت ان رسم الخط ۾ ڪئي ويندي هئي. آفتاب ابڙي مطابق "ان لپيءَ تي اهو نالو ڇو ۽ ڪڏهن پيو؟ ان لاءِ اسان کي ماضيءَ جا ورق ورائڻا پوندا." فارسي لفظ "خدا" هندو عامل، منشي، واپاري وغيره عام استعمال ڪندا هئا. هندوستان ۾ هن وقت ان لپيءَ کي "هٽ واڻڪا اکر" جي نالي سان اجاگر ڪيو پيو وڃي.خدا آبادي رسم الخط آهستي آهستي سڄي سنڌ جي واپارين ۾ عام ٿي ويو. هن رسم الخط جون ڪجهہ لساني خصوصيتون هيٺ ڏجن ٿيون.

1_ هن رسم الخط کي واپارين ايجاد ڪيو ۽ استعمال ڪيو.

2_ هن رسم الخط ۾ حروف علت (Vowels) ڪونہ هئا.

3_ هيءَ رسم الخط ڪاٻي ڪان ساڄي لکيو ويندو هو.

4_ جيئن تہ خداوادي لکت کي واپاري طبقو پنهنجي حساب ڪتاب لاءِ استعمال ڪندو هو، ان ڪري ان رسم الخط کي واڻڪي، هٽ واڻڪي يا هٽڪائي يا هندو_ سنڌي رسم الخط بہ چيو ويندو هو. (هتي هڪ ڳالهہ واضح ٿي ٿئي تہ هن رسم الخط جو گهڻو استعمال سنڌي هندو ڪندا هئا. ان ڪري ان کي هندو_ سنڌي بہ چيو ويندو هو). سر جان مارشل موهن جي دڙي مان لڌل شين بابت لکي ٿو تہ "چاندي ۽ سون جا سڪا بہ هٿ آيا آهن، جن تي چتر لپي (Pictographic script) لکيل آهي، جا ڪي قدر سنڌي هٽڪائي اکرن سان ملي اچي ٿي ۽ ڪي قدر دراويدين لپيءَ سان".



(خداوادي رسم الخط جو نمونو)

5ـ هٽ واڻڪي يا خداوادي رسم الخط سائنسي نہ هو. 1858ع ۾ پيش ڪيل هڪ رپورٽ ۾ ڄاڻايل آهي تہ گهڻو ڪري سکر جا ماڻهو شڪارپور جي ماڻهن جي لکڻي بہ نہ سمجهندا آهن. جيتوڻيڪ اهي ٻئي شهر هڪ ٻئي کي ويجها آهن.

6ـ خداوادي يا هٽ واڻڪي لپيءَ جو گهڻو تڻو استعمال وڻج واپار ۾ ٿي رهيو هو. عام تعليم، ادبي يا تفريحي لکڻين ۾ ان جو استعمال ڪونہ هو.

جيستائين عربي_سنڌي رسم الخط سرڪاري طور نافذ نہ ٿيو هو، تيستائين هن رسم الخط جو استعمال ڪي قدر رهيو. ڪراچيءَ ۾ انگريزي ڪمپنيون ۽ ڪي ٻيون ديسي فرمون وغيره لکت پڙهت انگريزيءَ ۾ ڪنديون هيون. باقي ڪراچيءَ کان شڪارپور تائين هندو هن لکت ۾ ڪم هلائيندا هئا. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جيڪو ديو ناگري رسم الخط جو حامي هو، هن پنهنجي ڪتاب سنڌي گرامر (1845ع) ۾ لکيو تہ:

> The Khudawadi is the character used at Hyderabad and by most of the respectable merchants through out the country that of the Shikarpur and Sukkur merchants differ but little from it.

ٻئي طرف ڪئپٽن رچرڊ برٽن هو، جيڪو عربي_سنڌي رسم الخط جي حق ۾ هو. هن مطابق خداوادي اکرن جو استعمال انهيءَ ڪري ڪيو ويجي ٿو تہ اهي اڳيئي گهڻي قدر ڪتب آندا وڃن ٿا. پر انهن جو استعمال هندن جي فرقي تائين محدود آهي. خداوادي لپيءَ تي مکيہ اعتراض هي آهن تہ هاڻوڪي صورت ۾ اها پڙهڻ ۾ تمام ڏکي آهي.

گنگا رام سمراٽ لکي ٿو تہ "هنائي اکر براهميءَ تان وڪرت ٿيل آهن.(موهن جو دڙو لپيءَ سان انهن جي ڀيٽ ڪرڻ مها مورڪائي آهي.) ان جو هڪ ننڍو مثال ڏسو: براهميءَ ۾ الف= ا سڌي اڀي ليڪ، هنديءَ جي u جي نشاني آهي. ان ڪري الف کي مٿي وچين پتيءَ وٽ آڏي ليڪ تہ ڏيو نندي عيسائي ڪراس جيان شڪل ٿي ويندي ۽ ان جو اچار ٿيندو آهي "ڪ". هاڻي تڪڙ ۾ خواه روايتي طرح گهڙي گهڙيءَ لکڻ سان ان جو آڪار بدلجندو تہ "ڪ" جيڪو وڪرت روپ ٿيو، سو هنائي لپيءَ ۾ اڄ بہ موجود آهي ۽ لڳ ڀڳ ساڳيو روپ گجراتيءَ ۾ بہ آهي. اهو ڏسڻ سان توهان کي اهو راز سمجهڻ ۾ اچي ويندو. ائين تہ هنديءَ ۾ بہ ٿورو گول مول ڪرڻ سان اهو ئي روپ هن وقت آهي. مگر 14 صديءَ جي هندي_ ديوناگريءَ ۾ اهو ئي روپ هو، جيڪو هن وقت هٽ واڻڪي ۽ گجراتي لپيءَ ۾ آهي. اهي ٻوليون ۽ لپيون چو ۽ ڪيئن

ٽيون بگڙن؟ اهو سڀ مون پنهنجي ڪتاب ”سنڌو سڄ وير“ جي خاص ان اڏيائن ۾ وستار سان ڄاڻايو آهي ۽ اهي ڪارڻ فقط پارٽ بلڪ سڄي سنسار ۾ بلڪل ساڳي طرح مروج آهن.“ (سنڌ وگيان)

انگريزن جيتوڻيڪ عربي رسم الخط سان گڏوگڏ هندن جي عقيدت ڪي ڏسندي هن رسم الخط ۾ اصلاح ڪرائي ۽ 1868ع ۾ ان موضوع تي هڪ سرڪاري ڪاميٽيءَ غور ڪيو هو. هن رسم الخط ۾ گهربل سر ۽ انهن جون ماترائون وجهي هڪ مڪمل ورڻمالا تيار ڪئي وئي ۽ ڪتاب شايع ڪرايا ويا، پر اها ڪوشش ڪامياب نہ رهي. ان سلسلي ۾ گنگا رام سمراٽ لکي ٿو تہ 19هين صديءَ تائين هٽ واڻڪا اکر شدبراهمي (ديوناگريءَ) ۾ لکيا ويندا هئا. ايتري قدر جو اسڪولن جا سنڌي ٽيڪسٽ بوڪ بہ ان هندو۔ سنڌي هٽائي ۾ ڇپيا ۽ پڙهيا ويندا هئا. بمبئيءَ جي سرڪاري لائبرريءَ ۾ اهي ٽيڪسٽ بڪ اڃا بہ موجود هوندا. مون وٽ 1952ع تائين موجود هئا. عربي لپيءَ جي مڙهجڻ ـعد ئي سنڌي هندن هٽائي اکرن مان ماترائن جو پريوگ ڏيري ڏيري ڇڏي ڏنو ۽ سڀ مونا اکر لکجڻ ۾ آيا. پر ان جو مطلب اهو ڪونہ هو تہ ڪو انهن جو اچار غلط ٿيندو هو. يعني اکر لکبو هو ”گنگو اجمير ويو“ تہ پڙهبو هو ”گنگو اڄ مري ويو“. ائين چوڻ سراسر غلط آهي، ڇو تہ گنگو تہ اڄ بہ جيئرو آهي. مگر اهڙي ڀل اڄ تائين ڪانہ ٿي. سنڌي هندو، ڪروڙن جا ڏنڊا ۽ هنڊيون ان ئي لپيءَ ۾ هلائيندا هئا، پر ڪڏهن بہ ڪٿي لک جو سوا لک يا لک جو منو لک ڪونہ ٿيو. البت ائين ٿيو تہ جيڪا نئين ٽهي هوندي، تنهنکي ڪڏهن ڪڏهن چٺي پڙهڻ ۾ تڪليف ٿيندي هئي، پر حساب ڪتاب (ليکي چوکي) ۾ ڪڏهن بہ غلطي ڪانہ ٿيندي هئي.

ॿियो किताबु.

सिंधी

## گرمکي رسم الخط

گرمکي رسم الخط بنيادي طور تي سک پنجابي لکڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي، پر سنڌي لکڻ لاءِ به هن رسم الخط جي تاريخ پراڻي آهي. هڪ اندازي موجب گرمکي رسم الخط براهمي ۽ ديوناگري لپين مان جڙيو آهي، پر ڪجهه حرف ان ۾ ديوناگريءَ کان به پراڻا آهن. سک مذهب جي گرونانڪ ۽ ٻين گروئن جو ڪلام ۽ مذهبي چوٽيون هن رسم الخط ۾ محفوظ آهن. هن رسم الخط جي اصلاح ۾ گرو آرڄ جو وڏو هٿ هو. هنن نه صرف ڪجهه حرفن کي ملائي بهتر بڻايو پر ڪجهه حرفن کي جوڙي رسم الخط ۾ شامل ڪيو. گرمکي الف ـ ب کي پينتيس اکري (لد اکري) چيو ويندو آهي. چوجو هن ۾ ڪل 35 حرف اچي وڃن ٿا. گرمکي رسم الخط جي گجراتي رسم الخط سان به ڪافي هڪجهڙائي آهي. گرمکيءَ لاءِ چيو وڃي ٿو ته اٽڪل 1610ع ۾ هن رسم الخط ۾ اصلاح ۽ تبديلي ٿي. سنڌي ٻوليءَ جي اصل آوازن ڳ، ڄ، ڏ، ٻ کي ان رسم الخط ۾ لکڻ لاءِ

هيٺان ليڪ يا ٽپڪا لڳايا ويندا آهن. هن رسم الخط کي سکن جي گروئن ان ڪري به جوڙڻ جي ضرورت محسوس ڪئي ته عام ماڻهن تائين پنهنجي پيغام کي پهچائين ۽ ان کي محفوظ بڻائڻ ۾ مدد ملي.

"آد گرنٿ" يا "آد بيڙ"، جنهن کي شري گرو گرنٿ پڻ سڏيو ويندو آهي، سا سکن جي پوتر پوٿي آهي، جنهن کي سکن جي پنجين گرو ارجن ديو، اڪبر جي زماني ۾ 1604ع ڌاري مرتب ڪيو. ان ۾ گرو نانڪ کان سواءِ ٻين گروئن ۽ ڀڳتن جو ڪلام به گڏ ڪيل آهي. گرو گرنٿ ۾ شامل ڪلام ۾ سنسڪرت، هندي، راجستاني ۽ پنجابي وغيره سان گڏوگڏ سنڌيءَ جا ڪيترائي لفظ ۽ فقرا استعمال ٿيل آهن. مطلب ته ان دؤر ۾ گرمکيءَ جو تعلق سنڌي زبان سان جڙيل هو. گرو ارجن جو هڪ سلوڪ هيٺ ڏجي ٿو:

ٽٽڙيا سا پري، جولاٽي بين سئو،
نانڪ سچي پريت، سائين سيتي رتيا،
ٽٽڙي سا پريت، جا لائي ٻين سي.

انگريزن جي دؤر ۾ خاص طور تي سنڌ ۾ هندو عورتون ۽ ڇوڪريون گرمکي لکتن جو گهڻو اڀياس ڪنديون هيون ۽ هيءَ رسم الخط هندن وٽ ڪافي مقبول هو. ان کان علاوه سنڌ جي سکن جي ڌرمي زبان هئڻ سبب گرمکيءَ جو استعمال عام هو. انگريزن جي دؤر ۾ ساڌو نول راءِ آڏواڻي، حيدرآباد مان "سدا پتريڪا" نالي هڪ ماهوار رسالو جاري ڪندو هو، جيڪو گرمکي رسم الخط ۾ هوندو هو. پر ان کان به اڳ ٽالپرن جي دؤر جو مشهور ويدانتي شاعر ۽ سنڌي شاعريءَ جي ٽه مورتي جي آخري ڪڙي پائي چئن راءِ بچو مل لنڊ "سامي" شڪارپور جو رهواسي ٿي گذريو هو، جنهن گرمکي ۾ باقاعده تعليم حاصل ڪئي هئي. ساميءَ جي بيتن کي سلوڪ چيو ويندو آهي. سندس سمورو ڪلام گرمکي رسم الخط ۾ لکيل هو. ساميءَ جي سلوڪن کي پهريون دفعو ديوان ڪوڙي مل چندن ڪلناڻي 1892ع ۾ شايع ڪرايو. ان رسم الخط بابت سر ايلس پنهنجي تعليمي رپورٽ جي پيرا نمبر 87 ۾ لکي ٿو ته "ڪراچي ۽ شڪارپور ۾ سنسڪرت ۽ گرمکي پڙهائي وڃي ٿي.

پر شاگردن جو تعداد تمام ٿورو آهي، ڪل 85 شاگرد پڙهن ٿا. سنڌ جي ٻين شهرن ۾ ٻه هندو اهي ٻوليون پڙهن ٿا. پر اهي برهمڻن ۽ گرونانڪ جي وديالن تائين محدود آهن. هندن جا ڪافي مذهبي ڪتاب گرمکيءَ ۾ لکيل آهن."

(੪੪੪) ਹਲਿਕੋ ਈਂ ਭਾਰੋ ਭਯੋ ਵਞੇ ਨ ਆਤਿਮਾ
ਨਕੀ ਉੂੰਦਹਿ ਸੌੜਿਰੋ ਨਕੀ ਅਛੋ ਕਾਰੋ
ਜਹਿੰ ਮੇਂ ਉਪਿਜੇ ਲੈ ਥਿਏ ਸਾਮੀ ਜਗੁ ਸਾਰੋ
ਮਿਲ੍ਹਿਯੋ ਨਿਯਾਰੋ ਸੁਤਹਿ ਸਿਧਿ ਆਕਾਸ ਜਾ ॥
(੪੪੫) ਸੋਈ ਸਿਪਾਹੀ ਜੋ ਮਾਰੇ ਮਨ ਮਵਾਸ ਖੇ
ਜੋਧਾ ਪੰਜ ਜੀਤੇ ਰਥ ਕਰੇ ਘੋੜੇ ਜਾ ਗਾਹੀ
ਚਾੜ੍ਹੀ ਸਿਏ ਤੌਤੇਲ਼ ਮੇਂ ਰਾਮ ਨੈਣਾਰਿ ਨਾਰੀ
ਦਹ ਦਿਸਿ ਦੁਹਾਈ ਫੇਰੇ ਫਿਰਨਿ ਫੌਜ ਰੇ
(੪੪੬) ਵਞੇ ਸਭ ਵਹੀ ਥੀ ਖਲਿਕਤ ਪਹਿੰਜੇ ਖ਼ਿਯਾਲ ਮੇ
ਵਿਰਲੇ ਕਹਿ ਗੁਰ ਮੁਖ ਕਈ ਸਾਮੀ ਗਾਲ੍ਹਿ ਸਹੀ
ਚੜ੍ਹਿਹਿਯੋ ਅਨਭੈ ਅਛ ਤੇ ਪੰਜਈ ਦੂਤ ਦਹੀ
ਕਰੇ ਰਾਜੁ ਰਹੀ ਭੇਹਦ ਭੇਗ਼ਾਮ ਪੁਰਿ ਜੇ ॥
(੪੪੭) ਜੇਕੋ ਪਿਯੋ ਕਿਰੀ ਸਾਮੀ ਸਾਧ ਸੰਗਤਿ ਮੇਂ
ਮਿਲ੍ਹਿਯੋ ਤਹਿੰ ਮਾਇਲ ਦੇ ਸੁਤਹਿ ਸਿਧਿ ਸੁਪਿਰੀ
ਸਾਮੀ ਸੁਖ ਸੰਸਾਰ ਜਾ ਵਿਯਸਿ ਸਭਿ ਵਿਸਿਰੀ
ਅਚੇ ਕੀਨ ਫਿਰੀ ਜਨਮ ਮਰਣ ਜੇ ਦੁਖ ਮੇਂ ॥
(੪੪੮) ਮੂਰਿਖ ਛਹਿ ਮ ਮੋਹੁ ਕਾਯਾ ਮਾਯਾ ਕੁਲ ਜੇ
ਛਡੇ ਵੇਂਦਇ ਛਿਨ ਮੇਂ ਛੋਹੀ ਕਰੇ ਛੋਹੁ
ਉਲਿਟੋ ਡੀਂਦੁਇ ਡੋਹੁ ਸਾਮੀ ਚਟੇ ਸਿਰ ਤੇ ॥
(੪੪੯) ਅੰਧੋ ਪਿਯੋ ਅਣੋ ਭੁਲੀ ਭਵ ਸਾਗਰ ਮੇਂ
ਬਾਭਣੁ ਬਧੋ ਭੁਰਹੋ ਕਰਿਮਨਿ ਜੇ ਕਾਣੇ

ساميءَ جا سلوڪ (گرمکي - سنڌي لپي) (١٩٣٨)

# گجراتي رسم الخط

قديم دؤر کان گجرات ۽ سنڌ هڪٻئي جا پاڙيسري رهيا آهن. گجرات جي سرحدي پٽي ۾ رهندڙن جي وڏي انگ جي ٻولي سنڌي آهي. گجرات سان سنڌ جا ثقافتي، ادبي، تجارتي ۽ لساني تعلقات پراڻا آهن. هندوستان جي ورهاڱي تائين ڪيترائي گجراتي لڏي سنڌ ۾ اچي رهيا. اڄ بہ ڪراچيءَ مان گجراتي زبان ۾ اخبارون ۽ ڪتاب شايع ٿين ٿا. گجراتي رسم الخط براهمي خاندان واري رسم الخط مان آهي. گجراتي لکت جو طريقو ديو ناگري حرفن جي آڌار تي رکيل آهي. گجراتيءَ جي سڀ کان اوائلي لکت جيڪا 1592ع جي آهي، سا موجود آهي. گجراتيءَ کي صرافي يا وڻج واپار وارو رسم الخط بہ چيو ويندو آهي. گجراتي رسم الخط کاٻي کان ساڄي طرف لکيو ويندو آهي.

ڪڇي ڪهاوتون، ڇاپو ١٩٢٠ (گجراتي - سنڌي لپي)

# لوهاڻڪو رسم الخط

هيءُ رسم الخط ٺٽي ۽ برهمڻ آباد ۾ لوهاڻا استعمال ڪندا هئا. هيءُ سنڌ جو قديم رسم الخط هو، جيڪو اسلام کان اڳ بہ رائج هو. البيروني بہ پنهنجي ڪتاب ۾ ڀاٽيا ۽ لوهاڻڪي رسم الخط جو ذڪر ڪيو آهي. ڀاٽيا ۽ لوهاڻڪا رسم الخط ٻئي ٺٽي ۾ وڏيڪ مشهور هئا. ٺٽي جا لوهاڻا جيڪو رسم الخط استعمال ڪندا هئا، ان کي قبيلي جي حساب سان لوهاڻڪو رسم الخط چيو ويندو هو. هي رسم الخط براهمي رسم الخط آهي، جيڪو کاٻي کان ساڄي پاسي لکيو ويندو هو. هن رسم الخط جو ذڪر سر گريئرسن بہ ڪيو آهي ۽ ان هن کي ڪراچيءَ جو رسم الخط سڏيو آهي، اهو ان ڪري جو شايد اهو لاڙي رسم الخط هو.

پنيور جي کنڊرن مان مليل لکتن جي مطالعي مان خبر پوي ٿي تہ لاڙي يا لوهاڻڪو رسم الخط هن علائقي ۾ عام هوندو هو، جنهن ۾ علم نحو ۽ حساب کان ويندي ڪاروباري لکپڙھ ۽ ٻيو علم و ادب هن خط ۾ قلمبند ڪندا هئا. ڪن عالمن جو اهو بہ خيال آهي تہ اسماعيلي مبلغن جي ڪري جيڪي هندو مسلمان ٿيا هئا، انهن پنهنجو مذهبي ادب لوهاڻڪي رسم الخط ۾ محفوظ ڪيو هو.



(لوهاڻڪي رسم الخط جو نمونو. هلال پاڪستان 1974ع تان ورتل)

## ياڻيا رسم الخط

هي رسم الخط ٺٽي جا ياڻيا ڪتب آڻيندا هئا. البيروني مطابق اردناگري رسم الخط. ياڻيہ رسم الخط پنجاب ۽ سنڌ جي ڪن حصن ۾ ڪتب ايندو هو. خاص طور تي ٺٽي جا ياڻيا هن رسم الخط ۾ پنهنجو علم و ادب ۽ ڪاروبار لکندا هئا. عربن جي اچڻ کان گهڻو اڳ بہ هي رسم الخط جاري هو. ياڻيہ رسم الخط جو استعمال بہ مختلف هوندو هو. مثال طور ٺٽائي ياڻين جو الڳ رسم الخط هوندو هو ۽ سيوهاڻي ياڻين جو وري الڳ رسم الخط هوندو هو.

تاريخي طور تي معلوم ٿئي ٿو تہ ٺٽي جا ياڻيا وچ اوڀر، ڏور اوڀر، ڏکڻ ايشيا، وچ ايشيا، آفريقا ۽ ٻين ملڪن سان واپار ڪندا هئا. پنهنجي ڪاروبار جي ڏي وٺ جو مڪمل حساب ڪتاب رکندا هئا. سنڌن لکت ۾ ان دور جي حساب سان علم و ادب بہ سيڪاريو ويندو هو. ياڻيا رسم الخط ديوناگري رسم الخط جي نموني لکيو ويندو هو.

## لاڙائي يا لاڙي رسم الخط

لاڙائي موڙا رسم الخط لاءِ رمضان دلدار چيڙ بدين، روزانہ "ڪاوش" 15 ڊسمبر 2010ع ۾ لکي ٿو تہ قديم وقت کان لاڙ ۾ هڪ قبيلي /ذات وٽ هڪ خاص "رسم الخط" آهي، جنهن کي "لاڙائي موڙا" چوندا آهن.

اهو رسم الخط ڀان فقيرن وٽ آهي. ڀان سومرا حڪمرانن جا فقير هئا. "ڀاڳو ڀان" (مير محمد ڀان) مشهور شاعر هو، جنهن دودي سومري تي رزميہ شاعري ڪئي. 'ڀان' سومرن جا، تہ "چارڻ" وري سما حڪمرانن جا فقير هئا. ڀان ذات وٽ سومرن کان سواءِ سمن ۽ سماٽ ذاتين جا بہ شجرا بر زبان ياد ۽ لکت ۾ موجود هئا ۽ آهن. جيڪي سڀ "لاڙائي موڙا" ۾ لکيل آهن. "لاڙائي موڙا" رسم الخط صرف ڀان فقير لکي پڙهي ڄاڻندا هئا، ٻين ذاتين يا عام سنڌين کي اها الفابيٽ سمجهہ ۾ ڪانہ ايندي هئي ۽ نہ ئي ڀان فقير ڪنهن کي اها الفابيٽ سيکاريندا هئا. ڀان فقير ان ڪري بہ اها الفابيٽ ٻين کي نہ سيکاريندا هئا تہ اگر ٻيا اها الفابيٽ سکي ويا تہ

پوءِ اسان (ڀان فقيرن) جي حڪمرانن وٽ ڪا حيثيت ڪانہ رهندي. انهيءَ ڪري انهن اها رسم الخط ٻين کان لڪائي ۽ اڄ بہ لڪائيندا پيا اچن. شيخ محمد سومار (مرحوم)پنهنجي مرتب ڪيل ڪتاب "بدين ضلعي جو مطالعو" ۾ لاڙائي موڏا الفابيٽ جو عڪس ڏنو آهي. پر تفصيلي ذڪر ڪونہ ڪيو اٿس. هاڻ دؤر بدلجي ويو آهي، ڀان جي موجوده نسل ۾ اهو علم (لاڙائي موڏا رسم الخط) شايد هاڻ نہ رهيو هجي، پر قديم "لاڙائي موڏا" رسم الخط ۾ سنڌ جي تاريخ، شجره نويسي ۽ ٻيو ڪافي مواد لکت ۾ موجود آهي.



"لاڙي موڏا" رسم الخط جو نمونو

(مهراڻ3 / 1990ع)

## ميمڻڪو رسم الخط

ميمڻڪي رسم الخط جا بہ مختلف نمونا هئا، ڇو جو حيدرآباد جا ميمڻ پنهنجي نموني لکندا هئا تہ ڏيپلي ۽ ٺٽي جا ميمڻ وري پنهنجي نموني لکندا هئا. هيءَ رسم الخط ٺٽي، حيدرآباد، راهموڪي بازار ۽ ٻين شهرن جا ميمڻ، خاص طور تي واپاري استعمال ڪندا هئا. هي رسم الخط بہ ديوناگري

آهي. خاص طور تي واپاري طبقو هن رسم الخط کي وڌيڪ استعمال ڪندو هو. ميمڻڪي رسم الخط جو استعمال 16 ۽ 17 هين صدي عيسويءَ ۾ عام هو. هيٺ ميمڻڪي رسم الخط جو نمونو ڏجي ٿو.



(ميمڻڪي رسم الخط جو نمونو: An Introduction of Sindhi Literature: Dr. Ghulam Ali Allana)

## ڏاڪٽي لهندا رسم الخط

چاچڪان سرڪار، چاچڪن جي قوم جي پرڳڻي کي سڏيو ويندو هو. چاچڪان جو مرڪز بدين هو. هي پرڳڻو ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي دور ۾ چاچڪان سرڪار جي نالي سان هڪ انتظامي پرڳڻو هو. چاچڪان سرڪار جي چوڻ تي فتح باغ، بدين ۽ لاڙ جي ٻين حصن ۾ لوهاڻن ۽ ڀاٽين کان سواءِ ٻيا هندو واپاري ۽ عام ماڻهو بہ هي رسم الخط استعمال ڪندا هئا.

## خوجڪي رسم الخط

هي رسم الخط خوجه مسلمانن استعمال ڪيو. هن رسم الخط جي باري ۾ سومرن جي دؤر واري باب ۾ وضاحت ڪري آيا آهيون. خواجڪي اکرن جو سنڌي رسم الخط جي ارتقا ۽ تاريخ ۾ چڱو حصو آهي. ان جي ترقي ۽ ترويج ۾ پير صدرالدين جو گهڻو هٿ هو. پير صاحب اسماعيلي فرقي جو داعي هو. پير صدر الدين هن رسم الخط ۾ پنهنجا گنان چيا. خواجڪي ۾ پير صاحب ڪي ماترائون شامل ڪري هي خط رائج ڪيو. اها چاليهه اکري يا خواجڪي سنڌي سڏجي ٿي. هن رسم الخط ۾ لکيل ڪتاب اڄ به دنيا جي مختلف ملڪن ۾ اسماعيلي پڙهن ٿا. حالانڪ گنانن جي ٻوليءَ ۾ ٻين مختلف ٻولين جي آميزش آهي، پر ڪيترائي گنان صاف سنڌيءَ ۾ به آهن. هن رسم الخط کي ان ڪري رائج ڪيو ويو ته جيئن نوان مسلمان اسلامي تعليم ۽ اصولن کي پنهنجي مقامي ٻوليءَ ۾ لکي ۽ پڙهي سگهن. هن صورتخطيءَ ۾ سر ۽ وينجن ٻئي موجود آهن، مثال طور: آ ــ ا ــ اي ــ اي ــ او ــ اُو

## لنڊا يا واڻڪا اکر

ڊاڪٽر غلام علي الانا مطابق هي رسم الخط پائيبند واڻيا واپاري بدين ۾ ڪم آڻيندا هئا. (سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس ــ ڊاڪٽر غلام علي الانا)

## ونگائي رسم الخط

هن رسم الخط لاءِ ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو ته هي رسم الخط بدين طرف جي ونگي پتڻ، ڪوچي، باغ جي پتڻ، بنگهار جي شهر ۽ ولهار جا واپاري ۽ عام ماڻهو ڪتب آڻيندا هئا. (سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس ــ ڊاڪٽر غلام علي الانا)

## سيوهاڻي ٻاٻڙڪا اکر

هي رسم الخط سيوهڻ ۾ رائج هو. جنهن کي سيوهڻ جا ٻاپڙا واپاري ڪتب آڻيندا هئا. سيوهڻ کي تاريخي طور تي وڏي اهميت آهي. سيوهڻ مذهبي، ڪاروباري، سياسي، سماجي ۽ تاريخي طور سنڌ ۾ وڏو مقام رکي ٿو. هتي جا اوائلي واپاري ۽ ٻيا هن رسم الخط ۾ لکپڙهه ڪندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو علائقي جي حوالي سان هي رسم الخط مشهور هو.

## شڪارپوري رسم الخط

شڪارپور جا واپاري ۽ عام ماڻهو پنهنجو شڪارپوري رسم الخط استعمال ڪندا هئا.شڪارپوري رسم الخط در اصل علائقائي ديوناگري/ هٽ واڻڪي رسم الخط آهي، جيڪو شڪارپور ۾ شڪارپوري رسم الخط جي نالي سان مشهور هو. هيءُ رسم الخط به گهڻو ڪري هندو واپارين وٽ رائج هو. اڄ به شڪارپور جا پوڙها هندو واپاري، هن رسم الخط ۾ پنهنجو حساب ڪتاب لکندا پيا اچن. بهرحال ان جي لکندڙن ۽ پڙهندڙن جو انگ شايد ٿورو ئي هوندو. 1856ع ۾ ٽيل تحقيق مطابق شڪارپور جا ماڻهو سکر وارن جي لکت نه سمجهندا آهن ۽ سکر وارا شڪارپور وارن جي لکت نه سمجهندا آهن. حالانڪه ٻئي شهر (سکر ۽ شڪارپور) هڪٻئي کي ويجها آهن.

## ساکرو رسم الخط

ساکرو جو مطلب آهي، سکر وارو. هي رسم الخط سکر جا واپاري استعمال ڪندا هئا. هي رسم الخط سکر جي نالي سان مشهور هو. جئين خداوادي، شڪارپوري، سيوهاڻي ۽ حيدرآبادي وغيره. هي سکر جي هٽ واڻڪي رسم الخط هو. هي رسم الخط شڪارپوريءَ سان ملندڙ جلندڙ هو، پر مشهور اهو هوندو هو ته شڪارپوري واپاريءَ کي ساکرو رسم الخط سمجهه ۾ گهٽ ٿو اچي ۽ سکر وارن کي وري شڪارپوري رسم الخط گهٽ ٿو سمجهه ۾ اچي. هن

وقت هن رسم الخط جا لکندڙ ۽ پڙهندڙ باقي ڪي بچيا هوندا، نہ تہ هي ماضيءَ جو يادگار ٿي وڃي رهيو آهي.

## مالواڙي ۽ سئنڌوا رسم الخط

هن رسم الخط جو ذڪر البيرونيءَ پنهنجي ڪتاب، ”ڪتاب الهند“ ۾ ڪيو آهي. هن سنڌ جي ڪيترن رسم الخطن جو ذڪر ڪيو آهي، پر خاص طور تي سنڌ جي هن رسم الخطن لاءِ لکيو اٿس تہ سنڌ ۾ ٻيا رسم الخط بہ رائج آهن، جهڙوڪ مالواڙي، جيڪو منصوره ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ استعمال ٿئي ٿو، ۽ ٻيو آهي سئنڌوا، جيڪو برهمڻ آباد طرف استعمال ٿئي ٿو. خاص طور تي ”سئنڌوا“ لاءِ محققن جو خيال آهي تہ اهو عربي۔ سنڌي رسم الخط آهي.

## عربي سنڌي رسم الخط

عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ بعد سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکجڻ شروع ٿيا، جن لاءِ عربي رسم الخط جو سهارو ورتو ويو. سنڌي عربي الف_ب پنهنجا ارتقائي مرحلا طئہ ڪندي رهي ۽ انگريزن جي دور تائين مختلف روپ اختيار ڪندي رهي ۽ آخر ۾ 1853ع ۾ هڪ مڪمل ۽ جديد شڪل ۾ رائج ڪئي وئي. سنڌ ۾ عربي رسم الخط جي باري ۾ اسان عربن جي دؤر واري باب ۽ ڪلهوڙن جي دؤر واري باب ۾ تفصيل سان ذڪر ڪري آيا آهيون. اڳتي هلي انگريزن جي دؤر ۾ عربي_سنڌي رسم الخط جي نفاذ بابت اچا وڌيڪ بحث ڪنداسين. عربي رسم الخط سنڌ ۾ صدين کان هلندڙ آهي. اهڙي طرح فارسي ۽ اردو بہ عربي رسم الخط ۾ لکيون وڃن ٿيون. انگريزن جي دؤر ۾ عربي صورتخطيءَ کي جاري ڪرڻ لاءِ اهو سبب ٻڌايو ويو تہ سنڌ جي ماڻهن جي آباديءَ ۾ بہ ياڱي ٽي مسلمان هئا، جنهن جي آڌار تي اهو فيصلو ڪيو ويو. انگريزن جي دؤر کان اڳ سنڌ ۾ عربيءَ جا ٻہ رسم الخط رائج هئا:

### (1) نستعليق رسم الخط

عربي کي جڏهن ايران ۾ ڪجهه نون حرفن ۽ ٽپڪن سان استعمال ڪيو ويو، ان کي نستعليق رسم الخط سڏيو ويو. سنڌ ۾ مڪليءَ جي قبرن کان ويندي، مسجدن جي ديوارن ۽ ڪتبن مان خط نستعليق جي رواج جي ثابتي ملي ٿي. ارغونن ۽ ترخانن جي اچڻ کان پوءِ نستعليق جو رواج وڌيو. شاهه ڪريم جو ڪلام "بيان العارفين" نستعليق خط ۾ هو. اهڙي طرح مزارن جا ڪتبا، مسجدن جي ديوارن تي اتاريل قول، حديثون ۽ فارسي-سنڌي ۾ لکيل ڪتاب سنڌ ۾ نستعليق جي جهجهائيءَ کي ثابت ڪن ٿا.

ميرزا خسرو چرڪس جي مزار جا ڪتبا



آن خسرو خان که دست جودش — از دل کم فقر و فاقه مي شست
از خطهٔ سند بود عمري — بس گوهر عدل و داد را سفت



آخر بگذشت اين جهان را — خود رفت و بعالم بقا خفت
از دل جستم چو سال فوتش — جاي [.] بهشت هاتفم گفت

۱۰۲۸ھ

(سنڌ ۾ خط نستعليق جو نمونو)

### (2) نسخ رسم الخط

نسخ جي لفظي معنيٰ آهي "ٻي سڏي شيءِ ان جي جاءِ تي آڻڻ" مطلب ته اڳين صورت پهرين موجود هجي، پر ان جي جاءِ تي ٻي شيءِ آڻجي. موجوده سنڌي نسخي رسم الخط آهي. محترم آفتاب ابڙو لکي ٿو ته 'موجوده خطِ نسخ جي صورت تمام گهڻو پوءِ وجود ۾ آئي' ان کان اڳ خط ڪوفي رائج هو.

جيڪو عراق، ڪوفي ۽ بصره ۾ هلندڙ هو. خط ڪوفي ۾ نقطا ڪونہ هئا. انڪري پڙهڻ ۾ مشڪل هو، پر عربن لاءِ مشڪل نہ هو. عرب ان خط ۾ لکيل هر لفظ يا سٽ آسانيءَ سان پڙهي ويندا هئا. لفظن جي صحيح سڃاڻپ لاءِ سن 65 هہ ۾ حجاج بن يوسف جي هدايتن مطابق خاص طور مذهبي ڪتابن تي زيرون زبرون، پيش، شد ۽ مد وغيره جون علامتون ڏنيون ويون. نسخ خط ۾ پهريون پهريون معياري سنڌي ڪتاب "مقدمة الصلوات" لکيو ويو هو. جو ابو الحسن جي سنڌيءَ جي نالي سان بہ مشهور ٿيو. مقدمة الصلوات جي لکجڻ مان ٻن ڳالهين جي اهميت ملي ٿي:


لَا اِلٰهَ اِلَّا اللّٰهُ مُحَمَّدٌ رَّسُوْلُ اللّٰهِ

(سنڌ ۾ نسخ لکت جو هڪ نمونو)

هڪ تہ سنڌي زبان مدرسن ۾ باقاعدي نصابي حيثيت حاصل ڪري ورتي، جنهن ڪي سڄي سنڌ جي عالمن تسليم ڪيو ۽ ٻيو تہ سنڌي زبان لاءِ

سنڌ جي سيني مدرسن ۾ هڪ صورتخطي استعمال ڪئي وئي. جيتوڻيڪ اهي بزرگ جيڪي نستعليق رسم الخط تي هريل هئا، سي ان ساڳئي رسم الخط ۾ پيا لکندا هئا، پر سنڌ جي اڪثر عالمن جهڙوڪ مخدوم ضياءُ الدين ٺٽوي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالله ۽ ٻين عالمن پنهنجن پنهنجن مدرسن ۾ نسخ رسم الخط اختيار ڪيو.

رچرڊ برٽن لکي ٿو ته اهي نسخي اکر ٻي ڪنهن به الف_ب کان گهٽ نه آهن. انهن جي خوبيءَ جي ثابتي اها آهي ته جنهن زبان لاءِ ٺاهيا ويا آهن، تنهن جو هر هڪ آواز چڱي طرح ظاهر ڪري سگهن ٿا. پر اهو سمجهي سگهجي ٿو ته جيئن اهي اکر عربيءَ کان پري ٿيندا آهن، تيئن زياده ڪِرندا ويندا آهن. هن وقت سنڌي لکڻ لاءِ انهن ۾ تڪڙي ڦير گهير ڪري، انهن جو روپ بدلايو ويو آهي. اعرابون منجهائيندڙ آهن ۽ حرف ڏکيا ۽ منجهائيندڙ لڳن ٿا، پر انهن جي ذاتي خوبي ڪانه بدلي آهي ۽ اها قائم رکي سگهجي ٿي. جيئن تعليم ترقي ڪندي ويندي تيئن انهن کي سڌارڻ جا اپاءَ ورتا ويندا. هندوستاني ماڻهن تازو نستعليق خط لکڻ جي طريقي ۾ ڪيترين ڦير ڦارون ۽ سڌارا ڪيا آهن.

## عربي_ سنڌي رسم الخط جو بڻ بڻياد:

موجوده سنڌي صورتخطيءَ جو بنياد عربي رسم الخط جي الفابيٽ (الف_ب) تي ٻڌل آهي ۽ عربي رسم الخط لاءِ ڪيترن عالمن جي راءِ آهي ته اهو عبرانيءَ مان اسريو آهي. اسلام جو سڀ کان مقدس ڪتاب قرآن شريف عربيءَ ۾ لکيل آهي. اسلام کان اڳ به عربي زبان جي ادب جو پتو پوي ٿو. عربي — سنڌي صورتخطي ءَ جي بڻ بڻياد تي نظر وجهڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته ان جو بنياد عربي آوازن ۽ نالن تي پيل آهي، جن جو مختصر ذڪر ڏجي ٿو:

اکر ”ا“ الف جي معنيٰ ڍڳي جي منڍي. ”ب“ عربيءَ ۾ بيت يا گهر لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ”ج“ جمر جمل جمل عربيءَ ۾ اٺ کي چئبو آهي. ”د“ دال معنيٰ خيمي جو ٽڪندو در. ”ف“ فم عربيءَ ۾ وات کي چئبو آهي. ”ي“ يد، عربي زبان ۾ هٿ کي چئبو آهي، ”ع“ معنيٰ اک. ”م“ ماءَ معنيٰ پاڻي، ”ح“

معنيٰ سئيءَ جو پاڪڙو. ”و“ واو ڪنڌو يا سوئو. ”ز“ زائن معنيٰ زيتون يا هٿيار. ”ل“ لامو معني لڪڻ يا جانور هڪلڻ وارو چهبڪ ڇهو. ”ت“ تاءَ معنيٰ نشان يا منڌيئڙو.

موجوده سنڌي صورت خطيءَ جو بنياد 1853ع ۾ پيو. ان ڪان اڳ عربي ۽ فارسي جي بنياد تي لکيو ويندو هو. ڪجهه حرفن کي ساڳئي نموني ۽ ڪجهه حرفن کي وڌائي نوان آواز ٺاهيا ويندا هئا. مسٽر ايلس جي نگرانيءَ ۾ قائم ڪاميٽي سنڌي صورتخطيءَ لاءِ عربي نشان قائم رکيا ۽ انهن مان هر هڪ کي قيمت پڻ ڏني وئي. جهڙوڪ ا، ب، ج، د (ابجد) ه، و، ز (هوز) ح، ط، ي (حطي) ڪ، ل، م، ن (ڪلمن) س، ع، ف، ص، (سعفص) ۽ ق، ر، ش، ت، (قرشت)مان ظاهر آهي. ڪل 22 اکر عربيءَ تان نقل ڪيا ويا. عربن پنهنجي سولائيءَ خاطر ڇهه ٻيا اکر ان ۾ ڳنڍيا، جيڪي هن ريت آهن: ”ث“، ”خ“، ”ذ“، ”ض“، ”ظ“ ۽ ”غ“، اهڙي طرح انهن مان هڪ ٻيو نشان ”ء“ پڻ ڳنڍيو. جنهن کي هو (همزه) سڏيندا هئا. پوءِ الف ۽ ل کي ملائي (لا) جوڙيائون. عربي صورتخطيءَ جا ڪل 30 نشان مقرر ڪيا ويا، اهو ئي سبب آهي جو عربي صورتخطيءَ کي عام طور تي سي حرفي يا ٽيهه اکري به سڏيو وڃي ٿو. (حوالو: ابن النديم، الفهرست، مهر ايڊيشن 1968ع، ص 33)

مطلب ته موجوده سنڌي الف ـ ب مڪمل طور تي عربي رسم الخط جي اثر هيٺ لکي وڃي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌي سکندڙ کي قرآن شريف پڙهڻ ۽ سمجهڻ ۾ ڪا به تڪليف نٿي ٿئي. اهڙي طرح عربي ڄاڻندڙ کي سنڌي سکڻ ۾ ڪا گهڻي تڪليف نه ٿيندي.



# انگريزن جو دؤر (1843ع-1947ع)

ٽالپرن جي دؤر تائين انگريز، سنڌي ڪنڌ جي تقريباً سڀني قومن کي شڪست ڏئي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا هئا. نتيجي ۾ سنڌي ڪنڌ ۾ انگريز واحد وڏي طاقت ٿي اڀريا. ان ڪري هنن سنڌ کي حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف طريقا اختيار ڪيا. پهريائين هنن پروپيگنڊا وسيلي برطانيہ جي عوام ۾ اهو تاثر ڏنو تہ سنڌ مالي طور تي هڪ شاهوڪار ملڪ آهي. جتي تمام گهڻو خزانو موجود آهي. ٻي طرف هنن سنڌ جي پاڙيسري ملڪن ۽ سنڌي ڪنڌ جي ٻين قومن ۾ اهو تاثر پيدا ڪيو تہ سنڌ جا حاڪم جابر، جاهل، تنگ دل ۽ تعصب رکندڙ آهن. ٽئين طرف وري هنن سنڌ جي اميرن سان جيڪي تجارتي ۽ سياسي عهدناما ڪرڻ شروع ڪيا، تن جو مقصد اهو هو تہ تجارتي سرمائي وارين ٻين اجاره دار ڪمپنين وانگر سمنڊ پار جي ملڪ جي پيداوار توڙي خام مال تي پنهنجي هڪ هٽي قائم ڪري وڏيڪ منافعو ڪمائجي. اهڙي طرح انگريز واپاري طبقي کي بہ پاڻ سان آسانيءَ سان ملائي چڪا هئا، ڇاڪاڻ تہ ميرن جي سڄي نظام حڪومت ۾ جاگيردار قوتون اقتدار ۽ سياسي سگهہ تي قابض هيون، ان ڪان اڳ ئي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو سياسي ۽ تجارتي ڌرين تي اثر وڌي چڪو هو.

ايسٽ انڊيا ڪمپني پنهنجي استعماري نظام ۽ خواهش مطابق زمين حاصل ڪرڻ لاءِ پهرين سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن سان فوجي نوعيت جي عهدنامن لاءِ دٻاءُ وجهندي رهي. انگريزن جو ايلچي سنڌ ۾ مستقل رهڻ لڳو. مطلب تہ انگريز ٽالپرن کي هر طرح سان بليڪ ميل ڪرڻ لڳا. حالتون ان وقت وڌيڪ خراب ٿيون، جڏهن 1843ع ۾ مياڻيءَ جي ميدان ۾ انگريزن ۽ مير نصير خان جون

فوجون آمهون سامهون ٿيون. هن جنگ ۾ خود ميرن جي پنهنجن به مدد نه ڪئي.
مير صوبدار هن جنگ ۾ جانبداريءَ جو مظاهرو ڪيو. نتيجي ۾ ميرن کي
شڪست ٿي.شڪست جي خبر ٻڌي مير پور خاص واري مير شير محمد خان
انگريزن خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. اها جنگ به 1843ع ۾ دبي جي ميدان ۾
لڳي، جنهن جو وڏو شهيد هوش محمد شيدي هو. انگريزن جي فوج جي سربراهيءَ
۾ آزاد سنڌ کي غلام بڻايو ويو. فتح ڪان پوءِ سنڌ جون واڳون سر چارلس نيپئر
سنڀاليون. هو برٽش آرميءَ ۾ جنرل هو. هن کي سنڌ جو پهريون گورنر جنرل مقرر
ڪيو ويو. هن جي حڪمرانيءَ ۾ سبزل ڪوٽ ۽ خيرپور کي سنڌ جي نقشي مان
خارج ڪيو ويو ته ٻي طرف اولهه ۾ بلوچستان جا ڪافي علائقا سنڌ جي سياسي
ماتحتيءَ ۾ ڏنا ويا. جيڪي سر جيڪب جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لڳا.

## چارلس نيپئر جي دور ۾ سنڌي ٻوليءَ جو تحفظ:

نندي کنڊ جي تاريخ ۾ برطانوي راڄ جو عرصو، قديم سماجن کان
جديد سماج ۾ پير پائڻ جو وچ وارو عرصو هو. ڇاڪاڻ ته يورپي طاقتون صنعت،
جهاز راني، واپار، مشينن ۽ جنگي ميدان ۾ نئين تهذيب جون اڏيندڙ هيون.
انگريزن پنهنجي مفادن سان گڏ، هتي اها ٽيڪنالاجي به کڻي آيا جو هو سچ پچ ته
تاريخ ۾ داناءَ دشمن ٿي پيا. جڏهن ته مقامي حاڪم ۽ جاگيردار قوتون نادان
دوست هيون. ريلوي، ٽيليفون، جديد آبپاشي سرشتو ۽ يورپ جي علم ۽ اتان جي
صنعت تاريخي قوتن جي اوسر ڪئي. انگريزن هتي جديد علم متعارف ڪرايا.



سر چارلس نيپيئر جو جنم 10 آگسٽ
1782ع ۾ ٿيو. سندس والد ڪرنل جارج نيپئر،
برطانوي فوج ۾ تمام وڏو نالو رکندڙ هو ۽ کيس
ڪرنل آنرابل جارج نيپئر جي نالي سان سڏيو
ويندو هو. چارلس نيپئر کي "فاتح سنڌ" سڏيو
ويندو آهي. 1841ع ۾ کيس سنڌ ۾ فوجي ڪمانڊ
ڏني وئي. 1843ع ۾ انگريزن جي فوج سنڌ جي مقامي ٽالپر حڪمرانن کي

شڪست ڏني، سنڌ تي قبضو ڪري ورتو. چارلس نيپئر، جنهن جي سربراهيءَ ۾ انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو هو. ان کي سنڌ جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

هن حيدرآباد بجاءِ ڪراچيءَ کي سنڌ جو تختگاهه بنايو ۽ جوڙ جڪ واسطي سنڌ کي ان وقت ٽن ضلعن ۾ ورهايو، جن ۾ ڪراچي، حيدرآباد ۽ شڪارپور شامل هئا. نيپئر کي ڪم ڪار لاءِ ڪي نائب ۽ مددگار به ڏنا ويا، جن کي اهم سياسي، فوجي ۽ مالي اختيار به حاصل هئا. ڪراچي لاءِ ميجر هينري پريڊي، حيدرآباد لاءِ ڪيپٽن روٽ بارن ۽ شڪارپور لاءِ ڪئپٽن گولڊنيءَ کي ترتيبوار ڪليڪٽر ۽ مئجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو.

انگريزن جي فتح کان اڳ تاريخ جي هڪ وڏي عرصي کان فارسي، سنڌ جي سرڪاري ٻولي هئي. ان کان پوءِ سڄي سنڌ جو تعليمي نظام فارسي ۽ عربي ميڊيم ۾ هلندڙ هو. ائٽڪن جي سنڌ گزيٽيئر موجب ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ اندر گهٽ ۾ گهٽ ڇهه وڏا تعليمي ادارا هئا. هن دور ۾ فارسي ٻوليءَ کي سرڪاري ۽ تدريسي ٻولي سمجهيو ويندو هو. ان وقت جا مڙئي تعليمي ادارا ميرن جي گرانٽ جي آڌار تي هلندڙ هئا. برطانوي سرڪار ان وقت تائين تعليمي ادارن جي ترقيءَ ۾ ڪنهن به قسم جو چاهه نه ورتو. ٽالپرن جي زماني ۾ بائيبل جي ڪجهه حصن جو ديوناگري رسم الخط ۾ ترجمو ڪيو ويو هو.

انگريز عالمن جي سنڌي ٻوليءَ سان دلچسپيءَ جا اهڃاڻ ان کان به ڪجهه اڳ ملن ٿا. پرنسيپ سن 1835ع ۾ ۽ راموس 1836ع ۾ ۽ واٿن 1836ع ۾ سنڌي گرامر جا ڪتاب لکيا. حالانڪ اهي ڪوششون اڻ پوريون ۽ اڌوريون ٿي سهي، پر آڳاٽيون ۽ سڀ کان پهرين ڪيل آهن، تنهنڪري اهي ڪوششون يادگار حيثيت رکن ٿيون. انتظامي معاملي ۾ سر چارلس نيپئر نهايت سخت قسم جو ماڻهو هو، پر پوءِ به ڏيهي ٻوليءَ جي معاملي ۾ سندس رويو انصاف پريو هو. اهو ئي سبب آهي جو هن چيو هو ته "سنڌي هڪ قديم زبان آهي، زبان سان هٿ چراند ڪرڻ جي ڪا به ڪوشش نه ڪئي وڃي."

اڻويهين صديءَ جي اڌ کان وٺي آخر تائين، جتي يورپي ماڻهو اخبارون ۽ رسالا شايع ڪندا رهيا، اتي ڏيهي ماڻهو پڻ انهيءَ ميدان ۾ گهڙي آيا.

ڪراچي مان پهرين انگريزي اخبار "Kurrachee Advertiser" جاري ڪئي وئي. "Kurrachee Advertiser" جو سرپرست سر چارلس نيپئر هو جڏهن تہ " Sind Kossid" پارسين جي ملڪيت هئي.

تي خونخوار جنگيون وڙهي1847ع ۾ سنڌ جو گورنر جنرل چارلس نيپئر پنهنجي عهدي تان رٽائر ٿيو ۽ برطانيہ روانو ٿي ويو. هو ساڍن چئن سالن کان بہ وڌيڪ عرصو ملڪ جو گورنر رهيو ۽ ڏنڊي جي زور تي حڪمراني ڪئي. هن جي روانگيءَ کان پوءِ ايسٽ انڊيا ڪمپني، سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ملائي ڇڏيو. سنڌ جي صوبائي حيثيت بہ ختم ٿي، سنڌ لاءِ ڪمشنر مقرر ٿيو. جنهن سنڌ ۾ انتظامي معاملن کي سنڀاليو. چارلس نيپئر 29 آگسٽ 1853ع ۾ 71 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي.

## مشنري تعليمي اصلاحات:

1843ع ۾ ملڪ اندر بورڊ آف ايجوڪيشن قائم ڪيو ويو. سنڌ ۾ هي سر چارلس نيپئر جو زمانو هو. جيتوڻيڪ هن جو سڄو ڌيان ملڪ جي بدنظميءَ کي ختم ڪرڻ ۽ امن امان جي صورتحال کي بهتر بنائڻ ۾ لڳل هو. ان جي باوجود هن جي دؤر حڪومت ۾ ڪن سرڪاري عملدارن سنڌ ۾ سرڪاري اسڪول برپا ڪرڻ سان گڏ عيسائي مذهب جي ڦهلاءَ جي ڪوشش ڪئي. 1845ع ۾ ڪئپٽن ڊيبورني ڪمشنر کان 3000 روپيا ساليانہ گرانٽ سان گڏ انگريزي اسڪول کولڻ جي منظوري وٺڻ لاءِ خط لکيو. هن جي ان پيش رفت تي ڪئپٽن روٿ بارن (Captain Roth Borne) هند سرڪار کي لکيو تہ 3000 روپيہ منظور ڪيا وڃن، جيئن هتي اسڪول کولي سگهجي. گرانٽ تہ منظور ٿي پر استاد نہ ملڻ ڪري ڪئپٽن گرانٽ کي چڱي طرح استعمال نہ ڪرائي سگهيو. انهيءَ دؤر ۾ ڪئپٽن پريڊي ڪراچيءَ جي ڪليڪٽر، هڪ انگريز مشنري اسڪول کولڻ جو پروگرام رٿيو تہ جيئن انگريزن جا ٻار بہ تعليم وٺي سگهن ۽ عيسائيت کي اڳتي وڌائڻ وارو ڪم بہ ڪري سگهجي. 1846ع کان 1852ع تائين هن اسڪول جو انتظام مقامي ڪاميٽيءَ جي هٿ هيٺ رهيو، پر

1853ع ۾ هن اسڪول جو انتظام چرچ مشنري سوسائٽيءَ کي ان شرط تي ڏنو ويو ته انجيل جي تعليم ڏني ويندي.



(سينٽ پيٽرڪس اسڪول بلڊنگ ـ ڪراچي)

ٻئي پاسي انگريزن جا مذهبي ڪم ڪندڙ مبلغ، پنهنجي تبليغ ۾ مشغول رهيا. سيرامپور جي پادرين گاسپل آف سينٽ مئٿيوز جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو. ان جو نئون ترجمو ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ڪيو، جو ديوناگري رسم الخط ۾ 1850ع ۾ ڇپيو. ان کان پوءِ "گاسپل آف سينٽ جان" جو ترجمو مسٽر برنس 1853ع ۾ عربي ـ سنڌي صورتخطيءَ ۾ ڪيو. مذڪوره بائيبل ۾ ڪم آندل نثر جي عبارت جا ڪي مثال هيٺينءَ ريت آهن:

"ڇاڪا ته خداءِ جهان کي اهڙو پيار ڪيو پنهنجو
هڪڙو ئي ڄڻيل پٽ ڏناءِ جيڪو ڪوته تي
ويساهه آتي سو ڇٽ نه ٿئي ويتر هميشه جئڻ لهي."

1890ع ۾ لنڊن ۾ بائيبل جو نئون ڇاپو ڇپيو. ان جو نمونو هي آهي:

نئون عحد نامو سنڌيءَ مين
لنڊن شهر ڇپيو 1890ع

بابل ۾ لَڏي وڃڻ کان پوءِ يَڪنيا کان سلتيئلُ ڄائو ۽ سلتيئل کان رؤر بابل ڄائو رؤر بابل کان ابِئودُ ڄائو ۽ اِبئودُ کان ايليا قيمُ ڄائو.

(سنڌي نثر جي تاريخ- ڊاڪٽر غلام علي الانا ص 8)

# سنڌيءَ کي سرڪاري ٻولي ڪرڻ جو فيصلو ۽ سنڌي صورتخطيءَ جو نفاذ

**ضروري وضاحت:**

انگريزن سنڌ کي 1843ع ۾ فتح ڪيو. ان کان اڳ تاريخ جي هڪ وڏي عرصي کان فارسي سنڌ جي سرڪاري ٻولي هئي. ان کان پوءِ سڄي سنڌ جو تعليمي نظام فارسي ۽ عربي ميڊيم ۾ هلندڙ هو. ملڪ جي سرڪاري لکت پڙهت فارسيءَ ۾ ٿيندي هئي. ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جا دؤر ته هئا ئي فارسيءَ جي تسلط وارا. ڪلهوڙا حڪمران جيڪڏهن چاهين ها ته سنڌي زبان کي سنڌ جي سرڪاري زبان نافذ ڪري سگهيا ٿي، ڇو جو سنڌن مادري زبان سنڌي هئي. انهن جي دؤر ۾ سنڌي زبان مدرسن ۾ پنهنجي حيثيت مڃرائي چڪي هئي. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، جيڪو ملڪي معاملن ۾ سنڌن معاون به هو، ان سنڌي زبان ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا هئا ۽ پنهنجي سنڌي الف-ب به جوڙي هئائين. سنڌي زبان ۾ باقاعده ڪتاب لکجڻ شروع ٿي چڪا هئا. شاهه لطيف ۽ ٻيا ڪيترا ئي ناميارا اديب ۽ عالم هن دؤر ۾ سڄي ملڪ ۾ مقبوليت رکندا هئا. پر هنن اهو شايد ان ڪري نه ڪيو ته ان وقت سڄي خطي ۾ فارسيءَ جو ٻول بالا هو. هندوستان کان وٺندي ايران، افغانستان سميت سنڌ جي پاڙيسري ملڪن ۾ فارسي هلندڙ هئي. ان کان پوءِ مير صاحب آيا، جيڪي گهرن ۾ سرائڪي ڳالهائيندا هئا، دربار ۽ ڪچهرين ۾ به سرائڪي ڳالهائيندا هئا. ايران مان فارسي شاعر گهرائي، سنڌن فارسيءَ شعرن تي داد ڏيندي هزارين روپيا انعام ڏئي ڇڏيندا هئا. سونا قلم ۽ تلوارون ڪين انعامن ۾ ڏيندا هئا. اهي ڀلا ڇو سنڌيءَ کي سرڪاري زبان طور متعارف ڪرائين ها!

انگريز هميشہ مقامي ماڻهن جي نفسيات مطابق ڪم ڪندا هئا. هو هميشہ عام ماڻهن سان سنڌي طرح لهہ وِچڙ ۾ ايندا هئا ۽ وچ وارن چيلن ۾ يقين نہ رکندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو انگريز ننڍي ڪنڊ جي جن بہ ملڪن ۾ ويا، اتي انهن مقامي ٻولين ۾ نہ صرف تحقيق ڪيائون، ڪتاب لکيائون، نظريا ڏنائون ۽ پريسون قائم ڪيائون، پر انهن ٻولين جا رسم الخط بہ جوڙي ڏنائون.

انگريزن سنڌ ۾ جديد سرڪاري نظام شروع ڪيو، جنهن ۾ باقاعده هر موضوع ۽ مسئلي تي فائيل (File) ٺاهيا ويندا هئا. انگريزن جڏهن ملڪ جو نظام سنڀاليو تڏهن هنن ڏٺو تہ عوام جي ٻولي سنڌي آهي، پر سرڪاري لکت پڙهت جو نظام فارسيءَ ۾ هلندڙ آهي. شروعاتي دؤر ۾ انگريزن بہ ساڳئي نظام کي جاري رکيو، جنهن کي بہ ڪا شڪايت ڪرڻي هوندي هئي تہ اهو سنڌيءَ ۾ ٻڌائيندو هو، سرڪاري دفترن آڏو ويٺل عامل ان کي فارسيءَ ۾ لکندا هئا ۽ انگريز آفيسرن کي وري انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏيندا هئا. نتيجي ۾ وقت جو زيان، انصاف ۾ رنڊڪ، غير منصفاڻا فيصلا، غلط ترجما وغيره عام هوندا هئا. اهڙي طرح تعليمي نظام بہ حصول تعليم لاءِ مشڪل ۽ گهٽ فائديمند نظر نہ پئي آيو. جيئن تہ سر چارلس نيپئر جو دؤر فوجي دؤر هو، ملڪ اندر بغاوتون هلي رهيون هيون، ان ڪري ملڪي حالتن ۾ في الحال اصلاح نظر نہ پئي آئي. اهڙي طرح عام ماڻهو جيڪو ڳوٺن مان سفر ڪري شهرن ڏانهن پنهنجون شڪايتون درج ڪرائڻ ايندو هو، ان کي عاملن جون فرمائشون پوريون ڪرڻيون پونديون هيون ۽ پيسا بہ ڏيڻا پوندا هئا. تڏهن وڃي فارسيءَ ۾ سندن درخواست تيار ٿيندي هئي. سرڪاري لکت پڙهت ۽ تعليمي نظام جي مونجهارن انگريزن کي احساس ڏياريو تہ فارسي هڪ ڌاري ٻولي آهي، جيڪا هاڻي سرڪاري ڪاروبار هلائڻ لاءِ مناسب نہ رهي آهي. صرف ڪجهہ انگريز حڪمران اهڙا هئا جيڪي ٿوري گهڻي سنڌي ڄاڻندا هئا. اهڙن ٻين مسئلن سنڌ ۾ نظام جي تبديليءَ لاءِ انگريز حڪمرانن کي مجبور ڪيو. ان ڏس ۾ سڀ کان پهرين تعليمي نظام ۾ اصلاح جي ضرورت محسوس ڪئي وئي.

## سنڌ جي پهرئين ڪمشنر آر_ ڪي پرنگل جي دؤر ۾ سنڌي ٻولي



1847ع ۾ سرچارلس نيپئر پنهنجي عهدي تان رٽائر ٿيو ۽ برطانيہ روانو ٿي ويو. هن جي روانگيءَ سان ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ سان ملائي ڇڏيو. سنڌ جيڪا آزاد ملڪ هئي سا هينئر پنهنجي صوبائي حيثيت بہ وڃائي ويني. هاڻي اها انتظامي طور بمبئي پريزيڊنسيءَ جو حصو هئي. جنهن جو انتظام ڪمشنران سنڌ هلائڻ لڳو.

رچرڊ ڪينٽ پرنگل کي سنڌ جو پهريون ڪمشنر (1847ع_1850ع) مقرر ڪيو ويو. هن جو ٽن سالن جو عرصو، سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪافي بهتر رهيو. سنڌ ۾ فوجي حڪومت قائم هئي، جڏهن تہ مسٽر پرنگل سول سروسز جو ماڻهو هو. هن لاءِ وڏو مسئلو سنڌ ۾ امن امان جي مسئلي کي منهن ڏيڻ هو ۽ ان کان علاوه روينيو جي اوڳاڙيءَ ۾ بہ واڌ ڪرڻي هئي. هن جي دؤر جي سڀ کان اهم ڳالهہ اها هئي تہ ڪئپٽن جارج اسٽئڪ 1847ع ۾ "سنڌي گرامر" تيار ڪري ورتو هو، جنهن ۾ هن سنڌيءَ لاءِ ديوناگري لپيءَ جي استعمال تي ڪافي دليل ڏنا هئا.

جيئن تہ آر_ڪي پرنگل سول سروس جو ماڻهو هو، ان ڪري هن دفتري معاملن کي سڌارڻ ۾ ڪافي دلچسپي ورتي. هن آڏو وڏو چئلينج اهو هو تہ سنڌي ماڻهن جي استعمال ۽ انگريز حڪمراني واري نظام لاءِ مقامي زبان کي هٿي وٺائڻ هو، جنهن ڪان هن بمبئي سرڪار کي آگاهہ ڪيو هو. ٻئي طرف خود هندوستان جي انگريز سرڪار مراسلن ذريعي سڄي ملڪ ۾ اهو اعلان ڪري رهي هئي تہ برصغير ۾ مغربي علم مهيا ڪرڻ لاءِ مقامي زبانن کي استعمال ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ ڪئپٽن آگسٽس ووڊ (1818ع_1878ع) (Captain Augustus Wood) تمام گهڻو ڪم ڪيو هو. سنڌ ۾ ڪلاسيڪل زبانن جي عيوض مقامي زبانن جي استعمال لاءِ اپاءَ شروع ٿي چڪا هئا. هن سلسلي ۾ سنڌ اندر خاص طور تي ڪئپٽن اسٽئڪ ۽ ليفٽيننٽ برٽن سرگرم ٿي ويا.

## جارج ڪلرڪ جو حڪم نامو:



سر جارج رسل ڪلرڪ (1889_1800ع) برٽش سول سرونٽ هو. ٻه دفعا بمبئيءَ جو گورنر رهيو. هندوستاني ٻولين جي واڌاري ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين. اپريل 1948ع ۾ بمبئي جي گورنر جارج ڪلرڪ (George Clerck) واضح اعلان ڪيو تہ سنڌ ۾ سرڪاري زبان سنڌي هوندي، هن سمورن آفيسرن کي هدايت ڪئي تہ هو ارڙهن مهينن ۾ سنڌي سکي وٺن. هن چيو تہ:

> We should introduce the language of the country namely (Scindhee) as medium of official intercourse. I do not see in what way our revenue and judicial officers (however their offices and courts may be continued) can work effectually through a foreign medium of communication, such as Persian or English. A period of 18 months should therefore be allowed the officers in civil employ to qualify them for an examination in Scindhee language.

"اسان کي گهرجي تہ اسان سرڪاري ڪاروبار لاءِ ملڪي ٻولي سنڌي کي متعارف ڪرايون. مونکي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ اسان جا روينيو ۽ انصاف کاتي جا آفيسر (چاهي سندن کاتن ۽ ڪچهرين جو ڪم ڪهڙي بہ نموني چو نہ مقرر ڪيو ويو هجي) فارسي يا انگريزيءَ جهڙي هڪ ڌاري ٻوليءَ ذريعي ڪيئن اثرائتي نموني ڪم هلائي سگهندا. آفيسرن کي ارڙهن مهينن جو وقت ڏجي ٿو تہ هو سنڌي زبان جو امتحان پاس ڪري وٺن."

## سرڪاري آفيسرن جي حالت:

هن کان اڳ اسان سنڌ ۾ فارسيءَ جي ماتحتيءَ ۾ سنڌ سرڪار جي سرڪاري نظام تي بحث ڪري آيا آهيون تہ ڪيئن انگريزن کي اهو پراڻو نظام هلائڻ ۾ تڪليف اچي رهي هئي. غور ڪريو تہ اڳ وارن دؤرن ۾ اهو نظام ڪيترو نہ بدترين هوندو هو. 1846ع ۾ حيدرآباد ۾ ميونسپل ڪارپوريشن

جوڙيو ويو. حڪومت مکي هيرانند کي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميمبر چونڊيو. جڏهن تہ هيرانند کي صرف خداوادي خط تي عبور حاصل هو ۽ حيدرآباد جو ڪليڪٽر، پنهنجي مختيارڪار ديوان باگي مل تي پاڙيندو هو، جنهن کي ٿوري گهڻي عربي۔ سنڌي لکڻ ايندي هئي. مطلب تہ اعليٰ سطح جي آفيسرن ۽ سندن نائبن کي سنڌي لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ مهارت ڪانہ هئي. اها ڳالهہ واضح ٿي تہ انگريزي ڪامورن کان سواءِ ڪيترائي مقامي ڪامورا بہ سٺي طرح سنڌي لکڻ نہ ڄاڻندا هئا. سرڪاري ملازمتن ۾ عامل طبقي جا ماڻهو هئا، ڇاڪاڻ تہ هي طبقو فارسي سٺي ڄاڻندو هو. اعليٰ طبقي جا مسلمان ملازمت ۾ نہ ايندا هئا ۽ سنڌ جا عام هندو، واپار کي ترجيح ڏيندا هئا. سرڪاري دفترن جي ڪم جي سلسلي ۾ منشي، جيڪي عامل هئا، انگريز ڪامورن کي ناقص انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏيندا هئا. انهن مسئلن کي ڏسندي، سنڌي تعليم ۽ سنڌيءَ ۾ لکپڙهہ جي ضرورت انگريز سرڪار لاءِ اٽل ٿي پئي. هن مسئلي جي ڪري، ڪورٽن ۾ جتي يورپي آفيسر ڪيسن جي شنوائي ڪندا هئا، اتي صرف هڪ ترجمان آفيسر ۽ عوام وچ ۾ رابطي جو ذريعو هوندو هو، جيڪو پڻ هڪ ڏکيو ڪم هو. يورپين آفيسر هندستاني کي تہ سمجهيو ٿي، پر سنڌي ٻوليءَ کي سمجهڻ کان قاصر هو. ڪورٽ جي سڄي ڪارروائي مهمل فارسي ۾ لکي ٿي ويئي. ان وقت فلرسي زبان کي ڪيئن تحرير جي احاطي ۾ آندو ويندو هو، ان جو هڪ مثال هيٺ ڏجي ٿو:

خط نمبر 159

”عملداران و ڪاربر دازان سرڪار بدانند دراين وقت مسمي عليمراد بورڙه استدعا رخصت يڪ ضرب تفنگ برايشڪار نمودن و حفاظت ڪاشت خود، ڪہ ڪاشت نامبرده جانوران نقصانميڪنند. بحضور التماس ساخت زان جا حضور انور يڪ ضرب تفنگ براي شڪار ڪردن و حفاظت ڪاشت در حد ڪاشت نامبرده را فرموده شد. لازم شمايان بحالت نامبرده درباره اسلاح مذڪوره. در ڪاشت نامبرده مزاهم (مزاحم) نشوند فقط 4 مارچ 1852ع (دستخط فائيل: ص 65)“

مئي 1948ع ۾ بمبئي حڪومت سنڌ جي ڪمشنر کي ٻيو هدايت نامو موڪليو ته سرڪاري ڪامورن لاءِ سنڌيءَ ۾ امتحان لاءِ انتظام ڪيو وڃي. هيءَ پڻ هدايت ڪئي وئي ته سنڌ ۾ جديد تعليم جي ترقيءَ لاءِ ڪيل اپائن کي ڪجهه وقت لاءِ روڪيو وڃي، جيستائين انگريز ڪامورا سنڌيءَ مان چڱي طرح واقفيت حاصل ڪري نه وٺن ۽ جيستائن سنڌي زبان جي ذريعي سان تعليم ڏيڻ لاءِ ڪافي استاد موجود نه هجن. انهن احڪامن جي روشنيءَ ۾ مسٽر پرنگل هيٺ ڏنل اطلاع نامو جاري ڪندي ڄاڻايو ته:

(الف) آئينده سرڪاري لکپڙه سنڌيءَ ۾ ٿيندي.

(ب) يورپي ۽ ٻيا آفيسر سنڌيءَ ۾ امتحان پاس ڪن.

(ت) سنڌي اسڪول کوليا وڃن.

## سنڌي رسم الخط جي حالت:

بمبئي سرڪار، سنڌيءَ کي سرڪاري ٻولي ته نافذ ڪري ڇڏيو، پر اهو سڄو سرڪاري سرشتو هلائڻ لاءِ ڪهڙي رسم الخط هئڻ گهرجي؟ اهو مسٽر پرنگل لاءِ وڏو سوال هو. ڇو جو سنڌيءَ لاءِ ڪو به معياري رسم الخط موجود نه هو. اها گهٽ ۾ گهٽ اٺن صورتخطين ٺٽائي، خداوادي، لهاڙڪي، ميمڻڪي، خوجڪي، ديوناگري، گرمکي ۽ عربي فارسيءَ ۾ لکي ويندي هئي. واپارين وٽ پنهنجو رسم الخط هو ته مڪتبن ۽ مدرسن ۾ ٻيو. وري هر علائقي جي واپارين جو پنهنجو رسم الخط ۽ هر ٻي مڪتب جي ڪاتب وٽ پنهنجو رسم الخط هو. مطلب ته ان وقت جي رسم الخط واري صورتحال مان اسان هيٺيان نتيجا ڪڍي سگهون ٿا:

(الف) سنڌي ٻوليءَ کي مستند الف_ب نه هئي؛

(ب) سنڌيءَ ۾ ڪو به معياري ڪتاب لکيل نه هو؛

(ج) جيڪي قلمي يا ڇاپيل ڪتاب هئا، تن جون پڙهڻيون جدا جدا هيون.

## رسم الخط جي سلسلي ۾ راءِ طلب ڪرڻ وارو مرحلو:

مسٽر پرنگل پنهنجي زير دست آفيسرن کان راءِ گهري ته هو جاچ ڪري ٻڌائين ته سنڌ ۾ سرڪاري لکپڙهه ۽ ماڻهن کي مقامي زبان ۾ تعليم ڏيڻ لاءِ ڪهڙو رسم الخط ڪارگر ثابت ٿيندو. ان ڏس ۾ هن تمام گهڻيون ڪوششون ورتيون. هن دور ۾ ڪيترائي عملدار سنڌ جي سرڪاري ڪاتن ۾ مقرر هئا. انهن مان ڪيترائي سنڌي زبان لکي ۽ پڙهي سگهندا هئا. جڏهن سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ سيني سنڌي ڄاڻندڙن کان راءِ گهري وئي ته ان ۾ اهي عملدار به شامل هئا. جيڪي ماتحت مقامي آفيسرن جي مدد سان سنڌي لکي سگهندا هئا. سنڌيءَ ۾ ڄاڻ رکندڙن ۾ هينري واٿن (وفات 1866 ع)، ليفٽيننٽ ايمو سسٽون بوئيلي (1807 ع_1862 ع)، اين بي ايسٽوڪ (1814 ع_1883 ع)، ڪئپٽن اسٽئڪ (1821 ع_1853 ع، رچرڊ برٽن (1821 ع_1890 ع)، رابرٽ ليچ، ڪئپٽن مارسٽن، جيمس پرنسيپ (1799 ع_1840 ع)، سرهينري پاٽينجر (1856 ع_1889 ع)، اليگزينڊر برنس (1805 ع_1841 ع)، ڊاڪٽر جيمس برنس (1800 ع_1841 ع)، چارلس مئسن (1800 ع_1853 ع ڪيپٽن ليو پولڊوون 1804 ع_1860 ع)، ميجرجنرل ايم _ آر هيگ ۽ ٻيا ڪيترائي شامل هئا.

اهي محقق يا ته فوجي آفيسر هئا يا وري شهري اختياري وارا. انهن مان ڪجهه اهڙا عالم به هئا. جيڪي سنڌي ٻوليءَ جي ڪنهن نه ڪنهن پهلوءَ تي ڪجهه نه ڪجهه تحقيقي طور لکي چڪا هئا. مثال طور سنڌ جي تاريخ، سنڌ جي جاگرافي، سنڌ جي معيشت، سنڌي گرامر، ٻولي، ايريگيشن ۽ نقشن وغيره تي ڪيترائي ڪتاب ۽ مقالا لکجي چڪا هئا. ان کان علاوه ان دور ۾ پوري گڏيل هندوستان ۾ ڪيترين ئي ٻولين ۽ انهن جا رسم الخط هلندڙ هئا.

**ڊاڪٽر جيمس برنس (1841 ع_1800 ع):** جيڪو عرصو سنڌ ۾ رهيو، اهو هن سنڌ جي سياسي، اقتصادي ۽ سماجي حالتن جي غور سان جائزي وٺڻ ۾ گذاريو. جيمس برنس سنڌ بابت هڪ خاص ڪتاب لکيو. جنهن ۾ ميرن جي اندروني حالتن، سنڌ جي طبعي حالتن سان گڏوگڏ ڪڇ جو به تفصيل سان ذڪر ڪيو اٿس. هن سنڌ ۽ ڪڇ بابت



هڪ ڪتاب لکيو، جنهن جو نالو رکيائين: A Narrative Account of a visit to the court of Scinde: Sketch of History of Kutch هي ڪتاب 1830ع ۾ انگلينڊ مان شايع ٿيو. هي ڪتاب دراصل ڊاڪٽر جيمس برنس طرفان ڪڇ جي ريزيڊنٽ آفيسر کي سنڌ بابت هڪ قسم جي سرڪاري رپورٽ هئي.

**هينري پاٽنجر** (1856ع_1889ع): هن سنڌ ۽ بلوچستان جو ڪافي سير ڪيو. هو ويس مٽي سنڌ ۾ گهمندو ۽ جاسوسي ڪندو رهيو هو. هن سنڌ ۽ بلوچستان جو سفر نامو لکيو، جنهن ۾ هن جاگرافي، تاريخ، تجارت ۽ سياست وغيره کي پنهنجي انداز ۾ پيش ڪيو آهي. "سنڌ ۽ بلوچستان جو سفر" ۾ هن سنڌ جي تاريخ، ثقافت، جاگرافي، زبان ۽ ادب بابت ڪافي مواد ڏنو آهي.



**ڪئپٽن سر اليگزينڊر برنس** (1841_ 1805ع): هن سنڌ جي سير و سفر بابت هڪ شاندار سفر نامو لکيو، جنهن جو نالو The Navigation of the Indus and a journey by Balakh and Bokhara. هو. هن ڪتاب ۾ مسٽر برنس سنڌ جي سياست، دريائي رستن ۽ ان دؤر جي معيشت بابت بنيادي معلومات ڏني آهي. ان وقت اڃا انگريزن سنڌ تي قبضو نہ ڪيو هو ۽ ٽالپر سنڌ جا حڪمران هئا. البت انگريزن کي سنڌ تي قبضي کان اڳ سنڌ ملڪ بابت بنيادي معلومات جي گهرج هئي، جيڪا مختلف انگريز سياح گڏ ڪري انگريزن کي ڪتابي صورت ۾ ڏيندا رهيا.



**جيمس پرنسيپ** (1799ع_1840ع): سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ جن انگريز فوجي آفيسرن سنڌي گرامر ۽ سنڌي رسم الخط تي تحقيق ڪئي، انهن ۾ جيمس پرنسيپ بہ هڪ هو. هو اينگلو انڊين اسڪالر هو. ڪافي عرصو انڊيا ۾ رهيو. ننڍي کنڊ جي مڙني ٻولين ۾ دلچسپي وٺندو هو. ان کان علاوه هندستان جي آرڪيالاجي، ثقافت،



قديم سڪا، ٻولي، رسم الخط، گرامر، نقشا ۽ تصويرن وغيره جي باري ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيائين. 1832ع ۾ هو ايشياٽڪ سوسائٽي (Asiatic Society) جو سيڪريٽري مقرر ٿيو. هن هڪ جرنل جاري ڪيو، جنهن ۾ هن هندستان ۾ ڪم ڪندڙ آفيسرن کي گذارش ڪئي ته مختلف رياستن جي گرامر، رسم الخط ۽ آرڪيالاجيءَ تي تحقيق ڪرائي ڏانهس موڪلين.

جيمس پرنسيپ برهمي رسم الخط جو وڏو محقق هو. سندس خيال هو ته هندستان جي اڪثر ٻولين جا رسم الخط برهمي آهن. هن ٽالپرن جي آخري دور ۾ سنڌ جو دورو ڪيو ۽ سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس شروع ڪيو. هن سنڌي ٻوليءَ جو گرامر (Grammar of Sindhi language) لکيو. جنهن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد تي ويچار ڏنا ۽ سنڌي رسم الخط تي به پنهنجي راءِ ڏني. مسٽر جيمس پرنسيپ ڪمزور دليلن جي آڌار تي سنڌيءَ کي مارواڙي زبان سان ڳنڍيو ۽ سنڌيءَ کي بنگالي ۽ تامل ٻولين جي سٽ ۾ بيهاريو. هن پنهنجي دليلن جي آڌار تي سنڌيءَ لاءِ برهمي/ ديوناگري رسم الخط بهترين سمجهيو هو. رچرڊ برٽن پنهنجي ڪتاب Sind and Races that inhabits in valley of Indus ۾ جيمس پرنسيپ جي راين ۽ دليلن کي رد ڪندي چيو آهي ته ”مانوارو پرنسيپ انهيءَ ڳالهه ۾ غلط آهي ته سنڌي مارواڙيءَ جي بگڙيل صورت آهي“.

**وليم هينري واٿن (وفات: 28 جون 1866):** وليم هينري واٿن مشرقي ٻولين ۾ ڪافي دلچسپي رکندو هو. کيس 1822ع ۾ بمبئي حڪومت جو فارسيءَ لاءِ ترجمان مقرر ڪيو ويو. هينري واٿن جو سنڌ لاءِ وڏو ڪارنامو اهو آهي ته هن سنڌي زبان جو گرامر لکيو. سندس ڪتاب 1936ع ۾ شايع ٿيو. ڪتاب جي آخر ۾ هن سنڌي- انگريزي ۽ انگريزي- سنڌي چونڊ لفظن جي لغت ڏني، جنهن ۾ اٽڪل 3000 هزار لفظ ڏنا اٿس. هن سنڌي لفظن لاءِ رومن رسم الخط استعمال ڪئي.

**اليگزينڊر هينري بوئيليي (1807ع — 1862ع):** سن 1935ع ۾ هن ليفٽيننٽ جيسلمير، جوڌپور، انڊس ۽ بهاولپور رياست جو سير ڪيو. جنهن جي رپورٽ هن گورنمينٽ کي ڏني. جنهن کي 1937ع ۾ ڪتابي صورت ۾ Personal

آندو ويو. هن ڪتاب Narrative of a Tour Through Western State of Rajwara ۾ هن سنڌي ٻولي بابت خيالن جو اظهار ڪيو ۽ سنڌي لفظن جي مختصر لسٽ بہ ڏني. هن سنڌي لفظن لاءِ رومن_ سنڌي رسم الخط جو استعمال ڪيو.

**ايڊورڊ ايسٽوڪ** (1814ع_1883ع): ڪئپٽن ايڊورڊ بيڪ هائوس ايسٽوڪ جو شمار انهن انگريز فوجي آفيسرن ۾ ٿئي ٿو جن سنڌ جي فتح کان اڳ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ تي ڪتاب لکيا. ڪيپٽن ايسٽوڪ 1839ع ۾ سنڌ آيو. هتي هن سنڌي زبان سکي ۽ سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق شروع ڪئي. ايسٽوڪ جو ڪتاب "Dry Leaves from Young Egypt" سنڌ متعلق هڪ دستاويز آهي، ڪتاب ۾ هن سنڌي لفظن جي هڪ وڏي لسٽ معنيٰ سان ڏني، جن جو تعداد اٽڪل پنج هزار ٿيندو. ان کان علاوه ڪئپٽن ايسٽوڪ سنڌي گرامر تي بہ ڪم ڪيو. پنهنجي ڪتاب ۾ سنڌي رسم الخط تي بہ ڪافي بحث ڪيو آهي. هن "خداوادي رسم الخط" جي حق ۾ دليل ڏنا. هو پنهنجي ڪتاب Hand Book of the Punjab, Western Rajputana, Kashmir and Upper Sindh (1883) ۾ لکي ٿو تہ: "سنڌي ٻوليءَ جي پهرين ووڪيبلري 1840ع ۾ ساڳئي ڪتاب ۾ شايع ٿي هئي، جيڪو هن خداوادي رسم الخط ۾ لکيو هو".

> "It must be said, however, that the first Vocabulary of Sindhi which was ever made, and was published in 1840 by another of this book, was written in Khudawadi Character"

لڳي ائين ٿو تہ ڪئپٽن جارج اسٽئڪ هن فوجي آفيسر جي تحقيق مان نہ صرف فائدو ورتو، پر هن جي ڏنل ووڪيبلري ۽ خداوادي رسم الخط کي اپنائڻ لاءِ دليل پڻ ڏنا.

ان حساب سان انگريز عملدارن ٻولين ۽ انهن جي رسم الخطن تي بہ دل کولي تحقيق ڪئي هئي ۽ نوان رسم الخط جوڙايا هئا. جڏهن سنڌي زبان لاءِ رسم الخط جو سوال اڀريو، تڏهن صوبي ۾ ڪم ڪندڙ انگريز عملدارن سنڌي زبان لاءِ مختلف رسم الخطن جي حمايت ۾ نندا نندا دليل ڏئي سرڪار وٽ جمع ڪرايا. جڏهن انگريزن طرفان شايع ٿيل گزيٽيئر ۽ تعليم کاتي طرفان

شايع ٿيل رپورٽن جو مطالعو ڪجي ٿو تہ ٻن ٽن عملدارن کان سواءِ ٻين آفيسرن طرفان جمع ڪرايل رپورٽن ۾ دليلن جي معلومات نٿي ملي.

**ڪئپٽن مارسٽن:** هي پوليس کاتي جو عملدار هو. ان لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هو سنڌيءَ لاءِ خط نستعليق جو حامي هو. اهڙي طرح گرمکي، گجراتي، اردو، رومن جا بہ حامي موجود هئا. انهن جو ذڪر صرف ان ڪري نہ آيو آهي تہ انهن جا دليل ڪمزور ۽ سرڪاري طور رد ٿي چڪا هئا. آخر ۾ مسٽر پرنگل جي نظر ٻن انگريز فوجي آفيسرن تي پئي، جيڪي سنڌيءَ سميت هند جي مختلف ٻولين ۾ تمام گهڻي مهارت حاصل ڪري چڪا هئا. انهن مان هڪ حيدرآباد جو ڊپٽي ڪليڪٽر ڪئپٽن اسٽئڪ ۽ ٻيو آبپاشي کاتي ۾ مقرر عملدار ليفٽيننٽ فرانسز برٽن هو. ڪئپٽن اسٽئڪ هيسٽائين سنڌي گرامر (1849ع) ۽ انگريزي_سنڌي ڊڪشنري تيار ڪري چڪو هو. ٻئي طرف برٽن سنڌ، سنڌي ٻولي ۾ سنڌ ۾ شڪار جي سلسلي ۾ ڪافي تحقيق ڪري چڪو هو. هي ٻئي اهي محقق هئا، جيڪي اصولي طور تي فارسيءَ جي استعمال کي ختم ڪرڻ جا حامي هئا. هنن ٻنهي پنهنجي طرفان رپورٽون تيار ڪري سرڪار وٽ جمع ڪرايون. پنهنجي طرفان ڀرپور محنت ڪئي ۽ پنهنجا پنهنجا دليل بہ پيش ڪيا. سندن حياتيءَ جو احوال ۽ سنڌي رسم الخط بابت انهن جا ويچار هيٺين طرح پيش ڪجن ٿا.

## ڪئپٽن جارج اسٽئڪ (1821_1853ع)

ڪئپٽن جارج اسٽئڪ بنيادي طور تي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ملازم هو. چارلس نيپئر جي ايامڪاريءَ دؤران حيدرآباد ۾ ڊپٽي ڪُليڪٽر مقرر ٿيو. هو ڪئپٽن ڊيبورني، جيڪو ان وقت حيدرآباد جو ڪليڪٽر هو، جو معاون هو. جڏهن ڪئپٽن ڊيبورني ڪمشنر کان 3000 روپيا ساليانہ گرانٽ سان گڏ انگريزي اسڪول کولڻ جي منظوري ڪرائڻ لاءِ خط لکيو تہ ان وقت بہ جارج اسٽئڪ حيدرآباد جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو ۽ ساڻس گڏ هو.

هي صاحب بنيادي طور تي ماهر لسانيات هو ۽ ڪيس هندوستان جي ٻولين جو گهرو مطالعو هو. هندوستان ۾ ٽي سال انڊين آرمي ۾ ڪم ڪيو هئائين ۽ آخر ڪئپٽن جي عهدي تي پهتو. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ، هندوستان ۾ رهڻ دؤران هندو عالمن سان ويجهو رهيو، ان ڪري به سنڌي ٻوليءَ لاءِ ديوناگري رسم الخط اختيار ڪرڻ جي حق ۾ هو.

ڪئپٽن جارج اسٽئڪ، پنهنجي شوق وچان سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس شروع ڪيو. ڪيس هندوستان جي ٻولين جهڙوڪ سنسڪرت، هندي، اردو ۽ ڪن ٻين ٻولين جو اڳي ئي علم هو. هن صاحب عيسائين جي مقدس ڪتاب گاسپل آف سينٽ ميٿيوز (Gospel of Saint Matthews) جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جيڪو ان وقت سنڌ جي مشنري اسڪولن ۾ پڙهايو ويندو هو. هي ترجمو ديوناگري لپيءَ ۾ ڪيو ويو هو. ڪئپٽن اسٽئڪ پهريون عالم هو، جنهن 19 هين صديءَ جي وچ ڌاري انگريزي-سنڌي ۽ سنڌي- انگريزي ڊڪشنريون جوڙيون.

1- A Grammar of Sindhi Language, printed by American Mission Press, Bombay.
2- English and Sindhi Dictionary, printed by American Mission press, Bombay, 1849.
3- Sindhi and English Dictionary, printed by American Mission press Bombay, 1850.

ڪتاب "سنڌي گرامر" ۾ هن سنڌي ٻوليءَ لاءِ ديوناگري رسم الخط اختيار ڪرڻ لاءِ ڪافي دليل ڏنا آهن. سندس خيال هو ته سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتل آهي، ان ڪري ان جو رسم الخط به ديوناگري هئڻ گهرجي. انگريزيءَ ۾ لکيل سنڌي گرامر ۾ ڪئپٽن اسٽئڪ لکي ٿو ته:

> I believed that the forms and rules I have given, will be found the most correct, and to apply generally through out the country, should on occasional in all or any or omission be discovered, that I have had little aid of any kind from native works, and that the

rules I have given, have been fixed solely from watching the conversation of those around me, and nothing and comparing all striking points. I have not met a single native of Sind, who until taught by myself, had any, even the most remote knowledge of the Grammar of the language he was talking. The study of it has been always despised the most by those who had pretensions to education. Learned Muslmans read Arabic and Persian, Hindus the latter, or Punjabi and Hindi. The speech they learned their mother's breasts, was thought only fit for clowns yet I am confident the Sindi will the philological prove a more interesting study than that of many the other Indian dialects.

ڪئپٽن اسٽئڪ پهريون عالم هو، جنهن پنهنجي لکيل گرامر ۾ سنڌي لکاوٽ جا چارٽ به ڏنا. انهن ڪي هن سنڌي لپي ڪري سڏيو آهي، عام طور تي انهيءَ لپيءَ کي هٽ واڻڪي به سڏيندا هئا. جارج اسٽئڪ کي اهو به اعزاز حاصل آهي تہ هن پنهنجي لکيل گرامر جي ڪتاب ۾ ضميمي طور، نثر ۾ چپيل نج سنڌي لوڪ ڪهاڻيون به شامل ڪيون هيون.

ڪئپٽن اسٽئڪ پنهنجي ليکي انگريزي_سنڌي ڊڪشنري به تيار ڪري ورتي هئي، جنهن لاءِ 1849ع ۾ هن سنڌ جي ڪمشنر کي ليٽر لکيو تہ سندس تيار ڪيل ڊڪشنريءَ جي سرڪاري طور قيمت مقرر ڪئي وڃي. ڪمشنر صاحب وري بمبئي سرڪار کي لکيو. جنهن آخر ڊڪشنريءَ جي قيمت به روپيا اٺ آنا مقرر ڪئي ۽ اسٽئڪ کي اختيار ڏنو تہ هو سرڪار کان پنهنجا پيسا واپس وٺي ۽ پڻ جنهن پنڊت (برهم سچا نند) کان هن مدد ورتي هئي، ان کي به مناسب معاوضو ڏياري. بمبئي سرڪار ان ڊڪشنريءَ جون 250 ڪاپيون پڻ خريد ڪيون.

ڪئپٽن اسٽئڪ اها ڊڪشنري سنڌي_ديوناگري لپيءَ ۾ پيش ڪرڻ بابت، پنهنجي پهرين انگريزي_سنڌي ڊڪشنري ۾ مختصر خيال پيش ڪيو آهي، پر ان مان ان جي مڪمل معلومات نٿي ملي سگهي. ڪيترن موقعن تي

ڪئپٽن مون کي اهو بہ چيو هو تہ ديوناگري لپيءَ ۾ سندس ڊڪشنري ڇپائڻ جو خيال، عام سنڌي پڙهندڙن جي استعمال لاءِ نہ پر اهڙن آفيسرن جي ڪتب آڻڻ لاءِ آهي، جيڪي هن ڪان اڳ اهڙن ڪتابن کي ڪم آڻيندڙ آهن. مگر منهنجو رايو آهي تہ هي ڪتاب عام شاگردن جي استعمال لاءِ پيش ڪيو وڃي ها. جيتوڻيڪ ڪتاب ۾ ڪيترئون غلطيون رهجي ويل آهن، تنهن هوندي بہ ڪئپٽن اسٽئڪ جي انجام ڏنل محنت کي تحسين جي نگاهن سان ڏٺو وڃي ٿو ۽ سول ملازمن ۽ ملٽريءَ عملدارن جن بہ سنڌي سکي هوندي، سي هن جا وڏيڪ ممنون ۽ مشڪور رهندا.

**ڪئپٽن اسٽئڪ جا سنڌي رسم الخط جي باري ۾ دليل:**

ڪئپٽن اسٽئڪ انهن عالمن مان هو، جن جو خيال هو تہ سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتل آهي ۽ هن جو لاڳاپو ٻين ٻولين جي مقابلي ۾ پراڪرت ٻولين سان وڌيڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هن ۾ انهن ٻولين جا آڳاٽا ۽ قديمي نشان ۽ آثار اڃا بہ گهڻي ڀاڱي موجود آهن. انگريزن مان هي پهريون عالم هو، جنهن سرڪاري حڪم جي تعميل ڪندي، سڀ کان پهرين رسم الخط جي سلسلي ۾ پنهنجا ويچار جمع ڪرايا. سرڪار کي پنهنجي راءِ ۽ دليل ڏيندي ديوناگري لپيءَ جي حمايت ڪيائين. سنڌي صورتخطيءَ جي منظوري جولاءِ 1853ع ۾ ٿي ۽ سندس وفات ڊسمبر 1853ع ۾ ٿي. جڏهن تہ سندس ڊڪشنري 1855ع ۾ ان ئي رسم الخط ۾ شايع ٿي، جنهن خط ۾ لکي هئائين. حالانڪ سرڪاري طور عربي- سنڌي خط مقرر ٿي چڪو هو. سندس سنڌي رسم الخط جي باري ۾ ڏنل رايا مرليڌر جيتلي صاحب جي ڪتاب "ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽون" تان ڪنيا ويا آهن.

1. سنڌي ٻولي سنسڪرت سٽ جي، ٻولين مان هڪ مکيہ ٻولي آهي. انهيءَ ڪري سنڌيءَ جي لکڻ لاءِ لپي بہ اها ئي استعمال ڪرڻ گهرجي، جيڪا سنسڪرت جي سٽ جي ٻولين مان هجي. هن پنهنجي ڪتابن ۾ سنڌيءَ لاءِ ديوناگري لپي استعمال ڪئي هئي، ائين ڪرڻ جو سبب هن صاف لفظن ۾ اهو ڄاڻايو هو تہ سندس مقصد يورپي عملدارن کي جلد ۽ سولي

نموني سنڌي سيکارڻ آهي. جيکي بہ يورپي عملدار سنڌ ۾ مقرر ڪيا پئي ويا. اهي بمبئي پريزيڊنسيءَ مان ايندا هئا. هو مراٺي، گجراتي ۽ هندي ٻولين ۽ ديوناگري لپي اڳ ۾ ئي ڄاڻندا هئا.(گجراتي لپيءَ جي ديوناگريءَ سان گهڻي مشابهت آهي، فقط ان ۾ حرفن مٿان ليڪ ڪان ڏبي آهي) تنهنڪري جيڪڏهن هو ديوناگريءَ ۾ لکيل سنڌي ٻولي سکندا تہ کين نئين لپيءَ جو اڀياس ڪرڻو نہ پوندو.

2. سنڌي ٻوليءَ لاءِ خداوادي لپيءَ کي اختيار ڪرڻ گهرجي. اها لپي حيدرآبادي لپيءَ جي آسپاس وارين ايراضين جا سنڌي واپاري ڪتبِ آڻيندا آهن.

3. سنڌي ٻوليءَ مٿان ڌاريي ملڪ جا عربي_فارسي حرف مڙهڻ نہ گهرجن. ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ سنسڪرت سٽ واري سنڌي ٻولي درست نموني لکي نہ سگهبي.

4. خداوادي لپي سنڌيءَ جي خاص پنهنجي ۽ نرالي لپي آهي، جيڪا صدين ڪان وٺي انهيءَ ٻوليءَ لکڻ لاءِ استعمال ٿيندي پئي اچي. انهي لپيءَ جي ذريعي سنڌي ٻوليءَ جو لکت ۾ بہ نرالو وجود قائم رکي سگهبو.

5. برٽن ۽ ڪن ٻين جو اعتراض آهي تہ خداوادي لپيءَ ۾ سرن جا اچار ڏيکارڻ لاءِ جدا حرف يا سرن جون ماترائون موجود نہ آهن، ان ڪري اها لپي فقط شارٽ هئنڊ وانگر آهي، جيڪا واپاري ماڻهو پنهنجي لکپڙهہ ڳجهي رکڻ لاءِ استعمال ڪن ٿا. انهيءَ جو جواب ڏيندي ڪئپٽن جارج اسٽئڪ لکيو تہ جيڪڏهن اسين عربي_فارسي اکرن ۾ سنڌي لکندا سين تہ ان لپيءَ ۾ بہ اسان کي گهڻيئي نوان حرف سنڌيءَ جي خاص آوازن ڏيکارڻ لاءِ ٺاهڻا پوندا. ڌاري لپيءَ ۾ سڌارا ۽ واڌارا ڪري انهيءَ کي اپنائڻ کان اهو بهترآهي تہ اسين سنڌي ٻوليءَ جي نج ۽ آڳاٽي لکاوٽ ۾ ضروري سڌارا ڪري ۽ سرن جون ماترائون ڏئي، اها لپي سنڌيءَ لاءِ استعمال ڪريون.

A

# GRAMMAR

OF THE

# SINDHÍ LANGUAGE.

BY

CAPTAIN GEORGE STACK.

Printed by Order of the Government of Bombay.

BOMBAY:
AMERICAN MISSION PRESS.
T. GRAHAM, PRINTER.
M,DCCC,XLIX.

## سر رچرڊ فرانسز برٽن (1821_1890ع)



هن هرفن مولا اديب ۽ عالم جو جنم برطانيه جي شهر هرفدشائر ۾ ٿيو. سنڌي محققن هن جي شخصيت تي لکندي انتهاپسنديءَ کان ڪم ورتو آهي. اهو چاڻندي بہ تہ هو هڪ انگريز قوم جو فرد هو. سندس پرورش يورپي معاشري ۾ ٿي هئي. هو حڪمران طبقي سان تعلق رکندو هو. هو هڪ فوجي آفيسر هو. سندس

شخصيت کي چٽيندي، هن جي خداداد صلاحيتن کي منفي انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. هي عالم عملي تحقيق ۾ يقين رکندو هو. سيني مشرقي انگريزن ۾ هن سيني کان وڌيڪ سنڌي ٻولي، تهذيب، جاگرافي، ارضيات، آبپاشي، معاشرتي ۽ معاشي حالتن جي کوجنا ڪئي. سنڌ بابت سندس چار ڪتاب اهم آهن:

| | |
|---|---|
| (1) سنڌ يا اداس ماٿري | Scind or the unhappy valley |
| (2) سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ رهندڙ قومون | Scind and Races that inhabits in valley of Indus. |
| (3) سنڌو ماٿريءَ ۾ شڪاربازي | Falconry in the valley of Indus. |
| (4)سنڌ ۾ ٻيهر آمد | Scind Revisited (1857) |

ان کان علاوه هن سنڌ ۾ ملازمت دؤران سنڌ جي واهن جون پيمائشون ڪيون ۽ انهن جا نقشا بہ تيار ڪيا. هو سنڌ جو چپو چپو گهميو ۽ هتان جي ماڻهن جي باري ۾ ڪافي معلومات حاصل ڪئي هئائين. هن پنهنجي ڪتاب Scind or the unhappy valley ۾ سنڌي ماڻهن جي مسئلن جو وڏو سبب سندن ڪاهلي ۽ سستي ڄاڻايو هو. هو سنڌ ۾ جادو ٽوڻا، چورين چڪارين جي جادو وسيلي ڳولها جهڙن عملن ۾ بہ دلچسپي رکندو هو. برٽن لکيو بہ تمام گهڻو هو، پر سندس لکڻيون يا تہ ضايع ٿي ويون، يا تہ ضايع ڪيون ويون. هن الف ليليٰ، سعدي رحہ جي گلستان ۽ هندن جي جنسياتي ڪتاب ڪاماسترا جو انگريزيءَ ۾ ترجمو پڻ ڪيو هو.

سنڌي ادب لاءِ لکيو اٿائين تہ سنڌي ادب لاءِ ايترو چوڻ ڪافي آهي تہ "جڏهن انگريزن هندوستان ۾ پير پاتو تڏهن ڪنهن بہ ڏيهي ٻوليءَ ۾ ايترو علم و ادب موجود ڪونہ هو، جيترو سنڌيءَ ۾ موجود آهي، پر ان جي شاهوڪاري عربي ترجمن ۽ مذهبي ڪتابن تي منحصر آهي. ڪتابن جي پوري ڪٿ نٿي ڪري سگهجي. پر ايترو يقين آهي تہ ٻہ ٽي سؤ قلمي نسخا ڪٺا ڪري سگهبا."

رچرڊ برٽن جو خيال هو تہ سنڌي رسم الخط لاءِ عربي نسخ صورتخطي استعمال ۾ آندي وڃي ۽ سنڌي زبان جي خاص آوازن جي ادا ڪرڻ لاءِ هن صورتخطيءَ ۾ مناسب نقطا ۽ نشان لڳايا وڃن. ڪئپٽن اسٽئڪ ۽ رچرڊ برٽن جي دليلن جي آڌار تي سنڌي رسم الخط جو فيصلو ٿيڻو هو. آخر انگريز سرڪار ڪئپٽن رچرڊ برٽن جا دليل مڃيندي سنڌيءَ لاءِ عربي نسخ صورتخطيءَ جي منظوري ڏني.

**رچرڊ برٽن جا سنڌي رسم الخط جي باري ۾ دليل:**

هن لاءِ سندس ويچار "سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ رهندڙ قومون" مان ڏجن ٿا:

1ـ مون سنڌ ۾ نسخي اکرن جا تمام سهڻا نمونا ڏٺا آهن. عام طرح سنڌ ۾ اهي اکر چڱي طرح لکيا ويندا آهن. پر شڪستہ نهايت اڻ وڻندڙ نموني لکيا ويندا آهن. ڪوفي اکرن کي ماڻهن هاڻي بلڪل وساري ڇڏيو آهي، پر مسجدن ۽ مقبرن جون پٿيون شاهدي ڏين ٿيون تہ انهن جو ڪنهن زماني ۾ گهڻو رواج هوندو هو.

اڄڪلهہ ملڪ جي حاڪمن ۾ ان ڳالهہ تي هڪ بي سود ۽ ڏکو بحث هلي رهيو آهي تہ ادبي ۽ سرڪاري ڪاروبار لاءِ ڪهڙي زبان منتخب ڪئي وڃي. ٻولين جا ماهر سنڌيءَ جي فائدي ۾ آهن. ڇاڪاڻ تہ جنهن مقصد لاءِ زبان جي ضرورت آهي، تنهن لاءِ سنڌي ٻولي نهايت موزون آهي ۽ عام ماڻهو اها چڱيءَ طرح سمجهن ٿا. ٻي ڌر، فارسيءَ يا هندوستانيءَ جي فائدي ۾ آهي. هنن جو خيال آهي تہ سنڌي هڪ عام ۽ ڳوناٽي ٻولي آهي. ازانسواءِ ان جو پورو معيار بہ نہ آهي ۽ ان کي نہ ڪي باقاعدي اکرآهن ۽ نہ ان ۾ ڪو اتهاس آهي. سنڌي اتهاس پست پيل آهي، جيتوڻيڪ سنڌي زبان زنده آهي، هن مسئلي تي گهڻي جهالت ۽ غلط فهمي ڦهليل آهي، پر پوءِ بہ مان سمجهان ٿو تہ زبان جا ماهر ضرور ڪٽندا، ڇاڪاڻ تہ هو حق تي آهن. مطلب ڳالهہ جو هي آهي تہ زبان کي ڪيئن ڦهلائجي، سڌارجي ۽ ڪارائتو بڻائجي. انهيءَ لاءِ اهو ضروري آهي تہ اسڪول هڪدم قائم ڪيا وڃن.

2ـ سنڌ جي پنجن وڏن شهرن يعني ڪراچي، ٺٽو، حيدرآباد، سيوهڻ ۽ سکر ۾ ڏيهي سنڌي اسڪول کوليا ويا. انهن ۾ لکڻ پڙهڻ، ڪجهه صرف ونحو ۽ انشا سيکارڻ گهرجي. شاگردن جو تعداد چاليهن يا پنجاهه جي اندر هئڻ گهرجي. تعليم جو ميعاد ٽي يا چار سال هئڻ کپي. سنڌ جهڙي ملڪ ۾ ابتدائي تعليم تي وقت وڃائڻ اجايو آهي.

3ـ سنڌي، زبان لکڻ لاءِ گهڻن ئي قسمن جا اکر ڪم آڻيندا آهن، انهن کان سواءِ هندو گهڻ ۾ گهڻ اٺن قسمن جون آئيويٽائون ڪم آڻيندا آهن. مثلاً: (1) خدا آبادي يا واڻڪا اکر، (2) ٺٽئي، جنهن جا ٻه قسم آهن. (الف) لوهاڻه ۽ (ب) ڀاٽيه آئيويٽا،(3) سرائي، جيڪا اتر سنڌ ۾ ڪم آڻيندا آهن. (4) خوجن جا اکر، (5) ميمڻن جا اکر، (6) پنجابيءَ جو اڇڪو نمونو، (7) پنجابيءَ جي لهندي صورت ۽ (8) گرمکي يا پنجابي.

آئيويٽا ۾ سراسري چاليهه اکر هوندا آهن، جن مان ڏهه حروف علت آهن ۽ ٽيهه حروف صحيح. اهي اکر لهندي ۽ گرمکيءَ جي معرفت ديوناگريءَ مان نڪتل ٿا نظر اچن. سنڌ ۾ هندو هميشه اتر کان پئي آيا آهن، تنهنڪري ممڪن آهي ته هنن اهي آئيويٽائون پنجاب مان انهيءَ صورت ۾ آنديون هجن، جيڪا نانڪ شاهه ڪتب آندي هئي. شايد انهيءَ رواجي اکرن جي صورت ورتي ۽ ان ۾ ايتريون تبديليون ٿيون، جيتريون نياتيون هيون. مانوارو مسٽر جيمس پرنسيپ، انهيءَ ڳالهه ۾ بلڪل غلط آهي ته سنڌي، مارواڙيءَ جي بگڙيل صورت آهي يا گجراتي، تامل ۽ ملايلم ڀاشائن جي ميلاپ مان ٺهيل آهي.

پر اهي سڀ آئيويٽائون هن وقت بيڪار آهن، انهيءَ جو سبب هي آهي ته انهن ۾ حروف علت پورا نه آهن، جنهن جو نتيجو هي نڪرندو آهي ته واپاري پنهنجو ليکو چوکو به نه ڪري سگهندا آهن، جيستائين يادگيري هوندي اٿن.

4ـ اسڪول کولڻ کان اڳ اهو ضروري آهي ته ڪي ڪارائتا اکر چونڊ ڪيا وڃن. مگر انتخاب ڪرڻ ۾ مشڪلاتون آهن. چئن نمونن جي اکرن جي حمايت ڪئي وئي آهي، يعني 1. ديوناگري، 2.خداوادي، 3.گرمکي ۽ 4.نسخي.

ديوناگري، جا سِيني کان وڌيڪ علمي آئيوينا آهي ۽ اها اسان جي الف_بي سان مشابهت رکي ٿي، ان ڪري ديوناگري لغتن، وياڪرڻن ۽ اهڙن بين پستڪن لاءِ ڏاڍي موزون آهي.

ساڳئي وقت جيڪي ڪتاب يورپي ماڻهن کي ڏيهي ٻولي سيکارڻ لاءِ تيار ڪيا ويا ٿا، ان ٻولي ۾ ڪيترين ڪوتاهيون پڻ آهن. اُن ٻوليءَ جي گهڻ ۾ گهڻ ويهن اکرن کي سڃاڻپ جون نشانيون ڏيٺيون پونديون، نه ته سمجهه ۾ نه ايندا. تنهن ڪان سواءِ جيتوڻيڪ اهي اکر ڇپيل ڪتابن لاءِ موزون آهن، پر اهي سرڪاري لکپڙهه ۾ اهنجا ۽ اوکا لڳندا. ماڻهو به اهي آسانيءَ سان نه سکي سگهندا. هن وقت هو انهن کان غير آهن. هي اعتراض تمام وزنائتو آهي. هڪڙي عام فهم الف_ب ڪني، ان جي جاءِ تي ٻي نئين آئيوينا مڙهڻ هڪ تمام ڪنن ۽ بي سود ڪم آهي.

خدا آبادي اکرن جي حمايت انهيءَ ڪري ڪئي وڃي ٿي، جو هو اڳيئي گهڻي قدر ڪتب آندا وڃن ٿا. پر انهن جو استعمال هندن تائين محدود آهي. جيتوڻيڪ اهو تمام اهم فرقو آهي. هندن ۾ به فقط واپاري طبقو اهي اکر ڄاڻي. منشين ۽ عاملن جو انهيءَ سان ڪو به واسطو نه آهي. انهن اکرن تي مکيه اعتراض هي آهي ته هاٿوڪيءَ صورت ۾ اهي پڙهڻ تمام ڏکيا آهن. ڪنهن صلاح ڏني آهي ته انهن اکرن کي گجراتي حروف علت جو جامو پهرائي نئون روپ ڏجي. اها ڳالهه شايد ڏکي نه ٿئي پر سوال آهي ته ماڻهو اها صلاح قبول ڪندا؟

گرمکي اکر، ديوناگريءَ جي سادي صورت آهن، اهي پنجابي زبان جي لکڻ لاءِ نهايت موزون آهن، پر سنڌيءَ لاءِ ڪارائتا نه آهن. انهن جي استعمال ۾ به ساڳيون مشڪلاتون درپيش اينديون، جي ديوناگري اکرن جي ڪتب آڻڻ ۾ اچن ٿيون. ماڻهو انهيءَ کان ٿورو واقف آهن، انهن ۾ گهٽيون قير قارون ڪرڻيون پونديون، اهي اکر ڇاپي لاءِ چڱا آهن، پر لکڻ ۾ ڍلا ۽ ڏکيا لڳندا.

5_ سنڌ جون حالتون عربي الف_ب جي نسخي اکرن جي فائدي ۾ ٿيون نظر اچن. انهن اکرن جي ذاتي خوبين جو ضرور اعتراف ڪرڻو پوندو، ڇو جو

اهي عربستان مان ايري الجزائر کان گنگا ندي ۽ بخارا کان سيلون تائين پکڙجي ويا آهن. انهن کي صدين جون صديون آزمايو ويو آهي ۽ اهي ڪيترين ئي ٻولين کان ڪارگر ثابت ٿيا آهن. اهي معمولي پيچ۔ گهڙ ڪرڻ، هندوستانين جي چپ مان نڪرندڙ آوازن، ايران ۽ ملايا جي ماڻهن جي منين لاتين ۽ عربن جي حلق مان پيدا ٿيندڙ ٻولين کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪم آندا ويا آهن. انهن کي ايشيا جي بهترين الف ـ ب ڪري چئجي ته بجا ٿيندو. اها ڳالهه ممڪن نه آهي ته ڪو جديد رومي طرز جا اکر انهن جي جاءِ پري سگهندا ۽ نه اهي اکر تمدن جي ترقيءَ سان پنتي پوندا. انهن جي بيهڪ ۾ نزاڪت آهي ۽ اهي سليس ۽ سمجهڻ ۾ آسان آهن. مطلب ته اهي ٻيءَ ڪنهن به الف ـ ب کان گهٽ نه آهن. انهن جي خوبيءَ جي ثابتي اها آهي ته اهي جنهن زبان لاءِ ناهيا ويا آهن، تنهن جو هر هڪ آواز چڱي طرح ظاهر ڪري سگهن ٿا. پر اهو سمجهي سگهجي ٿو ته جيئن اهي اکر عربيءَ کان پري ٿيندا، تيئن زياده ڪرندا ويندا. هن وقت سنڌي لکڻ لاءِ انهن ۾ تڪڙي ڦير گهير ڪري انهن جو روپ بدلايو ويو آهي. اعرابون منجهائيندڙ آهن ۽ هڪ هڪ حرف کي ڪيترا آواز آهن، تنهنڪري اهي حرف ڏکيا ۽ منجهائيندڙ لڳن ٿا. پر انهن جي ذاتي خوبي ڪانه وئي آهي ۽ اها خوبي قائم رکندي انهن کي سڌارڻ جا جيئن اپاءُ ورتا ويندا، تيئن تعليم ترقي ڪندي ويندي. هندوستاني ماڻهن تازو نستعليق خط لکڻ جي طريقي ۾ ڪيترن ئي ڦيرون ڦارون ۽ سڌارا ڪيا آهن. نسخي حرفن اختيار ڪرڻ جي حمايت ڪرڻ لاءِ مونکي هي سبب مناسب نظر اچن ٿا:

1. ملڪ جو سمورو اتهاس صدين کان وٺي انهن اکرن ۾ لکيو پئي آيو آهي.
2. سڀ تعليم يافته مسلمان، اهي اکر پڙهي ۽ انهن مان ڪيترا لکي ڄاڻن.
3. هن وقت ساريءَ سنڌ ۾ هندو عامل اهي اکر پڙهي نٿا سگهن، مگر هو نستعليق سنڌي يا فارسي اکرن کان واقف آهن، جنهن ڪري ڪين انهن اکرن سکڻ ۾ مشڪلات ڪانه ٿيندي.

4. انهن اکرن ۾ ايتري رواني آهي جو اهي ڪافي تڪڙا لکي سگهجن ٿا. عربن جي انشا نويسي ان ڳالهه جي ثابتي آهي.

ٻي طرف چيو ويندو ته نستعليق جي فائدي ۾ مکيه ڳالهه اها آهي ته صوبي ۾ هر هڪ ليکڪ اهي اکر ڄاڻي ٿو. اهي هندوستاني ۽ پنجابيءَ ۾ ڪاميابيءَ سان ڪم آندا ويا آهن. تنهن ڪري سنڌي ٻوليءَ لاءِ به اهڙائي ڪامياب ٿي سگهن ٿا. انهن تي مکيه اعتراض هي آهي ته جيتوڻيڪ نستعليق جا اکر پروانن، عريضن، حڪمن ۽ سرڪاري لکپڙهه لاءِ برابر ڪارگر آهن، پر انهن جي مختصرنويسيءَ سان ايتري ته مشابهت آهي جو اهي سنڌي ٻوليءَ لاءِ موزون نه ٿيندا. انهن جي آوازن، بناوٽ ۽ اعرابن جي تعداد ۾ اهڙي ته پيچيدگي آهي، جو ان لاءِ هڪ وڏيڪ اِلف_ب جي ضرورت آهي، جيئن عام ماڻهن جو عمل ڏيکاري ٿو. سنڌيءَ جا عالم ڏسندا ته سنڌ جي سمورن تعليم يافته ڏيهي ماڻهن کي به نستعليق ۾ لکيل بيتن پڙهڻ ۾ تڪليف ٿيندي آهي، ڪي مصنف مذهبي تصنيفن ۾ ان کي اڪثر ڪم آڻيندا آهن. ان ڳالهه جو فيصلو آزمودگار ۽ تعليمدان ڪري اها تڪليف دور ڪندا يا نه. سو مان زبانن جي ماهرن تي ڇڏيان ٿو.

**مسٽر پرنگل جي سفارش:**

سنڌ جي ڪمشنر مسٽر پرنگل کي پهريون حڪم نامو اپريل 1848ع ۾ موصول ٿيو هو ته سنڌ ۾ سنڌيءَ کي سرڪاري ٻولي طور رائج ڪرڻ لاءِ اهتمام ڪيو وڃي.هن صاحب جارج اسٽئڪ ۽ رچرڊ برٽن جي تجويزن جي آڌار تي ڪيس ٺاهيو ۽ 26 اپريل 1849ع تي پنهنجي راءِ سميت، اهو بمبئي سرڪار کي موڪلي ڏنو. ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي پنهنجي ڪتاب ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽون ۾ لکي ٿو ته "پنهنجي خط ۾ هن لکيو ته انهيءَ سوال تي ظاهر ڪيل ويچارن ۾ سڌو سنئون اختلاف فارسي ۽

سنڌي لپيءَ مان ڪنهن هڪ جي چونڊ تي آهي. پرنگل بہ اسٽئڪ جي سڌاريل خداوادي ورڻمالا ۾ سنڌي لکڻ لاءِ بمبئي سرڪار کي سفارش ڪئي. هن سرڪاري ڪاروبار ۾ لکپڙهہ لاءِ سنڌي ٻوليءَ کي خداوادي لکاوٽ ۾ اپنائڻ لاءِ سفارش ڪندي اها رٿ ڏني تہ سيني يورپي ۽ ڏيهي عملدارن کي هڪ سال اندر خداوادي اکرن ۾ لکيل سنڌي ٻوليءَ ۾ امتحان پاس ڪرڻ گهرجي. انهيءَ لاءِ سيني فريادن ۽ عريضين لکندڙن کي نہ فقط اجازت ڏجي پر همٿائجي تہ اهي سنڌي ٻوليءَ ۽ ان سڌاريل لپيءَ ۾ سرڪار سان لکپڙهہ ڪن. پهرين ڇهن مهينن تائين سرڪاري آفيسن ۾ لکپڙهہ فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ قبول ڪئي ويندي، پر هڪ سال گذرڻ بعد سنڌيءَ ۾ لکيل ڪاغذ ئي منظور ڪيا ويندا."

## بمبئي پريزيڊنسي جي گورنر لارڊ فاڪليںڊ جي سفارش:

سنڌي زبان کي سرڪاري زبان طور رائج ڪرڻ جو پهريون حڪمنامو بمبئي پريزيڊنسيءَ جي گورنر جارج ڪلرڪ اپريل 1848ع ۾ جاري ڪيو هو. جڏهن ساڳي پريزيڊنسي ۾ ٻوليءَ جو مسئلو تجويزن سميت موڪليو ويو تہ جارج ڪلرڪ جي جاءِ تي لئس بئنٽڪ لارڊ فاڪليںڊ (1803ع_1884ع)مقرر ٿي چڪو هو. هن معاملي ۾ وڏو مسئلو اهو هو تہ جن ٻن عالمن کان رپورٽون گهرايون ويون هيون، انهن پنهنجي جا سنڌي رسم الخط جي باري ۾ مختلف رايا هئا. رچرڊ برٽن جو خيال هو تہ عربي_سنڌي استعمال ۾ آندي وڃي ۽ سنڌي زبان جي خاص آوازن جي ادا ڪرڻ لاءِ صورتخطيءَ ۾ ڪي مناسب نقطا ۽ نشان لڳايا وڃن. جڏهن تہ ڪئپٽن اسٽئڪ، ديوناگري خط جي خداوادي صورتخطيءَ جو حامي هو. هن جو خيال هو تہ خداوادي صورتخطيءَ ۾ جيڪا حروف علت جي ڪمي آهي، ان کي گرمکي يا گجراتيءَ سان پورو ڪيو وڃي.

مسٽرپرنگل پنهنجي راءِ ۾ جارج اسٽئڪ جي نظريي جي حمايت ڪئي هئي. لارڊ فاڪليںڊ، پنهنجن ويچارن سان گڏ، سنڌ جي ڪمشنر وٽان آيل

رپورٽ، هندوستان جي سرڪار معرفت ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ڏانهن موڪلي ڏني. ان دؤران سنڌ ۾ ڪمشنر جي تبديلي پڻ ٿي چڪي هئي. پرنگل جي جاءِ تي بارٽل فريئر سنڌ جو ڪمشنر مقرر ٿي چڪو هو.

4 آگسٽ، 1851ع ۾ بمبئي حڪومت سنڌ جي انتظامي امور ۾ سنڌيءَ جي استعمال لاءِ بارٽل فريئر جي سفارش منظور ڪئي ۽ ان وقت تي اسٽئڪ جي بڻايل خداوادي صورتخطيءَ کي رائج ڪرڻ لاءِ هدايت ڪئي. پر سيپٽمبر1851ع تي فريئر بمبئي حڪومت تي عربي-سنڌي صورتخطي رائج ڪرڻ جو زور ڏنو. ٿوري وقت کان پوءِ فريئر هڪ سرڪيولر جاري ڪيو، جنهن ۾ سنڌي ڪامورن کي سنڌي امتحان پاس ڪرڻ لاءِ هدايت ڪئي.

8 ڊسمبر، 1852ع تي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس پنهنجا ويچار ڏياري موڪليا، جنهن ۾ واضح طور عربي- سنڌي صورتخطيءَ جي حمايت ٿيل هئي، پر منظوري ڏنل نہ هئي. بمبئي حڪومت کي اها پڻ هدايت ڪئي وئي تہ جيڪا ٻولي استعمال ٿيندي سا خالص سنڌي هوندي. هنن 1852ع ۾ هڪ خط ذريعي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جو فيصلو ارسال ڪندي ڏهہ هزار روپين جي رقم جي منظوري ڏني، جيئن ان سلسلي ۾ ضروري اپاءَ ورتا وڃن. اهڙي طرح مقامي زبان ۾ تعليم لاءِ اسڪول قائم ڪرڻ ۽ عربي- سنڌي صورتخطيءَ ۾ ڪتابن جي ڪوٽ کي ختم ڪرڻ جا احڪام بہ هئا. ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس اها پڻ هدايت ڪئي تہ باصلاحيت مقامي علماءَ ۽ يورپي ڪامورن جي هڪ گڏيل ڪاميٽي تجويز ٿيل صورتخطيءَ کي آخري شڪل ڏئي. ڪورٽ واضح طور اهو بہ چيو تہ اهي اپاءَ سنڌ ۾ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان طور سان جاري ڪرڻ لاءِ ابتدائي قدم آهن. هاڻي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي فيصلي جي روشنيءَ ۾ بمبئي حڪومت، سنڌ جي حڪومت کي خط لکيا تہ ڪمپنيءَ جي حڪمن جي تعميل ڪئي وڃي. اهڙي طرح اسڪولن جي کولڻ لاءِ رقم (Budget) بہ رکي وئي. اچو تہ ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جي خط جو متن ڏسون:

## ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو فيصلو

ڪائونسل ۾ اسان جا انڊيا جا گورنر جنرل
ليٽر گورنمنٽ آف انڊيا جي طرفان 30 ڊسمبر (No.26) 1851 ع
بمبئي_ 16 آڪٽوبر (No-9) 1850
بتاريخ 15 ڊسمبر (No.41) 1851

موضوع: سنڌ ۾ فارسي مان تجويز ڪيل سنڌيءَ کي متبادل طور سرڪاري وسيلن لاءِ ڪيل خط و ڪتابت جي منتقلي ۽ صوبي ۾ اسڪول برپا ڪرڻ لاءِ طريقي ڪار متعين ڪرڻ لاءِ گهربل مقصدَ حاصل ڪرڻ لاءِ درخواست.

1. اسان اڳ ۾ ئي بمبئي حڪومت کي آگاهه ڪري چڪا آهيون تہ اسان مڪمل طور راضي آهيون تہ سنڌيءَ کي ملڪ جي مروج ٻوليءَ ۽ سرڪاري ڪاروبار لاءِ نافذ ڪريون. ان لاءِ هاڻي اسان لاءِ صرف اهو ضروري آهي تہ ان نتيجي جي وضاحت ڪريون، جنهن ذريعي سان اسان پنهنجي مقصد کي ماڻڻ لاءِ نتيجي تي پهچي سگهون ٿا.
2. اهو بلڪل ظاهر آهي تہ هڪدم تجويز ڪيل ٻوليءَ کي متعارف ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڪيترن ئي مشڪلاتن سبب رڪاوٽون آهن. انهن ۾ سڀ کان اهم لکت لاءِ بهترين رسم الخط ۽ ضرورت پٽاندر اڀياس لاءِ گهربل ڪتابن جي اڻاٺ آهي.
3. ان ڏس ۾ صوبي ۾ ڪم ڪندڙ آفيسرن، ان مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ مختلف صلاحون ڏنيون، پر اسان لاءِ ضروري آهي تہ اسان صرف انهن حڪمت عملين کي ڏسون، جن ۾ ليفٽيننٽ برٽن ۽ ڪئپٽن اسٽئڪ تمام شاندار دليلن سان رپورٽون پيش ڪيون آهن.
4. سڀ کان پهرين ذڪر ڪيل آفيسر (برٽن) عربي يا نسخي الف_ب جي پٺڀرائي ڪئي آهي. سنڌي لفظن جي اظهار لاءِ سنڌس دليل آهي تہ

موجوده سنڌيءَ جو مقبول ادب ان خط ۾ لکيو ويو آهي. اهو مقامي تعليم يافته ماڻهن جي لاءِ سمجهڻ آسان هوندو، ڇو جو هو فارسي نستعليق ۾ لکندا آهن. ان کي اخذ ڪرڻ ۾ سڀ کان پهرين ٿورين تبديلين ۽ واڌارن جي ضرورت پوندي. ٻئي طرف ڪئپٽن اسٽئڪ جو مڃڻ آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي اٺاٺ کي ڪنهن به ٻاهرين ٻوليءَ جي خصوصي آوازن سان، بنا ڪنهن تڪليف جي پورو ڪري سگهبو. ڪنهن به ٻاهرين جي ٻوليءَ جي خصوصي آوازن سان. هو تجويز ڪري ٿو ته خداوادي خط کي اپنائجي. ان ۾ حروف تهجي جي کوٽ گجراتي يا گرمکي الف_ب مان پوري ڪري سگهجي ٿي ۽ انهن واڌارن جي لاءِ جيئن حڪومت کي بهتر لڳي، احڪام جاري ڪري.

5. اسان گهڻي سوچ ويچار کان پوءِ عربي خط اپنائڻ جي مؤقف جي حمايت ڪيون ٿا، پر ساڳئي وقت ان لاءِ به تيار نه آهيون ته اسان معاملي جي وڏيڪ جاچ نه ڪيون. ان مسئلي جو مطمئن ڪندڙ حل ان ۾ ٿيندو ته صوبي ۾ ڪم ڪندڙ يورپي آفيسر، جيڪي سٺي نموني سنڌيءَ تي دسترس رکن ٿا، انهن تي مبني هڪ ڪاميٽي جوڙي وڃي ۽ ان ۾ سنڌ جي مقامي ماڻهن کي شامل ڪرڻ گهرجي، جيڪي پنهنجي ڪردار ۽ ذهانت جي آڌار تي ڪارائتي نموني جوڳي مدد ڏئي سگهن.

6. اسان رضاڪارانه طور تي اهو بمبئي حڪومت تي ڇڏيون ٿا. جڏهن اها ڪاميٽي ان سوال تي غور ڪري، ان کان پوءِ جيڪا راءِ پيش ڪري، تڏهن بمبئي حڪومت ان کي عمل ۾ آڻي. اهو تجويز ڪجي ٿو ته اهڙو ڪم ڪنهن آفيسر جي سپرد ڪجي، جيڪو اسڪولن کولڻ لاءِ سپرنٽنڊنٽ جو انتخاب ڪري، ان لاءِ اسان جي منظوريءَ لاءِ اهڙو منصوبو موڪلي جيڪو قابل قبول هجي.

7. اسڪولن جي کولڻ تي غور ٿي رهيو آهي، انگريزي اسڪول صوبي جي اهم حصي ۾ ۽ 5 ورنيڪيولر اسڪول وڏن شهرن ۾ قائم ڪيا ويندا. هنن اسڪولن جي سارسنڀال ۽ يورپي سپرنٽنڊنٽن جي الائونس جو خرچ توهان

پريندا. حيدرآباد ۾ انگريزي اسڪول قائم ٿيندو. اسان خواهشمند آهيون تہ بغير ڪنهن دير جي سنڌ ۾ عام تعليم جي ڦهلاءِ لاءِ قدم کنيا وڃن ۽ تجويز ڪيل رٿا مڃيندي، نہ صرف تعليمي مقصد لاءِ بلڪ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻوليءَ جي متعارف ڪرڻ لاءِ بہ اسان پنهنجي طرفان گهربل خرچ جي منظوري ڏيون ٿا.

8. اهو ظاهر آهي تہ اختياري طور ٻوليءَ جي تبديلي متعارف ڪرڻ وارو معاملو ملتوي ڪيو وڃي، جيستائين ان ڏس ۾ ذڪر ڪيل قدم کنيا نٿا وڃن. اسان لاءِ اهو اطمينان بخش آهي تہ بمبئي حڪومت ۽ سنڌ جو موجوده ڪمشنر مسٽر فريئر، مڪمل طور تي ٻوليءَ جي تبديليءَ واري ضرورت کي احتياط ۽ تدبر سان وڏائڻ ۾ سنجيده آهن. اسان سمجهون ٿا تہ، اهو انتهائي ضروري آهي تہ ان ڏس ۾ اسان کي ٻيا احڪامات بہ جاري ڪيون. هڪ طرف ڪان پڪ سمجهندي، حڪومت تجويز ڪيل مقصد تحت اهڙا قانون جوڙيندي، جنهن سان صوبي جي سيني آفيسرن، مقامي ماڻهن ۽ يورپي ماڻهن کي سنڌي سکڻ لازم قرار ڏيندي. هو اهڙن قدمن کان پري رهندا جن سان فردن تي غير ضروري سختي يا روز مره جي معاملن ۾ رنڊڪ پوي.

لنڊن — توهان جا پنهنجا

8 ڊسمبر 1852 — صحيح آءِ — ڊبليو هاگ ۽ ٻيا ڊائريڪٽر

## مسٽر پرنگل جي رٽائرمينٽ:

اڄ تائين تاريخ جي ڪتابن ۾ مسٽر بارٽل فريئر جي ڪردار، خاص طور تي سنڌي رسم الخط ۽ سنڌي ٻوليءَ جي سرڪاري طور نفاذ کي ساراهيو ويو آهي. جڏهن تہ مسٽر پرنگل جي ڪردار کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. درحقيقت ان سڄي ڪم جو اهم ڪردار مسٽر پرنگل آهي. مسٽر پرنگل جيڪو ٻوٽو لڳايو هو، ان جو ميوو فريئر کاڌو. مسٽر پرنگل سنڌيءَ کي سرڪاري طور رائج ڪرڻ جو حڪمنامو جاري ڪيو، هن اسٽئڪ، برٽن ۽ ٻين کان رپورٽون

ورتيون. هن پنهنجي وسيع تجربي جي آڌار تي سنڌيءَ لاءِ اسڪول کولرايا، بجيٽ منظور ڪرائي، آفيسر مقرر ڪرايا، شروعاتي ڪتاب شايع ڪرايا. اسان ڪي بارٽل فريئر سان گڏوگڏ هن کي بہ نظر انداز ڪرڻ نہ گهرجي.

## سر هينري بارٽل ايڊورڊ فريئر (1815_1884ع) جي مقرري:


SIR BARTLE FRERE.

سر هينري بارٽل ايڊورڊ فريئر جو جنم بريڪنڪ شائر ۾ ايڊورڊ فريئر جي گهر ۾ ٿيو. ايسٽ انڊيا ڪمپني ڪاليج مان فارغ ٿيڻ بعد هيلبري ۽ ايمپيريل سروس ڪاليج ويو. جتان پوءِ 1834ع ۾ سول سروس ۾ ليکڪ طور ملازمت اختيار ڪيائين. لسانيات ۾ امتحان پاس ڪري، 1835ع ۾ پونا (هندستان) ۾ اسسٽنٽ ڪليڪٽر ٿيو ۽ 1842ع ۾ سرجارج آرٿر بمبئيءَ جي گورنر جو پرائيويٽ سيڪريٽري چونڊيو ويو.

مسٽر پرنگل جي سفارش ۽ ضمانت کان پوءِ 1850ع ۾ بارٽل فريئر کي سنڌ جو ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. هي نوجوان آفيسر بي حد ذهين، محنت ڪش، ترت فيصلا ڪندڙ ۽ ارادي جو پڪو ۽ مقصد سان سچو رهندڙ هو. جنهن وقت هن سنڌ جي ڪمشنر جي چارج ورتي، ان وقت سندس عمر صرف 35 سال هئي. هن جي نون سالن واري عرصي (1850ع_1859ع) دوران سنڌ هر لحاظ کان ترقي ڪئي. مثال طور:

1. سنڌ ۾ تيزيءَ سان اقتصادي ترقي ٿي.
2. سنڌ ۾ 1858ع ۾ ريلوي نظام وجود ۾ آيو ۽ ڪراچيءَ کان حيدرآباد تائين ريلوي ٽريڪ جڙي راس ٿيو.
3. 1853ع ۾ سنڌيءَ کي پهريون دفعو سنڌ جي دفتري ۽ رياستي ٻولي قرار ڏنو ويو.
4. سر بارٽل فريئر 1853ع ۾ سنڌ کي سنڌي صورتخطي ڏني، جنهن سان صوبي جي احساس ڪمتري ختم ٿي ۽ سنڌي ادب، تعليمي نظام، سياست، صحافت ۽ سماجي ترقيءَ ۾ انقلابي تبديلي اچي وئي.

5. سر بارٽل فريئر پنجيتاليھ امتحاني مرڪز کولڻ جو حڪم ڏنو جتي سال ۾ ٻه ڀيرا سنڌيءَ جو امتحان ورتو ويندو هو ۽ هر مرڪز تان پهريان ٽي نمبر حاصل ڪندڙ کي وظيفا ۽ سرڪاري ملازمت جي آڇ ڏني ويندي هئي. نتيجو اهو نڪتو ته سنڌي زبان سان گڏ ڪجھ سالن اندر هيٺين انتظامي سطح تي انگريزي ٻولي استعمال ۾ آئي. پنجيتاليھ امتحاني مرڪزن مان پاس ٿيندڙ ۽ اسڪالرشپ حاصل ڪندڙ انگريزي تعليم طرف وڌيا ۽ ڪلرڪ يا ٻيا ننڍا سرڪاري عهدا حاصل ڪرڻ لڳا.

6. سنڌ ۾ زرعي ۽ آبپاشي ترقيءَ لاءِ واهه کوٽيا ويا ۽ سکر بئراج لاءِ ڪميشن جوڙي وئي.

7. سنڌ ۾ پوسٽل نظام (Postal system) وجود ۾ آيو.

8. فريئر ڪراچيءَ ۾ تجارتي ميلا (Trade Fair) منعقد ڪرايا، جنهن سان هندوستان سميت سينٽرل ايشيا جي واپارين سنڌ ڏانهن رخ ڪيو.

9. سنڌ ۾ اسپتالن جو چار وڇايو ويو.

10. سر بارٽل فريئر اهو شخص هو، جنهن 1851ع ۾ پهريون ڀيرو سنڌيءَ کي سرڪاري ٻولي تسليم ڪيو. فريئر انگريزي آفيسرن کي سنڌي عوام جي خدمت ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻولي سکڻ جي هدايت ڪئي، ته جيئن اهي سنڌيءَ ۾ مقامي سنڌي آفيسرن سان لهه وچڙ ۾ اچي سگهن.

ائٽڪن سنڌ گزيٽيئر 1907ع ۾ فريئر جي ڪردار بابت لکيو آهي ته مسٽر فريئر جي ڪوشش سبب سنڌ ۾ تعليم جو ڪم جاري ٿيو. جڏهن هن ڏٺو ته صرف ٻه يورپي آفيسر سنڌي ڄاڻن ٿا. هن سنڌيءَ کي عوامي ۽ سرڪاري ٻولي بنائڻ تي گهريو. ان وقت تائين ٻولي استعمال ۾ نه پئي آندي وئي ۽ نه ئي ڪو ان جو خاص ڪردار هو. اهي مشڪلاتون ڪئين ختم ٿيون ؟ اهو چئي سگهجي ٿو ته صحيح سنڌي صورت خطي عربيءَ کان اختيار ڪئي وئي ۽ بعد ۾ اها آفيسن ۽ سرڪاري ڪم ۾ استعمال ٿيڻ لڳي. پنجن سالن جي عرصي ۾ جڏهن کان فريئر هتي آيو، 25 يورپي، ڪورٽن ۾ سنڌي ٻولي استعمال ڪندا رهيا.

1860ع ۾ هن کي گڏيل هندوستان جي وائسراءِ ڪائونسل جو ميمبر بنايو ويو ۽ 1862ع ۾ هو بمبئيءَ جو گورنر مقرر ٿيو. 1877ع ۾ هو ڏکڻ آفريقا جو هائي ڪمشنر بنايو ويو. ان کان علاوه ٻين ڪيترن ئي عهدن تي فائز رهيو. ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ لاءِ هن جون خدمتون بي مثال آهن. 29 مئي 1884ع ۾ وفات ڪيائين ۽ کيس سينٽ پال ڪيٿيڊرل قبرستان ۾ دفنايو ويو. سر بارٽل فريئر جي شخصيت تي ڪيترائي ڪتاب پڻ لکيا ويا آهن جن ۾:

1. Sir Bartal Frere-His life and Correspondence by John Martinea (1895)
2. Bartal Frere life The Zulu and the Raj by D.P.O Comnor.

سر بارٽل فريئر جي ياد ۾ ڪراچيءَ ۾ هڪ يادگار عمارت "سر بارٽل فريئر هال" ٺاهيو ويو. 1888ع ۾ پرنس ويلس ۾ سندس مجسمو رکيو ويو. جوهانسبرگ جي پارڪ ٽائون ۾ هڪ روڊ به هن جي نالي سان منسوب آهي.

## بمبئي حڪومت جو حڪم نامو:

ڪورٽ آف ڊائريڪٽرز جي فيصلي جي روشنيءَ ۾ سيڪريٽري آف گورنمينٽ بمبئي، سنڌ جي ڪمشنر کي خط لکيو ته ڊائريڪٽرس جي فيصلي تي فوراً عمل ڪيو وڃي. بمبئي حڪومت طرفان موڪليل خط ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي طرفان تجويز ڪيل احڪامات تي عمل ڪرائڻ لاءِ سنڌ حڪومت کي پابند ڪيو ويو. خاص طور تي هيٺيان احڪامات اهم آهن:

1. يورپي عملدارن ۽ مقامي ڄاڻو ماڻهن تي مبني هڪ ڪاميٽي جوڙڻ.
2. عربي_ سنڌي يا خداوادي الف_ ب مان ڪنهن به هڪ جي چونڊ ڪرڻ.
3. تعليم جي واڌاري لاءِ اسڪول کولڻ جو بندوبست.
4. اسڪول سپرنٽنڊنٽ جي نامزدگي.
5. اسڪولن کولڻ لاءِ بجيٽ جي گهر.
6. هندوستان سرڪار کي وقت سر کنيل قدمن کان آگاهي ڏيڻ.

اچو ته ان خط جو متن ڏسون:

ليٽر نمبر 816 آف 1853
جنرل ڊپارٽمينٽ
ايچ۔ بي۔ اي فريئر اسڪوائر
ڪمشنر سنڌ.

**مهاڳ:** سنڌيءَ کي رياستي ٻولي بنائڻ ۽ صوبي ۾ سنڌي اسڪولن جو کولڻ.

مونکي هدايت ڪئي وئي آهي ته توهان کي آگاهه ڪريان، مانواري ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جي مراسلي ڪان، جيڪو گورنمينٽ آف انڊيا جي نالي موڪليل آهي.

1. توهان هڪدم هڪ ڪاميٽي جوڙيو، جيئن مراسلي جي پيرا نمبر 5 ۾ تجويز ڪيل آهي.
2. توهان هڪدم اسڪول کولڻ لاءِ ضروري انتظام شروع ڪيو، جيڪي مراسلي جي پيرا نمبر 7 ۾ تجويز ڪيل آهن. مانواري سرڪار ڪائونسل ۾ توهان لاءِ وڌيڪ تجويز ڪيو آهي ته توهان ڪنهن کي اسڪولن جي کولڻ لاءِ سپرنٽنڊنٽ نامزد ڪيو.
3. جڏهن اسڪول مڪمل طور ڪم ڪري رهيا هجن، تڏهن مختصر رپورٽ، جنهن ۾ اسڪولن کي ڏنل رقم جي ورهاست ۽ ميمبرن جا تفصيل ۽ ٻي ضروري وضاحت ۽ تيل پيش رفت پيش ڪئي وڃي. مانواري سرڪار کي موڪلڻ لاءِ، ان کان پوءِ سنڌ جي تعليم جي سپرنٽنڊنٽن کي تعليم جي بورڊ لاءِ بدلي ڪيو وڃي.
4. ان دوران توهان هر وقت هر پيش رفت کان آگاهه ڪندا رهندا، جيڪا اڳتي گورنمينٽ کي نظر ثانيءَ لاءِ موڪلبي رهبي.

توهان جي لاءِ عزت
سر
توهان جو خدمتگار
اي۔جي لئسنڊر
سيڪريٽري ٽو گورنمينٽ

بمبئي ڪائونسل
11 مارچ، 1853ع

**ڪاميٽيءَ جي جوڙجڪ جي رٿا:**

ڊسمبر 1852ع واري حڪم نامي ۾، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس واضح طور پئرا نمبر 5 ۾ لکيو ته ان معاملي جو تسلي بخش حل اهو ٿيندو ته اهڙن يورپي عالمن / ماهرن جن کي سنڌي ٻوليءَ بابت سٺي ڄاڻ هجي ۽ ڪجهه مقامي ماڻهن، جن جو ڪردار ۽ ذهانت، ان معاملي ۾ مددگار ثابت ٿئي، انهن تي مشتمل هڪ ڪاميٽي جوڙي وڃي. مطلب ته ڪاميٽي جوڙڻ لاءِ سر بارٽل فريئر کي ايسٽ انڊيا طرفان حڪم ڪيو ويو هو. ٻيو ته عربي_سنڌيءَ جي صرف حمايت ڪئي وئي هئي، منظوري ڏنل ڪانه هئي. ان ڪري ان رسم الخط ۾ اصلاح ۽ سڌارن جو ڪم به ڪاميٽيءَ کي ڪرڻو هو.

**ڪاميٽي نه جوڙڻ لاءِ جواز:**

ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جي حڪم ۽ انڊين گورنمينٽ جي خواهش جي باوجود ڪا به ڪاميٽي نه جڙي. جنهن وقت سنڌي رسم الخط لاءِ ڪاميٽي جوڙي پئي وئي، ان وقت جارج اسٽئڪ بيماريءَ سبب موڪل ڪري هليو ويو هو ۽ عربي_سنڌي رسم الخط جو حمايتي رچرڊ برٽن پڻ ملڪ کان ٻاهر هو. مطلب ته رسم الخط جي نئين سر جوڙجڪ جو ڪم ٻنهي اعليٰ عملدارن جي غير موجودگيءَ ۾ ٿيو.

ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس واضح طور عربي_نسخي ۽ ديوناگريءَ جي حق ۾ فيصلو نه ڏنو هو. 8 ڊسمبر 1852ع واري رپورٽ جڏهن فريئر، مسٽر ايلس کي موڪلي ۽ حڪم جاري ڪيو ته هو ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جي احڪامن تي پنهنجا ويچار ۽ رپورٽ پيش ڪري. 1854ع ۾ جڏهن رپورٽ پيش ٿي ته ان جي پئرا نمبر 38 ۾ ڄاڻايو ويو ته: ”رپورٽ ۾ ٻن موضوعن تي بحث ٿيل آهي. هڪ ته سنڌيءَ لاءِ ڪهڙو رسم الخط اختيار ڪيو وڃي ۽ ٻيو ته سنڌ صوبي ۾ انگريزي ۽ ورنيڪيولر اسڪول کوليا وڃن. پئرا نمبر 39 ۾ چيو ويو ته ڪورٽ سڄوري ڀرئين نقطي ۾ عربي/نسخي خط جي باري ۾ حمايت ڪري چڪي آهي. ٻيو نقطو ڪاميٽيءَ جي باري ۾ آهي، جيڪا آخري فيصلو ڪندي.“

متين راءِ مان ظاهر آهي تہ عربي رسم الخط جي باري ۾ ايلس ۽ فريئر جو لاڙو ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جي حمايت جي روشنيءَ ۾ فطري هو. جڏهن تہ ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جي احڪامن جي پوئواريءَ لاءِ ڪا بہ ڏيهي ۽ پرڏيهي عالمن جي ڪاميٽي جوڙي نہ وئي. مسٽر ايلس ان سلسلي ۾ پنهنجي رپورٽ جي پئرا نمبر 40 ۽ 41 ۾ بحث ڪيو آهي. پئرا نمبر 40 ۾ لکي ٿو تہ ”ان وقت ڪاميٽي قائم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو هو. ان جو هڪ سبب اهو بہ هو تہ: جيڪي يورپي عالم سنڌي طرح سنڌي ڄاڻندا هئا، اهي يا تہ سنڌ کان ٻاهر هئا يا وري پري وارن علائقن ۾ پنهنجون ڊيوٽيون ڏئي رهيا هئا. انهن سڀني کي گڏ ڪرڻ مشڪل ڪم هو. ان ڪري صلاح اها بيٺي تہ ان معاملي کي في الحال ڇڏي ڏجي.“

پئرا نمبر 41 ۾ ڪاميٽي نہ جوڙڻ جو هڪ ٻيو اهم سبب بہ لکيو ويو آهي تہ: ”آءٌ اعتراف ٿو ڪريان تہ ان معاملي (سنڌي رسم الخط) تي جيڪا ڪاميٽي ٺاهي وڃي ها تڏهن بہ ڪو نتيجو نہ نڪري سگهي ها. ميمبر هڪٻئي طرفان اٿاريل لفظن تي بحث ڪن ها، وڏا وڏا دليل ڏين ها ۽ ممڪن هو تہ ڪا نئين متضاد راءِ پيدا ٿئي ها. مشڪل سان اصل معاملي تي پهچي سگهجي ها. حقيقت ۾ ڪئپٽن اسٽئڪ ۽ ڪئپٽن برٽن جن عالماڻي انداز ۾ ان موضوع تي بحث ڪيو هو. شايد ڪاميٽيءَ جو ڪو بہ ميمبر اهڙي وضاحتي راءِ نہ ڏئي سگهي ها.“

**فريئر ڪمشنري ۾ عربي-سنڌي رسم الخط لاءِ جواز:**

شروعاتي عرصي ۾ ديوناگريءَ ۾ ڪجھ ڪتاب بہ شايع ڪيا ويا هئا. فريئر ۽ ايلس جي راءِ پهرين تہ عربي-سنڌي رسم الخط ڏانهن هئي، ان ڪري مختلف مضمونن ۾ ڪيترائي ڪتاب شايع ڪيا ويا. سنڌي رسم الخط جي تياريءَ مهل سنڌ ۾ آدمشماريءَ جي لحاظ کان مسلمان هندن کان اڪثريت ۾ هئا. هندو مغربي تعليم جي لحاظ کان اڳتي هئا ۽ نوڪرين ۾ بہ وڌيڪ هئا، جڏهن تہ مسلمان مدرسن ۽ مڪتبن ۾ تعليم حاصل ڪندا هئا ۽ نوڪريون ڪرڻ کي عيب سمجهندا هئا. اهڙي صورتحال ۾ سرڪار کي اهڙو

فيصلو ڪرڻو هو، جنهن سان هُئي ڌريون راضي ٿي وڃن. مسلمان عربي_فارسي رسم الخط ڪان اڳ ئي واقف هئا، جڏهن تہ هندو ديوناگري لکت خداوادي ۾ ڪاروبار هلائيندا هئا. مطلب تہ فيصلو انتهائي مشڪل ۽ پيچيده هو. ان لحاظ ڪان فريئر ۽ ايلس انتهائي سياڻپ وارو قدم کنيو ۽ ٻنهي رسم الخطن کي قبول ڪري عمل ۾ آندو.

I. فريئر ۽ ايلس جي راءِ عربي_ سنڌي رسم الخط جي باري ۾ ڪورٽ آف ڊائريڪٽرس جي حمايت جي روشنيءَ ۾ هئي.

II. ملڪ ۾ صدين ڪان وٺي عربي_ سنڌي رسم الخط ۾ لکي پيئي وئي. سڀ تعليم يافتہ مسلمان، اهي اکر پڙهي ۽ انهن مان ڪيترا لکي ڄاڻندا هئا. سنڌ ۾ هندو عامل اهي اکر پڙهي نٿي سگهيا، مگر هو نستعليق سنڌي يا فارسي اکرن ڪان واقف هئا، جنهن ڪري ڪين انهن اکرن سکڻ ۾ ڪا مشڪل نہ هئي.

III. سنڌي رسم الخط جي تياري ءَ مهل سنڌ ۾ آدمشماريءَ جي لحاظ ڪان 75 سيڪڙو مسلمان ۽ 25 سيڪڙو هندو هئا.

IV. ملڪ تي مسلمان حڪمرانن جي حڪومتن سبب، سنڌي ٻوليءَ ۾، عربي ۽ فارسيءَ جا ڪيترائي لفظ شامل ٿي ويا هئا، جن کي هاڻي نظرانداز نہ ٿي ڪري سگهيا.

صدين ڪان مسلمان عالمن جي ڪوشش سان سنڌي ڪتابن جو جيڪو ذخيرو گڏ ٿي چڪو هو، اهو نظرانداز نٿي ٿي سگهيو.

**1853ع ۾ الف_ب جي صورت مقرر ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي:**

مٿئين بحث مان واضح ٿي چڪو تہ سنڌ حڪومت عربي_سنڌي صورتخطي اختيار ڪرڻ جو فيصلو ڪري چڪي هئي. 28 ڊسمبر واري فيصلي ۾ واضح طور عربي_سنڌي رسم الخط جي حمايت ٿيل هئي ۽ سنڌيءَ کي سنڌ صوبي جي سرڪاري ٻوليءَ طور نافذ ڪيو ويو هو. البت هاڻي هڪ اهڙي ڪاميٽي جوڙڻي هئي، جيڪا عربي_سنڌي رسم الخط جي معياري الف_ب جوڙي سگهي. سر ايلس ان ڪاميٽيءَ جو نگران مقرر هو. جنهن وسيلي سڄي

لکپڙھ پئي هلي. سر ايلس انتهائي ذهانت سان مقامي ماڻهن تي مبني هڪ ڪاميٽي جوڙي، جنهن کي نئين الف_ب جوڙڻ جي ذميواري ڏني وئي. ڪاميٽيءَ جي ميمبرن بابت هيٺين ڳالهين جو خاص خيال رکيو ويو:

i. مقامي عالمن ۾ مذهبي لحاظ کان بہ انصاف ڪيو ويو. چار سنڌي مسلمان ۽ چار سنڌي هندو هئا.

ii. اهي عالم عربي_فارسي ۽ سنڌي بابت چڱي ڄاڻ رکندڙ هئا

iii. ڪي اهڙا بہ عالم هئا، جيڪي انگريزي ۽ ديوناگريءَ جي بہ ڄاڻ رکندڙ هئا.

iv. ڪي عالم پيشي جي لحاظ کان استاد هئا ۽ ڪي وري ڪمشنر آفيس ۾ مترجم (TRANSLATERS) طور ڪم ڪندا هئا.

v. ابتدائي دؤر ۾ سيني ميمبرن کان درسي ڪتاب لکرايا ويا ۽ ترجما ڪرايا ويا، جن لاءِ کين معقول معاوضو بہ ڏنو ويو هو.

vi. ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جو ڪو بہ سرڪاري نوٽيفڪيشن جاري ڪونہ ٿيو هو.

vii. پراڻن نسخن، ڪتابن تان آوازن ۽ اکرن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ.

viii. ڪاميٽي اٽڪل يارنهن مهينا نئين الف_ب ٺاهڻ ۾ لڳايا.

ix. اڪثر ميمبر عمر جي لحاظ کان نوجوان هئا.

x. ڪاميٽيءَ جون ايلس جي سربراهيءَ ۾ پابنديءَ سان گڏجاڻيون ٿينديون هيون.

xi. مول ۽ متن (Terms of References)

ڪاميٽيءَ لاءِ شرط ۽ حوالا مقرر نہ ڪيا ويا هئا. ان جي باوجود مختلف حوالن مان معلوم ٿئي ٿو تہ سڄو ڪم منظم نموني سان ٿيو، جنهن کي مختصر نموني هيٺ پيش ڪجي ٿو:

(الف) ڪاميٽيءَ جي ميمبرن ۾ ڪم جي ورهاست ٿيل هئي.

(ب) ڪاتبن جا ترتيب ڏنل نسخا ڪتاب، رسالا ۽ شايع ٿيل ڪتاب گڏ ڪيا ويا.

(ت) میمبرن مختلف شهرن ڏانهن بہ سفر ڪيو. جيئن هالا، حيدرآباد، مٽياري ۽ ٺٽو وغيره. (برطانوي دؤر ۾ سنڌي رسم الخط جي ارتقا، هلال پاڪستان 1980ع، مظهر يوسف)

(ٿ) هو فورٽ وليم ڪاليج جي پروفيسرن سان پڻ لھ وچڙ ۾ آيا، جن اڳ ۾ اردو رسم الخط جي تياريءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. (برطانوي دؤر ۾ سنڌي رسم الخط جي ارتقا (هلال پاڪستان 1980ع) مظهر يوسف)

(ج) نئين صورتخطيءَ ۾ اکرن جو تعداد وڌائڻ، جن جي حرفن ۾ نقطا وڌائي نوان آواز جوڙڻ وغيره بہ شامل هو.

(XI) **ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جا نالا:**

(1) بي ايچ ايلس: اسسٽنٽ ڪمشنر سنڌ (تعليم کاتي جو انچارج): نگران.

(2) نارائڻ جڳن ناٿ وئديہ (بعد ۾ ڊپٽي انسپيڪٽر جنرل آف اسڪولز) ميمبر.

(3) ديوان ننديرام ميراڻي (تعليمدان ۽ تعليم کاتي جو مترجم): ميمبر.

(4) ديوان پريداس آنندرام (اسسٽنٽ ماستر): ميمبر.

(5) ديوان اڌارام ٿانورداس (تعليم کاتي جو مترجم): ميمبر.

(6) مرزا محمد صادق (صحافي): ميمبر.

(7) ميان محمد (پرائمري استاد): ميمبر.

(8) قاضي غلام علي (سرڪاري مترجم ۽ قانوني ماهر): ميمبر.

(9) ميان غلام حسين (سرڪاري مترجم): ميمبر.

**سر بي-ايچ ايلس** (1823ع-1887ع)

هاڻوڪي سنڌي رسم الخط جو جوڙيندڙ بي. ايچ ايلس 24 جنوري 1823ع ۾ لنڊن ۾ پيدا ٿيو. هن اعليٰ تعليم لنڊن يونيورسٽيءَ مان ورتي. 1843ع ۾ هندوستان جي سول سروسز ۾ داخل ٿيو ۽ بمبئي کاتي ۾ نوڪري ڪيائين. 1851ع کان 1858ع تائين هو سنڌ ۾ اسسٽنٽ ڪمشنر ٿي رهيو.

سنڌ جي ڪمشنر بارٽل فريئر جي معاون (Assistant) طور ڪم ڪندو هو. هو ڪمشنر جو اعتماد رکندڙ آفيسر هو. فريئر جي غيرموجودگيءَ دوران چيف ڪمشنر جا فرائض بہ انجام ڏيندو رهيو. هن صاحب سنڌ ۾ تعليم جي

ڦهلاءَ، ڪتب نويسي، سنڌي رسم الخط، سنڌي درسي ۽ ادبي ڪتابن جي ڇپائيءَ کان سواءِ سنڌ جي تاريخ تي به ڪتاب شايع ڪرايا. مسٽر ايلس سنڌ ڇڏڻ کان پوءِ به سنڌ ۾ تعليمي واڌاري لاءِ ڪم ڪندو رهيو. سر بارٽل فريئر هن خطي ۾ جيڪي به سڌارا جا ڪم ڪرايا، انهن ۾ ايلس جو به اوترو ئي ڪردار رهيو، جيترو فريئر جو.

جڏهن بارٽل فريئر سنڌي رسم الخط لاءِ عربي خط جي منظوري ورتي ته رسم الخط جي اصلاح لاءِ ڪاميٽيءَ جو صدر مسٽر ايلس کي مقرر ڪيائين، جيتوڻيڪ مسٽر ايلس عربي- سنڌي رسم الخط جو حامي هو، پر هن ديوناگري لپيءَ جي اصلاح جو به ڪم ڪرايو ۽ درسي ڪتاب شايع ڪرايا ۽ اسڪول کوليا، جتي هندي- سنڌي پڙهائي ويندي هئي. عربي-سنڌي رسم الخط جي اصلاح واري ڪاميٽيءَ هن جي رهنمائيءَ ۾ 52 حرفن واري الف-ب ترتيب ڏني.

سر ايلس جو ٻيو اهم ڪم اهو هو ته هن ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي سنڌي گرامر ۽ سنڌي- انگريزي ڊڪشنريءَ کي نه صرف شايع ڪرايو، پر ان جو ديباچو به پاڻ لکيائين. سنڌي ڪهاڻيءَ جي ارتقائي دؤر ۾ هن لاطيني ڪهاڻين جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ”ايسپ جون آکاڻيون“ جي نالي سان ننديرام ميراڻيءَ جي مدد سان ڪيو.

عربي- سنڌي رسم الخط جي منظوريءَ کان پوءِ هن درسي ڪتاب شايع ڪرايا، ترجمن لاءِ مقابلا ڪرايا ۽ بهترين مترجمن کي انعام ڏياريا. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ سان پنڊت برهم سچانند ڊڪشنري ٺاهڻ ۾ مدد ڪئي هئي، هن صاحب ان کي به وظيفو ڏياريو.

1854ع ۾ هن سنڌ جي تعليم تي هڪ رپورٽ ٺاهي سرڪار کي موڪلي ڏني، جيڪا بعد ۾ شايع به ٿي. ان ۾ هن سنڌ ۾ سنڌيءَ جي سرڪاري نفاذ، عربي رسم الخط کي رائج ڪرڻ ۽ نون اسڪولن کولڻ سميت ڪيترن ئي اهم معاملن تي معلومات ڏني آهي.

مسٽر ايلس جا هٿ اکر (Hand writing) تمام خوبصورت هوندا هئا.

جڏهن ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، منظور عربي- سنڌي رسم الخط تي تنقيد ڪئي، تڏهن مسٽر ايلس ان جا مدلل جواب لکي بمبئي سرڪار ڪي موڪليا هئا.

مسٽر ايلس بروز نون (9) سالن تائين سنڌ ۾ رهيو ۽ هر شعبي ۾ ترقيءَ لاءِ ڪم ڪيائين. 1863ع کان 1870ع تائين بمبئي حڪومت جو چيف سيڪريٽري ۽ بمبئي ڪائونسل جو ميمبر رهيو. 1870ع کان 1875ع تائين گورنر به رهيو.

رسم الخط جي منظوريءَ کان هڪ سال پوءِ ٻوليءَ جو ماهر ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ سنڌ پهتو ۽ ايلس جي رهنمائيءَ ۾ جڙيل الف-ب ۾ آندل اصلاحات ڏسي سخت مايوس ٿيو ۽ سرڪار ڪي لکت ۾ پنهنجا ويچار موڪليائين. جنهن جا بعد ۾ مسٽر ايلس جواب ڏنا.

## نارائڻ جڳن ناٿ وئديه (1825-1874ع)


نارائڻ جڳن ناٿ وئديا

نارائڻ جڳن ناٿ وئديه سيٽلر سنڌي هو. هو مهاراشٽر جو رهاڪو هو. سندس مادري ٻولي مراٺي هئي. هو انهن عالمن مان هو، جن سنڌي ٻوليءَ بابت خاص امتحان پاس ڪيو هو. شروعات ۾ ورنيڪيولر انگلش ميڊيم اسڪول ڪراچيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو ۽ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. هندي، سنسڪرت، انگريزي ۽ فارسي زبانن تي مهارت رکندو هو. 1853ع ۾ سنڌي الف-ب ڪي مقرر روپ ڏيڻ واري ڪاميٽيءَ جي ميمبرن مان هڪ هو. هن تعليم کاتي طرفان سنڌي مخزن "سنڌ سڌار" سن 1866ع ۾ شروع ڪئي، جنهن جو پهريون ايڊيٽر به پاڻ هو. سال 1870ع ۾ علمي خدمتن جي عيوض انگريز سرڪار کيس "راءِ بهادر" جو لقب ڏنو. سندس نالي پويان بندر روڊ (هاڻي ايم - اي جناح روڊ) ڪراچيءَ تي واقع هڪ يادگار عمارت کي اسڪول ۾ تبديل ڪري، اين جي وي NJV High School

نالو رکيو ويو. هيءَ عمارت ڪراچي شهر جي ڪجهه يادگار عمارتن مان هڪ آهي. هي اعزاز ڪيس 1874ع ۾ عطا ڪيو ويو.

جاگرافيءَ جي موضوع تي ”سنڌ جو ڌرتي نروار“ نالي ڪتاب سال 1865ع ۾ لکيائين. ڪتاب حالانڪ مختصر آهي، مگر معلومات جي لحاظ کان نهايت مفيد ۽ بنيادي آهي. هي ڪتاب ڪافي عرصو نصاب ۾ شامل رهيو. ڪتاب جي ٻولي ٻارن جي ڏانءَ وٽان هئي. انگريزي زبان تي به مهارت رکندو هو، انگريزيءَ جو ترجمو به سولائيءَ سان آسان ۽ فهم زبان ۾ ڪيو اٿس:

**”منڍ کان سنڌ سائو علائقو آهي. ويتر سنڌو نديءَ جو وهڻ هن ايراضيءَ کي آباد بنايو اٿس. سياح ۽ سوداگر سمنڊ رستي سفر ڪري سنڌ ۾ اچن ٿا. جهاز صنوبر جي ڪاٺ جا جڙيل آهن جن ۾ ننڍيون ننڍيون ڪوٺڙيون ٺين ٺيون. چين جا وڏا جهاز به هتي پهچن ٿا. هتان جو واپار گهڻو ڪري سمنڊ جي ڪنارن تي هلي ٿو. ماڻهو خوشحال ۽ جوکا آهن. هند مان خوشبوءِ، ڪاٺ، صندل، ڪافور، لونگ، جائفل، ڪباب چيني، ناريل، ڪپهه، سڻيءَ جا ڪپڙا، مخمل جا ڪپڙا، هاٿي. سرانديپ مان ياقوت، موتي، بلور. ملبار مان ڪارا مرچ، گجرات مان شيهو، دکن مان بڪم ۽ سنڌ مان ڪٺو، بانس ۽ بيد وغيره عرب ۽ عراق طرف وڃي ٿو. آبهوا خشڪ آهي ۽ ساموندي ڪنارن تي گهم زياده آهي، گرم ڏينهن ۾ مينهن زياده پوي ٿو.“**

انگريزن، سنڌي – عربي رسم الخط جي منظوري ته ڏني، پر ديوناگري رسم الخط جي اصلاح ۽ ترقيءَ جو ڪم نارائڻ جڳن ناٿ کي ڏنو ويو. هو اڳ ۾ ديوناگري رسم الخط جو حامي هو. هن صاحب ڪافي حد تائين ان ڏس ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو. 1869ع ۾ بمبئي حڪومت ديوناگري سنڌي صورتخطيءَ جي اصلاح جي منظوري ڏني.

## سر ”ديوان“ ننديرام ميراڻي سيوهاڻي (1819 ع_1875 ع)

ننديرام جي پيءُ جو نالو ٿڌو مل هو ۽ سيوهڻ جو رهاڪو هو. ننديرام ننڍپڻ ۾ مسلمانن سان گڏ سيوهاڻي قاضين جي مڪتبن ۾ فارسي پڙهيو. انگريزي، عربي ۽ هندي زبانون بہ ڄاڻندو هو. شهر ۾ خانگي اسڪول قائم ڪري، پاڙهڻ کي ترجيح ڏنائين، پر سندس اسڪول کي ڪا گهڻي ڪاميابي نہ ملي سگهي. (اڻويهين صديءَ جا نثر نويس (پي ايڇ ڊي ٿيسز) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي)

سندس قسمت ان وقت پلٽو کاڌو، جڏهن انگريز سرڪار تاريخ معصوميءَ جو فارسيءَ مان سنڌي ترجمي ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ڪيترن ئي عالمن ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، پر انهن سڀني ۾ نندي رام کي نمبر پهريون ڏنو ويو. مسٽر ايلس جي نگرانيءَ ۾ قائم ڪيل ڪاميٽيءَ نندي رام جي ترجمي جي نج سهڻي ٻولي ۽ معياري خط ۾ هجڻ ڪري ان کي اهميت ڏني. اعلان ڪيل هڪ سؤ روپين بجاءِ کيس بہ سؤ روپيا روڪ انعام ڏنو ويو. ان کان سواءِ کيس سرڪار طرفان تعليم کاتي ۾ مترجم جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. سرڪار کيس ”ديوان“ جو لقب بہ ڏنو. هو 1853 ع ۾ عربي_ سنڌي لکاوٽ کي مقرر روپ ڏيڻ واري سرڪاري ڪاميٽيءَ جو ميمبر بہ هو.

هيءُ پهريون اديب هو، جنهن سنڌي نثر کي هڪ سادو ۽ صاف اسلوب ڏنو. مثال هيٺ ڏجي ٿو:

”ربيع الاول مهيني جي پنجويهين تاريخ، اٺ سو ڇهانوي ورهين ۾، سنجر جي مرڻ کانپوءِ اهو ڄام پادشاهيءَ جي گاديءَ تي ويٺو ۽ ان جي ويهڻ ۾ مڙيئي ڏاها ماڻهون ۽ پرهيزگار ۽ ڪنڪ ۽ راڄ ڳاڏاپي ۾ هئا ۽ انهيءَ ڏاڍي حاڪمي ڪري واڌاپي ٿيڻ جا جهنڊا کنيا، چوڻ ۾ اچي ٿو تہ ڄام نظام الدين پهرين ڏينهن ۾ علم جي گهر ڪندو هو ۽ ڪتاب خانن ۾ گذاريندو هو ۽ گهڻو نمندڙ ۽ واڪاڻ ۾ موچارو ۽ چڱين چالن ۾

ساراهہ ڪيل ۽ ڪشالو ۽ بندگي ايتري ججهي ڪندو هو جو وڏائي ۽ سچائي ان جي هن ڳالهہ کان واڌو هئي تہ ذرو هن کان لکڻ سگهجي ۽ گادي وهڻجي پهرائين ۾ ننڍي کان گهٽي گاڏاپي سان بکر ۾ آيو."

ننديرام صورتخطي ٺهڻ سان ڪتاب لکڻ لڳو. جن مان 1853ع ۾ "باب نامو" (سنڌيءَ جو ريڊر) پهريون درسي ڪتاب آهي، جنهن کي سنڌ سرڪار جي تعليم کاتي، گورنمنٽ پريس بمبئيءَ مان ليٿو ۾ ڇپائي، نصاب ۾ شامل ڪيو. سندس ٻين ڪتابن ۾ "ايسپ جون آکاڻيون" 1854ع ۾ ايلس جي مدد سان انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين، "سنڌ جي تاريخ" (1861ع ۾ تاريخ معصومي نالي فارسي ڪتاب تان، "چٽ جي پاڙ" (1854ع ۾ ڪانداس سان گڏ، ڊرائينگ جي بنيادي تعليم تي لکيل)، "ليکي جي پيڙهہ" (1855ع ۾ انگي حسابن جي باري ۾ انگريزي ڪتاب تان ترجمو)، "ڌرتي نروار" (1855ع ۾ "دنيا جي مختصر جاگرافي"، مهاديو شاستريءَ سان گڏ)، "پيمائشي حساب" (1855ع ۾ ڪانداس سان گڏ)، "ليکي جو ڪتاب" (1856ع ۾ ڪانداس سان گڏ انگي حسابن جي باري ۾) "سيڪائتو نروار" (1856ع ۾ تعليمي سرشتي جي باري ۾ اردو ڪتاب تان)، "جبرو مقابلو" (1856ع ۾ آلجبرائي ڪتاب، انگريزيءَ تان، "جغرافيہ جديد" (1861ع ۾ جاگرافيءَ تي ڪتاب مهاديو شاستريءَ سان گڏ)، پڌرنامو، (1850ع ۾ نانگن بلائن بابت معلومات) "سنساري نروار" (1861ع ۾ هندي تان ترجمو سرشتي جي باري ۾) شامل آهن.

جديد علمن جي اصطلاحن کي يڪجا ڪرڻ، ديوان نندرام جي محنت جو ثمر آهي. اڄ بہ جاگرافي، جاميٽري، رياضي ۽ ٻين علمن ۾ تيار ڪيل ڪتابن ۾ ڪتب آندل سنڌي لفظ هن جا ئي ٺهيل آهن.خاص طور تي الف_ب جي موجوده تشڪيل ۾ سندس ڪوششون ساراهہ جوڳيون آهن.



باب نامو (ننديرام سيوهاڻي) ڇاپو 1853

## ديوان پريداس آنند رام رامچنداڻي (1830ع_1881ع)

ديوان پريداس جو جنم جاتيءَ جي ڪڇي واهڻ ۾ ٿيو. پر سندس زندگيءَ جو ڪجهه عرصو حيدرآباد ۾ گذريو. سندس واسطو عامل گهراڻي سان هو. کيس انگريز سرڪار طرفان ”ديوان“ جو خطاب پڻ مليو. هن جي علم کي ڏسندي کيس 1853ع واري الف _ ب جو روپ مقرر ڪرڻ واري ڪاميٽيءَ جو

ميمبر مقرر ڪيو ويو. اسسٽنٽ ماستر جي عهدي سان ملازمت جو آغاز ڪيائين. (اڻويهين صديءَ جا نثر نويس (پي ايچ ڊي ٿيسز) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي)

انگريزي، عربي، فارسي ۽ هندي ٻولين ۾ لکيل ڪيترائي ڪتاب سندس مطالعي مان نڪتا هئا. سندس پسند جو موضوع "تاريخ" هو. هن ڪجھ درسي ڪتاب پڻ لکيا، جن ۾ "سنڌي ٽيون ڪتاب"(1853ع)، "سنڌي چوٿون ڪتاب" (1853ع)، "تاريخ هندوستان" (1863ع) ۽ "انگلنڊ جي تاريخ" (1863ع) شامل آهن. منشي پريداس جو اوائلي نثر نويسيءَ ۾ اهم ڪردار رهيو. سندس نثر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

**"سن 1760ع ۾ هڪڙي مسلمان حيدر علي نالي ان جي حڪومت پئي ڪئي ۽ انگريزن جو هندوستان ۾ تمام وڏن وريام هنر وارن ويرين سان مقابلو ڪيو هو تن مان هي هڪڙو هو. پهرين ڏينهن ۾ هو ڏاڪڙي ڪيندڙ ۽ چور ماڻهون هو، پر پنهنجي ڏاڍي سورهيائيءَ نالي ٻڌي نڱي ڪري ايڏو ڏاڍو زور وٺي ويو هو جو هن پاڻ وٽ وڏي جماعت، سر جي سٽ ڏيڻ جهڙن نوڪرن جون ميڙيون ۽ پنهنجي ڌڻي راجا تي فساد ڪيا ۽ جنهن ۾ ڪتيائين ۽ پاڻ ڪي ان ڌڻي جي جاءِ تي راجا ڪيائين ۽ ميسور ۾ پنهنجي لالچ جو مطلب جڏهن هن پورو ڪيو، تڏهن پوءِ موٽي پاڙيسري ملڪن تي ڪاهه ڪيائين ۽ پنهنجون فتحون سڀ ڪنهن پاسي وڌايائين ضلعن جا ضلعا هن جي هٿ ۾ آيا ۽ هندوستان مان تمام زورائتي بادشاهي مسلمانن جي ٿاهي.**

(تاريخ هندوستان 1863 ڇاپو)

### اڌارام ٿانورداس مير چنداڻي (1833ع-1883ع)

اڌارام جو نالو اڻويهين صديءَ جي نثر نويسن ۾ ديوان ننديرام ڪان پوءِ ٻئي نمبر تي ايندو آهي. سندس تعلق ان دؤر جي علمي ۽ سماجي خدمت ڪندڙ خاندان سان هو. هو انهن عالمن مان هو جن انگريزيءَ جو ابياس ڪيو هو.

سنسڪرت ۾ ته اڳ ئي پڙهيو، تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ڪمشنر سنڌ جي آفيس ۾ منشي تي ڪم ڪرڻ لڳو، پر جلد ئي پنهنجي هنر ۽ مهارت سبب تعليم کاتي ۾ سنڌي ترجمان جي عهدي تي مقرر ٿيو. سنڌي صورتخطي ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو. نئين آئيوٽا ۾ جملي ٻارهن ڪتاب لکيائين، جن ۾ ”سنڌي پهريون ڪتاب“ (1853ع)، ”سنڌي ٻيو ڪتاب“ (1853ع)، ”سنڌي وياڪرڻ“ (1854ع)، ”دنيا جي مختصر تاريخ“ (1855ع) ”مفيد الطالبين“ (گرامر 1861ع) ”راسيلاس“ (1868ع جانسن جي انگريزي ناول جو ترجمو نولراءِ شوقيرام سان گڏ) ”قصو راءِ ڏياچ“ جو (1861ع ۾ ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي سنڌي گرامر ۾ ڏنل ديوناگري_سنڌي اکرن مان عربي_ سنڌي صورتخطيءَ ۾ آندل)، ”سنڌي آکاڻيون“ (1861ع، قصو ڪامسن ۽ ڪامروپ جو (1865ع لالو ڀڳت جو ڇپيل ديوناگري لپيءَ مان عربي_سنڌي صورتخطيءَ ۾ آندل) ۽ قصو ”مهرمنير“ ۽ ”بدرمنير“ (1871ع) شامل آهن.

اڌارام، پادري سرٽ ۽ مرزا صادق علي بيگ سان گڏجي سنڌي انگريزي ڊڪشنري ناهڻ ۾ به ڀانهن ٻيلي هو. اها ڊڪشنري نئين مقرر ڪيل عربي_سنڌي لکاوٽ ۾ ڪراچيءَ مان 1879ع ۾ سرڪار جي تعليم کاتي طرفان پڌري ڪئي وئي. اڌارام کي سنڌي ٻوليءَ تي عبور حاصل هو. اهو ئي سبب آهي جو سندس ڪتاب ۾ ڪتب آندل نثر عام فهم ۽ ٻارن جي ذهن وٽان هو:

**”پڙهڻ لکڻ سڀ ماڻهوءَ لاءِ ڪارگر آهي، پڙهيل ماڻهو پاڻ کي پوئتي نٿو پائنئين. اڻ پڙهيل آهي جانور جي مثال، جيڪو سوٽي سان سڌو ٿئي ٿو. استاد جي آڌو ورتل سبق چڱي طرح هنڊائڻ گهرجي، نه ته پڙهائيءَ مان ڪو به ڪارج نه سرندو. محنت سان سبق ياد اچي وڃي ٿو. اجائي ڪاهلي ماڻهوءَ کي نبل بڻائي ٿي. اسان کي گهرجي ته پاڻ ۾ اهڙيون خوبيون ظاهر ڪجن، جنهن مان عام ماڻهو سک جو سبق حاصل ڪري ۽ ڳالهه ڪرڻ سان پرڪا لهي.“** [ سنڌي ٽيون ڪتاب، سبق يارهون]

رسم الخط جي اصلاح واري ڪاميٽيءَ ۾ مرزا صادق به ميمبر هو. ان ڪاميٽيءَ جو ذڪر سڀ کان پهرين محمد صديق ميمڻ پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ ۾ ڪيو هو. ان کان پوءِ سيني محققن ان کي پٺيءَ ورجايو. ڀيرومل آڏواڻي پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ ۾ لکيو آهي ته ”خان بهادر مرزا صادق علي بيگ جيڪو مرزا قليچ بيگ جو مربي پاءُ هو، سو مذڪوره ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو.“

هن ڳالهه تي اختلاف آهي ته هي ڪو ٻيو مرزا صادق هو. مرزا قليچ بيگ جو پاءُ مرزا صادق علي بيگ 1853ع ۾ فقط اٺن ورهين جو ٻار هو. مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب ”سائو پن يا ڪارو پنو“ ۾ مرزا صادق علي بيگ لاءِ گهڻو ڪجهه لکيو آهي پر ڪٿي به اهڙو ذڪر نه ڪيو اٿائين، جنهن ۾ الف_ب ڪاميٽيءَ جي ميمبر جي حيثيت ۾ هن جو ذڪر ٿيل هجي.

**مرزا صادق علي بيگ** (1845ع_1912ع): مرزا قليچ بيگ جو ٻيو نمبر وڏو پاءُ هو. پهريون سنڌي مسلمان هو، جنهن B.A جي ڊگري ورتي هئي. سرڪاري ملازمت کان سواءِ ڪجهه وقت لاءِ ”سنڌ سڌار“ جو ايڊيٽر به رهيو. ڪجهه درسي نوعيت جا ڪتاب به لکيائين، جن مان ڪتاب ”معاشرتي علم“ اهم آهي.

**مرزا محمد صادق (وفات 1901ع)**: مرزا محمد صادق شمس العلماءَ مرزا مخلص عليءَ جو فرزند هو ۽ شڪارپور ۾ پيدا ٿيو ۽ بعد ۾ حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪيائين. ڪيس شهنشاهه ايران طرفان ”مقرب خاقان“ جو لقب مليو هو. پاڻ به ايران جو قونصل هو. ان سان گڏوگڏ سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان لاءِ خصوصي سفير به رهيو. چوٽيءَ جو صحافي هو.

ان مسئلي تي ڪيترن ئي محققن پنهنجا ويچار مختلف رسالن ۾ شايع ڪرايا، جن ۾ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، محترم عبدالقيوم صائب، مراد علي مرزا قابل ذڪر آهن.

1. ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي پنهنجي ڪتاب "اوائلي شايع ٿيل لوڪ ڪهاڻيون" ۾ ان طرف ڌيان ڇڪرايو تہ "جنهن مرزا صادق علي بيگ جو ذڪر اسان ڪري رهيا آهيون، اهو تہ 1853 ع ۾ فقط اٺن ورهين جو ٻار هو."

2. مرزا قليچ بيگ پنهنجي هڪ ڪتاب "يادگيريون" (1919 ع) ۾ هڪ معتبر حوالو ڏنو آهي تہ آئيوٽا ڪاميٽيءَ جو ميمبر ڪهڙو مرزا هو. هو لکي ٿو تہ "مامي مرزا محمد رحيم بيگ جي پٽن بہ ٻاهران شاديون ڪيون، يعني مرزا محمد صادق جون نياڻيون، هو مرزا مخلص عليءَ جو پٽ هو ۽ اصل شڪارپور کان ڪراچيءَ آيو هو ۽ اخبار "مفرح القلوب" ڪڍي هئائين."

3. محمد صديق مسافر، "قرب قليچ" ۾ لکيو آهي تہ "مرزا صادق علي بيگ مرحوم سنڌ لٽريچر ڪاميٽيءَ جو شروعات کان ڪارائتو صلاحڪار هو." (قرب قليچ)

4. محترم عبدالقيوم صائب "مهراڻ" ۾ ڇپيل هڪ خط ۾ لکي ٿو تہ ان سلسلي ۾ مرزا قليچ بيگ جي پوٽي مرزا حبيب وٽ، مرزا صادق علي بيگ جي قلمي ڪتاب "اخلاق محسنين" جي فوٽو ڪاپي ڏسڻ جو وجهہ مليو، جنهن مان ان ڳالهہ تي روشني پئي تہ هو ڪهڙي ڪاميٽيءَ تي هو. ان ڪتاب لکڻ جو سبب ڄاڻائيندي ٻڌايو آهي تہ آءٌ تيرهن سال تعليم کاتي جو مترجم هوس ۽ انهيءَ وقت ۾ ٻن سرڪاري ڪمن سان گڏ، سائنس پرائمر جهڙوڪ علم طبق الارض، علم ڪيميا ۽ علم جغرافيہ وغيره جيڪي تعليم کاتي کي گهربل هئا، سي ڪتاب انگريزيءَ مان ترجمو ڪري تيار ڪندو هوس ۽ جيڪي ڪتاب ڪميٽيءَ وٽ پيش ٿيندا هئا، ورنيڪيولر لٽريچر ڪميٽي، سنڌ جو سيڪريٽري ٿي، تن تي رايو ڏيندو ۽ اصلاح ڪندو هوس.

انهيءَ عبارت مان معلوم ٿئي ٿو تہ مرزا صادق علي بيگ، ايلس واري ڪاميٽيءَ جو ميمبر ڪونہ هو، پر هن ورنيڪيولر لٽريچر ڪاميٽي سنڌ جو سيڪريٽري ٿي ڪم ڪيو هو. (مهراڻ 2/ 1989 ع)

5. محترم مرزا مراد علي لکي ٿو تہ "خود صحافت جي ميدان ۾ مرزا محمد صادق وڏيون خدمتون سر انجام ڏنيون. هن بہ اخبارون "اڪليل" فارسي (1870 ع کان 1885 ع) "معين الاسلام" (1880 ع کان 1885 ع تائين) ڪراچيءَ مان جاري

ڪيون ۽ هلايون. خود ان وقت جو سنڌ جو ڪمشنر سر بارٽل فريئر، جنهن جي حڪم سان سنڌي آئيوينا ڪاميٽي قائم ٿي هئي، سو (ڪمشنر) مرزا محمد صادق جي والد شمس العلماءِ مرزا مخلص عليءَ جو دوست هو ۽ هن ڪيس سنڌ ۾ پهرين ليٿو گراف پريس قائم ڪرڻ ۽ "مفرح القلوب" اخبار جاري ڪرڻ جي صلاح ڏني هئي." (نئين زندگي آڪٽوبر 1992 ع)

هنن سيني حوالن مان ظاهر ٿئي ٿو ته مرزا محمد صادق ولد مرزا مخلص ٿي الف_ب ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو.

KURRACHEE.

مفرح القلوب

هر سبزه که از زمين برآيد | برو حدت تو زبان کشايد

نمبر ۲۹ | منطبعهٔ ۲۲ شهر رجب المرجب سنه ۱۲۹۶ مطابق ۱۳ جولائي سنه ۱۸۷۹ | جلد ۲۴

نقشهٔ اشتهار واجب الاظهار قيمت اخبارنامهٔ مفرح القلوب

| تفصيل قيمت و اجرت پوسٽ | ماہوار اندرون يکماه | | ششماهه اندرون يکماه | | سالانه اندرون يکماه | |
|---|---|---|---|---|---|---|
| | بلا اجرت پوسٽ | با اجرت پوسٽ | بلا اجرت پوسٽ | با اجرت پوسٽ | بلا اجرت پوسٽ | با اجرت پوسٽ |
| پيشگي | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |
| مابعد | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |

قيمت يک نسخهٔ اخبارنامه . . . . . . . . | ۸۰/

اجرت طبع اشتهارنامه و مضامين مفيدهٔ خاص في سطر | ۴/

اجرت طبع اشتهارنامه و مضامين مفيدهٔ عام —— | معاف

مرزا محمد صادق جي جاري ڪيل اخبار مفرح القلوب1879 ع

## ميان محمد "حيدرآبادي" (1831ع-1894ع)

ميان محمد سنڌي صورتخطي ڪاميٽيءَ جو ميمبر ۽ اوائلي نثر نويس هو. حيدرآباد شهر جي ميمڻ پاڙي ۾ ڄائو. پرائمري استاد مان هيڊ ماستر جي عهدي تي پهتو هو. فقير جي پڙ واري اسڪول ۾ هيڊ ماستر رهيو. ڪجهه وقت نارمل اسڪول جو ماستر به رهيو. تعليم ڪاتي سان لاڳاپيل ميجر گولڊ اسمٿ کيس محبت مان مولانا محمد سڏيندو هو. پاڻ سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ وڏي مهارت رکندو هو. سنڌي رسم الخط جي تشڪيل ۾ پنهنجي صلاحيتن کي ڀرپور استعمال ڪيائين. صورتخطي جڙي راس ٿيڻ سان مضمون لکي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ڪرايائين. ٻولي پختي هوندي هئس ۽ ڳورن عربي، فارسي ۽ سنسڪرتي لفظن کان آجي تي لکندو هو.

"سنڌي صرف و نحو" نالي سان هڪ وڏو گرامر لکي تيار ڪيائين. منشي پريداس ميرچنداڻي، هن ڪتاب ۾ ساڻس هٿ ونڊايو. هي ڪتاب ڪيترن ئي بابن تي مشتمل آهي ۽ عربي-فارسي صرف و نحو جي قاعدن پٽاندڙ جوڙيل آهي. ٻئن اعرابن جو رواج به هن ڪتاب جي حوالي سان معلوم ٿئي ٿو. ڪتاب ڪافي وقت نصاب ۾ شامل رهيو. ڪتاب جي شروعات ۾ الف-ب جي پٽي ڏئي، هر هڪ اکر جي سامهون ان سان ٺهڪندڙ لفظ ڏنو ويو آهي، جيئن الف-اک، ب-باهه، ٻ-ٻانهون، پ-پاءُ وغيره. هي ڪتاب سال 1860ع ۾ سرڪاري پريس ڪراچيءَ مان لٿو ۾ ڇپيو هو. 82 صفحن تي مشتمل ڪتاب پنهنجي دؤر ۾ ڪافي مقبول ٿيو هو. ميان محمد جا استعمال ڪيل نج سنڌي لفظ مثال طور هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| پريون | قسم، نمونا |
| پهت | پسند |
| ڪتاب | مدرسو، مڪتب |
| مهنديون | اڳيون، منڍ وارو |
| نڪٽي | خاص طرح |
| هنر | استعمال |

## قاضي غلام علي (1831_1890ع)

اُڻويهين صديءَ جي بنيادي نثر نويسن ۾ قاضي غلام عليءَ جو بہ شمار ٿئي ٿو. سندس والد جو نالو قاضي يحيٰ، ٺٽي جو رهواسي هو. سندس وڏا ٺٽي ۾ جامع مدرسو هلائيندا هئا. فارسيءَ ۾ مهارت حاصل هيس. انگريز سرڪار کيس مترجم (Translator) مقرر ڪيو هو. قانون جي ڄاڻ هجڻ ڪري، وڪالت کي ترجيح ڏنائين. غير معمولي صلاحيتن سبب صورتخطي ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ٿيو. جديد صورتخطيءَ ۾ "هندوستان جي تاريخ" نالي ڪتاب 1854ع ۾ هنديءَ مان ترجمو ڪيائين. عربي_ سنڌي صورتخطي ۾ تعليمي ماهر جي حيثيت ۾ ڪنيو ويو. سندس نثر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

"جڏهين تہ انگريزن جو ڪنڪ افغانستان جي معاملي کان واندو ٿيو، تڏهين سرڪار سنڌ ۽ سنڌ دريا جي واپار جي چونڪي ۽ ملڪ جي جوڙجڪ لائي رنيڻ لڳي ۽ خيرپور جي رياست بابت پڻ انهين وير مير علي مراد ۽ مير رستم جي وچ ۾ جهيڙو ٿي ٿيو تہ منجهہ مير علي مراد چارلس نيئپر صاحب بهادر کي جو لارڊ المبرا جي حڪم ساڻ سنڌ ۾ انگريز سرڪار جي ڪنڪ جو وڏو مهندار ٿي آيو هو، سمجهائي پنهنجي پار ڪيو ۽ جڏهين صاحب ڪنڪ گڏني اوري آيو تڏين مير رستم پنهنجا مائٽ پاڻ سان گڏني خيرپور کان ڀڄي ويو ۽ ماٺهو هيٺن ٿي چيو تہ هن پٽ ۾ پنج ڪوهن تي امام ڳڙهہ ڪوٽ ۾ ڏاڍو ٿيو وينو آهي." (اُڻويهين صديءَ جا نثر نويس (پي ايچ ڊي ٿيسز) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي)

## غلام حسين قريشي (1838_1896ع)

ميان غلام حسين قريشي ولد محمد قاسم قريشي جو جنم ٺٽي ۾ ٿيو. عربي ۽ فارسيءَ جي پلي پت ڄاڻ هجڻ ڪري،سرڪار پاران ڪجهہ وقت لاءِ مترجم (Translator) ٿي رهيو. ملازمت دؤران سرڪاري ڪامورن کي سنڌي سيکاريندو هو. ٻوليءَ تي دسترس ۽ ترجمي جي خوبين کي ڏسندي انگريز سرڪار کيس الف_ب جي اصلاح واري ڪاميٽيءَ ۾ شامل ڪيو. هن ڪجهہ ڪتاب ترجمو ڪري سرڪار کي ڏنا هئا، پر انهن مان صرف هڪ جي معلومات ملي ٿي.

هن هڪ ڏکهي ڪهاڻي "ينيي زميندار جي ڳالھ" جو 1854ع ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرائي. البت ڪهاڻيءَ کي ديسي رنگ ۽ ڍنگ ۾ آڻڻ لاءِ ماڻهن ۽ ڳوٺن جا نالا مٽائي ڇيا وڌائين. ڪهاڻي نويسيءَ ۾ ان جي انهيءَ ترجمي کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. نثري اسلوب صاف سترو ۽ لهجو لاڙي استعمال ٿيل اٿس:

"هيڪڙي مند ينيي زميندار پنجن جريبن ڌرتيءَ جو پٽو اوپائي کي لکي ڏنو. اوپائي آکاڙ جي مهيني ۾ هيڪڙو ڊڳي هر ۽ ڊڳا ڳنهي وڃي ٻني کيڙي. تا ماٽيلي جي ماڻن جي ويري ۽ جهڳڙائي هئا. ڏنو تہ اوباڙي جو زميندار کيڙيندي کيڙيندي اسان جي ڌرتي پڻ کيڙي وڃي نيٺ سيني مڙي سڙي ٻنيءَ تي وڃي اوپائي کي ماري ڪٽي ڀڄايو ۽ ان کي هيڪلو ڏسي ڊيڄاريائون ته جي وري تون ڪڏهين هيءَ ٻني کيڙيندين ته توکي لنيون هٽي هٿ پير ڀڃي ڇڏيند اسون. هاڻي اتان اوپايو گهوڙا گهوڙا ڪندو ڀڳو ويو."

(اڻويهين صديءَ جا نثر نويس (پي ايچ ڊي ٿيسز) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي)

## ڪاميٽيءَ آڏو بحث جا مکيہ نقطاءِ مسئلا:

### (I) الف-ب جي تشڪيل:

ڪاميٽيءَ جي اڳيان سڀ کان اهم ڪم سنڌي الف-ب جي تشڪيل هئي. ڪاميٽيءَ جي اهم ذميوارين بابت اسان اڳ ۾ بحث ڪري آيا آهيون. جن کي پايہ تڪميل تي پهچايو ويو. هونءَ تہ اڳ ۾ عربي- سنڌي صورتخطي موجود هئي، جوڙيل حرف بہ اڳ ئي موجود هئا. باقي فقط معياري بنيادن تي نج سنڌي آواز ڏيکاريندڙ حرفن لاءِ صورتون مقرر ڪرڻ مقصد هو. هتي ان زماني (1853ع) جي جوڙيل الف-ب ۽ ان جي آوازن جو نمونو ڏجي ٿو:

(II) **ڪاتبن جي نسخن جو اپياس:**

ڪاميٽي هن ڏس ۾ ڪافي ڪم ڪيو هو. مثال طور ڪاتبن جا موجود نسخا بہ گڏ ڪيا هئائون. جن ۾ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ جوڙيل "سنڌيون" قابل ذڪر آهن. مخدوم ابوالحسن ٺٽويءَ جي جوڙيل الف_ب ان سڄي پروگرام ۾ اهم هئي. مخدوم ابو الحسن کان پوءِ سندس ننڍن همعصرن الف_ب جوڙي ۽ ڪتاب لکيا هئا، پر مخدوم ابو الحسن جي سنڌيءَ کي مرڪزي حيثيت حاصل هئي. ان الف_ب تي اسان اڳ ۾ بحث ڪري چڪا آهيون. ان کان علاوه سيد ثابت علي شاهہ جا مرثيا شامل هئا.

(III) **فورٽ وليم جي پروفيسرن کان استفادو ڪرڻ:**

فورٽ وليم جي پروفيسرن جي جوڙيل اردو آئيوينا تان بہ استفادو ڪيو ويو. پروفيسرن هن ڏس ۾ تمام گهڻو ڪم ڪيو. فورٽ وليم ڪاليج 1800ع ۾ قائم ٿيو. هن ڪاليج جي پروفيسرن اردو رسم الخط، گرامر ۽ لغت نويسيءَ لاءِ تمام گهڻيون خدمتون سرانجام ڏنيون. خاص طور تي جان گلڪرسٽ جون خدمتون ساراهہ جوڳيون آهن. جان گلڪرسٽ جي رهبريءَ ۾ پروفيسر مير امن، پروفيسر افسوس حسيني، لطف حيدري، اڪرام علي والا، سيد محمود منير، سيد بشير علي ۽ مذرگجراتي اردو ٽيڪسٽ ڪتاب ٺاهڻ ۾ ڪم ڪيو هو. اردو نثر جي شروعات جو سهرو بہ فورٽ وليم ڪاليج جي پروفيسرن تي آهي.

(IV) **عبدالرحيم وفا عباسيءَ جي 55 اکرن واري پٽي:**

آخوند عبدالرحيم عباسي (1805_1873ع) اصل ۾ ڪوهستان جو رهاڪو هو. عربي ۽ فارسيءَ تي ڪافي عبور رکندو هو. معياري صورتخطي ٺهڻ کان اڳ سنڌي زبان ۾ ديسي قصا قلمبند ڪيائين. اٽڪل ڏهہ ڪتاب لکيائين. جن ۾ "سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال" (1968ع)، "قصو دلوراءِ جو" (1870ع)، "وڪيو ڏاتار" (1870ع)،"سسئي پنهون" (1871ع)، "عمر مارئي" (1871ع)، "ڪوٺا ۽ ٻلي" (1871ع) "قصو عجائب شاهہ" (1872ع) ۽ "هرگنيو" شامل آهن.

هن ڪيترن ئي شاعرن جا قصا گڏ ڪري ورنيڪيولر ڪاميٽيءَ جي سپرد ڪيا، جي سيپئي شايع ٿيا. بيتن ۾ ڪٿي ڪٿي ترميم ۽ تصحيح بہ ڪئي اٿس ۽ نثر بہ ضرورت آهر پاڻ لکيو اٿس. سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ سندس اهم ڪتاب جواهر اللغات آهي، جيڪو هن (1871ع) ۾ لکيو هو. هن پنهنجي ڪتاب ۾ ٺاهيل صورتخطي ڏني، جيڪا 55 اکرن تي ٻڌل هئي. ارنيسٽ ٽرمپ جهڙو ماڻهو بہ هن عالم کان متاثر هو. ڪاميٽيءَ اڳيان جيڪا ابتدائي پٽي رکي وئي هئي، اها عبدالرحيم عباسيءَ جي جواهراللغات واري هئي. افسوس جي ڳالهہ اها آهي تہ الفابيٽ ڪاميٽيءَ ۾ هن ڏاهي کي شامل نہ ڪيو ويو. سندس اسلوب جو مثال هيٺ ڏجي ٿو:

”تڏهن عمر سومرو شڪار جي بهاني نڪري ان ڦوڳ سان گڏجي ٿر ۾ آيو. مارئي پي سرتين هڪجيڏين سان گڏجي پاڻي ڀرڻ لاءِ کوهہ تي آئي هئي، پوءِ جڏهن عمر کي ڏوران ڏٺائين تڏهن ڏجي ويئي، تہ هيءَ ڌاريو ماڻهون نامحرم الاجي ڪير آهي ۽ هيڏي ڇا جي لاءِ ٿو اچي، تڏهن سرتين چيس تہ ڀڄڻ ٺهڻ پنهنجو ڪم ڪونهي الاجي متان اچايل هجي ۽ پاڻي پيئڻ لاءِ کوهہ تي ايندو هجي. تنهنڪري بيهي رهون تہ چڱون. پوءِ جڏهن عمر کوهہ وٽ آيو تڏهن مارئيءَ تي وجي نظر پيس، سو پاڻي پيڻ جو بهانو ڪري، ٽپو ڏئي اٺ تان لهي پيو ۽..........“

(v) ڪاميٽيءَ اڳيان حرفن جا آواز:

سيني نسخن، ڪتابن ۽ رسالن کي سامهون رکي نوان حرف جوڙيا ويا. ڪجهہ اکرن جي نشانين ۾ ڦير گهير ڪئي وئي، ڪجهہ مرڪب اکر جوڙيا ويا، ڪجهہ اکرن ۾ نقطا وڌائي نوان حرف جوڙيا ويا. سيئي عربي آواز سنڌيءَ ۾ ضم ڪيا ويا.

سيني نسخن، ڪتابن ۽ رسالن کي سامهون رکي نوان حرف جوڙيا ويا. ڪجهه اکرن جي نشانين ۾ ڦير گهير ڪئي وئي:

| 1853ع ۾ ڪاميٽيءَ جي اڳيان نج سنڌي اچارن وارن حرفن مان هر هڪ جي آخري صورت | نج سنڌي اچارن وارن حرفن جي هاڻوڪي صورت |
|---|---|
| ٻ | ٻ |
| ڀ | ڀ |
| ٿ | ٿ |
| ٺ_ٽ (ٽر) | ٽ |
| ٽ | ٺ |
| ڦ | ڦ |
| ڄ–ڄ | ڄ |
| ج | جھ |
| ڃ–ڃ | ڃ |
| ڇ | ڇ |
| ڌ | ڌ |
| ڏ | ڏ |
| ڊ (ڊر) | ڊ |
| ڊ | ڍ |
| ڙ ڙ | ڙ |
| ڪ | ڪ |
| ک_گ | ڳ |
| ک_گ | گھ |
| ک_گ | ڱ |
| ڻ | ڻ |

(IV) حرفن جي صوتي لحاظ کان الڳ حيثيت:

ڪاميٽيءَ وٽ هڪ منجهائيندڙ مسئلو هي به هو ته ڪن هندو ميمبرن چيو ته صوتي لحاظ کان اسان (س،ص، ث)، (ت،ط)، (ا، ع)، (ڪ، ق)، (ز،ذ،ض،ظ)، (گ، غ) وغيره ۾ فرق ڪري نه سگهندا آهيون. ان ڪري رسم الخط ۾ ساڳين صوتين وارا حرف شامل ڪرڻ بجاءِ ڪو به هڪ ڪٽڻ گهرجي، جيڪڏهن اها ڳالهه منظور ڪئي وڃي ها ته اڄ ڪمپيوٽر ۽ موبائيل فون تي انگريزيءَ ۾ لکڻ وقت شايد اهو مسئلو حل ٿي وڃي ها. بهرحال ڪاميٽيءَ وٽ اهو مسئلو زير بحث آيو ته جيڪڏهن اهي حرف ڪڍي ڇڏيا ويا ته پوءِ مسلمان ٻار پنهنجا ڪيترائي عربي فارسي نالا درست لکي نه سگهندا. هو ڪڏهن به قبول نه ڪندا ته سندن ٻار غلط نالا لکن. مثال طور:

محفوظ علي يا مهفوز علي

صادق علي يا سادڪ الي

(IV) وسرڳ اکرن جي جوڙجڪ:

ڪاميٽيءَ اڳيان هڪ ٻيو مسئلو وسرڳ حرف (Aspirate) هئا، جن ۾ مرڪب اکر جوڙيل هئا. ان سلسلي ۾ "ھ" لڳائي يا نقطا وڌائي اکر ٺاهيا ويا. هن سلسلي ۾ تفصيلي بحث اڳتي ڪيو ويندو.

(V) الف-ب ۾ نقطن جو وڌاءُ ۽ هجي جو مسئلو:

صورتخطيءَ ۾ سڀ کان وڏا به منجهائيندڙ مسئلا هئا، جن طرف جوڳو ڌيان نه ڏنو ويو، جن ۾ هڪ نقطن جو مسئلو هيو، جنهن لاءِ رچرڊ برٽن پنهنجي سفارشن ۾ واضح طور لکيو هو ته جيڪڏهن عربي حرفن ۾ وڌيڪ ڪا ڦير ڦار ڪئي ويندي ته اهي حرف پنهنجو صوتي ڪارج وڃائي ويهندا ۽ انهن جي صورت عجيب ٿي ويندي، جنهن ڪري پڙهڻ ۽ سمجهڻ ڏکيو هوندو.

ٻيو، صورتخطي ته ٺهي وئي، پر لفظن جي هجي لاءِ ڪي به قاعدا قانون نه جوڙيا ويا، نه وري اڄ تائين جوڙڻ لاءِ ڪا ڪوشش ٿي آهي. اسان پنهنجي ليکي اچار ڪريون ٿا. ٻين کي سمجهائڻ جو نه سعيو ڪيو اٿئون نه اونو. هر ٻوليءَ ۾ غير مادري زبان (Second Language) جا طور طريقا مقرر ڪيا

ويندا آهن، پر اسان وٽ اجا تائين هن ڏس ۾ ڪا خاص پيش رفت نہ ٿي سگهي آهي.

1851ع واري ذڪر ڪيل تڪرار سبب اسڪولن، مدرسن ۽ آفيسن ۾ ڪافي دير ٿي چڪي هئي. نيٺ سنڌي عربي رسم الخط کي 1853ع ۾ رائج ڪيو ويو. سرڪار ڏهہ هزار روپيا سنڌي تعليم جي امداد طور منظور ڪيا. امداد رستي ان ڪم کي وڌائڻ لاءِ عملي رٿا ناهي وئي. ايلس جي سرپرستيءَ ۾ اکرن وڌائڻ ۾ فريئر گهڻو ڪم ڪيو ۽ آخر ۾ صورتخطي ترتيب ڏني، نون اکرن کي پراڻن اکرن سان گڏ متعارف ڪرايو ويو. جديد هندستان جي ٻولين جي تقابلي گرامر جي صفحي نمبر 55 تي اکرن کي شايع ڪيو ويو آهي. ٻارهن تيرهن اکرن ۾ ٿوري ڦيرڦار ڪري مختلف آواز ڪڍيا ويا، جن مان ڪيترائي اڄ وارن صورتخطين کان بنهہ مختلف آهن.

**ڪاميٽيءَ بابت اٿاريل سوال:**

1. سنڌي الف_ب جي صورت مقرر ڪرڻ وقت 1853ع واري ڪاميٽيءَ ۾ ڪهڙا ڪهڙا ميمبر هئا. انهن جي وچ ۾ ڪهڙين ڳالهين تي بحث ٿيو هو، انهيءَ جا سمورا منٽس حيدرآباد سنڌ جي "ٽريننگ ڪاليج فار مين" جي لائبريريءَ ۾ حفاظت سان رکيا ويا هئا. انهيءَ سموري ڪارروائيءَ جو فائيل محمد صديق ميمڻ بہ نظر مان ڪڍيو هو. جنهن جو ذڪر هن سڀ کان پهرين پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي ادبي تاريخ" (برٽش حڪومت کان اڳ) ڀاڱو پهريون ۾ ڪيو هو. بهر حال اهو فائيل گم آهي. مطلب اهو آهي تہ اهو فائيل اڄ منظر عام تي هجي ها تہ ڪاميٽيءَ جي اصل ميمبرن جي خبر پوي ها ۽ سڄي ڪارروائيءَ جي پڻ خبر پوي ها.
2. مرزا صادق علي بيگ جيڪو مرزا قليچ بيگ جو پيءُ هو، ان جو ذڪر الف_ب جي صورت مقرر ڪرڻ واري ڪاميٽيءَ ۾ آيو آهي، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي مطابق 1853ع ۾ هو صرف اٺن سالن جو هو.
3. اهڙي نموني ديوان نند يرام لاءِ بہ اعتراض آهي تہ هو هڪ مسڪين ماڻهو هو، هن سيوهڻ ۾ هڪ خانگي اسڪول کوليو هو. جيڪو هلي نہ سگهيو،

سو هو مسڪين، ڪنگاليءَ تي پهتو ۽ منشي گيريءَ لاءِ حيلا ٿي هلايائين، اهڙو ماڻهو ايڏي وڏي ڪاميٽيءَ تي ڪيئن پهتو.( موجوده سنڌي صورتخطي ۽ رچرڊ برٽن (ڪلاچي 2003 ع) آفتاب ابڙو)

4. نارائڻ جڳن ناٿ مهاراشٽر جو رهاڪو هو. ديو ناگري لپيءَ جو سخت حامي هو ۽ خدا آبادي خط جي اصلاح جي سلسلي ۾ به ڪم ڪيائين. اهڙي ماڻهوءَ کي به عربي خط لاءِ مقرر ڪيو ويو هو. هن جي مادري زبان سنڌي نه بلڪ مراٺي هئي.

5. آفتاب ابڙي صاحب مطابق ”ماسترن ۾ اهو دم نه هو جو انگريز بهادر جي سامهون دليل ڏين. هو ته ويچارا نوڪري پڪي ڪرڻ ۽ ڪتاب ترجمي ڪرڻ جي لالچ ۾ جي حضوريءَ ۾ پورا هئا. اهڙو اظهار هنن ترجمو ڪيل ڪتابن جي مهاڳن/ پيش لفظن ۾ به ڪيو آهي. سو ڪاميٽيءَ ۾ ماسترن جو ڪم هو مختلف مسودن/ڪتابن تان لفظن جون صورتون اتاري لسٽون ٺاهڻ“ (موجوده سنڌي صورتخطي ۽ رچرڊ برٽن (ڪلاچي 2003 ع) آفتاب ابڙو)

6. ڪجهه حوالن مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته ڪاميٽي جوڙڻ لاءِ ڪو به سرڪاري نوٽيفڪيشن جاري نه ٿيو هو. مسٽر ننديرام، جيڪو مسٽر ايلس جو ويجهو دوست هو، ان ئي سيٺي ميمبر ڪرايا هئا.

7. مسٽر ايلس جي نگرانيءَ ۾ ترتيب ڏنل الف-ب کي نئين سر جوڙيل الف-ب بدران صحيح طور تي نظر ثاني ڪيل الف-ب (The Alphabet Revised) چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو.( سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)

8. جيتوڻيڪ سرڪاري طور ڪو به نوٽيفڪيشن جاري نه ٿيو هو پر سڄو ڪم ترتيب ۽ منظم نموني ٿيو هو. ڇا اسان انگريز سرڪار ڪان اهڙي اميد رکي سگهون ٿا ته اهي اهڙي اهم مسئلي تي جلد بازي ڪن ها.( 1853 ع ۾ سنڌي صورتخطيءَ جي تياري ۽ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان رائج ڪرڻ جو فيصلو (10جولاءِ 1974 ع هلال پاڪستان ) ڊاڪٽر عظيم الشان حيدر)

# عربي- سنڌي رسم الخط جاري ٿيڻ کان پوءِ

”الف - ب“ جي مقرر ٿيڻ کان پوءِ فريئر رٽ ڏني تہ آئيندي سرڪاري نوڪري ۾ ترقي تڏهن ملي سگهندي، جڏهن سرڪاري ملازم ڪي سنڌي زبان لکڻ ۽ پڙهڻ ايندي. انگريز آفيسرن کي سنڌي زبان کان واقف ڪرڻ لاءِ ايلس صاحب، ڪئپٽن اسٽئڪ جي نامڪمل گرامر ۽ لغت جي تڪميل جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ۽ ان کان سواءِ هن گورنمينٽ طرفان هڪ سئو رپين جو انعام، انهن آفيسرن لاءِ رکيو، جيڪي سنڌي زبان جي تحريري امتحان ۾ ڪاميابي حاصل ڪري سگهندا. هن رٽ جو وڏو اثر پيو ۽ سنڌ جي پنجويهن انگريز آفيسرن ٿوري وقت ۾ سنڌي زبان جو تحريري امتحان پاس ڪري ورتو. هن ڪاميابيءَ کان پوءِ، هن بمبئي گورنمينٽ تي زور آندو تہ سنڌي زبان ۾ ٽيڪسٽ بوڪ تيار ڪرايا وڃن. انهن جي لاءِ ضروري امداد ڏني وڃي، جنهن کي بمبئي سرڪار ٿوري وقفي کان پوءِ قبول ڪيو. ڏهن هزارن جي رقم تعليمي مقصد لاءِ مخصوص ڪئي وئي. سن 1853ع ۾ سنڌي زبان ۾ سرڪاري طور پهريون مراسلو شايع ٿيو. عربي- سنڌي صورتخطي جي جاري ٿيڻ کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ جي علمي و ادبي ترقيءَ ۾ انقلاب اچي ويو. 1853ع کان سرڪار، سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت تسليم ڪندي سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو. سنڌي ٻوليءَ جو ن سرگرميون وڌيون. سنڌي زبان تي، خود هن دؤر ۾ وڏا اثر پيا. ادب جي ترقي ۽ بيشمار ڪتابن، رسالن ۽ اخبارن جي شايع ٿيڻ سنڌي زبان جي اظهار ۾ اضافو ٿيو. مختلف علمن ۽ فنن جي اصطلاحن سان گڏ ڪيترائي انگريزي ۽ ٻين زبانن جا لفظ سنڌيءَ ۾ رائج ٿيا. مطلب تہ هي دؤر زبان ۽ ادب جي ترقيءَ جي لحاظ کان شاندار هو. نون علمن ۽ ادب جي ڪري سنڌي زبان سنورجي پئي ۽ سندس خوبيون اجاگر ٿي پيون. ان جي دامن ۾ ايتري قدر تہ وسعت آئي، جو اها پنهنجي قوم جون هڪ ٿي وقت

علمي، ادبي، سرڪاري ۽ ليکي چوکي سان گڏ پيون ضرورتون پوريون ڪرڻ لڳي، جن جو مختصر ذڪر هيٺ ڏي ٿو:

### (1) ڪليڪٽرن کي سرڪاري خط:

سنڌ ۾ سرڪاري سطح تي سنڌي زبان کي پهريون دفعو موقعو مليو. سرڪاري زبان طور ڪورٽن، روينيو کاتي، پوليس ۽ ٻين عام واسطي وارن ڪمن ۾ سنڌيءَ ۾ لکت پڙهت کي لازمي قرار ڏنو ويو. نه صرف ايترو پر، پرڏيهي آفيسرن لاءِ سنڌ ۾ نوڪري ڪرڻ واسطي سنڌي زبان ۾ امتحان پاس ڪرڻ به لازمي قرار ڏنو ويو. سنڌ ۾ ڪم ڪندڙ ڪليڪٽرن کي خط لکي تنبيهه ڪئي وئي ته پنهنجي پنهنجي حدن ۾ سنڌيءَ جي استعمال کي يقيني بنائين ۽ رپورٽ ڪمشنر آفيس ڏانهن موڪلين.

مطلب ته سرڪاري سرپرستيءَ ۾ سرڪاري عملدارن، هڪ منظم نموني سان سنڌي ٻولي ۽ رسم الخط کي نافذ ڪرايو. ڪراچيءَ کان ڪشمور تائين، ٿر کان ڪوهستان تائين ساموندي پٽيءَ کان جابلو علائقن تائين سنڌي زبان هڪ معياري لهجي ۾ لکجڻ ۽ پڙهجڻ لڳي.

اهڙي نموني ڪليڪٽر پنهنجن حدن ۾ سنڌي بطور دفتري ۽ تعليمي ٻولي، نافذ ڪري آفيسن جي لکپڙهه جي صورتحال کان ڪمشنر آفيس کي آگاهه ڪندا هئا ته ڪيترا آفيسر سنڌيءَ ۾ ڪم ڪري سگهن ٿا ۽ ڪيترن کي سنڌي سکڻ جي ضرورت آهي. سنڌيءَ ۾ ڪم ڪرڻ جي ڪري آسانيون پيدا ٿيون. سنڌي ماڻهن سان گڏوگڏ غير سنڌي ملازم ۽ عام ماڻهو سنڌي پڙهڻ لڳا.(General Department File No 5344/1952)

هتي انگريزن جي دور جي هڪ ديهه غلام الله (ضلعي ٺٽي) جي ٽپيدار هرومل جي هڪ درخواست نموني طور ڏجي ٿي، جنهن مان واضح ٿئي ٿو ته انگريز سرڪار طرفان پنهنجن ملازمن لاءِ اهو لازمي قرار ڏنو ويو هو ته اهي سنڌي ٻولي سکي، ان ۾ امتحان ڏئي ڪاميابيءَ جو سرٽيفڪيٽ پيش ڪن. ٻيءَ صورت ۾ سندن پگهار روڪيو ويندو. درخواست ۾ ملازم هرومل جهرڪن جي ڊپٽي ڪليڪٽر کي لکي ٿو.

جيئن تہ هن کي سنڌي سکڻ ۾ ڪنهن سبب سان دير ٿي آهي، ان ڪري هن جو پگهار روڪي سرڪاري خزاني ۾ امانت رکيو ويو آهي. ملازم گهرتو ڪري تہ جيئن تہ هو هاڻي سنڌي ٻولي سکي، ان ۾ امتحان پاس ڪري چڪو آهي، تنهنڪري مختيارڪار کي هدايت ڪئي وڃي تہ امانت پيل سندس پگهار جاري ڪيو وڃي. 1854ع ۾ پيش ڪيل ان درخواست جو عڪس هيٺ ڏجي ٿو.

(درخواست جو عڪس)

سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري طور نافذ ڪرڻ جي باوجود ڪيترائي ماڻهو فارسي ءَ ۾ درخواستون لکي ڏيندا هئا. سن 1857ع ۾ بارٽل فريئر هڪ پڌرنامو جاري ڪيو تہ عرضدار پنهنجون درخواستون سنڌيءَ ۾ لکي موڪلين. اگر فارسيءَ ۾ لکڻ جو لاچار هجي تہ پوءِ بہ اها درخواست سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري موڪلي وڃي. سنڌيءَ کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ درخواست کي نہ ٻڌڻ جي لاچاري ڏيکاري وئي. پڌرنامي جو عڪس هيٺ ڏجي ٿو:

سنڌ جي ڪمشنر سر بارٽل فريئر پاران جاري ڪيل ان حڪم جو عڪس، جنهن ۾ سنڌيءَ کي سرڪاري ٻولي قرار ڏنو ويو آهي

ملڪي سال ١٨٥٧

پڌرنامو

ڪمشنر صاحب بهادر سنڌ جي دربار [illegible] سڀني ماڻهن جيڪي

[illegible] سنڌ جي [illegible]

تہ ڪيترا عرضدار عرضيون [illegible] حضور [illegible] ناموڪلين

ترجمان ڪي فارسي ۾ ڪي سنڌي ۾ تا لکن اها ڳالھ نامنظور آهي

تنهنڪري [illegible] ڪنهن کي عرضي واسطي [illegible]

صاحب بهادر سنڌ جي دربار ۾ عرض ڪرڻي هجي تہ سنڌي ٻولي

عربي اکرن ۾ لکي موڪلي جنهن ڪري هي ڪو سبب ڪانہ فارسي عرضي

لکڻ [illegible] فارسي عرضي سان ترجمو سنڌي [illegible]

[illegible] پڌر [illegible] تاريخ ٢٩ مهينو اگسٽ [illegible]

[illegible]

Commissioner in Sind

(2) **اسڪولن جو کلڻ:**

سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻولي بنائڻ کان پوءِ سڄي سنڌ ۾ اسڪول کولڻ جو پروگرام شروع ٿيو. خاص طور تي مسٽر فريئر ۽ سندس معاون مسٽر ايلس پاران سنڌ ۾ سنڌي تعليم لاءِ خاص بجيٽ رکرائي وئي. ان کان اڳ ڪراچيءَ ۾ "سينٽ پيٽرڪس" ۽ "سينٽ جوزف" اسڪول قائم هئا.

پر اهي صرف انگريزي ٻوليءَ جا اسڪول هئا. 1847ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ سان ملايو ويو. مرڪزي سرڪار سنڌ اندر مقامي يعني سنڌي زبان جي تعليم کي اڳتي آڻڻ جو فيصلو ڪيو. 1853ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سرڪاري ٿيڻ سان گڏوگڏ اسڪول کولڻ لاءِ فنڊ رکيا ويا. بمبئي پريزيڊنسيءَ ۾ هلندڙ سرشتي مطابق سنڌ ۾ شروعاتي تعليم ستين درجي تائين سنڌيءَ ذريعي ۽ تنهن کان پوءِ مٿين درجن ۾ انگريزي ميڊيم ذريعي تعليم ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو. سيٺ نائون مل "ميمائرس" ۾ لکيو آهي تہ "سن 1853ع ۾ ڪراچيءَ ۾ انگريزي اسڪول کوليو ويو. مون کي استدعا ڪئي وئي تہ مان پنهنجي ڪٽنب جي ٻارن کي ان ۾ تعليم لاءِ موڪلي ڏيان. مون پنهنجي پوٽي آلومل (عالمچند) کي خاندان جي ٻين ڏهن ٻارن سان گڏ، ان اسڪول ۾ داخل ڪيو ۽ پوءِ جلد ئي ڪافي شاگرد اسڪول ۾ داخل ٿي ويا."

شروع ۾ سنڌي اسڪولن کولڻ لاءِ ڏهہ هزار روپيا منظور ڪيا ويا. هڪ سرڪاري خط نمبر 33 آف 1853 بتاريخ 15 ڊسمبر 1853ع ذريعي ڪليڪٽر آفيس ڪراچي اهڙن پيسن جي منظوري ڏني. اها رقم ڪورٽ آف ڊائريڪٽرز جي منظوريءَ سان ڏني وئي هئي.

1854ع ۾ هڪ ٻيو اسڪول کوليو ويو. جنهن کي بعد ۾ ڊپٽي ايجوڪيشن انسپيڪٽر نارائڻ جڳن ناٿ وئديا (NJV) جي نالي سان منسوب ڪيو ويو. هي سنڌي ميڊيم اسڪول اڳوڻي بندر روڊ ۽ هاڻوڪي محمد علي جناح روڊ تي واقع آهي ۽ اڄ بہ ڪراچيءَ جي شاندار عمارتن ۾ هن جو شمار ٿئي ٿو. علم و ادب جي ڦهلاءَ ۾ هن اسڪول جو وڏو ڪردار آهي. سڀ کان پهرين هي

اسڪول سول اسپتال واري بلڊنگ ۾ واقع هو ۽ جيڪا بعد ۾ اسپتال جي حوالي ڪئي وئي.



(ڪراچي: بندر روڊ تي واقع اين جي وي اسڪول جو ڏيک)

ساڳي طرح 1853ع ۾ ڪئپٽن گولڊ اسمٿ جي ڪوشش سان شڪارپور ۾ انگريزي پرائمري اسڪول قائم ڪيو ويو. اهڙي طرح ڪن ڳوٺن ۾ سنڌي اسڪولن جي عمارتن ٺهڻ لاءِ سرڪاري منظوري ڏني وئي. انهيءَ ڪم لاءِ سرڪار لوڪل فنڊ مان مدد ورتي ۽ ڪيترين ئي سنڌ واسين مالي مدد ڪئي. 1855ع ۾ حيدرآباد ۾ پهريون هاءِ اسڪول قائم ٿيو. جيڪو بعد ۾ مسلم ايجوڪيشن نالي سان مشهور ٿيو.1858ع ۾ سکر ميونسپالٽي مڊل اسڪول قائم ٿيو ۽ لاڙڪاڻي ۾ ميونسپالٽي طرفان 1876ع ۾ مڊل اسڪول کوليو ويو.

1887ع ۾ سنڌي ٻوليءَ کي مٿين ڪلاسن تائين ذريعہ تعليم بنائڻ لاءِ ڊي. جي (DJ) سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ قائم ٿيو. هي ڪاليج بعد ۾ بي-اي (BA) جي تعليم تائين پهتو ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ سان هن جو الحاق ٿيو.

هي ڪاليج سنڌ جي نالي وارن ڪاليجن مان هڪ آهي، جنهن عظيم سائنسدان، سياستدان، ماهر تعليم، اديب ۽ عالم پيدا ڪيا آهن. ڪاليج

ڏيارام ڇيٺمل جي نالي سان منسوب آهي ۽ اڄ به بهترين بناوٽ ۽ تعليمي معيار ۾ اڳتي آهي.


D. J. SINDH GOVERNMENT SCIENCE COLLEGE KARACHI

جلد ئي سنڌ جي ٻن ٻين شهرن حيدرآباد ۽ شڪارپور ۾ هاءِ اسڪول کوليا ويا ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ ورنيڪيولر اسڪول کوليا ويا. سنڌ گزيٽيئر جي تحرير موجب اهڙن اسڪولن جو تعداد ٻارهن هو. هنن اسڪولن ۾ خالص سنڌيءَ ۾ تعليم ڏيڻ شروع ڪئي وئي. انگريزي اسڪولن جو الحاق بمبئي يونيورسٽيءَ سان ڪيو ويو. شروع ۾ استادن جي بيحد اڻاٺ هئي، خاص ڪري انگريزي اسڪولن لاءِ اهڙن اسڪولن لاءِ شروع ۾ ٻاهريان ماڻهو طلب ڪيا ويا ۽ سنڌي اسڪولن ۾ سٺا استاد مقرر ڪرڻ لاءِ حيدرآباد ۾ نارمل اسڪول جو بنياد رکيو ويو. فريئر جي هنن علمي ۽ ادبي ڪاوشن جي ڪري، سنڌي زبان پنهنجون ارتقائي منزلون نهايت تيزيءَ سان طئي ڪرڻ شروع ڪيون.

استادن جي سکيا لاءِ 1864ع ۾ حيدرآباد ٽيچر ٽريننگ اسڪول قائم ڪيو ويو. 1864ع تائين سنڌ ۾ چار هاءِ اسڪول، ٽي مڊل اسڪول ۽ 56 ورنيڪيولر اسڪول ۽ هڪ ٽريننگ ڪاليج هو. سنڌ ۾ تعليمي نظام ۽

اسڪولن ۾ اضافو جان جيڪب جي زماني ۾ ٿيو ۽ نوان تربيت يافته استاد ڀرتي ڪيا ويا.

1885ع ۾ ڪراچي شهر ۾ سنڌ مدرسة الاسلام قائم ٿيو. حسن علي آفندي هن اسڪول جو باني هو. هن اسڪول تمام عظيم شخصيتون پيدا ڪيون آهن. قائداعظم پنهنجي شروعاتي تعليم هن اسڪول مان حاصل ڪئي.



تاريخي درسگاه سنڌ مدرسة الاسلام جو هڪ خوبصورت ڏيک

## (3) درسي ڪتابن جي اشاعت:

سنڌي آئيوٽا ٺهڻ کان پوءِ درسي ڪتابن ۽ ٻين ڪتابن جي اشاعت جو ڪم سرڪاري طور شروع ٿي ويو. ڊسمبر 1854ع تائين ڪل ڏهه ڪتاب شايع ٿيا. اهي گهڻو ڪري انگريزي ۽ فارسيءَ تان ترجمو ٿيل هئا، جيڪي تاريخ، جاگرافي ۽ حسابن جي مضمونن بابت هئا. اڪثر ڪتاب انهن عالمن ترجما ڪيا هئا، جيڪي سنڌي الف-ب ڪاميٽيءَ جا ميمبر پڻ هئا.

پهريون ڪتاب حڪايات الصالحين (درويشن جي حياتيءَ جو احوال) ڇپائڻ لاءِ شامل ڪيو ويو هو، جنهن کي ليفٽيننٽ آرٿر شايع ڪرايو. "حڪايات الصالحين" جو ذڪر برٽن به پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو هو. سرڪاري طور شايع

ٽيڻ واري لسٽ ۾ پهرئين نمبر تي هي ڪتاب هو. پر مسٽر ايلس ان ڪتاب جي شايع ٿيڻ جي منظوري نہ ڏني. هو پنهنجي رپورٽ ۾ لکي ٿو تہ:

"Even this would hardly be the work to choose as a text-book for the rising generation, and in the utter want of elementary works, it was necessary to translate, from the English and other languages, a series adopted for school instructions"

اهڙي طرح ٻيو ڪتاب دوساپائي جو اصطلاحن تي هو، جنهن کي پڻ ليفٽيننٽ آرٿر شايع ڪرايو.

ٽئين ڇپائي سنڌي الفابيٽ جي هئي، جنهن کي هڪ پنيءَ تي شايع ڪرايو ويو. جولاءِ 1853ع ۾ ايلس واري ڪميٽيءَ طرفان مقرر ڪيل الف_ب ۾ چند اکرن جي ردوبدل سان جيڪا پني شايع ٿي، ان کي پهريون دفعو مشن هائوس طرفان چارٽ ذريعي عام ڪيو ويو.

پهريون ڪتاب "باب نامو" ننديرام ميرچنداڻي ترجمو ڪيو، جيڪو 1853ع ۾ شايع ٿيو. ٻيو ڪتاب "ايسپ جون آکاڻيون" انگريزي تان مسٽر ايلس ۽ ننديرام ترجمو ڪيو. بمبئي حڪومت جي سيڪريٽري پنهنجي نوٽ ۾ لکيو آهي تہ:

The Commissioner in Scinde ( No-459) dated 22nd December 1854, suggesting that a Scindee version of Esop's Fables by Mr. B.H Ellis and History of India (from the Hindustani) by Moonshee Goolam Ali which are now being lithographed be added to Hikayat-oos_ Salaheen as the text book in all future examinations in the Scindee language.

ٻيو ڪتاب منشي غلام عليءَ جو "هندوستان جي تاريخ" ڇپرائي پڌرو ڪيو ويو. ان جون ٻارنهن سو ڪاپيون شايع ٿيون. ڪتاب جي ڇپائي ۽ معاوضي لاءِ بارٽل فريئر پنهنجي نوٽ ۾ لکيو:

Seven hundred and fifty payable to Mr. John Hardy on account of lithographed 1200 (One thousand and two hundred ) copies of an

abridgment of the History of India-including binding and paper-distributed to Sind Education funds-1854/55.

اهڙي طرح ڪجهه ڪتاب رياضيءَ جا شايع ٿيا. جن ۾ پهريون ڪتاب 1750 روپين جي لاڳت سان شايع ٿيو. هڪ ٻيو ڪتاب آلجبرا جو پڌرو ڪيو ويو، اهو 60 صفحن جو ننڍڙو ڪتابڙو هو. ان جون 1300 ڪاپيون ڇپيون، جيڪو ڇهه آنا في ڪاپي جي حساب سان وڪرو ٿيو. منشي اڌارام "طوطي نامو" ۽ منشي ننديرام "حڪايت المجوده" ڪتاب ڇپايا. انگريزي ڪتاب "چيمبرز مورل ڪلاس بوڪ" (Chambers Moral Class Book) اڌارام ۽ نارائڻ جڳن ناٿ ترجمو ڪيو. پهرين هجري ڪان 1268 هجري تائين (يعني 1870ع تائين) پهرين محرم ڪان بمطابق انگريزي ڪئلينڊر جي تاريخن جي خاڪي سان هڪ ٻيو ڪتاب بہ ڇپرايو ويو. اهڙن درسي ڪتابن سان گڏوگڏ گرامر، لغت، ٻوليءَ ۽ سائنس جي مختلف شاخن جي طرف بہ ڌيان وڌيو ۽ انهن علمن تي بہ ڪتاب ڇپجڻ لڳا. اخبارون ۽ رسالا روزانہ، هفتيوار ۽ ماهوار بنيادن تي جاري ٿيڻ لڳا.

### (4) اخبارن جو جاري ٿيڻ:

انگريزن جڏهن سنڌ فتح ڪئي ان وقت هتي ڪا بہ پريس موجود نہ هئي. ارد شير رستم اهو پهريون شخص هو، جنهن انگريزيءَ ۾ هڪ اخبار جاري ڪئي، ڪجهه وقت ڪان پوءِ ارد شير رستم جي اخبار بند ٿي وئي. پر ان ڪان ستت پوءِ سنڌين جون اخبارون نڪتيون، جن انگريز سرڪار سان قرب وارو رويو اختيار ڪيو.

ڪن اخبارن جو وچور هيٺين ريت آهي:

1. "سنڌ گزيٽ" (انگريزي) ـ اڱاري ۽ جمعي جي شام جو شايع ٿيندي هئي.
2. "سنڌ ٽائيمس" (انگريزي) ـ خميس ۽ آچر جي شام جو شايع ٿيندي هئي.
3. "فونڪس" (انگريزي) ـ اربع ۽ ڇنڇر جو شام جو شايع ٿيندي هئي.
4. "سنڌ ايڊورٽائزر" (انگريزي) ـ سومر ۽ خميس جي شام جو شايع ٿيندي هئي.

5. ”سنڌ سڌار“ (سنڌي) ـ چنچر تي شايع ٿيندي هئي ۽
6. ”پرجا متر“ (گجراتي) ـ چنچر تي شايع ٿيندي هئي.

### (5) پرنٽنگ پريسون:

سنڌي ٻوليءَ جي نفاذ کان پوءِ اسڪول کوليا ويا، ڪتاب لکيا ويا، اخبارون ۽ رسالا جاري ٿيا ۽ گڏوگڏ ليٿوگرافڪ پرنٽنگ پريسون قائم ٿيون، جنهن سان سنڌي ڪتابن جي ڇپائڻ جو سلسلو شروع ٿيو. ان زماني جي اوائلي پريسن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

1ـ گورنمنٽ پرنٽنگ پريس ڪمشنر آفيس، ڪراچي.
2ـ سنڌ گزيٽ اينڊ ڪمرشل پرنٽنگ پريس.
3ـ مرڪنٽائيل پريس، الفنسٽن روڊ، ڪراچي.
4ـ فوڪس پريس، ڪيمبل روڊ، ڪراچي.
5ـ وڪٽوريا پريس، الفنسٽن روڊ، ڪراچي.
6ـ آرين ورنيڪيولر، ڪيمبل روڊ ڪراچي

### (6) ادبي ترقي:

ادبي لحاظ کان انگريزن جو دؤر سنڌي ادب جو شاندار دؤر رهيو آهي. ادبي طرز تي هن دؤر کي مرزا قليچ بيگ جو دؤر چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو.

#### (i) سنڌي ٻوليءَ جي ثقافتي ترقي:

انگريزن سنڌي ٻوليءَ جي حيثيت کي تسليم ڪندي، هتان جي عوام جي ثقافتي تشخص جي مقامي قدرن ۽ تخليقي صلاحيتن کي اجاگر ڪيو. ڇاڪاڻ ته ٻولي ڪنهن به قوم جي ثقافت جو بنياد ۽ ان جي فروغ جو اهم ذريعو هوندي آهي، ان ڪري تاريخ ۾ پهريون دفعو هتان جي عوام جي وچ ۾ ٻوليءَ ذريعي تخليقي رشتا قائم ٿيا. اترادي، لاڙي، ٿري ۽ ڪوهستاني ماڻهو جيڪي هن کان اڳ ثقافت جي مختلف درجن تي پهتل هئا، تن جي وچ ۾ مضبوط رابطو قائم ٿيو. مختلف نسلي ۽ قبائلي گروهه، جن جون ثقافتي ۽ معاشرتي تاريخون، سندن لباس، عادتون ۽ روايتون هڪبي کان جدا ۽ مختلف

هيون، تن ۾ زبان جي ڪري قومي وحدت، قومي انداز فڪر ۽ سندن طرز زندگيءَ ۾ ثقافتي هڪ جهڙائي پيدا ٿي. سنڌي ادب ۾ انقلاب اچي ويو. نثري ادب باقاعده رائج ٿي ويو، ادب ۾ هر اها صنف اچي وئي، جيڪا دنيا جي هر سڌريل ٻوليءَ جي ادب ۾ هوندي آهي.

### (ii) سنڌي عالمن کي شمس العلماءَ جا لقب:

هن دؤر ۾ سنڌيءَ جي ڪيترن ئي نامور عالمن کي انگريز سرڪار لقب پڻ ڏنا، جن ۾ شمس العلماءُ يعني عالمن جو سج وڏي اهميت رکي ٿو. اهڙن عالمن ۾ شمس العلماءُ مرزا مخلص علي علوي، شمس العلماءُ پير سيد شاهه مردان شاهه (اول)، شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ ۽ شمس العلماءُ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو شامل آهن.

### (iii) شايع ٿيل ڪتابن جي لسٽ:

اسڪول ڪلڻ سان تعليم لاءِ علمي ڪتاب الڳ هئا ته تفريحي ۽ ادبي الڳ هئا. ٿوري عرصي ۾ سنڌيءَ ۾ سوين ڪتاب شايع ٿيا. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ڪجهه ڪتابن جي هڪ لسٽ (1853_1875ع) پنهنجي ڪتاب "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" ۾ ڏني آهي. جا هيٺ ڏجي ٿي:

| ڪتاب | سال | مصنف | ڪيفيت |
|---|---|---|---|
| باب نامو | 1853ع | ننديرام ميرچنداڻي | سرڪاري ٻاراڻو ڪتاب |
| پهريون ڪتاب | 1853ع | اڌارام | سرڪاري پهريون ڪتاب |
| ٻيو ڪتاب | 1853ع | اڌارام | سرڪاري ٻيو ڪتاب |
| ٽيون ڪتاب | 1853ع | پريداس | سرڪاري ٽيون ڪتاب |
| چوٿون ڪتاب ڀاڱو 1 | 1853ع | پريداس | سرڪاري چوٿون ڪتاب |
| چوٿون ڪتاب ڀاڱو 2 | 1853ع | پريداس | سرڪاري چوٿون ڪتاب |
| تاريخ سنڌ | 1854ع | ننديرام ميرچنداڻي | تاريخ معصومي جو ترجمو |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ايسپ جون آکاڻيون | 1854ع | ننديرام ۽ ايلس | انگريزيءَ مان ترجمو |
| هندوستان جي تاريخ | 1854ع | قاضي غلام علي | اردوءَ مان ترجمو |
| پنهنجي زميندار جي ڳالهہ | 1854ع | ميان غلام حسين | زباني قصو |
| سنڌي وياڪرڻ | 1854ع | اڌارام | سنڌيءَ جو صرف و نحو |
| چٽ جي پاڙ | 1854ع | ننديرام ۽ ڪانناداس | ڊرائنگ سکيا |
| سڌا تورو ۽ ڪڌا تورو | 1855ع | ميران محمد شاهہ اول | هندي قصي جو ترجمو |
| ليکي جي پيڙهہ | 1855ع | ننديرام ميرچندائي | انگي حساب |
| ڌرتي نروار(پهريون) | 1855ع | ننديرام ۽ مهاديو شاستري | دنيا جي جاگرافي |
| ڌرتي نروار (ٻيو) | 1855ع | ننديرام ۽ مهاديو شاستري | دنيا جي جاگرافي |
| پيمائشي حساب | 1855ع | ننديرام ۽ ڪانناداس | پيمائشي حساب |
| دنيا جي تاريخ | 1855ع | اڌارام | اردو تان ترجمو |
| سيکائتو نروار | 1856ع | ننديرام | سنڌي سيکارڻ جو ڪتاب |
| ليکي جو ڪتاب- 1 | 1856ع | ننديرام ۽ ڪانناداس | انگي حسابن جون سمجهاڻيون |
| ليکي جو ڪتاب- 2 | 1856ع | ننديرام ۽ ڪانناداس | انگي حسابن جون سمجهاڻيون |
| آڪاشي نروار | 1856ع | ميران محمد شاهہ اول | علم هيئت |
| جبرو مقابلہ | 1856ع | ننديرام ۽ وشو ناٿ | الجبرا جا حساب |
| سنڌي صرف و نحو | 1860ع | ميان محمد حيدرآبادي | وڏو گرامر |
| راءِ ڏياچ جو قصو | 1861ع | اڌارام | نثر ۽ نظم |
| سنساري نروار | 1861ع | ننديرام | سرشتي ابياس يا مطالعہ فطرت |
| جغرافيہ-1 | 1861ع | ننديرام ۽ مهاديو | دنيا جي جاگرافي |

| | | | |
|---|---|---|---|
| جغرافيہ ـ 2 | 1861ع | نندیرام ۽ مهاديو | دنيا جي جاگرافي |
| مفيد الطالبين | 1861 | اڌارام | تدريسي ڪتاب |
| سنڌ جي تاريخ | 1862ع | سيٺ الرمل | درسي ڪتاب |
| ڪولمبس جي تاريخ | 1862ع | ڪوڙومل ڪلناڻي | انگريزيءَ مان ترجمو |
| تايخ انگلستان | 1862ع | واڌومل | انگريزيءَ مان ترجمو |
| هندوستان جي تاريخ | 1863ع | پريتمداس | درسي ڪتاب |
| انڊين پينل ڪوڊ | 1863ع | هاسارام | قانون جو ڪتاب انگريزيءَ مان ترجمو |
| پڪو پهه | 1865 | ڪوڙومل | زناني تعليم بابت |
| شاهہ جو رسالو | 1866ع | ارنيست ترمپ | شاهہ جو ڪلام جرمنيءَ ۾ ڇپيو |
| بمبئي ڪاتي جي جاگرافي | 1868ع | گرڏنومل | ابتدائي درسي ڪتاب |
| راسيلاس | 1868ع | اڌارام ۽ نولراءِ | جانسن جي انگريزي ڪتاب مان ترجمو |
| انگلنڊ جي تاريخ ـ 1 | 1868ع | پريداس | انگريزيءَ مان ترجمو |
| انگلنڊ جي تاريخ ـ 2 | 1868ع | پريداس | انگريزيءَ مان ترجمو |
| اصول علم طب | 1868ع | ڪوڙومل | نارمل اسڪول جو درسي ڪتاب |
| سيتلا جا ٽڪا | 1868ع | ڪوڙومل | عام واقفيت ۽ علم صحت |
| ديوان گل | 1868ع | آخوند گل محمد | |
| ڪامسين ۽ ڪامروپ | 1869ع | اڌارام | زباني نظمي ڪهاڻي |
| انگي حساب | 1869ع | ڪرشنا شاستري | وڏو انگي حساب |
| گل شڪر | 1869ع | ڪيولرام سلامت راءِ | ٻهاڪن جو ڪتاب |
| گل | 1869ع | ڪيولرام سلامت راءِ | اخلاقي ٽوٽڪن جو ڪتاب |

| | | | |
|---|---|---|---|
| دل جا حساب | 1870 ع | ڪرشنا شاستري | زباني حسابن جون واٽون |
| وڪيو ڏاتار | 1870 ع | آخوند عبدالرحيم وفا | وندر جهڙو قصو |
| قصو دلوراءِ | 1870 | آخوند عبدالرحيم وفا | زباني قصو نثر ۽ نظم ۾ |
| سيف الملوڪ | 1871 ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نظمي قصو |
| عمر مارئي | 1871 ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نظمي قصو |
| سسئي پنهون | 1871 ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نظمي قصو |
| ليکي جي پيڙهه | 1871 ع | پريتمداس | انگي حساب |
| قصو مهر منير | 1871 ع | اڌارام | زباني نظمي قصو |
| مفتاح القلب | 1871 ع | مرزا غلام رضا بيگ | علم منطق تي ڪتاب |
| ڪتا ۽ ٻلي | 1871 ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نظمي ڪتاب |
| جواهر اللغات | 1871 ع | آخوند عبدالرحيم وفا | نج سنڌي لفظن جون فارسي معنائون |
| سنڌي زبان جو گرامر | 1882 ع | ارنيسٽ ٽرمپ | انگريزيءَ ۾ لکيل آهي |
| منتخب شاهه جو رسالو | 1873 ع | قاضي حاجي احمد | نارمل اسڪول جو درسي ڪتاب |
| سنڌي پنجون ڪتاب | 1874 ع | ڪوڙومل | ابتدائي درسي ڪتاب |
| ميزان الشعر | 1875 ع | سيد فاضل شاهه | شعر بابت سمجهاڻيون |
| ديوان فاضل | 1875 ع | سيد فاضل شاهه | غزلن جو ڪتاب |
| چونڊ ڪافيون | 1875 ع | سيد فاضل شاهه | سنڌي ڪافيون ۽ شاعرن جو احوال |
| ديوان قاسم | | آخوند محمد قاسم | غزلن جو ڪتاب |
| سنڌي انگريزي ڊڪشنري | 1875 ع | مرزا صادق علي ۽ شرٽ | سنڌي لفظ ۽ معنيٰ انگريزيءَ ۾ |
| ڪاشف الغموض | 1875 ع | آخوند فتح محمد | لفظن جا اشتقاق ۽ معنائون |

**(iv) نثري ادب جي ترقي:**

هن دؤر ۾ ناول، افسانا، ڊراما، تنقيد، تحقيق، سفر ناما، مضمون، مقالا، سوانحي ادب، ترجمہ نگاري، صحافت، تاريخ ۽ جاگرافي مطلب تہ هر قسم جا نثري طبعزاد ڪتاب لکيا ويا پر ٻين ٻولين تان ترجمو بہ ٿيڻ لڳا. ان سلسلي ۾ محترم ڊاڪٽر غلام علي الانا لکي ٿو تہ "هن دؤر ۾ سنڌ جي اديبن، شاعرن ۽ عالمن دنيا جي بهترين تصنيفن ۽ اعليٰ معيار وارن مصنفن کي سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو. هنن انگريزي، فرينچ، جرمن، روسي، عربي، فارسي، ترڪي، هندي، بنگالي، سنسڪرت، گجراتي، اردو ۽ ٻين ٻولين ۾ لکيل اعليٰ پايي جا ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيا. انهن ۾ قرآن شريف، توريت، انجيل، زبور، مهاڀارت، رامائڻ، گيتا جهڙن ديني ڌرمي ۽ مقدس ڪتابن کي سنڌي زبان جو ويس وٽايو. دنيا جي مشهور مفڪرن، اديبن ۽ عالمن جهڙوڪ رومي، حافظ شيرازي، سعدي، خليل جبران، شيڪسپيئر، دانتي، والتراسڪات، ڪانندائيل، ڊڪنس، ڪارلائل، ٽالسٽاءِ، ابسن، بيڪن، ميڪاولي، ڪاليداس، ٽئگور ۽ ٻين عظيم مغربي ۽ مشرقي دانشورن، اديبن، عالمن، فاضلن جا فلسفيانہ خيال ۽ ويچار ۽ ناول نويسن ۽ ڊراما نگارن جا ناول ۽ ڊراما، افسانہ نگارن جا افسانہ ۽ اهڙي طرح مضمون، شعر ۽ ٻيو مواد سنڌيءَ ۾ آندو ويو آهي. اهڙي طرح پيغمبر اسلام حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم کان وٺي حضرت عيسيٰ عليہ السلام، حضرت موسيٰ عليہ السلام، حضرت ابراهيم عليہ السلام، توڙي ٻين پيغمبرن کان سواءِ خلفاءِ راشدين، امامن، اصحابن، ولين ۽ درويشن جا احوال بہ سنڌي زبان ۾ ڇپجي چڪا آهن. مطلب تہ سنڌي نثر ۾ ابن خلدون، بوعلي سينا، امام غزالي، شري ڪرشن، شري رامچندر، مهاتما گوتم ٻڌ، گرو نانڪ، ڪبير، ميرا ٻائي توڙي ٻين فيلسوفن، حڪيمن، عالمن ۽ سالڪن جي حياتين جا ڪارناما پڻ قلمبند ٿيل آهن. حاصل مطلب تہ انگريز دؤر ۾ دنيا جي مشهور ٻولين ۽ نامور اديبن ۽ شاعرن جون نامور تصنيفون سنڌي زبان ۽ ادب جو حصو بڻجي ويون."

(v) **يورپي عالمن جون خدمتون:**

هن دؤر ۾ خود انگريز ۽ يورپي اديبن سنڌي زبان ۽ سنڌي ادب جي ترقيءَ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيو. ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ ۽ ٻين شاهه لطيف ۽ سنڌ جي ٻين ڪلاسيڪل شاعرن جا رسالا شايع ڪرايا. رچرڊ برٽن، سر جارج ابراهم گريئرسن، جان بيمس، سر رالف للي، سر هينري ميئرس، اي بي ايسٽوڪ، جان جيڪب، ايلس اسٽوڪ، ايچ ٽي لئمبرڪ ۽ جارج اسٽئڪ وغيره جون خدمتون ساراهه جوڳيون آهن.

(vi) **شاعريءَ جي ترقي ۽ مشهور شاعر:**

انگريز دؤر ۾ سنڌي شاعري تمام گهڻي ترقي ڪئي. ابتدائي عرصي ۾ بيدل، بيڪس، پير راشدين، رمضان ڪنڀر، خير محمد هيسباڻي، سانوڻ فقير، مصري شاهه، چتو سانگي، شاهه نصير الدين، صوفي راضي فقير درازي، هدايت علي تارڪ، صوفي رکيل شاهه، محمود فقير ڪٽياڻ، منٺار فقير راڄڙ، غمدل فقير، پير سيد صالح شاهه صالح، حافظ محمد حيات شاهه ۽ ٻين ڪيترن ئي شاعرن صوفياڻي شاعريءَ کي اڳتي وڌايو. سندن شاعريءَ جو بنياد ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي سماجي قدرن تي قائم هو. ان ڪان سواءِ هن دؤر ۾ ايراني اثر هيٺ فارسي شاعريءَ ۾ نواڻ آئي. سنڌي شاعرن ۾ گل محمد گل، مير عبدالحسين سانگي غزل جي شاعريءَ ۾ جدت پيدا ڪئي. هنن فارسي زده شاعريءَ ۾ سنڌي ماحول کي آندو. ان سلسلي ۾ ٻين شاعرن جهڙوڪ سيد خير شاهه، آخوند محمد قاسم، فاضل شاهه، حافظ حامد هالائي، حافظ حامد ٽڪڙائي، مولوي غلام محمد خانزئي، مرزا قليچ بيگ، شمس الدين بلبل، مولوي عبدالغفور همايوني، محمد هاشم مخلص، حافظ هارون دلگير، حافظ حيات شاهه، پرسرام ضيا، محمد صديق مسافر، حافظ احسن چنا، لطف الله بدوي، عبدالله ۽ ٻين ڪيترن ئي شاعرن اهم ڪردار ادا ڪيو. نظم جي سلسلي ۾ ڪشن چند بيوس ۽ حيدر بخش جتوئي سنڌي شاعريءَ ۾ سنڌيت کي آندو ۽ جدت پسنديءَ جي تحريڪ جو آغاز ڪيو. ان سلسلي ۾ هوند راج دکايل، ڪيئل داس فاني ۽ ٻيا ڪيترائي شاعر اهم آهن، جن فارسيءَ ڪان متاثر شاعريءَ

ڪي رد ڪيو ۽ پنهنجي شاعريءَ جي موضوع ۽ تشبيهن ۾ تبديلي آندي. اهڙي طرح شاعريءَ ۾ مقامي رنگ آيو. هن دؤر ۾ ڪيترن ئي شاعرن جي شاعريءَ ۾ قوم پرستيءَ جو عنصر به غالب آهي.

(vii) **نثري صنف ۽ افسانوي ادب:**

انگريزن جي دؤر ۾ خاص طور تي نثري صنفن ڪي ترقي ڏيارڻ ۾ مرزا قليچ بيگ جو وڏو هٿ آهي. هن سنڌي ناول، افساني، ڊرامي، مضمون، جيون ڪهاڻي ۽ سفر نامي جي صنفن تي لکيو. ان حساب سان هو سنڌي نثر جو ابو آهي. ان کان علاوه لعل چند امر ڏنو مل، ڪاڪو ڀيرو مل، شمس الدين بلبل، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، پرمانند ميوارام، مولانا دين محمد وفائي، محمد صديق ميمڻ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، علامہ دائود پوٽو، محمد هاشم مخلص، محمد عثمان ڏيپلائي.رشي ڏيارام گدو مل، آخوند لطف الله، خليق مورائي، ديوان ڪوڙو مل ۽ ٻين ڪيترن سنڌي نثر جي آبياري ڪئي.

(viii) **عورتن جو ادب ۾ حصو:**

هن دؤر ۾ مختلف ادبي سرگرمين ۾ نماڻو فقير (هري ٻائي)، ڪملا ڪيسواڻي، گوپي هنگوراڻي ۽ گلي سدا رنگاڻي وغيره جهڙين عورتن جو به ادبي پورهيو ملي ٿو. هن دؤر ۾ پهريون دفعو ٻارن لاءِ درسي، معلوماتي ۽ تفريحي ڪتاب، رسالا ۽ ادب سرجڻ لڳو. اهڙي طرح ٻارن لاءِ بيشمار ڪتاب شايع ٿيا.

(ix) **گرامر ۽ لغت نويسيءَ تي ڪم:**

سنڌي لغت ۽ گرامر جي سلسلي ۾ يورپي اديبن کان علاوه ڏيهي عالمن به ڪم ڪيو. گرامر جي ڪيترن ڪتابن کان سواءِ لغتون (Dictionaries) به لکجي تيار ٿيون. سنڌ جي تاريخ ۽ ٻوليءَ تي پڻ تحقيق ٿي.

(x) **ادب ۽ قوميت:**

انگريزن جي هن دؤر ۾ سنڌين جو نون علمن سان ڳانڍاپو ٿيو. انگريزي ادب جي اڀياس ماڻهن ۾ قومي امنگ پيدا ڪئي. ماڻهن ڪي پنهنجي امنگن

جو احساس ملڻ ۽ سياسي شعور وڌڻ سان ادب ۾ اظهار کي فوقيت ملڻ لڳي. ادبي تحريڪون هلڻ لڳيون ۽ نوان موڙ ۽ لاڙا پيدا ٿيا.

(xi) **رسالا ۽ اخبارون:**

معاون، سنڌ سڌار، سرسوتي، پربيات، جوت، الوحيد، الحق، المسافر، الهلال، تعليم، هاري حقدار، ماتا، بهار اخلاق، جعفر زٽلي ۽ ڪچڪول، اهي رسالا ۽ اخبارون هيون، جن پنهنجي صحافتي ڪردار ذريعي معاشري ۾ نئين سوچ پيدا ڪئي. اخبارن ۽ رسالن وسيلي سنڌي ادب، مضمون نگاري، افسانه نگاري ۽ صحافتي ادب گهڻي ترقي ڪئي.

(xii) **ناٽڪ گهر ۽ سوسائٽيون:**

سنڌي ثقافت کي اجاگر ڪرڻ ۽ ان جي واڌاري ۾ ڊراميٽڪ سوسائٽين ۽ سئنيما گهرن جو ڪردار به خاص آهي. انهن سان ادبي ۽ ثقافتي تبديليون آيون. ڪراچي،حيدرآباد، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي سميت ڪيترن ئي شهرن ۾ ناٽڪ گهر قائم ٿيا، جن ۾ سنڌي ثقافت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ اسٽيج ڊراما ڪيا ويا ۽ ڪيترن ئي ناٽڪ منڊلين جو بنياد پيو.



# سنڌي صورتخطيءَ تي تنقيدون

## ارنيست ٽرمپ جو سنڌي رسم الخط تي اختلاف:



ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جو سنڌي لپيءَ جي سلسلي ۾ خيال هو تہ جيڪا الف_ب جوڙي وئي آهي، اها صوتي سرشتي جون سموريون ضرورتون پوريون نہ ٿي ڪري. سندس خيال هو تہ ”سنڌ اهو ملڪ آهي جتي هند واريون ذاتيون ۽ برهمڻ موجود نہ آهن، مسلمانن جڏهن عربي نظام تحرير مقامي ٻولي لاءِ استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪا اسلام جي اثر هيٺ لازمي هئي. تڏهن کين معلوم ٿي ويو تہ عربي نظام سنڌي ٻوليءَ جي آوازن لاءِ اڻ پورو آهي. تنهنڪري عربي اکرن ۾ اضافي نقطا ڏئي، ان کوٽ جي پورائي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. جنهن طريقي سان هي عمل ڪيو ويو، سو اطمينان بخش ڪونہ هو. تنهنڪري مذڪوره عمل اڌ ۾ رهجي ويو هجي.“

## ايلس_ ٽرمپ تڪرار:

رسم الخط جي منظوريءَ کان هڪ سال پوءِ ٻوليءَ جو ماهر ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ سنڌ پهتو ۽ ايلس جي رهنمائيءَ ۾ جڙيل الف_ب ۾ آندل اصلاحات ڏسي سخت مايوس ٿيو ۽ سرڪار کي لکت ۾ پنهنجا ويچار موڪليائين. جنهن جا بعد ۾ مسٽر ايلس جواب ڏنا ۽ رسم الخط تي هڪ دفعو ٻيهر اختلاف شروع ٿيا. هتي ارنيسٽ ٽرمپ جي دليلن کي مختصر نموني ڏجي ٿو:

ڊاڪٽر ٽرمپ 12 سيپٽمبر 1854ع تي ڪراچي بندر تي اچي لٿو. کيس چرچ مشنري سوسائٽيءَ پاران سنڌ ۾ ان لاءِ موڪليو ويو هو تہ هو سنڌي ٻولي، گرامر ۽ ڊڪشنرين تي ڪم ڪري. هو اچڻ سان پنهنجي ڪم کي لڳي

ويو ۽ ايلس جي نگرانيءَ ۾ اصلاح ڪرايل رسم الخط کي نامڪمل سمجهندي سخت تنقيد ڪيائين. نومبر 1854ع ۾ لنڊن ۾ پنهنجي هيڊ آفيس (The Parent Company Of Church Missionary) کي سنڌي الف_ب بابت پنهنجا ويچار ۽ جامع رٿا تيار ڪري موڪلي ڏنائين. جنهن ۾ ايلس تي سخت تنقيد ٿيل هئي.

انهيءَ قسم جي ڪچري کي پهارڻ خاطر، سنڌي الف — ب تي هن سان گڏ شامل چوپڙي لکي اٿم. جنهن بابت اهو ٻڌائيندي خوشي محسوس ڪري رهيو آهيان ته بمبئيءَ ۾ موجود مشرقي علوم جي عالمن ۽ سنڌ جي ڪمشنر وٽ ڏاڍي مجتا ماڻي چڪي آهي. انهن بنيادن تي مسٽر ايلس پاران اسڪولن ۽ آفيسن ۾ رائج ڪيل الف_ب کي رد ڪري مون پاران تيار ڪيل الف_ب کي ان جي جاءِ تي نافذ ڪيو ويندو. ان باري ۾ مون زور پريو آهي ته هندوستان تي الف_ب کي ٽن تبديلين سان رائج ڪيو وڃي.

1. چو ته ساڳئي بڻ بڻياد مان هٿڻ ڪري، اها سنڌي ٻوليءَ لاءِ نهايت موزون آهي.
2. چو ته اها هر ڪنهن کي اچي ٿي. ايتري تائين جو ڪيترا ڏيهي ماڻهو به اها ڄاڻين ٿا.
3. چو ته ان ۾ ڪتابن جي ڇپائيءَ جو ڪم آسانيءَ سان ٿيندو ۽ رومن سسٽم رائج ڪرڻ ۾ به مددگار ثابت ٿيندي. انهيءَ متعلق ٻين تفصيلن جي سلسلي ۾ مان توهان کي خود هڪ درخواست پيش ڪئي آهي ته سرڪار ان رسم الخط ۾ گرامر، لغت ۽ ڪجهه اسڪولي ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪري ۽ مسٽر فريئر اقرار ڪيو آهي ته هو وس آهر ڪوشش وٺي ان مقصد لاءِ ڪراچيءَ ۾ هڪ ڇاپخانو برپا ڪندو.

1. سنڌي ريڊنگ بڪ، لغت طور تحريري ۽ اشتقاقي لفظن سان گڏ.
2. هڪ لغت، سنڌي_ انگريزي، جنهن ۾ هر سنڌي لفظ جو اشتقاق ڏنل هوندو.
3. سنڌي ٻوليءَ جو گرامر.

گرامر کي وري ٻن الڳ الڳ ڀاڱن ۾ ورهائڻ جو ارادو اٿم. هڪ تقابلي گرامر يعني وضاحتي ۽ سائنسي بنيادن تي ٻڌل گرامر، ٻيو ڪچي سنڌي ۽ جديد پنجابيءَ تي مشتمل. اهي سيئي زبانون هڪ ئي خاندان سان تعلق رکندڙ

آهن، اهي زبانون الهندي شاخ وارين ٻين عظيم ٻولين جهڙوڪ بروهڪي، بلوچي ۽ پشتوجي ڪنجي آهن.

اهڙيءَ ريت اسان وٽ هندوستان جي اولهہ ۾ عظيم آريائي خاندان جون ٻہ شاخون موجود آهن. (الف) هندوستاني زبانون يعني ڪڇي، سنڌي ۽ مغربي پنجابي.

(ب) هندوستان ۽ ايران جي وچ وارين زبانن بروهڪي، بلوچي ۽ پشتو تي ڪم ڪرڻ لاءِ وسيع ميدان موجود آهي. اهي يا تہ گهٽ سجاتيون وڃن ٿيون. يا تہ بلڪل سجاتل ڪونہ آهن ۽ اهي الهندي پاسي وارو رستو هموار ڪنديون. (ٽرمپ_ايلس اختلاف راءِ ۽ سنڌي الف_ب وارو مامرو (مهراڻ 1/2004ع) ڊاڪٽر الهرکيو ٻٽ)

تقابلي گرامر جوڙڻ کان علاوه رومن سسٽم ۾ هڪ ننڍڙو عملي سنڌي گرامر جوڙڻ جو ٻہ ارادو اٿم تہ جيئن اهو مشنري ڪم ڪارين ۾ ڪتب آڻي سگهجي. اهو سمورن شبهن ۽ قياس آرائين کان آجو هوندو ۽ گفتگو ڪرڻ لاءِ مددگار ثابت ٿيندو. مسٽر ٽرمپ جي مرتب ٿيل شاهہ جي رسالي ۾ پڻ سنڌي الف_ب جو خاڪو ڏنل آهي. هن پنهنجي الف_ب جي باري ۾ ڪافي دليل ڏنا، پر ان کان اڳ سرڪاري طور 52 حرفن واري الف_ب منظور ٿي چڪي هئي.

| هاٽوڪي الف_ب | ٽرمپ واري الف_ب | هاٽوڪي الف_ب | ٽرمپ واري الف_ب |
|---|---|---|---|
| ڀ | ٻھ | ڊ | ڏھ |
| ٿ | تھ | ڦ | پھ |
| ٽ | ٽ | ڪ | ک |
| ٺ | ٽھ | ک | کھ |
| ڃ | نج | ڳ | گ |
| ڇ | چھ | ڱ | نگ |
| ڌ | دھ | م | م |
| ڏ | ڈ | ڻ | ٿ |
| ڊ | ڏ | ۾ | مين |

(شاهہ جو رسالو: ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ)

بي ايچ ايلس جو ٽرمپ کي جواب:



مسٽر ايلس پاڻ مٿان ٿيل تنقيد جو ڀرپور جواب ڏنو ۽ نتيجي ۾ 8 جنوري، 1855ع ۾ هڪ عالمانه ۽ مدلل رپورٽ تيار ڪرائي ڪمشنر فريئر جي معرفت بمبئي سرڪار کي ڏياري موڪلي. هتي سندس رپورٽ جو اختصار پيش ڪجي ٿو:

مان ڊاڪٽر ٽرمپ جي انهيءَ خيال سان متفق آهيان ته ٻوليءَ سان اها وڏي زيادتي ٿيندي، جو "ف" تي وڌيڪ ٽٻڪا ڏئي "ق" جو وسرڳي آواز ناهيو وڃي. مان اهڙي ارهه زورائيءَ تي سندس ذڪاري موقف ۾ برابر جو شريڪ آهيان. مگر مان سندس انهيءَ راءِ کي بلڪل مڃڻ لاءِ تيار ڪونه آهيان ته ان کي مورڳو ئي مٽائي ڇڏجي. جڏهن ته اهو ٻنهي شڪلين ۾ "ق" ۽ "ف" ۾ ورهين کان سنڌي ٻوليءَ جي لکت ۾ موجود رهندو پيو اچي. مان سندس ٿي لفظ ورجايان ٿو ته اسان اکرن کي جيئن جو تيئن ڪٽڻ لاءِ ٻڌل آهيون، نه ڪي جيئن اسين چاهيون ٿا.

ڊاڪٽر ٽرمپ وسرڳي آوازن کي ظاهر ڪرڻ ۽ سامي رسم الخط ۾ ٽٻڪن جي استعمال تي اعتراض ڪندي چوي ٿو ته "رسم الخط جي نوعيت جي برخلاف اهو عمل ڏڳ ٽٻڪن تاڻڻ برابر ٿيندو." انهيءَ اعتراض جي وضاحت هن ريت ٿيندي ته اهو رسم الخط جيڪو اوپرن آوازن جي نمائندگي ڪري ٿو، ان ۾ هر حالت ۾ ڪجهه نشانين جو اضافو اٽڪر تي پوي ٿو. اها صورتحال گهڻي وقت کان وٺي سنڌ ۾ رائج آهي ۽ مون کي ان ۾ ڪو غير لسانياتي پهلو نظر ڪونه ٿو اچي، بنسبت ان جي ته هندستاني تحرير وانگر سامي رسم الخط کي ٽٻڪن سان سٿيو وڃي. در اصل ٽٻڪن لڳائڻ وارو عمل ٻي ڏنگو ضرور آهي، پر گهربل نتيجا حاصل ڪرڻ لاءِ ايڏي وڏي مونجهاري ۾ وجهندڙ ڪونهي. مثال طور "ڄ" کي "ج" جو وسرڳي آواز ڪري لکڻ هندوستاني صورت "جهه" کان وڌيڪ موزون ۽ آسان آهي. هي به هڪ خيال آهي، جڏهن ته حقيقت اها آهي ته اهو اکر ٻوليءَ ۾ موجود آهي ۽ هر جاءِ تي "ڄ" ئي لکيو وڃي ٿو. ان ڪري ان کي رد ڪرڻ جو

مونکي ڪو بہ جواز ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. اهڙي ريت ٻيا وسرڳي آواز جيڪي قديم توڙي جديد لکتن ۾ عام طور ڪتب آندا وڃن ٿا. انهن جو استعمال بہ ساڳئي قاعدي هيٺ ٿيندو.

ڊاڪٽر ٽرمپ جو اعتراض آهي تہ سامي رسم الخط ۾ گهٽ آوازن کي ٻن ٽپڪن سان ظاهر ڪرڻ سندس اصليت جي ابتڙ ٿيندو. اهو نقطو بلڪل حقيقت تي مبني آهي تہ سامي اکرن کي غير سامي صورتن ۾ بدلائڻ اڻنگو عمل آهي، اهو اعتراض بجا آهي. مگر سنڌي اکرن سان اها بي ڍنگائي ڪرڻي ئي پوندي. شايد ڊاڪٽر ٽرمپ انهيءَ حقيقت کان واقف ڪونهي تہ سامي رسم الخط جيڪو ترڪي زبان جي نمائندگي ڪري ٿو، ان ۾ ”گ“ کي مٿان ٽپڪا لڳائي ”گ“ ڪيو ويو آهي. ترڪي ٻوليءَ ۾ لسانياتي واڌارو، سڌاريل سنڌي الف–ب کان ٽيون حصو (33 سيڪڙو) وڌيڪ آهي. اسان کي مجبوراً غنن سامي اکرن کي اهڙن آوازن ۾ بدلائڻو پوندو. جيڪي منجهس موجود ڪونهن ۽ اهڙوئي يڪسان طريقو اختيار ڪرڻو پوندو.

ڊاڪٽر ٽرمپ جي سمجهڻ جي برعڪس”ط“ کي چئن نہ بلڪ ٻن صورتن ۾ ڪتب آندو ويو آهي ۽ جتي ان جي استعمال سان ڪو فرق ظاهر نٿو ٿئي ان کي ڏکيو يا مجهائيندڙ سمجهي رد ڪيو ويو آهي. مثال طور ”ج“ جو ڪارج ”ح“ کان وڌيڪ ڪونهي ۽ بنا ٽپڪي اهو ڪنهن ٻي اکر لاءِ ڪتب ڪونہ ٿو اچي تہ اضافي ٽپڪو واقعي منجهائيندڙ ٿئي ٿو. مگر ”ط“ نشاني طور ڪتب آڻڻ سنڌين لاءِ بلڪل نئين ڳالهہ آهي. الف–ب جي سڌاري دؤران مان ان حقيقت کان بلڪل بي خبر هئس تہ ”ٽ“ کي عام طور ”ٽ“ وسرڳي آواز ڪري ڪتب آندو وڃي ٿو. گذريل آگسٽ 1854ع ۾ پهريون دفعو مشن هائوس جي هارون لوهار پاران پڌري ڪيل رسم الخط ڏسڻ کان پوءِ اها حقيقت معلوم ٿيم. بعد ۾ ڳولها ڪندي پڪ ڪيم تہ ان اکر کي سڌريل الف–ب ۾ شامل ڪجي ها. ڇاڪاڻ تہ اهو اکر اڪثر ڪري جديد سنڌي ماڻهو سمجهي سگهن ٿا. انهيءَ صورتحال ۾ ”ت“ جي استعمال جي بلڪل ضرورت ڪانہ هئي. ان ڪري ان اکر کي ڪڍي ان جي جاءِ تي هارون لوهار واري ”ٽ“ کي ئي رکيو ويو آهي.

مان يقين سان چئي سگهان ٿو تہ وسرڳي آواز ”ج“، ”ڪ“ ۽ نج سنڌي آواز ”گ“ ۽ موروثي آواز ”ڻ“ مشنري سوسائٽيءَ جي اسڪولن ۾ بلڪل اڻلڀ آهن ۽ اهي عام استعمال هيٺ آيل اکرن جي صورتن کان بلڪل نرالا آهن. انهن ۾ هڪڙي صورت تہ نهايت مشڪل آهي ۽ اِها اِها آهي تہ ”ن“ جو موروثي آواز ۽ ان کي شروع ۽ وچ ۾ لکڻ وارو مسئلو. سنڌي ”گ“ ۽ ”ڪ“ واريون صورتون بہ ڪل جهڙيون آهن، تي سگهي ٿو تہ گهٽي استعمال کان پوءِ اهي عام فهم ٿي وڃن. مگر جن بہ سنڌين کي اهي ڏيکاريم تن جي شاهدي ان دعويٰ کي رد ڪيو آهي. سڌاريل الف-ب جي پذرائي کان اڳ مون ان کي ”ڪ“ جي شڪل ۾ ٿي ڏٺو هو، جيڪڏهن اها حقيقت ڪانهي تہ پوءِ پراڻي وقت جي سنڌين وٽ ”نڪ“ موجود آهي، جڏهن تہ انهن ٻنهي کان ”نگ“ وڌيڪ موزون هو.

”ج“ جي وسرڳي آواز لکڻ لاءِ عام طريقو ”ج“ ٿي موجود هو ۽ ”ج“ جي ڪا الڳ شڪل ڪانہ هئي. حالانڪ مون سنڌيءَ ۾ ان لاءِ ”ج“ جي شڪل بہ ڏٺي آهي، جڏهن تہ آخري شڪل وڌيڪ عام آهي. مون پهرين جي چونڊ ڪئي ڇاڪاڻ تہ پويون اکر ”نج“ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. جنهن لاءِ قديم سنڌيءَ ۾ ڪو هڪ اکر موجود ڪونهي. ”ڏ“ جي صحيح شڪل جيئن هارون ڏيکاري آهي، ”ڎ“ ٿي هئڻ گهرجي. منهنجي اڳيان اهاڳالهہ بيسود آهي تہ انهن مان ڪنهن بہ هڪ شڪل جي چونڊ ڪئي وڃي، ڇاڪاڻ تہ ”د“ تي انهيءَ نموني ٽن ٽبڪن سان ٻيو ڪو بہ اکر ڪونہ ٿو جڙي. سڌاريل الف-ب ۾ ٽبڪن جو انبار هيٺ مٿي ڪرٽو پيو. جيئن ”ٽ“ جي موروثي آواز جون مختلف صورتون ٿهن. ٽبڪن کي ڪهڙي نموني سان استعمال ڪجي. ان سان ڪو بہ فرق ڪونہ ٿو پوي. اهڙي قسم جا متبادل طريقا ڪو بہ لاڀ ڪونہ ٿا پهچائين. ڊاڪٽر جي پسنديده هندوستانيءَ ۾ ”ٽ“ کي ”ت“ يا ”ٽ“ ڪري لکيو ويو آهي. جڏهن تہ ”ڏ“ يا ”ڌ“ يا ”ڎ“ مان ساڳيو ئي مقصد حاصل ٿئي ٿو.

ڇا مونکي ”ڙ“ ۽ ”ڦ“ جي صورتن بابت ڪو اعتراض هئڻ گهرجي، جن کي گذريل وقت جا سنڌي ٻنهي شڪلين ۾ لکندا رهيا آهن. پوئين طرز سڌاريل رسم الخط ۾ استعمال ڪيل ”ق“ کان بہ وڌيڪ عام رهي آهي.

چاڪاڻ تہ پراڻي لکت ۾ ٻنهي ۾ ڪو بہ فرق رکيل ڪونهي. ”ط“ کي ٽن وسرڳي آوازن ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويو هو، جن مان هڪ تہ اڳيئي بيسود ٿي چڪو هو. باقي ٻن بابت بہ ڪيترائي اعتراض اٿيا ۽ نيٺ انهن مان هٿ ڪڍڻا پيا. چاڪاڻ تہ اهي سنڌين ۽ لسانيات جي ماهرن لاءِ بلڪل اوپرا هئا. باقي ٻن ٽن اکرن ”جھہ“ ۽ ”گھہ“ کي ڪتب آڻڻ ۾ ڪو بہ حرج محسوس ڪونہ ٿيو. اهي ٿورو اٽانگا ضرور آهن. مگر گذريل وقت جيان وسرڳي ۽ غير وسرڳي آوازن کي همشڪل ڪري لکڻ کان ائين لکڻ بهتر سمجهيو ويو.

موروثي ”ن“ لاءِ الڳ نشانيءَ جي اهميت کي ڊاڪٽر ٽرمپ بہ مڃي ٿو. ان سلسلي ۾ ”ط“ جو استعمال ٿي بهتر ٿيندو. ان سان گڏ ٽٻڪي جو استعمال بيسود ٿيندو. چاڪاڻ تہ ٽٻڪو بہ مطلب پورو ڪونہ ٿو ڪري ۽ ڪنهن ٻي نشانيءَ سان پلجي پوڻ جو انديشو ڪونهي. تڏهن ڊاڪٽر ٽرمپ جي ان بيان جو مقصد ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي تہ ”ط“ ٽٻڪي کان سواءِ لاڀائتو ڪونہ ٿيندو.

”ڪ“ کي ”ڪ“ جو وسرڳي آواز سمجهڻ ۾ مونکي ڪا دقت محسوس ڪانہ ٿي ٿئي. اهو هميشہ ”ڪ“ جو وسرڳي آواز ٿي رهيو آهي ۽ ڪن حالتن ۾ اهو غير وسرڳي بہ رهيو آهي. جيئن تہ اهي ٻئي شڪليون بغير ڪنهن اعتبار جي ٻن الڳ الڳ آوازن جي نمائندگي ڪنديون هيون تہ هاڻي اهو عمل ڪو ايترو شديد ڪونہ ٿو لڳي تہ اهي ٻئي الڳ الڳ آوازن کي ظاهر ڪن.

”ڪ“ کي ڊاڪٽر ٽرمپ جيتري مڃتا ڏني آهي، اها ان کان گهٽو ڪارائتو ڪم ڪري رهي آهي. اها قديم سنڌي لکت ۾ ”گ“ ”ڪ“ جي وسرڳ طور ڪتب ايندي رهي آهي. انهيءَ ٽنهي اکرن مان ڪنهن هڪ جي حد بندي ڪرڻ هڪ قدرتي عمل آهي، جيڪي سنڌي آسانيءَ سان سمجهي سگهن ٿا. جڏهن تہ غير سنڌي ان کي آسانيءَ سان سمجهي ڪونہ سگهندا.

جيڪڏهن ”ٿ“ لاءِ الڳ اکر جي ضرورت ڪانهي تہ اهو جلد خود بخود متروڪ ٿي ويندو. ڊاڪٽر ٽرمپ جي سماعت جو احترام ڪندي، چئجي ٿو تہ انهيءَ اکر ۽ ”ڏ“ يا ”ڊ“ ۾ وڏو فرق موجود آهي.

مان پنهنجي مشاهدي جي بنياد تي گهٽو ڪجهه وڌيڪ چئي سگهان ٿو. پر جيئن تہ مون ڊاڪٽر ٽرمپ پاران عربي سنڌي الف_ب تي ڪيل بحث جي شروعات ڪارائتين ڳالهين سان ڪئي آهي، ان ڪري وڌيڪ گفتگوءَ ڪي بيسود سمجهان ٿو. (ٽرمپ_ايلس اختلاف راءِ ۽ سنڌي الف_ب وارو مامرو (مهراڻ 1/ 2004ع) ڊاڪٽر الهرکيو ٻٽ)

## جان جيڪب جي تائيد:

جان جيڪب کي 1847ع ۾ خانڳڙهہ جو پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ڪيو ويو ۽ هُو 1856ع تائين ان عهدي تي رهيو. 22 جنوري، 1856ع ۾ بارٽل فريئر جي ناچاڪي ۽ موڪل تي وڃڻ سبب ڪيس سنڌ جو قائم مقام ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. هو صرف ڇهن هفتن لاءِ ڪمشنر جي عهدي تي فائز رهيو. "1853ع ۾ انگريز سرڪار سنڌ لاءِ عربي – سنڌي رسم الخط جي منظوري ڏئي چڪي هئي، جنهن تي سنڌي هندو ۽ مسلمان عالمن ۾ هڪ بحث ڇڙي پيو هو. ان ڪان وڌيڪ ارنيسٽ ٽرمپ ۽ مسٽر ايلس وٽ پڻ سرڪاري خطن ۽ فائيلن ۾ هڪ وڏو بحث هلي رهيو هو. جان جيڪب عربي_ سنڌي رسم الخط جو حمايتي هو." (Brigadier General John Jacob by Kenneth W Jacob).

جان جيڪب سنڌ جي ڇپائي وارن ادارن جي اصلاح ڪرائي، انهن ۾ سڌارن لاءِ تجويزون ڏنيون، جنهن سان ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيا. ان سلسلي ۾ پريٽ رائن اسٽيڪ سنڌي زبان جو جيڪو گرامر جوڙيو، ان گرامر کي ئي بنياد بڻائي سنڌ ۾ سنڌي ٻولي لاءِ ڪتب آندو ويو.

## خليفي گل محمد هالائيءَ جي سنڌي صورتخطيءَ تي تنقيد:

سنڌي زبان جو هي پهريون صاحب ديوان شاعر ٿي گذريو آهي. عروضي شاعريءَ ۾ سندس ادبي مقام نمايان آهي. پنهنجي شايع ٿيل ديوان جا پيش لفظ ۽ تعارف نثر ۾ لکيائين. هن ديوان جي "چڻائيءَ" ۾ يارنهن ننڍا باب شامل ڪيا آهن ۽ هر باب کي "واٽ" سڏي ٿو. پهرين واٽ ۾ صورتخطيءَ تي بحث ڇيڙيل آهي. سندس خيال موجب صورتخطي ڪاميٽيءَ ڪان ڪجهه

ڪوتاهيون رهجي ويون آهن. انهيءَ لاءِ هن ٻين بابن ۾ دليل ۽ چارٽ بہ ڏنا آهن ۽ پنهنجي ديوان ۾ 55 اکرن تي مشتمل هڪ پٽي ترتيب ڏني اٿس. هن پنهنجي طرفان اها تختي هيٺئن تجويز ڪئي آهي:

اب ٻ ڀ پ ت ٿ ٽ ٺ ث جھ ج
ڄ ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ ڊ ذ رھ ز
ڙ س ش ص ض ط ظ ع غ ف ڦ ق ڪ
ک گ گھ ڳ ڱ لھ م نھ ڻ و ھ ي

هن جي صورتخطيءَ ۾ "ء" ڪونهي. سندس صورتخطيءَ ۾ 56 اکر آهن. هي غزل گو شاعر علم اللسان ۾ ڄاڻ رکندو هو. هڪ هنڌ سنڌي صورتخطيءَ لاءِ هينئن بيان ڪيو اٿائين:

"منجھ پروڙ اکرن سنڌي ۽ فارسي ۽ عربي جي تہ ڪيترا سنڌي آهين ۽ ڪيترا فارسي ۽ ڪيترا عربي ۽ اکر سنڌي ۽ فارسي منجھان ڪهڙن اکرن عربي نڪتا آهين ۽ تفاوت ڪن اکرن جو منجھ سنهائي ۽ ٿلهائي ٻولي جي ۽ اکر عربي ڪهڙا منجھ سنڌي نهئو تا ۽ ڪهڙا نہ تا نهن ۽ ڪهڙا ساڻ ٻئن اکرمنجن تا ڪهڙا نہ منجن ساڻ بيان اکرن ۽ انگن ۽ ڳٽتي ليکي ابجد جي متي ڳچ جيترن واٽن ۽ چٽن جي."

(اٺويهين صديءَ جا نثر نويس (پي ايچ ڊي ٿيسز) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي)

**مرزا قليچ بيگ جي صورتخطيءَ تي تنقيد:**

مرزا قليچ بيگ حيدرآباد شهر جي ٽنڊي نوڙهي محلي ۾ ڄائو. جديد سنڌي علم ادب ۽ ٻوليءَ جي مثالي خدمت ڪندڙ عالم، اديب، شاعر ۽ عِلمدار، شمس العلماءُ جو لقب ماڻيائين. مرزا قليچ بيگ، سنڌي زبان کي 340 کان متي ڪتاب ڏنا. هو جتي مترجم ۽ تخليقي اديب هو، اتي ٻوليءَ جو بہ وڏو ڄاڻو هو. گرامر تي بہ ڪتاب "سنڌي وياڪرڻ" لکيائين.

سنڌي وياڪرڻ ۾ سنڌي صورتخطيءَ تي تبصرو ڪندي لکي ٿو تہ "عربي ٻوليءَ ۾ 22 حرف عبري يا عبراني يعني هيبرو ٻوليءَ جا آهن. جن جا خود

عربي ٻوليءَ نالا قيرائي ورتا. انهن ۾ عربن ڇهه (6) ٻيا وڌايا، جي خالصاً سندن ٻوليءَ لاءِ ضروري هئا. اهي ڇهه آهن ث، خ، ذ، ض، ظ، ۽ غ. عبراني حرف ۽ انهن جي ترتيب ابجد، هوز، حطي، ڪلمن، سعفص ۽ قرشت ۾ اچي وڃي ٿي. عربن انهن کان پوءِ ثخذ ۽ ضظغ وڌايا. ڪن عربن وري "همزو" ۽ "ة" وڌائي ٽيهه اکر پورا ڪيا. فارسيءَ وارن جڏهن عربيءَ جي مدد ورتي تڏهن انهن وري اهي سڀ ۽ پنهنجا خاص چار اکر وڌايا يعني پ، چ، ڙ ۽ گ. جن کي ب فارسي، ج فارسي ۽ ر فارسي ۽ ڪاف فارسي سڏيائون ۽ رڳو نقطا يا انگڙي وڌايائون. مگر انهيءَ الف–ب مان اٺ اکر خصوصاً عربيءَ ۾ ڪم اچن ٿا ۽ نج فارسيءَ ۾ ڪم نٿا اچن ث، ص، ض، ط، ظ، ع، ح ۽ ق سنڌي ٻوليءَ اهي سڀ عربي ۽ فارسي اکر پنهنجي الف–ب ۾ ڪم آندا سواءِ فارسيءَ جي "ژ" جي، سنڌيءَ ۾ ٻيا وري سنسڪرت يا پراڪرت وارا اکر ڪم آندائون ڀ، ٽ، ٿ، ٺ، ڦ، ڄ، ڃ، ڇ، ڊ، ڌ، ڍ، ڪ، ک، گهه، ڱ ۽ ڻ انهن کان سواءِ ٻيا اهي اکر وڌايائون جي خالصاً سنڌي ٻوليءَ جا هئا يعني ٻ، ڄ ۽ ڳ. انهيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾ مڙئي ٻاونجاهه حرف ٿيا. مگر انهن مان ٻ، ڄ، ڏ، ڳ ۽ ڻ نج سنڌي لفظن ۾ ڪم اچن ٿا ۽ اهي انهن جي سڃاڻپ جون خاص نشانيون آهن. "(سنڌي وياڪرڻ)

## ڀيرو مل مهرچند جي تنقيد:

مسلمان حاڪمن ڪڏهن به ڪنهن کي عربي خواه فارسي سکڻ لاءِ ٻڌل نه رکيو هو، جنهن صورت ۾ خوجه ميمڻ اڄ تائين هندو–سنڌي اکر ڀيا ڪم آڻين. تنهن صورت ۾ انهن ۾ لاڪنائون يا ماترائون گڏي، اهي چالو ڪرڻ ڪپندا هئا. جيئن ڪئپٽن جارج اسٽئڪ سنڌ ۾ ئي صلاح ڏني هئي. جيڪڏهن انهن اکرن تان ڪن کي اعتراض هو ته اردو آئيوينا جا اڳي چالو هئي، سا سنڌيءَ لاءِ اختيار ڪن ها. مطلب ته "نئين آئيوينا" جوڙڻ ئي غلط ڪم هو. سنڌي ٻولي لسٻيلي، ڪيچ ۽ ڪاٺياواڙ، توڙي ملتان جي حد تائين ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي، پر اسان جي هاڻوڪي آئيوينا هو سمجهي نه ٿا سگهن، جنهن جي ڪري اسين ڏار ٿي پيا آهيون. سنڌي ساهت، سنڌ کان ٻاهر ڦهلجي نٿو سگهي. وري به شڪر آ جو هندوستان جا هندو، توڙي مسلمان مدبر اها ئي ڪوشش پيا

ڪن. بلڪ يورپي بہ پيا صلاح ڏين تہ سچي هندوستان لاءِ هڪ يڪي آئيوتا چالو ڪجي تہ قومي اتفاق وڌي، پلي هندي يا اردو اڪر چالو ڪن تہ اسان سنڌي ماڻهن کي اهو فيصلو اڪين تي رکڻ گهرجي. هنديءَ ۾ ساهت اڻاهہ لتو پيو آهي ۽ اردوءَ جو علمي خزانو بہ گهٽ ڪونهي، پنهي مان جيڪا بہ لپي چالو. تنهن جو ساهت اسان جو تي ۽ سنڌي ساهت جي تڪڙي ترقي تي سگهندي ۽ قومي ڀاوَ بہ وڪ وڌندو. (سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ ـ ڀيرومل مهرچند آڏواڻي)

**گلراج ايم. اي خوشحالاڻيءَ جي تنقيد:**

1857ع تائين سنڌي ٻولي ديوناگري لپيءَ ۾ لکي ويندي هئي. سنسڪرت جي پڻ اها ئي لپي آهي. ان ڪان متي ڪهڙي ثابتي ٿيندي تہ ان وقت جي حيدرآباد جي ڪليڪٽر ڪرنل اسٽئڪ بہ شبد ڪوش (Dictionaries) هڪ سنڌيءَ مان انگريزيءَ ۾ ٻي انگريزيءَ مان سنڌيءَ ۾ ۽ هڪ وياڪرڻ سنڌيءَ ۾ لکيا: جي بمبئي سرڪار ڇپرائي پڌرا ڪيا هئا. جي هن وقت بہ موجود آهن. اهي ٽيئي ڪتاب سنڌيءَ ۾ پر ديوناگري لپيءَ ۾ لکيل آهن. هيءُ اهو وقت هو جڏهن هنديءَ کي ڪو پورڻ روپ ڪونہ هو ۽ سنڌيءَ جي عزت هنديءَ کان گهڻو وڌيڪ ۽ سنسڪرت کان گهٽ ڪانہ هئي. سنڌي ساهتيہ جو ٻول بالا هو. جڏهن سنڌي ساهتيہ جي پرپور خزاني مان ۽ سنڌي ڪوين جي ڪوتائن مان پيا پرانتڪ ماڻهو سڪي پٽ جون سرڪيون پريندا هئا.

سنڌي ٻوليءَ جي هاٺوڪي عربي فارسي لپي پهريائين 1853ع ڌاري جاري ڪئي وئي. پهريائين تڪرار اٿيو تہ لپي ڪهڙي جاري ڪجي. عربي، فارسي ڏانو جي يا ديوناگري.

بنگال ۾ مسلمانن جو انداز هندن جيتروئي رهندو پئي آيو آهي، تڏهن بہ اتي سڀ مسلمان بنگالي ٻولي ڪم آڻين تا جا ديوناگري جهڙي لپيءَ ۾ آهي. ساڳيءَ طرح دکني مسلمان ۽ يهودي مرهٽي ٻولي ۽ ووئنرا، ميمڻ، ڪڇي ۽ پارسي، گجراتي ٻولي ڳالهائين ۽ پڙهن لکن تا، جن جون لپيون پڻ ديوناگري

---

* تازو اهي ٽيئي ڪتاب موجوده عربي ـ سنڌي لپيءَ ۾، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران ڇپرايا ويا آهن. (ادارو)

جهڙيون آهن. سنڌي ٻوليءَ لاءِ بروقت ديوناگري لپي جاري ڪجي ها ته جيڪر ٻين پرڳڻن وانگر سنڌي مسلمان توڙي هندو ديوناگري لپي ڪم آڻين ها ۽ اها عام مروج ٿي وڃي ها. هاڻي جنهن صورت ۾ عربي سنڌي آئيوتا سرڪاري طرح چالو ٿي وئي آهي ته اها پل ته قائم هجي ان سان گڏ سنڌي ٻولي ديوناگري لپيءَ ۾ پڻ لکي وڃي ٿي ۽ ائين هيٺيان فائدا ٿيندا:

1. لفظن جي بنياد ۽ انهن جي اصلوڪي روپ ۾ جا قير پئي ٿي آهي، تنهن جي پروڙ ٿي سگهندي.
2. سنڌي ماڻهو سنڌيءَ ۾ جي اها لپي استعمال ڪندا، پوءِ هنن کي هندي يا سنسڪرت ۾ ڪا به ارچڻ ڪانه ٿيندي ۽ پنهنجي هندو ڌرم، سپيتا جي پوري ٻوجهه پوندي.
3. ٻين پرڳڻن جا هندو جهڙوڪ مرهٽا، گجراتي، بنگالي ۽ يورپ وارا جي سنڌ ۾ بيٺڪ وجهي ويٺا آهن، سي پڻ آسانيءَ سان ديوناگري لپيءَ ۾ سنڌي سکي سگهن ٿا، ڇاڪاڻ ته هو اڳيئي ان لپيءَ کان واقف آهن.
4. سنڌي ماڻهو، مسلمان توڙي هندو عربي فارسي لپيءَ مان واقف آهن، پر جي هي لپي سکن به ته هندو توڙي مسلمان هڪٻئي جي خيالن ۽ ڌرم ڪرم مان جاڻو ٿيندا ۽ ٻنهي جي هڪٻئي ڏانهن همدردي ٿيندي ۽ پراٽري پاءُ ڪيترن سالن کان سنڌي درسي اهم ڪتاب ديوناگري بلڪ اڳوڻن هندو سنڌي اکرن ۾ ڇپبا پئي آيا آهن. (سنڌي ٻولي ۽ ديوناگري لپي، ڏيارام وسڻ مل، سنڌي ٻوليءَ بابت مضمون ۽ مقالا_1، ص_ 83_182)

## ايچ ٽي لئمبرڪ جي تعريف:

سنڌي الفا بيٽ ۾ 52 اکر آهن. ان حساب سان دنيا جو ڪو به لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ اچاري ۽ لکي سگهجي ٿو. مشهور اسڪالر ڊاڪٽر ايچ _ ٽي لئمبرڪ چيو هو ته سنڌي الف_ب سيني زبانن کان بهتر آهي، ڇاڪاڻ ته ان ۾ هر قسم جي آوازن لاءِ اکر موجود آهن.

(Sind by H. T. Lambrick, Sindhi Adabi Board, Hyderabad, 964.)



# سنڌي الف ـ ب تي هڪ نظر

**سنڌي الف ـ ب جون خوبيون:**

1853ع ۾ مقرر ڪيل الف ـ ب ۾ جملي 52 حرف آهن. 1857ع واري ڇاپي ديوان ننديرام ميرچنداڻي جي ڪتاب "سنڌي ٻاراڻو ڪتاب" ۾ انهن جي ترتيب ۽ بيهڪ هن ريت ذيل آهي:

ا ب ٻ پ ت ٿ ٽ ٺ ث ڀ ق ج ڄ جھ ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ ڊ ڍ ر ڙ ز
س ش ص ض ط ظ ع غ ف ق ڪ ک گ ڳ گھ ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي

(i) **عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ هڪجهڙا حرف:** انهن ۾ 29 حرف اهڙا آهن، جيڪي عربي، فارسي توڙي سنڌيءَ ۾ هڪجهڙا آهن. اهي هن ريت آهن:

ا ـ ب ـ ت ـ ث ـ ج ـ ح ـ خ ـ د ـ ذ ـ ر ـ ز ـ س ـ ش ـ ص ـ ض
ط ـ ظ ـ ع ـ غ ـ ف ـ ق ـ ڪ ـ ل ـ م ـ ن ـ و ـ ھ ـ ء ـ ي

(ii) **مختلف آوازن وارا حرف:** انهن ۾ باقي 23 اکر بلڪل جدا صورت ۾ سنڌيءَ جا آهن. جيڪي هن ريت آهن:

ٻ ـ ڀ ـ ٿ ـ ٽ ـ ٺ ـ پ ـ جھ ـ ڃ ـ ڄ ـ چ ـ ڇ ـ ڌ ـ ڏ ـ ڊ ـ ڍ ـ ڙ ـ ق ـ ک ـ
گ ـ ڳ ـ گھ ـ ڱ ـ ڻ

(iii) **نج سنڌي حرف:**ـ انهن اکرن ۾ ست اکر اهڙا آهن جن کي سواءِ نج سنڌي ماڻهن جي ٻيو ڪير بہ صحيح اچاري نٿو سگهي. اهي هن ريت آهن:

ٻ ـ ڄ ـ ڏ ـ ڳ ـ ڱ ـ ڻ

(iv) **"ک" ۽ "ڪ" جو اچار:** سنڌي الف ـ ب ۾ استعمال ٿيندڙ حرف "ک" کي اردو، فارسي ۽ عربي سميت "ڪ" جي اچار لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي.

(v) **ساڳين آوازن وارا حرف:** سنڌي الفابيٽ ۾ هڪڙا اکر اهڙا به آهن، جيڪي ٻيڻا ۽ ٽيڻا يا چئوٽا به آهن. جن جي ٻين ٻولين کي برابر، پر سنڌي ٻوليءَ کي ضرورت ڪونه هئي، ليڪن اهي شامل ڪيا ويا آهن ۽ انهن کي پنهنجي لکڻين ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي، مثال طور:

الف_ع_ء

ت_ط

ث_س_ص

ذ_ز_ظ_ض

ق_ڪ

(vi) **لام ڪينچڙيَ جو حرف:** سنڌي الف_ب ۾ "لا" (لام ڪينچڙي) به رهيو آهي. هي حرف لا = ل+ا سان مرڪب حرف جوڙيو ويندو آهي. شاهه لطيف به هن حرف جي خصوصيت کي استعمال ڪيو آهي.

ڪاتب لکين جيئن، لايو لام الف سين،
اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾.

آفتاب ابڙي ان حرف جي وضاحت لاءِ لکيو آهي ته "يعني جهڙي ريت لام ۽ الف لکيل آهن، جيڪي بلڪل پاڻ ۾ مدغم ٿي پيا آهن انهن کي هڪٻي کان جدا نٿو ڪري سگهجي، ٿٽي وارن مخدومن به "لا" ڪينچيءَ کي الڳ پئي ڪري لکيو آهي. ان ڪري ڪاميٽيءَ آڏو اهو صوتيو ڪري پيش ڪيو ويو." (ڪلاچي، جون 2010ع)

(vii) **عربيءَ جا حاوي اکر:** سنڌي الف_ب ۾ هڪڙا ٽي اکر نج عربيءَ جا آهن، جن جي بلڪل الڳ حيثيت آهي، پر اهي سنڌي ٻوليءَ تي حاوي ٿي رهيا آهن. مثال طور خ، غ ۽ ف.

اهي سنڌيءَ جي اکرن ک، گ ۽ ق جي جاءِ والاري رهيا آهن. حيرت جي ڳالهه اها به آهي ته اسان جا ڪوڙ سارا سنڌي پرائمري استاد به انهن کي سمجهي نه سگهيا آهن ۽ جڏهن ڪو اسڪولي ٻار پٽي ڪٽي پڙهڻ ويهي ٿو ته

اهو خاص ڪري انهن اکرن ڪي پنهنجي پيدائشي (سنڌي) انداز ۾ اچاري ٿو. مثال طور ”خ“ خچر کي ”ڪ“ ڪچر چوي ٿو. ”غ“ غاليچو کي ”گ“ گاليچو ۽ ”ف“ فانوس کي ”ڦ“ ڦانوس چوي ٿو.

(viii) **آواز جيڪي سنڌي الف ـ ب ۾ نہ آهن:** هڪڙا ست اکر سنڌي ٻوليءَ جا اهڙا بہ آهن، جيڪي ايڏي ساري سنڌي الفابيٽ ۾ شامل ناهن ۽ انهن جي جدا شڪل جو ڪو بہ وجود ڪونهي پر اسين ڳالهائڻ مهل انهن کي اچاريندا آهيون. جي هن ريت آهن:

ڙهـ ـ ڊرـ لهـ ـ مهـ ـ نهـ ـ ٺهـ

مثال: ٻيءَ ۽ پٽ، چانهن ۽ ڪنڊ، ملهہ وڙهہ، سنهي، سمهہ ۽ ماڻهو وغيره

(ix) **عربي ۽ ديوناگري رسم الخطن جي لحاظ کان سنڌي صورتخطي:** سنڌي الف ـ ب ۾ ڪي اهڙا لفظ نهن ٿا، جيڪي عربيءَ ۾ بہ آهن، مثال طور: طوطو، ظالم، حليم، وراثت ۽ طريقو وغيره. جڏهن تہ انگريزي ۽ ديوناگري صورتخطيون انهن جو پورائو نٿيون ڪري سگهن. ديوناگري ۽ انگريزي لکت ۾ ث، ح، خ، ز، ط، ظ، ع، غ، ف، ق، ۽ ء ڪونهن. اهو ئي سبب آهي جو سنڌيءَ جا اهي اکر انگريزي ۽ ديوناگريءَ ۾ اچاري نٿا سگهجن. پر موجوده سنڌي الفابيٽ ۾ اچاري ۽ لکي سگهجن ٿا.

(x) **سنڌي الف ـ ب ۾ اختصار جي خوبي:** حزب الله سومرو روزانہ ”ڪاوش“ ۾ لکيل هڪ خط ۾ سنڌي ٻوليءَ جي اختصار واري خوبيءَ لاءِ لکي ٿو تہ ”انگريزي رسم الخط يا ديوناگري رسم الخط ۾ حروف علت موجود آهن، جن کان سواءِ ڪو بہ لفظ نٿو ٺهي سگهي، پر موجوده سنڌي رسم الخط ۾ علت جا اکر نہ آهن. جنهن ڪري اکر ڏگهو نٿو ٿئي پر ٻين لکتن ۾ اهي ڏگها ۽ گهڻي جاءِ والاريندڙ اکر ٿيندا. مثال طور انگريزيءَ ۾ حرف علت (A,E,I,O,U) آهن، موجوده سنڌيءَ ۾ اگر لفظ ٻاڦ لکبو تہ ٽي اکر ٿيا، پر حرف علت ڪري اهو لفظ انگريزيءَ ۾ “Baapha” يعني ڇهن اکرن سان لکبو. ان ڪري اهي اکر ٽي ڀيرا وڌيڪ جاءِ والاريندا. جنهنڪري لڪائي وڌندي. ٽي ڀيرا مس ۽ توانائي صرف

ٿيندي، جڏهن تہ سنڌيءَ جي موجوده عربي رسم الخط نهايت مختصر آهي، پيو تہ اردو ۽ انگريزيءَ ۾ هي اکر مرڪب لکيا وڃن ٿا: (ڀ: Bh)، (ٿ: Th)، (ڇ: Ch) ڇ: Chh)، ڌ (ڌ: Dh) ڦ (ڦ: Ph)، ک (ک: Kh) موجوده سنڌي اکر وڌيڪ مختصر آهن. اهو اختصار نہ اردوءَ ۾ آهي ۽ نہ انگريزيءَ ۾."

(xi) **سنڌي الف-ب ۾ چوسٽا آواز:** سنڌي الفابيٽ ۾ اهڙا چار اکر آهن، جن کي اچارڻ سان هوا کي وات ۾ اندر ڇڪڻو پوندو آهي. انهيءَ ڪري لسانيات جا ماهر ان کي چوسٽا آواز (Implosive Sounds) چوندا آهن. اهڙا آواز ٻ، ڏ، ڳ ۽ ڄ جا آهن. هنن اکرن جي خوبي اها آهي تہ انهن جي جاءِ تي ڪو بہ حرف نعم البدل طور استعمال ڪري نٿو سگهجي. اگر ڪو ويجهو اکر استعمال ڪبو تہ اچارن جي معنيٰ بدلجي ويندي. مثال طور:

1- ٻ - ٻار، ب - بار

2- ڏ - ڏسان، د - دسان

3- ڳ - ڳلو، گ - گلو

4- ڄ - ڄار، ج- جار

مٿين مثالن مان ثابت ٿئي ٿو تہ اکر جي تبديليءَ سان لفظ جي مفهوم ۾ ڪيڏو فرق اچي وڃي ٿو.

(xii) **سنڌي الف-ب ۾ معجم يا منقوط (نقطن وارا) حرف:**-ڪل 34 حرف آهن:

ب-ٻ-پ-ت-ٽ-ٿ-ث-ڦ-ج-ڄ-جهہ-چ-ڃ-ڇ-خ-ڌ-ڏ-ڊ-ذ-ڙ-ز-ش-ض-ظ-غ-ف-ق-ڳ-ڱ-ن-ڻ-ي

(xiii) **سنڌي الف -ب ۾ مهمل يا غير منقوط (بنا نقطن وارا) اکر:** اهي ڪل 18 حرف آهن: ا-ح- د-ر-س-ص-ط-ع-ڪ-ک-گ-گهہ-ل-م-ڻ-و-ھ-ء.

(xiv) **سڌي الف-ب ۾ هيٺين نقطن وارا اکر:** ڪل حرف 14 آهن:

ب-ٻ-پ- پ-ج-ڄ-جهہ-چ-ڃ-ڇ-ڊ-ڍ-ڳ- ۽ ي.

(xv) **سنڌي الف– ب ۾ مٿين نقطن وارا اکر:۔ ڪل21 حرف آهن:**

ت ـ ٿ ـ ٽ ـ ٺ ـ ث ـ خ ـ ڌ ـ ڏ ـ ذ ـ ڙ ـ ز ـ ش ـ ض ـ ظ ـ غ ـ ف ـ ڦ ـ ق ـ ڳ ـ ۽ ن.

(xvi) **سنڌي الف ـ ب ۾ هيٺان ايندڙ نقطا: ٽوٽل 30 نقطا هيٺان ايندا آهن.**

(xvii) **سنڌي الف ـ ب ۾ مٿان ايندڙ نقطا: ٽوٽل 42 نقطا مٿان ايندا آهن.**

(xviii) سنڌي الف ـ ب جا حرف علت (Vowels)

**ٽوٽل ٽي آهن: الف، و ۽ ي**

(xix) **سنڌي الف ـ ب جا حرف صحيح** (Consonant):49

(xx) **شفوي حروف/ چپن مان نڪرندڙ حرف: ڪل اٺ:**

ب ـ ڀ ـ ڦ ـ م ـ و ـ ۽ ٻ، هڪ عربي حرف ف ۽ هڪ فارسي پ.

(xxi) **شجري حروف (گول چپن مان نڪرندڙ حروف): ڪل ست حروف.** 4 سنڌي حرف ج ـ جهه ـ ڄ ۽ ش، ٻه عربي حرف ف ۽ هڪ فارسي چ.

(xxii) **لثوي حروف (ڏندن ۽ زبان ملائڻ سان ) نڪرندڙ حرف:۔ڪل ٻه،** سنڌي هڪ ٻه نه. ٻئي عربي حرف ث ۽ ز ۽ فارسي حرف هڪ ٻه نه.

(xxiii) **نطعي حروف (زبان کي مٿين ڏندن سان دٻائڻ سان نڪرندڙ حرف): ڪل** پنج حرف. 4 سنڌي حرف (ت ـ ٿ ـ ر ۽ ڏ) هڪ عربي حرف ط ۽ فارسي حرف هڪ ٻه نه..

(xxiv) **اسلي حرف (زبان جي چوٽيءَ مان ) نڪرندڙ حرف: ڪل ٽي. هڪ** سنڌي حرف س، ٻه عربي حرف ز ۽ ظ ۽ فارسي حرف هڪ ٻه نه.

(xxv) **ذلقي حروف (زبان جي چيڙي مان ) نڪرندڙ حرف: هڪ** سنڌي حرف ڇ، عربي حرف هڪ ٻه نه ۽ فارسي حرف هڪ ٻه نه.

(xxvi) **لهوي حروف (تارونءَ سان زبان لڳائڻ سان) نڪرندڙ حرف:** ـ17 سنڌي حرف، ا ـ ت ـ ٽ ـ ج ـ ڊ ـ ڍ ـ ڏ ـ ڙ ـ گ ـ ک ـ ڪ ـ ل ـ ن ـ ٽ ـ ه ـ ۽ ي

(xxvii) **حلقي حروف (نڙيءَ مان نڪرندڙ حرف):۔ڪل ست،** ٻه سنڌي گهه ۽ ڳ عربي حرف ح، خ، ع، غ ۽ ق ۽ فارسي هڪ ٻه نه.

(xii) **عربي_ سنڌي رسم الخط جي تاريخي خوبي:** سنڌي زبان جو قديم علم و ادب، عربي، سنڌي رسم الخط ۾ موجود هو. جنهن ۾ شاهه لطيف جي گنج کان وٺي مذهبي ڪتابن تائين سمورو ادب هن رسم الخط ۾ موجود هو.

(xiii) **سنڌي حرفن جي انفراديت:**

سنڌي رسم الخط ۾ ڪيترائي اهڙا به اکر آهن، جيڪي ٻين ڪيترن ئي ٻولين ۾ ڪونهن، نه وري اهڙا آواز ٻين ٻولين جي رسم الخط ۾ آهن. مثال طور انگريزي زبان ۾ هي اکر يا آواز ڪونهن؛ پ، ت، ث، د، ج، ڄ، ڏ ڍ، ڙ، ڳ ۽ گ.

(xiv) **حرفن سان لفظن جي شروعات:**

سنڌي الفابيٽ ۾ ڪي اکر اهڙا آهن، جن سان ڪو به لفظ شروع نٿو ٿئي. مطلب ته اهي اکر ڪنهن به لفظ جي شروع ۾ استعمال نه ٿا ٿين. مثال طور: ڙ، گ، ڄ ۽ ڻ.

(xvi) **ٻين ٻولين سان لاڳاپو:**

سنڌيءَ ٻوليءَ جو تاريخي، سياسي ۽ موجوده دؤر جي حساب سان ٽن ٻولين سان ويجهو تعلق آهي. عربي، فارسي ۽ اردو. سنڌيءَ سميت ٽنهي ٻولين جو رسم الخط ساڳيو آهي.

## سنڌي الف_ب جا مسئلا:

جتي عالمن موجوده سنڌي الف_ب جي خوبين تي تحقيق ڪئي آهي، اتي ڪيترين خامين جو به ذڪر ڪيو آهي. جن مان ڪيترن جو اسان اڳ ۾ ئي ذڪر ڪري آيا آهيون. جن ۾ الف_ب تي تنقيدون پڻ شامل ڪيون ويون آهن. اڃو ته ڪجهه وڌيڪ مسئلن تي مختصر نموني بحث ڪريو.

(i) سامي خاندان جون سموريون زبانون ساڄي هٿ کان لکيون وينديون آهن. رومن اسڪرپٽ جي حامين جو خيال آهي ته ساڄي هٿ کان شروع ٿيندڙ لکت واريون زبانون گهڻي دؤر تائين هلي نه سگهنديون.

(ii) ديوناگري لپيءَ جي حامين جو چوڻ هو ته سنڌي ٻولي سنسڪرتي زبان آهي، تنهن ڪري ان جي لپي به سنسڪرتي هئڻ گهرجي. رڳو آدمشماريءَ جي بنياد تي صدين جي لساني تعلق کي ٽوڙڻ غير مناسب هو.

(iii) حروفن جي ترتيب ۾ ساڳين اکرن کي نقطن جو اضافو ڪري نوان آواز ٺاهيا ويا. ڪن اکرن جا نقطا هيٺ وڌايا ويا ۽ ڪن جا مٿي، ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ اهڙي عمل جي سخت مخالفت ڪئي هئي.

(iv) وسرڳي حرفن (جن ۾ "ھ" شامل هوندي آهي)، جو استعمال انتهائي غير مناسب هو. ڪي وسرڳ اکر چئن ٽبڪن سان ظاهر ڪيا ويا آهن. جئين : ڀ، ٿ، ڦ ۽ ڇ. ڪي وسرڳ وري ٽن ٽبڪن سان جوڙيا ويا. اهڙي طرح ڪي "ھ" ملائي مرڪب اکر ٺاهيا ويا جيئن: ج+ھ = جھ، گ+ھ = گھ.

(v) سنڌي الف_ب ۾ ڏهه حرف اهڙا آهن، جن کي وسرڳ (Aspirates) چيو وڃي ٿو. اهي مرڪب حرف آهن. جيڪي يا ته "ھ" ملائڻ سان ٺهندا آهن يا وري ٽبڪن جي اضافي سان جوڙيا ويندا آهن. سنڌي الف_ب جي ترتيب ۾ وڌ ۾ وڌ تنقيد وسرڳ حرفن تي ڪئي ويندي آهي ۽ چيو وڃي ٿو ته بغير ڪنهن قاعدن جي هترادو حرف جوڙيا ويا. اهي حرف هي آهن.

ڀ، ٿ، ٽ، جھ، ڇ، ڌ، ڍ، ڦ، ک ۽ گھ.

هنن حرفن ۾ ڪن کي "ھ" جوڙي ٺاهيو ويو آهي، ڪن تي چار نقطا ڏئي جوڙيو ويو آهي ۽ ڪن تي وري ٻه نقطا لڳايا ويا آهن. جڏهن ته "ک" حرف کي بلڪل نئون آواز ڏنو ويو آهي. جڏهن ته ٻين پاڪستاني ٻولين ۾ اهو "ڪ" لاءِ استعمال ٿيندو آهي. وسرڳ حرفن تي هيٺيان اعتراض واريا ويا آهن:

(i) اچارڻ ۽ لکڻ ۾ غلطيءَ جي گنجائش وڌي وڃي ٿي.

(ii) پرنٽ ميڊيا ۾ پروف ريڊنگ وڌ ۾ وڌ هنن حرفن ۾ رهجي وڃي ٿي.

(iii) "ھ" سان ٺهندڙ حرفن ۾ "ھ" جي شڪل مٽجي وڃي ٿي. مثال طور "ھ"، "ہ" نھ نہ، ٻھ ٻہ. الله اللھ

(iv) سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن تي به انهن جو اثر پوي ٿو ۽ مونجهارو پيدا ٿئي ٿو.

(v) ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي پنهنجي ڪتاب "ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽون" ۾ لکي ٿو ته اسسٽنٽ ڪمشنر ايلس جي صدارت هيٺ جيڪا عالمن جي ڪاميٽي مقرر ڪئي وئي، تنهن عربي، سنڌي

الف ـ ب جي ٻاونجاهہ حرفن واري آئيوينا کي مقرر روپ تہ ڏنو پر انهيءَ ڪاميٽيءَ لفظن جي هجي يا املا لکڻ جا ڪي بہ اصول تيار نہ ڪيا. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو تہ تعليم کاتي طرفان جيڪي سنڌي درسي ڪتاب تيار ڪري ڇپايا ويا، انهن ۾ ڪيترائي لفظ جدا جدا صورتن ۾ لکيا پئي ويا. ايتري قدر جو هڪ ٽي لکندڙ جي ڪتاب ۾ هڪ لفظ جون جدا جدا هجيئون موجود هيون.

| ننديرام جي باب نامي ۾ | هاڻوڪي هجي |
|---|---|
| ٻَاڻَ سَانُ | ٻاڻ سان |
| ڪِجيُ / ڪَجيُ | ڪَجي |
| لاَءِ /لاَئي | لاءِ |
| ٻہَ پَهَرِي /ٻہ پهريُ | ٻپَهري |
| ڇِيوُ/ڇِئوُ | ڇِيهو / ڇِيئو |
| مَڪتَبُ ۾ /مَڪتَبُ ۾ | مَڪتبَ ۾ |
| پيِ ُ/ پئي | پيءِ |



# سنڌي ٻوليءَ ۾ رومن- انگريزي رسم الخط

سنڌ توڙي هند جي سنڌي عالمن ۾ سنڌي لکت لاءِ نئين رسم الخط خاص طور ويهين صديءَ جي آخر ۾ هڪ خاص موضوع رهيو آهي. ڪن جو خيال آهي تہ سنڌي لکت لاءِ رومن انگريزي (Roman English) رسم الخط هئڻ گهرجي. سنڌ ۾ هن خيال جو اڳواڻ حليم بروهي (1935 – 2010ع) هو. حليم بروهي ادبي دنيا ۾ مزاح نگاريءَ ڪري مشهور هو. سندس افسانہ، ڪالم ۽ شاعري سنڌي ادب ۾ اهم مقام رکن ٿا. سندس ڪيترائي ڪتاب سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ شايع ٿيل آهن. هندوستان ۾ ارجن تي ڏيوائي ان سلسلي ۾ ڪافي سرگرم رهيو آهي.

| | | | | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ا | ب | ٻ | ڀ | ت | ٿ | ٽ | ٺ | ث | پ | ج | ڄ | جھ |
| [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |
| [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |
| ڃ | چ | ڇ | ح | خ | د | ڌ | ڏ | ڊ | ڍ | ذ | ر | ڙ |
| [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |
| [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |
| ز | س | ش | ص | ض | ط | ظ | ع | غ | ف | ڦ | ق | ڪ |
| [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |
| [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |
| ک | گ | ڳ | گھ | ڱ | ل | م | ن | ڻ | و | ھ | ء | ي |
| [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |
| [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] | [illegible] |

**حليم بروهيءَ جا ويچار:**

حليم بروهي نہ تہ ماهر لسانيات هو نہ وري رسم الخط جي سلسلي ۾ ڪا سنڌس تحقيق ٿيل هئي. رومن اسڪرپٽ جي سلسلي ۾ سنڌس ڪتاب "سنڌي ٻولي" شايع ٿيو هو. سنڌس نئين نظريي سنڌي اديبن، ماهرن، شاگردن، استادن ۽ عام پڙهندڙن ۾ وڏي هلچل پيدا ڪري ڇڏي. اخبارن، رسالن، ادبي محفلن ڪلاس جي ليڪچرن ۾ هڪ نئون موضوع ڇڙي پيو. ڪجهہ ماڻهو سنڌس حمايتي هئا تہ ڪي سنڌس مخالف ٿي پيا. حليم بروهيءَ جو نظريو سنڌي ٻوليءَ ڪي پيش آيل نين مسئلن ۽ للڪار جي روشنيءَ ۾ هو. هن وڏي محنت سان سنڌيءَ لاءِ رومن_ انگريزي الف_ب بہ تيار ڪئي. سنڌس دليل اهو هو تہ جيڪڏهن سنڌي زبان لاءِ رومن_ انگريزي رسم الخط اختيار ڪيو وڃي تہ جيڪر سنڌي ٻوليءَ ڪي درپيش مسئلا ختم ٿي ويندا. حليم بروهيءَ جو خيال هو تہ سڄي هٽ ڪان لڪجندڙ صورتخطيون وقت سان گڏ ختم ٿي وينديون آهن. هن چئلينج جي انداز ۾ لکيو تہ سنڌ، سنڌي ماڻهن ۽ سنڌي زبان جي تباهي يقيني آهي. جي موهن جي دڙي ۽ هڙپا جي تهذيب ڪي ڇڏي ڏکڻ اوڀر واري ٿوپيل تهذيب ڪي قبول نہ ڪيو ويو.

ان ڪان پوءِ حليم بروهي پنهنجي نظريي جي حمايت ۾ مختلف اخبارن ۾ ڪيترائي ڪالم پڻ لکيا. هن هڪ مثال ڏيندي لکيو تہ هڪ ماڻهو پنهجو نالو ديدار لکي ٿو. جيڪو ديدار نہ پر انگريزي املا موجب ڊيڊر/ ڏيڏر ٿيندو. ڇو جو "د" لاءِ انگريزيءَ ۾ "Th" (ٽي ايچ) لکجي ٿو. جيئن: Thump, Think وغيره اهڙي طرح حليم بروهي ڪمپيوٽر جي استعمال ڪي بہ پنهنجي تحقيق جو موضوع بڻايو آهي.

حليم بروهي نئين اسڪرپٽ جي نظريي ڏيڻ ۾ دوست گهٽ دشمن وڌيڪ پيدا ڪيا، پر هو آخر تائين پنهنجي نظريي تان نہ هٽيو. 19 جنوري 2009ع ۾ "ڪاوش" ۾ شايع ٿيل پنهنجي ڪالم ۾ لکي ٿو تہ "منهنجي سوچ صحيح هجڻ لاءِ اوهان پنهنجي موبائيلن ۾ آيل پنهنجا نياپا ڏسو. جيڪي

اوهان ڏانهن انگريزي اکرن ۾ پهتا آهن. آهي ڪٿي ڪا ”گ“، ”ج“ ۽ ”ج“ لاءِ گنجائش؟ هڪ پيرو وري غور سان ڏسي پڙهايو ته انهن انگريزي اکرن ۾ آهي ڪو ”ٽ“ ۽ ”ت“ ۾ تفاوت، ”غ“ ۽ ”گ“ ۾ تفاوت، ٽ ۽ ٺ ۾ تفاوت جيڪي اوهان سنڌي اکرن لاءِ استعمال ڪندا آهيو؟ باوجود سنڌي اکرن مان چوٿائي اکرن لاءِ اوهان منجهي پوندا آهيو ته ڪهڙا انگريزي اکر استعمال ڪجن.

مون سوچ سمجهه سان 26 انگريزي اکرن کي اٺين جوڙيو. جو انهن مان سنڌيءَ جي 52 اکرن مان هر هڪ لاءِ انگريزي اکرن ۾ صحيح اچار نڪري. پر مون کي نند يو ويو. مون تي ٺٺوليون ڪيون ويون. تهمتون لڳايون ويون ۽ درگذر ڪيو ويو. ڇو؟ ڇو ته مان ماستر نه آهيان. سنڌيءَ ۾ ايم اي نه آهيان ۽ انهن عقلمند پي ايچ ڊين مان نه آهيان جن وٽ ڊگريون ڪوڙ آهن ۽ ملڪ به ڪافي گهميا آهن سرڪاري خرچ تي. پر پنهنجين ڪوپڙين مان ڪا به نئين شيءِ ايجاد نه ڪري سگهيا آهن. مان هنن جي اکين ۾ سنڌي ڪ (K) ڪنڊي وانگي چڀندو رهيو آهيان. هنن کان پڇو ته سنڌي واري ”ڪ“ لاءِ ڪهڙو انگريزي اکر استعمال ڪيو؟ هي منجهي پوندا پر ته به هي پنهنجي ڪيسي ۾ موبائيل رکندا آهن. ”ڪ“ به سنڌي اکر آهي ۽ جڏهن مون چيو ته ”ڪ“ لاءِ KK (ڊبل k )ڪتب آڻيو ۽ K ڪتب آڻيو ”ڪ“ لاءِ ته، ڪلڻ لڳا. مون لکيو ته انگريزن به بکرّ ۽ سکر (Sukkur) لاءِ ڊبل ڪي (KK) استعمال ڪيو ته توهان انگريزن سان ڇو قڌو نه ڪيو هو. تڏهن ڪو به جواب نه ڏنائون. اٺين مون وٽ منهنجي جوڙيل هر هڪ انگريزي اکر لاءِ جواز آهي. منهنجي جوڙيل اکرن ۾ جادو آهي. ان ۾ نه فقط سنڌي بلڪ اردو، فارسي، انگريزي، عربي، بلوچي، پشتو، گجراتي، براهوي ۽ تقريباً سيني زبانن جا اچار لکي سگهجن ٿا. انهن ٺي اکرن ۾ مارواڙي به لکيل آهي ۽ ڍاٽڪي به لکيل آهي ۽ اهي، سيني جا ترجما مون پاڻ پنهنجي دوستن ۽ واقفن جي مدد سان ڪيا آهن. جو مان پاڻ فقط اردو، سنڌي ۽ انگريزي ڄاڻان. جيڪڏهن منهنجو وقت اجايو بحث مباحثي ۾ ۽ مون تي ڇٽرن تي نه وڃايو ويو هجي ها ته مان يورپ جي هڪ ٻن ٻولين جا ٽڪر به پنهنجي اکرن ۾ لاهي ويو هجان ها.

حليم بروهي، ڪالم روزانه ڪاوش، 21 آگسٽ 2006ع.

## سراج ميمڻ جو ايڊيٽوريل:

حليم بروهيءَ کان پوءِ ٻين بہ ڪيترن عالمن اديبن رومن_انگريزي اسڪرپٽ جي حمايت ۽ مخالفت ۾ مضمون ۽ مقالا لکيا آهن. سراج ميمڻ صاحب ماهر لسانيات جي حيثيت ۾، حليم بروهيءَ کان بہ اڳ 1973ع ۾ زانہ "هلال پاڪستان" ۾ رومن رسم الخط جي عنوان سان هڪ ايڊيٽوريل لکيو هو، جنهن ۾ ان جي فائدي ۾ تمام گهڻا دليل ڏنا هئا. انهن ڏينهن ۾"سهڻي" رسالي جي ايڊيٽر طارق اشرف پنهنجي ايڊيٽوريل ۾ رومن اسڪرپٽ جي سخت مخالفت ڪئي هئي.

## ڊاڪٽر غلام علي الانا جون ڪوششون:

سنڌي ٻوليءَ جي نالي واري ماهر لسانيات ڊاڪٽر غلام علي الانا سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ طرفان نڪرندڙ نيوزليٽن جي آخري شماري ۾ رومن سنڌي جو نمونو پيش ڪيو ۽ ان تي رايا طلب ڪيا. الانا صاحب ان رٿا تي ڪم ڪرڻ جو سبب ٻڌائيندي چيو تہ دنيا جي مختلف علائقن ۾ اهڙا لکين سنڌي آباد آهن جن کي سنڌي تہ ڳالهائڻ اچي ٿي مگر اها لکڻ پڙهڻ نہ ٿي اچي. انهن کي سنڌي لکڻ پڙهڻ سيکارڻ لاءِ ضروري آهي تہ سنڌي رومن خط جوڙيو وڃي. الانا صاحب موجوده سنڌي صورتخطيءَ جا ٻاونجاهہ اکر سامهون رکي، پنهنجي جوڙيل رومن سنڌي خط ۾ سيني حرفن جون متبادل نشانيون تجويز ڪيون ۽ هن "ڪ" توڙي "ز"، "ض" ۽ "ظ" اکرن لاءِ پڻ نشانيون رکيون.

## ڊاڪٽر فهميده حسين جو مضمون:

سنڌي لئنگئيج اٿارٽي طرفان نڪرندڙ رسالي سنڌي ٻولي (2000) ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين جو مضمون "چا ڪن خاص مقصدن لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي لپي مٽائجي" شايع ٿيو. هن مضمون ۾ ڊاڪٽر صاحبہ سنڌي ٻوليءَ لاءِ رومن خط اختيار ڪرڻ جو مشورو ڏنو آهي. سندس خيال موجب نئين ٽيڪنالاجي (Technology) ۾ هاڻوڪو خط سنڌي ٻوليءَ کي اڳتي وڌڻ نہ ڏيندو ۽ سنڌي ٻوليءَ جو دائرو محدود ٿي ويندو، جڏهن تہ رومن خط اختيار ڪرڻ سان سنڌي

ٻولي بين الاقوامي سطح جي ٻولي ٿي ويندي. ڊاڪٽر صاحب جي خيال موجب عربي- سنڌي خط ۾ گهٽيون نشانيون هٽڻ ڪري سنڌي ٻوليءَ ۾ جديد ڪمپيوٽرائيزڊ ڇپائي ڏڪي ۽ سست ٿي پئي آهي. هوءَ ان خيال جي به آهي ته رومن خط ذريعي وايو ڪيات (Phonetics) جي اصولن مطابق ڪنهن به نقص کان پاڪ صورتخطي جوڙي سگهجي ٿي. ڊاڪٽر صاحبه پنهنجي مضمون ۾ لکي ٿي ته "هزارين سالن کان رسم الخط متبا رهيا. پوءِ به سنڌي ٻولي زنده رهي، هڪ دفعو وڏيڪ رسم الخط مٽائڻ کان پوءِ به انشاءَ الله زنده رهندي."

## بدر ابڙي جو نظريو:

محترم بدر ابڙي جو مضمون سنڌي ٻوليءَ لاءِ بين الاقوامي صوتياتي الف_ب "افيئر" (Nov.15, 2008) ۾ شايع ٿيو. هن پڻ انگريزي اکرن جي آڌار تي سنڌيءَ لاءِ بين الاقوامي صوتياتي الف_ب جوڙڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. بدر ابڙي صاحب لکيو آهي ته: "بين الاقوامي صوتياتي الف_ب IPA جي ضرورت ان ڪري آهي ته ان الف_ب ۾ لکيل ڪنهن به ٻوليءَ جي ڪنهن به اکر يا لفظ کي ٺيڪ ٺيڪ اچاري سگهجي ٿو. پوءِ ڪٿي ان "الف_ب" جو ڄاڻو توهان جي زبان کان واقف هجي يا نه هجي! دنيا جي تمام وڏن لسانياتي ماهرن اها الف_ب تمام احتياط سان تيار ڪئي آهي. IPA جي بهتريءَ لاءِ ڪم فقط هندوستان ۽ پاڪستان جي زبانن تائين محدود ڪونه آهي، پر يورپي ٻولين سميت دنيا جي هر خطي ۾ ساڳي ڪوشش جاري آهي. دنيا ۾ ڪجهه مستقل ادارا ته فقط ان ئي ڪم ۾ جنبيل آهن ته IPA کي بهتر کان بهتر ڪيو رهجي. ان ڪم لاءِ سڄي دنيا جي لسانياتي ماهرن جا گڏيل اجلاس وقت به وقت ٿيندا رهندا آهن. جيڪي ان الف_ب کي بهتر کان بهتر ڪندا رهندا آهن. ان اداري جو نالو (International Phonetic Association (IPA آهي. جنهن جي مقرر ڪيل الف_ب کي (International Phonetic Alphabet (IPA يعني بين الاقوامي صوتياتي الف_ب چئجي ٿو. اها الف_ب وقت به وقت اپ ڊيٽ ٿيندي رهندي آهي. ان نوعيت جو هڪ ٻيو ادارو "لائبريري آف ڪانگريس" جو آهي، ان جون مقرر ڪيل نشانيون ۽ علامتون به بين الاقوامي صوتياتي ابجد طور وڏي

پٺماني تي رائج آهن ۽ پاڪ وهند ۾ تيار ٿيل اڪثر لغتن ۾ اهي ئي علامتون ڪتب آندل آهن. (سنڌي ٻوليءَ لاءِ بين الاقوامي صوتياتي الف_ب، افيئر نومبر 15، 2008ع، بدر ابڙو)

## رومن اسڪرپٽ لاءِ ڪجهه وڏيڪ رايا:

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪم ايندڙ زيرن زبرن ۽ پيش جي شڪايت ڪئي ويندي آهي ۽ چيو ويندو آهي تہ رومن رسم الخط اختيار ڪرڻ سان اسان زيرن زبرن ۽ پيشن وغيره جي تڪليف کان ڇٽي پونداسين. رومن رسم الخط وارن جو خيال آهي تہ سنڌي عربي صورتخطيءَ تي ٻيو وڏو اعتراض اهو آهي تہ ان سان ڪمپيوٽر ڪي بورڊ تي سنڌي ٽائيپنگ سست ٿي پئي آهي. ڇاڪاڻ جو موجوده صورتخطيءَ ۾ ٻاونجاهہ اکر آهن، جن مان هر هڪ جون ٽي صورتون آهن، يعني اڳين، وچين ۽ پوئين.

## رومن اسڪرپٽ جي مخالفت ۾ دليل:

عربي سنڌي اسڪرپٽ جنهن کي رائج ۽ استعمال ٿيندي هڪ ڏگهو عرصو گذري چڪو آهي، پر تنهن هوندي بہ سنڌي ٻوليءَ جي اکرن جو تعداد 52 (ٻاونجاهہ) هجڻ جي باوجود ڪجهہ آواز ڪٽل آهن ۽ لکت ۾ آندا ئي نہ ٿا وڃن، پر پڙهڻ وقت انهن جا آواز سمجهہ جي بنياد تي اچاريا وڃن ٿا يا سمجهيا وڃن ٿا. مثال طور پٽ = پ +ٽ+ر، هنن لفظن ۾ ٽ ۽ ر جو گڏيل آواز تہ آهي پر اکر موجود نہ آهي، انهن حقيقتن ۽ مسئلن جي باوجود عربي_ سنڌي الف_ب کي ڪاميابيءَ سان لکيو ۽ پڙهيو وڃي ٿو. جديد ٽيڪنالاجي ۽ سائنسي ايجادن جي استعمال ۽ نون علمن ۽ لفظن جي واهپي جي باوجود رومن خط کي سنڌيءَ لاءِ استعمال ڪرڻ وارن جي مخالفت وارا گهٽا آهن.

### 1_حرفن جي گهٽائي ڪري انگريزيءَ ۾ سمورا آواز نٿا اچاري سگهجن:

سنڌيءَ ۾ ڪل اکر 52 آهن، جيڪي ماڻهو هن جي جاءِ رومن انگريزي الفابيٽ کي ڏيڻ جو بيان ڪن ٿا، انهن کي خبر هئڻ گهرجي تہ انگريزي رومن ۾

آهن ٿي 26 اکر ۽ 26 اکرن جي کوٽ آهي، جيڪي سنڌي اکرن جي اڌ جيترا آهن. جنهن ۾ باقي اکرن جو نعم البدل ڏاڍو مشڪل آهي ۽ جيڪڏهن وڏي جاکوڙ کان پوءِ ڪو ملندو به ته اهو بدليل ۽ بيڪار صورت ۽ شڪل ۾ ملندو، جنهن جا مثال هيٺ ڏجن ٿا. هي آهن اسان جي ٻوليءَ جا ڪل 52 اکر:

ا ب ٻ ڀ ت ٿ ٽ ٺ ث پ ج ڄ جھ ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ ر ڙ ز

س ش ص ض ط ظ ع غ ف ڦ ق ڪ ک گ ڳ گھ ڱ ل م ن ڻ و ھ ء ي

ان جي بجاءِ رومن رسم الخط جي اکرن جو به جائزو وٺجي. جيڪي هن ريت آهن.

A B C D E F G H I J K L M N O P Q R S T U V W X Y Z

(سنڌي ٻولي ۽ رومن اسڪرپٽ (ماهوار سهڻي – مئي 1973ع) غلام محمد ڏيپر)

## 2_اختصار واري لکائي:

انگريزي رسم الخط ۾ حرف علت موجود آهن، جن کان سواءِ ڪو به لفظ نهي نٿو سگهي، پر موجوده سنڌي رسم الخط ۾ علت جا اکر نه آهن، حرڪات آهن، جنهن ڪري اکر ڏگهو نٿو ٿئي، پر ٻين لکتن ۾ اهي ڏگها ۽ گهٽي جاءِ والارينڊڙ ٿيندا آهن. مثال طور انگريزي ۾ حرف علت آهن AEIOU موجوده سنڌيءَ ۾ اگر لفظ "ٻاڦ" لکبو ته ٽي اکر لکبا، پر حرف علت ڪري اهو لفظ انگريزي لکت ۾ ٿيندو "Baapha" يعني ڇهن اکرن سان لکبو ان ڪري اهي اکر ٽي ڀيرا وڌيڪ جاءِ والاريندا، جنهن ڪري لکائي وڌندي. ٽي ڀيرا وڌيڪ مس ۽ توانائي صرف ٿيندي، جڏهن ته سنڌيءَ جي موجوده عربي رسم الخط نهايت مختصر آهي. ٻيو ته اردو ۽ انگريزيءَ ۾ هي اکر مرڪب لکيا وڃن ٿا؛ ڀ ٻھ :Bh، ٿ ;تھ Th، ڄ Ch، ڇ Chh، ڌ Dh، ڦ پھ Ph، ک ۽ کھ Kh.)

(حزب الله سومرو روزانہ ڪاوش2006):

## 3_ سنڌي آوازن جا نعم البدل:

سنڌيءَ جي داخلي ڌماڪيدار آوازن جهڙوڪ "ٻ"، "ڏ"، "ڄ" ۽ "ڳ" ۽ زبان موڙ آوازن جهڙوڪ "ٽ"، "ڊ"، "ڙ" ۽ "ڻ" جي لاءِ انگريزي خط ۾ ڪا به

متبادل نشاني نہ آهي. جيئن جيڪڏهن Th کي ملائجي تہ تي اچار ملندا. هڪ ٽ جو ٻيو ٿ جو ۽ ٽيون ث جو. انهيءَ کان سواءِ ٻين بہ ڪيترن اکرن جا ڪي مخصوص نعم البدل نٿا ملن. جيئن تہ ض، ز، ذ ۽ ظ جي لاءِ رومن S ۽ Z ٻئي استعمال ڪري سگهجن ٿا ۽ فقط S بہ اسان کي ٽن اکرن لاءِ استعمال ڪرڻو پوندو. جهڙوڪ ص، س ۽ ث جڏهن تہ ق لاءِ ٻن اکرن ملائڻ سان بہ صحيح اکر نہ ٺهندو. جيڪڏهن Ph کي ملائجي تہ بہ ف جو اچار ٿيندو. جيڪو ساڳئي وقت F ۾ اڳي ئي موجود آهي. ساڳي ريت Dh کي ملائڻ سان ڌ جو اچار ٿيندو ۽ Jh کي ملائڻ سان جهہ جو اچار ٿيندو ۽ جيڪڏهن ڇ ۽ ڄ لاءِ ساڳين اکرن کي استعمال ڪجي تہ بہ صحيح اچار نہ ملندو. انهيءَ نموني سان وري Ch کي ملائڻ سان گهٽ ۾ گهٽ ٽي اچار ملن ٿا. هڪ "چ" ٻيو "ڇ" ۽ ٽيون "ش" ۽ ساڳئي وقت Sh کي ملائي بہ ش جو اچار حاصل ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ ريت Gh کي ملائڻ سان ڳ، گهہ ۽ غ جا اچار ملندا ۽ گ جو اچار وري بہ حاصل نہ ڪري سگهبو ۽ وري خ جو اچار حاصل ڪرڻ لاءِ اسان کي Kh جو سهارو وٺڻو پوندو. پر ٻن ٻن اکرن ملائڻ سان ڪيترن اکرن جا نعم البدل نٿا ملن. جيئن ٺ ۽ ڻ. ڪي ماهر اها صلاح ڏيندا آهن تہ ٺ لاءِ I ۽ ڻ لاءِ N کي استعمال ڪجي. پر هنن مان بہ مقصد جو پورائو صحيح ريت نٿو ٿئي.

## 4_ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ جي استعمال وارو سوال:

جيتوڻيڪ سنڌي ٻوليءَ جا ڪمپيوٽر تي اڄا سستا ۽ عام سافٽ ويئر نہ ٺهيا آهن، ان جي باوجود اڄ سنڌي زبان ڪمپيوٽر تي بهترين نموني لکجي پئي. سيئي ڪتاب ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿي رهيا آهن. سيئي اخبارون ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿي رهيون آهن ۽ انٽرنيٽ تي بہ پڙهي سگهجن پيون. موبائيل فون تي عربي خط ۾ پيغام (SMS) بہ لکي سگهجن ٿا. سوال پيدا ٿو ٿئي تہ جن ٻولين جو رومن رسم الخط نہ آهي، ڇا اهي ترقي يافتہ ٻوليون نہ آهن. اردو، فارسي، عربي ۽ ٻيون ٻوليون جديد ٽيڪنالاجيءَ ۾ بہ ترقي ڪري چڪيون آهن.

### 5_ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ ۽ ٽائيپنگ:

بنيادي رومن انگلش اسڪرپٽ جي اکرن ۾ اضافو ڪرڻ سان آواز ته ممڪن ٿي پوندا، پر پوءِ به نوان مسئلا سامهون ايندا ته هڪ ئي آواز جي هڪجهڙن لفظن کي الڳ مفهوم ڏيڻ لاءِ ڪيئن ڏار ڪجي. سنڌي ٻوليءَ ۾ مفهوم تبديل ٿيڻ جي لاءِ وڏي حساسيت موجود آهي، ايتري قدر جو زير، زبر ۽ پيش جي فرق اچڻ سان مفهوم تبديل ٿي وڃي ٿو. مثال طور ٻن اکرن جو هڪ لفظ آهي، نشانين جي فرق سان ۽ رومن ۾ ائين لکبو لفظ: سِ+رَ+سِرَ = SIRA، سِ + رُ = سِرُ SIRU، سَ + رَ = سَرَ =SARA، سُ +رُ = سُرُ =SURU، سَ +رِ = سَرِ SARI، سَ +رُ = سَرُ SARU، هي سنڌي ٻوليءَ جو ٻن اکرن وارو هڪ لفظ صرف مددگار نشانين زير، زبر ۽ پيش جي تبديلي سان ڇهن لفظن ۾ سامهون آيو آهي ۽ اڃا اسان "ءَ" جو استعمال ڪيون ته پيا لفظ ۽ انهن جون مختلف معنائون ۽ مفهوم به ٺهي ويندا.

### 6_وينجن جو سرشتو:

انجنيئر احسان احمد عرساڻي مطابق ڪارج جوڳي سنڌي رومن لپي جوڙڻ مشڪل نه پر ناممڪن آهي، اهو آئون سنڌي ٻوليءَ جون لسانياتي خاصيتون بيان ڪري ثابت ڪندس. هيٺ ڏنل خاڪو سنڌي ٻوليءَ جو وينجن سرشتو ڏيکاري ٿو جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌي ٻوليءَ جو پنج رخو وينجن سرشتو Five Dimensional Consonant System آهي.

اهو خاڪو محترم علي نواز حاجن خان جتوئي صاحب جي ڪتاب "علم اللسان ۽ سنڌي زبان" مان ورتو ويو آهي. پنجن رخن مان مراد آهي

تہ ڪجهہ وينجن وايومن "ن" جو ٻين پنجن وينجن وايومن سان تضاد آهي. مثال طور وينجن وايوم "ڊ" جو تضاد "ڌ"، "ب"، "ڊ"، "ت" ۽ "ن" سان آهي.

رومن خط جيڪو اسان وٽ انگريزي ٻوليءَ جي ڪري مقبول آهي. چويهہ نشانيون ٽيهٺ وايومن Phonemes واري سنڌي ٻوليءَ لاءِ انتهائي ناڪافي آهن. رومن خط انگريزي ٻوليءَ جون آواز واريون ضرورتون ئي پوريون نٿو ڪري. جنهن جو وينجن سرشتو تہ رخو آهي. رومن خط ۾ انگريزي ٻوليءَ جي ڪامبينيشن سان ظاهر ڪيو ويندو آهي. مثال طور "ش" جي آواز کي ظاهر ڪرڻ جو هڪ عام طريقو Sh آهي. اهي سڀ طريقا وايو ڪيات جي اصولن کان هٽيل آهن. رومن خط نشانين جي لحاظ کان ايترو شاهوڪار نہ آهي جو ان ذريعي سنڌي ٻوليءَ جو پنج رخو وينجن سرشتو لاڳو ڪري سگهجي. ان لاءِ ضروري ٿي پوندو تہ اسين رومن خط ۾ سنڌي آوازن لاءِ الڳ نشانيون متعارف ڪرايون. جيئن عربي خط اختيار ڪرڻ وقت ڪيو ويو. جيڪڏهن رومن سنڌي لپيءَ لاءِ نيون صورتون متعارف ڪرائڻيون پيون ۽ اکرن جو تعداد چويهن کان وڌايو ويو تہ رومن خط اختيار ڪرڻ بي فائدي ثابت ٿي پوندو يا نہ؟ اهڙين نين صورتن کان نہ انگريزي ڄاڻندڙ سنڌي ماڻهو واقف هوندا ۽ نہ ئي اهي صورتون ڪمپيوٽر جي انگريزي ڪي بورڊ ۾ سمائبيون.
(هاڻوڪي سنڌي الف_ب يا رومن سنڌي، انجنيئر احسان احمد عرساڻي، ماهوار ڪينجهر فيبروري 2001ع)

## (7) ڏيساور رهندڙ سنڌين جو مسئلو:

هڪڙو سوال ڪيو ويندو آهي تہ ٻاهرين ملڪن ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن جي ٻارن کي سنڌي ڪيئن پڙهائجي يا وري شهرن ۾ اردو ۽ انگريزي ميڊيم پڙهندڙ ٻارن کي عربي سنڌي الف_ب ڪيئن پڙهائجي يا سيکارجي؟ ان لاءِ رومن سنڌيءَ جي حمايت ڪئي ويندي آهي. اڪثر والدين پنهنجن ٻارن کي قرآني تعليم ضرور ڏياريندا آهن. قرآن پاڪ پڙهي ڄاڻڻ مطلب عربي رسم الخط کان پوري طرح واقف هئڻ. اهڙي طرح اردو ۽ انگريزي ميڊيم پڙهندڙ ٻارن جا والدين اگر چاهين تہ پنهنجي اولاد کي سنڌي گهر ۾ بہ پڙهائي سگهن ٿا.

2006ع ۾ راقم DJ Science College ۾ ليڪچرار هو. انهن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر گريخشاٽيءَ جي پوٽي ڪاليج گهمڻ آئي هئي، هن کي پنهنجي ڏاڏي سان وابسته ڪتابن ۽ تعليمي ادارن سان بيحد پيار هو. هن ٻڌايو ته هوءَ لنڊن ۾ رهندي آهي ۽ سنڌي سکڻ لاءِ لنڊن مان عربي زبان ۾ ڊپلوما / ڪورس ڪيو آهي ۽ هاڻي هوءَ شاهه جو رسالو يا ٻيا ڪتاب پڙهي سگهي ٿي. هتي ان ڳالهه ڪرڻ جو مقصد آهي ته عربي، اردو يا فارسي ڄاڻندڙ سنڌي آسانيءَ سان سکي سگهن ٿا.

## (1) سنڌي لوڪ ادب جو مستقبل:

مٿين سيني ڳالهين کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ اڃا به ڪيترين ئي ٻين ادبي صنفون موجود آهن، جن جي هڪ جدا ۽ پنهنجي مخصوص افاديت آهي، جن جو بيان ڪنهن ٻي رسم الخط سان ڪرڻ يا ڪنهن ٻي بدليل صورت ۾ پيش ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم آهي. جيئن ته سنڌي ادب ۾ ڪيترين ئي ڳجهارتون، پروليون، ڏٺون ۽ سينگار بيت ۽ وکر وغيره موجود آهن، جن کي پنهنجا جداگانه اچار آهن. ٻيا به ڪيترا محاورا ۽ اصطلاح آهن جيڪي پڻ سنڌيءَ تائين محدود آهن. جن جو اظهار ٻي ڪنهن به طريقي سان نامناسب ۽ ناممڪن آهي. انهيءَ کان سواءِ ٻيو به گهڻو ڪجهه موجوده سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ پاڪستان ۽ هندوستان ۾ ۽ دنيا جي ڪيترن ئي ٻين حصن ۾ موجود آهي. ڇا اهو متائي وري رومن رسم الخط ۾ مهيا ڪري سگهندا سين؟

(سنڌي ٻولي ۽ رومن اسڪريٽ، ماهوار سهڻي — مئي 1973ع، غلام محمد ڏيپر)

انجنيئر احسان احمد عرساڻيءَ پنهنجي مضمون ۾ رسم الخط لاءِ ٽي سوال اٿاريا آهن.

1_ ڇا دنيا جي ڪنهن به ٻوليءَ کي، نقصن کان پاڪ صورتخطي آهي؟

2_ ڇا دنيا جي ترقي يافته ترين ٻولي انگريزيءَ نقصن کان پاڪ صورتخطي آهي؟

3_ ڇا اردو ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ عربي رسم الخط رڪاوٽ بڻيو آهي؟

دنيا جي ڪنهن به ٻوليءَ کي ايتري ناقص ۽ غير وگيانڪ صورتخطي نه آهي جيتري انگريزي ٻوليءَ کي. پوءِ به انگريزي سڀ کان وڌيڪ ترقي يافته

ٻولي آهي. جيتوڻيڪ انگريزيءَ واري رومن خط جي خامين تي ڪيترن ئي ٻولين جي ماهرن لکيو آهي ۽ ان کي بد ترين پڻ ڪوٺيو آهي، پر ڪنهن به ان ۾ تبديلين جي پٺڀرائي نہ ڪئي آهي. ٻولين جي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿيندو تہ ڪنهن بہ ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ ان جي صورتخطي رڪاوٽ نہ بڻبي آهي. اهڙيون ڳالهيون دراصل اهي ماڻهو ڪري رهيا آهن، جن کي ٻوليءَ جي مسئلن ۽ لسانياتي خاصيتن متعلق ڪو علم ناهي، توڻي صورتخطيءَ ۾ ڪيتريون ئي اوڻايون ڇو نہ هجن پر ٻوليءَ جو ماهر ڪنهن بہ حالت ۾ صورتخطي بدلائڻ جي صلاح نہ ڏيندو. ( هاڻوڪي سنڌي الف_ب يا رومن سنڌي، انجنيئر احسان احمد عرساڻي، ماهوار ڪينجهر فيبروري 2001ع)

ان جي برعڪس بدر ابڙي صاحب جو خيال آهي تہ ڪجهہ وقت اڳ سنڌ جي دانشورن هڪ وڏي مهم هلائي هئي تہ سنڌي ٻولي، انگريزي اسڪرپٽ ۾ لکجي. گهڻن نوجوانن تہ رومن اسڪرپٽ ۾ لکڻ جو سلسلو شروع بہ ڪري ڇڏيو، پر جيئن تہ ان لاءِ ڪي معيار مقرر نہ هئا ۽ انگريزي رسم الخط اسان جون ضرورتون پوريون ڪرڻ کان قاصر آهي، ان ڪري بهتريءَ بدران مونجهارن جنم ورتو. اسان جي محترم استاد حليم بروهي صاحب تہ ان سلسلي ۾ هڪ ڪـ ـــ بہ شايع ڪرائي ڇڏيو. هي سڀ ڪوششون نيڪ نيتيءَ تي ٻڌل هيون. ان ڪري اهي سڀ صاحب جس لهڻن، پر آئون ذاتي طور تي سنڌي تحرير کي رومنائڻ (Romanize) جو حامي ڪونہ آهيان، پر سمجهان ٿو تہ اسان کي بين الاقوامي الف_ب مان پورو پورو فائدو وٺڻ گهرجي.

(سنڌي ٻوليءَ لاءِ بين الاقوامي صوتياتي الف_ب، افيئر نومبر 15، 2008ع، بدر ابڙو)



باب ارڙهون

# موجوده دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ رسم الخط کي درپيش مسئلا

**مسئلن جي نشاندهي:**

ايڪيهين صديءَ جو انسان چنڊ کان ٻه اڳتي مريخ تي قدم تائين وڌيو آهي. سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ڪرامتي ايجادن دنيا کي هڪ ڳوٺ (Global Village) بڻائي ڇڏيو آهي. دنيا جون تهذيبون ۽ ثقافتون هڪ ٻئي جي ويجهو اچي رهيون آهن. فاصلا گهٽجي رهيا آهن. ٻوليون هڪ ٻئي جو اثر قبول ڪري رهيون آهن. نوان نوان، سائنسي ۽ غير سائنسي لفظ هڪ ٻئي ۾ ضم ٿي رهيا آهن. قديم آثارن جي کوٽائيءَ مان نيون تهذيبون ظاهر ٿيون آهن. مصر جي مميز (Mummies) کان ويندي موهن جي دڙي جي مورتين تائين تاريخ جي اڀياس نوان رخ ڏنا آهن. پر اسان وٽ جمود آهي. اسان وٽ تحقيق اپرندي ضرور آهي، پر اسري نه سگهندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو سر جان مارشل کان وٺي اڄ تائين موهن جي دڙي جي لکت پڙهجي نه سگهي آهي. جينوٽيڪ ڪيترن ئي ڏيهي ۽ پرڏيهي عالمن پئي ڪوشش ڪئي آهي. شايد اڃا تائين منظم نموني ڪوشش نه ٿي هجي. اڄ ادارا به آهن، ٻوليءَ جاٽنڊڙ به آهن. ٻوليءَ جي سکيا لاءِ ليبارٽريون به قائم آهن. تحقيق لاءِ ڪمپيوٽر به آهن. پر اڃا سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد بابت به صحيح نموني تحقيق نه ٿي آهي.

سنڌي رسم الخط جي ابتدا بابت به ڪيترائي مفروضا ۽ اندازا موجود آهن. جن جي آڌار تي سنڌي رسم الخط جي تاريخ جي پرپور جاڻ نه ٿي ملي. ڏاريا آيا سالن تائين عربي- فارسي ٻوليون مسلط ڪندا رهيا، پنهنجا آيا تڏهن به پنهنجي ٻوليءَ کي رياستي ٻولي بڻائي نه سگهيا. اڄ اسان ان ڳالهه تي فخر

محسوس ڪندا هئاسين ته سنڌي ٻوليءَ ڌارين/ پاڙيسري ٻولين جا ڪيترائي لفظ پاڻ ۾ جذب ڪيا آهن ۽ پنهنجو وجود به برقرار رکيو آهي. اڄ پاڙيسري ٻولين اسان جي گهر ۾ گهڙي اسان جي ٻوليءَ جي مستقبل لاءِ ڳڻتي پيدا ڪري ڇڏي آهي. خاص طور تي لکت واري ٻولي (Written Language) گهٽجي رهي آهي. سنڌيءَ ۾ لکجندڙ عربي انگ (Numbers) تقريباً ختم ٿي چڪا آهن. اڄ اسان سنڌي ميڊيم اسڪولن جي ڳالھ ته ڪري رهيا آهيون. سنڌي نصاب کي پهرين درجي کان يونيورسٽيءَ تائين نافذ ڪرڻ جي ڳالھ ڪري رهيا آهيون، پر جديد ٽيڪنالاجي، جهڙوڪ موبائيل فون ۽ انٽرنيٽ لاءِ اسان ٻوليءَ جي فروغ يا موجوده الف-ب ۾ تبديليءَ جي ضرورت تي ڌيان نه ڏنو آهي. ڪجھ سال اڳ جڏهن اِجا انٽرنيٽ، گوگل سرچ يا موبائيل فون جو استعمال ملڪ جي هر خطي ۾ عام نه ٿيو هو، تڏهن ڪجھ دور انديش عالمن ٻوليءَ کي جديد ٽيڪنالاجيءَ جي چئلينجز کي منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجون تجويزون ڏنيون هيون، جن تي اڄ سوڏو طنز ۽ تنقيد ته ٿيندي پئي اچي، پر ان معاملي تي سنجيدگي سان سوچيو نه ٿو وڃي.

موجوده دؤر، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو دؤر آهي، انفرميشن ٽيڪنالاجيءَ جو دؤر آهي، هن جدت مان فائدو وٺي، دنيا کي پنهنجي علم و ادب ۽ صوفي بزرگن جي پيغام رسائڻ جو دؤر آهي. اڄ اسان وٽ اردو "گوگل" هلي رهيو آهي، اردو ۾ بيشمار علم و ادب ۽ تفريح جون ويب سائيٽون کلي پيون ٿيون. پر سنڌي اسڪرپٽ سان سمورا اکر لفظ نه ته عربي رسم الخط ۾ آسانيءَ سان هر عام و خاص لکي سگهي ٿو نه وري رومن اسڪرپٽ يا بين الاقوامي صوتيات ۾ لکڻ ۾ ان جي گنجائش آهي. جيستائين ان کي ڪو معياري روپ نه ڏنو وڃي.

شهرن ۾ سنڌي ميڊيم اسڪول بند ٿي رهيا آهن. سنڌي ماڻهو پنهنجي ٻارن کي اردو ۽ انگريزي ميڊيم اسڪولن ۾ پڙهائڻ کي ترجيح ڏين ٿا. ڳوٺن ۾ تعليم جو معيار ڏينهون ڏينهن گهٽجي رهيو آهي، جنهن سان سنڌي لکڻ جو رواج گهٽ ٿي رهيو آهي.

ڊاڪٽر غلام علي الانا مهراڻ (1ــ 2 /1992) ۾ لکي ٿو تہ: موجوده وقت سنڌي زبان کي جن مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو آهي، اهي هي آهن:

(i) سنڌي پرائمري اسڪولن جو خاتمو: سنڌ جي وڏن شهرن جهڙوڪ ڪراچي ۽ حيدرآباد مان سنڌي زبان جا ابتدائي اسڪول يعني پرائمري اسڪول ڪنهن سازش تحت سلسليوار هڪ ٻي پٺيان بند ڪيا ويا آهن. ان ڪري ڪراچي، حيدرآباد ۽ سنڌ جي ٻين ڪن وڏن شهرن جي جن جن علائقن ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جي آبادي آهي، انهن علائقن ۾ آهستي آهستي سنڌي پرائمري اسڪول بند ڪيا ويا ۽ بند ڪيا پيا وڃن. جيئن سنڌي ڳالهائيندڙ ٻار مجبوراً سنڌي زبان نہ پڙهن.

(ii) هن ڏس ۾ اسان پنهنجا دشمن پاڻ بہ بڻيا آهيون: ڪراچي، حيدرآباد، ميرپور خاص بلڪ سکر ۾ ڪيترائي اهڙا سنڌي خاندان آهن، جن پنهنجي ٻارن کي سنڌي پڙهائڻ تہ ڇڏيو، پر انهن سان پنهنجن گهرن اندر سنڌي ڳالهائڻ بہ ڇڏي ڏني آهي. انهن ۾ ڪيترائي وڏيرا، وڏا خانداني ماڻهو ڪامورا، واپاري ۽ نام نهاد قوم پرست پڻ شامل آهن.

(iii) سنڌي زبان ۾ چڱا بنيادي، معلوماتي ۽ فني (Technical) نوعيت جا ڪتاب موجود ناهن ۽ نہ وري اهڙي قسم جو مواد موجود آهي. ان ڪري اسان جو سمجهدار طبقو اردوءَ ۾ اهڙي مواد جي تلاش ڪري خريد ڪري ٿو. اهو عمل سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ وڏو نقصان ڪار ثابت ٿيندو.

تعليمي تباهيءَ ۾ سڀ کان پهرين رنڊڪ جاگيرداري نظام آهي، جنهن اسان جي تعليم کي وڌڻ نہ ڏنو. ڪيترن ئي اسڪولن تي اڄ بہ وڏيرن جا قبضا آهن ۽ هي سندن اوطاقون ۽ ياندا بڻيا پيا آهن. جاگيرداري نظام سنڌي عورت کي پڻ تعليم کان روڪيو آهي، اڄ سرڪاري سطح تي ٻارن کي مفت ۾ ڪتاب بہ ڏنا وڃن ٿا، وظيفا ملي رهيا آهن. يونيفارم جو شرط بہ ختم ٿي ويو آهي، پر پوءِ بہ اسڪولن ۾ داخلا جو نمبر نٿو وڌي. ڇوڪرين جي داخلا جي شرح ڳوٺن ۾ ٻنهہ ڪري رهي آهي. اهي مٿيون سڀ ڳالهيون پوري تحقيق سان ماهر پيش ڪري چڪا آهن. هاڻي جنهن صورت ۾ اسڪولن جا فنڊ ڦٻائي ۽ مفت

ڪتاب گم ڪري فقط ڪاغذي ڪارروائي پوري ڪئي ويندي، سنڌي اسڪول پاڻدا ۽ اوطاقون يا مال جا واڙا بڻيل هوندا. سياسي بنيادن تي نالائق ۽ گوسڙو استاد ڀرتي ڪيا ويندا. اسڪولن ۾ پڙهائيءَ جو معيار سٺو نہ هوندو. پڙهندڙ شاگردن جي شرح گهٽ هوندي، پڙهائيندڙ استاد گهٽ هوندا. يا اسڪول بند هوندا تہ پوءِ سنڌي رسم الخط ڪيئن ترقي ڪندو؟

دنيا جي سڌريل ملڪن ۾ نيون نيون ايجادون ٿي رهيون آهن. انهن ايجادن تي ڪتاب لکجي رهيا آهن. انهن ايجادن جا سائنسي نالا رکيا پيا وڃن. پر اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ سائنسي علوم تي ريسرچ تہ پري جي ڳالهہ رڳو سائنس تي لکيل ڪتابن جي ترجمن ۽ ڊڪشنرين جي سخت کوٽ محسوس ٿئي ٿي. اسان جي يونيورسٽين جا پروفيسر، جن مان ڪيترائي ڊاڪٽريٽ بہ ڪري ويٺا آهن ۽ پنهنجي مضمونن ۾ مهارت بہ رکن ٿا، پر سنڌي زبان ۾ ڪتاب ۽ مضمون لکڻ لاءِ تيار نہ آهن. ان ڏس ۾ علامہ آءِ آءِ قاضيءَ فرمايو هو تہ "سنڌي زبان جي بقا جو هڪ موثر طريقو هي آهي تہ سنڌين ۾ قوت فڪر پيدا ٿئي. جيئن جيئن نئين خيال ۽ نئين معنيٰ کي سُنڌي زبان ۾ قلمبند ڪبو، تيئن زبان ۽ ان جي بقا جو سوال پاڻهي حل ٿي سگهندو." محترم مراد علي مرزا، 1982ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ هڪ سيمينار ۾ پڙهيل مقالي ۾ حاضرين جي توجهہ ڇڪائيندي فرمايو هو تہ:

"سنڌي زبان ۾ سائنسي علمن تي ڪو ڪم نہ ٿيو آهي، جيڪڏهن اسان جي عالمن،استادن، ليڪڪن جديد فني علمن جهڙوڪ انجنيئرنگ، اليڪٽرانڪس، ڪمپيوٽر، علم طبعي، علم ڪيميا، علم ارضيات، علم حياتيات، علم طب، ميڊيڪل سائنس ۽ هيلٿ سائنس جهڙن علمن تي مواد پيش نہ ڪيو تہ سنڌي زبان اڳتي وڌي نہ سگهندي. ۽ اسان فقط شاعري ۽ افسانوي ادب تي لکيل چند ڪتابن کي زبان جي ترقي سمجهي خوش فهميءَ ۾ رهجي ويندا سين."

**مسئلن جا حل:**

انهن سڀني مسئلن کي گهٽائڻ لاءِ هيٺيون گذارشون عرض ڪجن ٿيون:

(1)**تعليمي معيار کي بهتر ڪرڻ:**

سنڌ جي عوام کي هن وقت تعليم جي اهميت کي سمجهڻ گهرجي ۽ ان جي معيار کي مٿاهون ڪرڻ لاءِ پتوڙڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ سرڪار، استاد، والدين ۽ عام شهري ۽ شاگرد، سماجي ۽ سياسي تنظيمون برابر جا ذميوار آهن. استاد، والدين، چڱا مڙس، سرڪاري ادارا، غير سرڪاري ادارا، سيني کي گڏجي سنڌي تعليمي معيار کي سڌارڻ لاءِ ڪم ڪرڻو پوندو. سرڪاري اسڪولن ۽ خانگي اسڪولن ۾ سنڌي مضمون پڙهائڻ کي يقيني بڻايو وڃي. مادري ٻوليءَ ۾ تعليم سڀ کان وڌيڪ اثرائتي هجڻ سبب سيني اسڪولن ۾ نصاب بہ ساڳيو هئڻ گهرجي. خاص طور تي سنڌي استاد هن ڏس ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا. اسڪولن ۾ پڙهائيءَ تي توجهہ ڏجي، استاد اهڙا مقرر ڪجن جن کي پنهنجي مادري ٻوليءَ جي ڄاڻ هجي ۽ ساڳئي وقت اهي سنڌي ٻولي، سنڌ، ملڪ ۽ سنڌي قوم جي ترقي ۽ سڌاري جي جذبي سان سرشار هجن.

(2)**رسم الخط ۾ اصلاح:**

حقيقت ۾ دنيا جي ڪنهن بہ ٻوليءَ جي رسم الخط ڪامل ناهي هوندي. هر رسم الخط ۾ جتي ڪي خوبيون هونديون آهن اتي بيشمار خاميون بہ هونديون آهن. هونءَ بہ سائنس جي ترقي ۽ روزمره جي استعمال ۾ ايندڙ شين جي واڌاري سبب نوان نوان لفظ جڙندا رهندا آهن. اهڙي طرح ٻين ٻولين جا بہ نوان نوان لفظ شامل ٿيندا رهندا آهن. اهڙي صورت ۾ رسم الخط ۾ واڌارا ۽ سڌارا ممڪن هوندا آهن، انهيءَ ۾ عجب جي ڪا ڳالهہ نہ هوندي آهي.

اسان جي سنڌي رسم الخط، جيڪا اڄ کان 158سال اڳ برطانوي سرڪار طرفان جوڙائي وئي، ان کي يقيني طور تي ڪامل نٿو چئي سگهجي. ان ۾ سڄي دنيا جي علمن کي لکڻ ۽ پڙهڻ جي صلاحيت موجود آهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اسان ڪيترن ئي علمن جي ڪوڙ سارين شاخن جا ڪتاب هن رسم الخط ۾ اڃا تائين لکيا ئي ناهن. اسان ڏينهن رات پنهنجي ٻوليءَ جي رسم الخط جي لکڻ ۽ پڙهڻ جي معيار کي گهٽائي رهيا آهيون.

اسان جي عربي_سنڌي رسم الخط ڪنهن به طرح سان سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ بڻيل نه آهي.

مطلب ته عربي_ سنڌي اسڪرپٽ ۾ خاميون به موجود هونديون ۽ ان ۾ سڌارا به ممڪن آهن. عربن پنهنجي رسم الخط جي استعمال لاءِ عاليشان قاعدا ۽ قانون ترتيب ڏنا آهن. جيڪي عرب توڙي عجم ۾ پڙهايا ويندا آهن. عربن پنهنجي اسڪرپٽ ۾ "و" ۽ "ف" مٿان ٽي ٽبڪا ڏئي نوان صوتيا "و"، "ق" ٺاهيا آهن. اهڙي طرح فارسي زبان جي اسڪرپٽ ۾ پڻ ڪيترائي مسئلا موجود آهن. مثال طور لکبو آهي "خود" پڙهبو آهي "خد". لکبو آهي "خواب" پڙهبو آهي "خاب" وغيره وغيره.

دنيا جي مشهور زبان انگريزي، جيڪا بين الاقوامي زبان جو درجو حاصل ڪري چڪي آهي، ان جي اسڪرپٽ ۾ بيشمار مسئلا آهن.مثال طور ساڳيو حرف مختلف ۽ منجهائيندڙ آواز ڪڍي ٿو:

| | |
|---|---|
| C= Cat | ڪيٽ |
| C= Chair | چيئر |
| G= Girl | گرل |
| G=Geography | جاگرافي |
| K=Kite | ڪائيٽ |
| K= Knife | نائيف |
| H=Horse | هارس |
| H=Honour | آنر |

اهڙي طرح انگريزيءَ ۾ Put (پٽ) ۽ But (بَٽ) جهڙا اچار به مختلف آهن. اهڙي طرح ڪيترائي اکر حذف به ڪيا ويندا آهن. مثال طور : Talk (ٽاڪ)، Walk (واڪ) وغيره وغيره "ڪ" جو اچار "C"، "K"، "Q"، "Ch" سان نڪرندو آهي. اهڙي طرح ٻيا هزارين مسئلا ملندا. آمريڪن پنهنجو اسڪرپٽ سولو ڪرڻ لاءِ ڪيترائي سڌارا ڪيا آهن ۽ حذف ٿيندڙ اکر ختم ڪري ڇڏيا آهن.

اردو رسم الخط ۾ مختلف دؤرن ۾ ڪيترائي دفعا اڪرن ۾ ڦير ڦارثي آهي. جي ٽي پٽلش جي ڊڪشنري ڏسڻ گهرجي، جنهن ۾ "ٿ" ۽ "ڙ" تي چار چار نقطا ڏنل آهن. انهن حرفن تي اهي چار نقطا 19هين صديءَ جي آخر ۽ 20 صديءَ جي پهرين ٻن ٽن ڏهاڪن تائين جاري رهيا. باباءِ اردو مولوي عبدالحق محسوس ڪيو ته نستعليق خط لاءِ چئن ٽبڪن جو اهو طريقو سنو ثابت نه ٿيندو ان لاءِ هن پنهنجي جامع انگريزي اردو ڊڪشنريءَ ۾ چئن ٽبڪن بجاءِ ٻه ٽبڪا ڏئي مٿان هلڪي ليڪ تي ڏني.

Abate, v.t. & i. : (۱) گھٹانا؛ گھٹنا؛ کم کرنا - (۲) رفع کرنا یا مطرت کرنا - (۳) کند کرنا؛ کھٹا کرنا - (۴) گھٹانا؛ کم کرنا؛ تخفیف کرنا (قیمت کا)؛ نرخ کم کرنا؛ بھاؤ مندا کرنا - (۵) کم کرنا؛ دھیما کرنا؛ روکنا؛ تھامنا؛ مدھم کرنا (غصے یا شدت کا) - (۶) کمزور کرنا؛ قوت یا زور گھٹا دینا - (۷) بیٹھا کر دینا؛ وضع کرنا؛ پھروتی؛ مجرا دینا - (۸) اترنا؛ کم ہونا؛ زور ٹوٹنا (سیلاب یا ہوا وغیرہ کا) - (۹) (قانون) منسوخ یا خارج ... (کسی تحریر، دستاویز یا کارروائی کا)۔

(۴) متصادم؛ ٹکراتے ہوئے جیسے : ran a. a rock - (۵) مقابل؛ آمنے سامنے - (۶) (متروک) (بطور ماسبقہ) اثنے میں؛ اس اثنا میں۔

Aged, a. : (۱) بوڑھا؛ سن رسیدہ؛ معمر؛ کہن سال؛ کبیر سن - (۲) مخصوص عمر کی مدت ظاہر کرنے کے لیے جیسے تیرہ برس کا ( a. thirteen ) -

agedness, n. : بڑھاپا؛ پیری؛ پیرانہ سالی؛ کہن سالی۔

Agglomerate, v.t. & i. : اکٹھا کرنا؛ یک جا کرنا؛ ڈھیر ہو جانا یا بن جانا؛ مجتمع ہونا -

Agglomerate, a. & n. : (۱) ڈھیری؛ ڈھیر؛ تودا - (۲) سر بستہ ...

اڳتي هلي هن پنهنجي ساٿين سان صلاح مصلحت ڪري فارسي واري "ط" رکڻ شروع ڪئي. ان سان گڏ هن سوين صفحن تي مشتمل اردو لاءِ املا جا قاعدا جوڙيا، جن تي عمل ٿي رهيو آهي. ابتدائي مرحلي ۾ اردو طبقي ٻوليءَ جي صحيح تحرير لاءِ خوشخط تيار ڪرايا.

اسان اڳ ۾ ذڪر ڪري آيا آهيون ته رسم الخط ۾ واڌارا ۽ سڌارا ڪرڻ ۾ ڪو به حرج نه هوندو آهي، اسان جي سنڌي رسم الخط ۾ وقت به وقت سڌارا ٿيا به آهن ۽ هينئر به سڌارن جي ضرورت موجود آهي. حرفن جي نقطن،

هجي ۾ تبديلي ممڪن آهي. جيتوڻيڪ 1853ع ۾ سرڪاري طور الف_ب مقرر ٿي چڪي هئي، سنڌي رسم الخط جي پهرين پٽي هارون لوهار جي پريس مان شايع ٿي هئي، جنهن ۾ هڪ به تبديليون نظر آيون هيون. جنهن تي ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ سخت تنقيد ڪئي هئي. مسٽر ايلس ڪيس جواب ۾ چيو هو ته سمجهه ۾ ائين ٿو اچي ته ڊاڪٽر ٽرمپ سنڌي الف_ب لاءِ هارون لوهار واري رسم الخط کي بنياد بڻايو آهي. ان جي باوجود اکرن جون ڪيتريون صورتون منهنجي نظر مان نڪتل ڪتابن ۾ ڏنل ڪونه آهن. ان کان پوءِ به ڊاڪٽر ٽرمپ پنهنجي شهر ليزگ ۾ فائونڊري ليٽر پريس مان سنڌي نوان لفظ جوڙايا. جيتوڻيڪ سرڪار رسالي جي ڇپائيءَ لاءِ فنڊ ڪيس فراهم ڪيا هئا. پر ڊاڪٽر صاحب 1856ع ۾ به انهن حڪمن جي پرواهه نه ڪئي ۽ مختلف اسڪريٽ جوڙي ان ۾ رسالو شايع ڪرايائين. ان لاءِ وٽس دليل اهو هو ته شاهه سائينءَ جو پيغام اهڙي لپيءَ ۾ رکجي جيئن پوري هندوستان جا ماڻهو پڙهي سگهن.

ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جي ترتيب ڏنل سنڌي رسم الخط ۾ هن سرڳ ۽ وسرڳ جو ڏيندڙ آواز هڪبئي جي پر ۾ رکڻ بدران ڌار ڌار ڪري لکيا، انهن کي گهٽو ڪري مخرجن جي بنياد تي رکيو ويو جيئن ب،ٻ، پ ۽ ڀ آوازن جو مخرج Point of articulation ٻئي چپ آهن، تنهن ڪري انهن کي هڪبئي جي پر ۾ رکيو ويو، پر هي ترتيب به گهڻو وقت نه هلي سگهي.

سن 1888ع ۾ سنڌ ايڊيوڪيشن انسپيڪٽر جان جيڪب سنڌي درسي ڪتابن ۾ جڏهن ساڳيا لفظ جدا جدا هجيئن ۾ لکيل ڏٺا، تڏهن هن انهيءَ مسئلي تي عالمن جي ميٽنگ رکي، اهڙن لفظن جي هجي مقرر ڪرائي. پوءِ اهڙن لفظن جا چارٽ تيار ڪرائي سيني اسڪولن ڏانهن موڪليا ويا ۽ پاڙهيندڙن کي هدايت ڏني وئي ته ٻارن کي درست هجيئون لکڻ سيکارين.

انهيءَ حقيقت طرف سن 1879ع ۾ مرزا صادق علي بيگ، ۽ اڌارام ٿانورداس پڻ ڌيان ڇڪايو هو. هنن ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي سنڌي_انگريزي ڊڪشنريءَ کي آڌار بڻايو. (جيڪا ديوناگري_سنڌي لپيءَ ۾ هئي ۽ بمبئي سرڪار 1855ع ۾ ڇپائي ظاهر ڪئي هئي.) انهيءَ کي سڌاري وڌائي هنن وڏي

سنڌي- انگريزي ڊڪشنري تيار ڪئي، جيڪا سن 1879ع ۾ سرڪار، تعليم کاتي طرفان ڪراچيءَ مان ڇپائي پڌري ڪئي. انهيءَ ۾ سرڪاري طور تسليم ٿيل ۽ نئين سر مقرر ڪيل عربي- سنڌي آئيوٽا ۾ سنڌي لفظن جون هجيئون لکيل آهن.

بمبئي پريزيڊنسيءَ جي تعليم کاتي مسٽر ڪاورنٽن جي زير صدارت، هن صديءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ "ٽيڪسٽ بوڪ رويزن ڪاميٽي" مقرر ڪئي، جنهن جو مقصد هو ته سيکارڻ لاءِ جيڪي درسي ڪتاب هلندڙ آهن، انهن تي نظر ثاني ڪري، ضروري سڌارا ۽ واڌارا ڪيا وڃن. ان بعد نوان درسي ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪجن. انهيءَ سلسلي ۾ سنڌي ٻوليءَ جي درسي ڪتابن لاءِ سنڌ مان تعليم کاتي جو هڪ عالم ديوان پريمچند بمبئي ويو. هن ٻين سنڌي ٻوليءَ جي ماهرن ۽ تعليمدانن جهڙوڪ مرزا قليچ بيگ، ديوان ڪوڙو مل کلناڻيءَ ۽ پيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ جي مدد ۽ صلاح سان نوان سبق لکائي تيار ڪيا. انهن ۾ هن لفظن جي هجي تي ٻه گهٽو ڏيان ڏنو ۽ زيرن، زبرن ڏيڻ جو هڪ مقرر سرشتو عمل ۾ آندو. انهيءَ مطابق نوان سڌاريل سنڌي درسي ڪتاب سال 1905ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا ويا، جيڪي پنجتيهه کن سال لڳاتار هلندا رهيا.

اپريل 1936ع ۾ سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان جدا ڪري الڳ صوبو بڻايو ويو. سن 1938ع ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو سنڌ جي تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن مقرر ٿيو. هو سنڌيءَ سان گڏ عربي فارسي ۽ انگريزيءَ جو وڏو عالم هو. هن جڏهن ڏٺو ته سنڌي درسي ڪتابن ۾ اي ۽ او سرن جي اچارن ۾ "ي" هيٺان زير ۽ "و" مٿان پيش لڳايو ويو آهي ته اها ڳالهه کيس نه وڻي، هن سال 1940ع جي شروعات ڌاري ٻاراڻي درجي کان وٺي چوٿين درجي تائين مقرر ٿيل سنڌي درسي ڪتاب نئين سر ڇپائي پڌرا ڪيا. انهن ۾ دائود پوٽي صاحب عربي فارسي هجي جي قاعدي موجب سنڌي لفظن ۾ سڌارا ڪري "اي" ۽ "او" جي سرن جي لکڻ ۾ ڦير ڦار ڪري ماترائن ڏيڻ وارو عربي فارسي سرشتو عمل ۾ آندو.

آزاديءَ کان پوءِ سنڌي رسم الخط جا نوان نوان مسئلا سامهون آيا آهن، جن اڳتي هلي رومن_انگريزي رسم الخط جي خيال کي بہ جنم ڏنو. اسان وٽ اڄ ڪيترائي سنڌي ٻوليءَ جا ڄاڻو آهن، انهن مان ڪي هندوستان ۾ ۽ ڪي سنڌ ۾ رهن ٿا. اڄ سنڌي ٻوليءَ جي نالي سان ادارا بہ قائم آهن. پر سنڌي رسم الخط کي اڄ بہ ڪيترائي مسئلا درپيش آهن. ڪي عالم سنڌي رسم الخط ۾ سڌارن جا مخالف آهن تہ ڪي وري حمايتي. پر وقت ۽ ضرورت آهر صورتخطيءَ ۾ ڪي سڌارا ضرور ڪجن.

سال 1960ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايل جامع سنڌي لغات جلد اول ۾ الف_ب جي پٽيءَ ۾ ڦيرڦار ڪئي وئي، "ق" کي "پ" جي پر مان هٽائي "ف" جي پر ۾ رکيو ويو. ان لاءِ هي دليل ڏنو ويو تہ "ڦ" ۽ "ق" جي شڪل هڪجهڙي آهي، تنهنڪري ٻنهي کي گڏ رکيو ويو آهي:

ا،ب،ٻ،ڀ،ت،ٿ،ٽ،ٺ،ث،پ،ج،ڄ،جھ،ڃ،چ،ڇ،ح،خ،د،ڌ،ڏ،ڊ،ڍ،ذ،ر،ڙ،ز،س، ش،ص،ض،ط،ظ،ع،غ،ف،ڦ،ق،ڪ،ک،گ،ڳ،گھ،ڱ،ل،م،ن،ڻ،و،ھ،ء،ي

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرمينيءَ واري زماني ۾ سنڌي صورتخطيءَ ۾ سڌارا متعارف ڪرايا. هن سنڌيءَ جي مختلف علائقن ۾ مروج آوازن کي معياري صورتخطيءَ ۾ آڻڻ چاهيو. ڊاڪٽر صاحب اداري طرفان ڇپجندڙ ڪتابن ۽ شاهہ جي رسالي ۾ "ڊر" ۽ "ٽر" جا اضافي اکر آندا. پر نون سڌارن جي سخت مخالفت ڪئي وئي. ڊاڪٽر بلوچ سنڌي ٻوليءَ ۾ سڌارا آڻڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ورتيون. سڄي سنڌ ۾ جدا جدا محاورن جي خصوصيتن بابت جدا جدا تعلقن ۾ سيمينار ۽ ڪانفرنسون ڪوٺايون ۽ جدا جدا محاورن بابت ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا.

جيتوڻيڪ موجوده صورتخطيءَ ۾ تبديلي، اضافا ۽ سڌارا ڪرڻ ضروري ٿي پيو آهي، پر اهڙي تبديليءَ جي سخت مخالفت ٿي سگهي ٿي. ان جي باوجود موجوده دؤر جي چئلينجن، مسئلن ۽ تعليمي معيار کي ڏسندي ٻوليءَ جي سڌارن بابت وڏا ۽ ڏکيا فيصلا ڪرڻا پوندا. سنڌي لئنگئيج اٿارٽي ان سلسلي ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي. ان ڏس ۾ هڪ ڪاميٽي ٺاهجي،

جنهن ۾ نالي وارا ماهر لسانيات، سنڌي الف ـ ب ۾ ڊاڪٽريٽ ڪندڙ محقق، پراڻا نالي وارا سنڌي استاد، ميڊيا سان واسطو رکندڙ ماڻهو وغيره شامل هجن. هو سيني مسئلن کي جاچين. انهن سيني مسئلن کي زير بحث آڻي، نوان حرف جوڙي ۽ غير ضروري حرف ۽ نقطا ختم ڪري، اهڙي طرح هجي جا قاعدا ۽ گرامر جا اصول پڻ ٺاهيا وڃن. اهو سمورو ڪم سرڪاري سرپرستيءَ ۾ هئڻ گهرجي.

**(3) جديد ٽيلي ڪميونيڪيشن جو عام استعمال:**

اسان کي خبر آهي ته هي جديد دؤر آهي، سڄي دنيا جا مسئلا هن رستي ڏسي ۽ ڏي سگهجن ٿا. سنڌي زبان ۾ ٽي وي چينل شروع ٿيا آهن ۽ اجا به گهڻي ضرورت باقي آهي، پر انهن تي صرف معياري پروگرام نشر ڪرڻ گهرجن، جن سان سنڌ جي تاريخي ۽ ثقافتي ورثي کي سڄي دنيا ۾ متعارف ڪرائي سگهجي. ڪمپيوٽر جي تعليم سنڌي زبان ۾ عام ٿيڻ سان سنڌي زبان ۾ تمام گهڻي ترقي ٿي سگهي ٿي. سنڌي زبان جي استعمال لاءِ سولا ۽ سستا سافٽ ويئر ٺهرائڻ جي ضرورت آهي، جيئن اردوءَ ۾ هلي رهيا آهن. سرڪاري سطح تي ان سلسلي ۾ ڪم ٿيڻ گهرجي. پبلشرن کي گهڻو مواد ڇاپي ڪمائڻ جي بجاءِ قومي ٻوليءَ جي صحت ۽ درستگيءَ ڏانهن به توجهه ڏيڻ گهرجي.

**(4) سائنس ۽ ٻين علوم جي ڪتابن جي کوٽ ختم ڪرڻ:**

اسان جي سنڌي ٻوليءَ ۾ سائنسي، جاگرافيائي ۽ ٻين علمن جي ڪتابن جي سخت کوٽ آهي، اسان جا پروفيسر ماهر وغيره جيڪي هن سلسلي ۾ مهارت رکن ٿا، انهن کي گهرجي ته سنڌي زبان ۾ فني ۽ سائنسي علمن جون لغتون ۽ فرهنگون تيار ڪن، جن ۾ سائنسي لفظن لاءِ مناسب متبادل سنڌي لفظ جڙيل هجن. مثال طور:

1ـ هيٺين سائنسي علمن جون لغتون ۽ فرهنگ تيار ڪرائجن:

فزڪس، ڪيمسٽري، بايولاجي، فزيالاجي، فارميسي، فريش واٽر بايولاجي، باٽني، انجنيئرنگ، هيلٿ سائنس، عمارت سازي، رياضي، شماريات، ايسٽرانامي، ارضيات، ڪمپيوٽر سائنس، جاگرافي وغيره وغيره.

(ii) هيئين سماجي علمن جون لغتون ۽ فرهنگون تيار ڪرائجن:

سياسيات، اقتصاديات، سماجيات، ابلاغ عامہ، لائبرري ۽ انفرميشن سائنسز، فلاسافي، نفسيات، علمہ و ادب، لسانيات، آرڪيالاجي، علمہ الانسان ۽ فائن آرٽس وغيره.

(iii) **قانون جي ڪتابن جا ترجما ۽ لغتون:**

سنڌي زبان ۾ قانون جي ڪتابن جي انتهائي کوٽ آهي، جنهن سان عامہ ماڻهو کي قانوني قاعدن جي بہ خبر نٿي پوي. اهڙا ڪتاب ۽ لغتون سنڌي زبان ۾ عامہ هئڻ گهرجي.

(5) **ادب ۾ ترجمن ۽ ادارن جي ضرورت کي پورو ڪرڻ:**

سنڌي زبان ۾ شاعري ۽ افسانی تہ تمامہ گهڻو لکيو ويو آهي، پر ناول ۽ ڊرامي وغيره گهٽ ترقي ڪئي آهي. ان کان علاوه سنڌي زبان جي ادب ۾ ترجمي جي سخت کوٽ محسوس ٿئي ٿي. جيتوڻيڪ انگريزن جي دؤر ۾ اهو رجحان عروج تي پهتل هو پر هاڻي گهٽجي ويو آهي. سنڌ ۾ اهڙن ادارن جي تمامہ گهڻي کوٽ آهي، جيڪي نون ليکڪن جا ڪتاب ڇپائي سگهن.

(6) **ملڪي سطح جون ڪوششون:**

(i) هر صوبي جي ٻوليءَ کي اتان جي قومي ٻوليءَ وارو درجو هئڻ گهرجي ۽ انهن کي علائقائي ٻولي قرار نہ ڏنو وڃي. ملڪي سطح تي ٻولين جي ترقيءَ لاءِ خاص اپاءَ ورتا وڃن.

(ii) وفاقي حڪومت جڏهن صوبي ۾ داخل ٿئي تہ پنهنجي سيني ادارن کي هدايت ڪري تہ اهي سنڌي ٻوليءَ کي اهميت ڏين.

(iii) انگريزن جي دؤر کان KPT، پوليس ٿاڻن، عدالتن توڙي روينيو کاتي جي ٻولي سنڌي هئي. اتي فارمہ وغيره سنڌيءَ ۾ ڇپايا ويندا هئا، جيڪي هاڻي بنا ڪنهن سبب جي تبديل ڪيا ويا آهن. ان جو هڪ سبب اهو آهي تہ انتظاميہ ڪي بہ اپاءَ نہ ٿي وٺي ۽ وري واهپي وارا بہ ان جو ڪو نوٽيس نٿا وٺن. ان لاءِ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي يا واسطيدار کاتا ڪي اپاءَ وٺي سگهن ٿا.

(iv) سنڌي ٻوليءَ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ضروري آهي تہ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ذريعي ٻن معيارن (Standards) جا امتحان شروع ڪرايا وڃن.

(الف) مئٽرڪ کان مٿانهون جونيئر ڪورس ( غير مادري زبان وارن لاءِ) پاس ڪرڻ جي صورت ۾ سنڌ حڪومت جي ملازمن کي هڪ انڪريمينٽ ڏني وڃي.

(ب) گريجوئيشن سطح جو سينئر ڪورس (غير مادري زبان وارن لاءِ)، پاس ڪرڻ جي صورت ۾ سنڌ حڪومت جي ملازمن کي هڪ گريڊ ترقي ڏني وڃي.

(7) **صوبائي سطح تي ڪوششون:**

(i) حڪومت ادارن تي لڳل تمام سائن بورڊ سنڌيءَ ۾ لکرائي.

(ii) سنڌ جا سڀ ادارا پنهنجا سائن بورڊ سنڌيءَ ۾ لکرائي لڳائين.

(iii) حڪومت سنڌ پاران سيني خانگي ادارن کي هدايت ڪئي وڃي تہ تمام ايڊورٽائيزمينٽ سنڌي ۾ ڪئي وڃي ۽ روڊن رستن شهرن توڙي واهڻن ۾ اشتهاري مهم سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪئي وڃي.

(iv) حڪومت سنڌ وزارت ريلوي ۽ وزارت پاڻي بجلي وغيره کي هدايت ڪري تہ پهرين اهميت سنڌي ٻوليءَ کي ڏني وڃي. مثال طور تمام اسٽيشنن جا نالا اوليت جي بنياد تي سنڌيءَ ۾ ۽ بعد ۾ اردو ۽ انگريزيءَ ۾ لکيا وڃن.

(iii) سنڌ جون تمام وزارتون سنڌي ٻوليءَ کي اهميت ڏين.

(iv) سنڌ اسيمبليءَ ۾ پهرين اهميت سنڌي ٻوليءَ کي ڏني وڃي. سنڌ جي بجيٽ تقرير سنڌيءَ ۾ پيش ڪئي وڃي.

(v) سنڌي زبان ۾ چٽاپيٽيءَ وارن امتحانن لاءِ اجازت ڏني وڃي.

(8) **عوامي سطح تي ڪوششون:**

(i) سنڌي ماڻهو گهرن تي نالن واريون تختيون سنڌيءَ ۾ لکرائين. پنهنجي ذاتي آفيس، ڪاروبار جا بورڊ سنڌيءَ ۾ لکرائين.

(ii) هر ڪنهن سان سنڌيءَ ۾ ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪن.

(iii) شادي ڪارڊ، آفيس جون تختيون وغيره سنڌيءَ ۾ ڇپرائين.

(iv) تمام سنڌي پينٽر، آرٽسٽ سنڌي ٻوليءَ کي اوليت ڏين.

(v) ٻارن جي ادب، خواتين ۽ ديني ادب کي سنڌي ۾ آڻڻ لاءِ خاص جتن ڪن.

(vi) لائبريرين ۾ رکڻ ۽ پنهنجي پڙهڻ لاءِ وڌ ۾ وڌ سنڌي ڪتاب خريد ڪن.

(vii) سنڌي عالم شهرن توڙي واهڻن ۾ واعظ وغيره سنڌيءَ ۾ ڪن.

(9) **سياسي تنظيمن کان مطالبا:**

1) سموري سنڌ ۾ سنڌين کي پنهنجي ٻوليءَ جي اهميت کان آگاهه ڪن.

2) سياسي ڌريون ڪاليجن ۽ اسڪول بند ڪرائڻ بدران تعليمي سرگرمين جي اهميت تي ڌيان ڏين.

3) سڀئي تنظيمون جلسا، پروگرام ۽ سيمينار ٻين مقصدن کان سواءِ سنڌي ٻوليءَ جي ترقي ۽ سڌاري لاءِ به منعقد ڪرائين.

4) سنڌي ٻوليءَ جي فلاح ۽ ترقيءَ لاءِ جلسا، سيمينار ۽ ادبي گڏجاڻيون ڪرائڻ جون ڪوششون ڪن.

# سنڌي رسم الخط بابت لکندڙ ڪي نالي وارا محقق

سنڌي رسم الخط تي تحقيق جو سلسلو ڪلهوڙن جي دور کان باقاعده شروع ٿيو. ان دور جا عالم هڪ ٻئي جي جوڙيل الف_ب ۾ اصلاح ڪندا رهيا. اڳتي هلي انگريز حڪمرانن جي ڪوششن سان موجوده عربي_سنڌي رسم الخط باقاعده سرڪاري طور رائج ٿي. پر ان کان اڳ بہ ڪجهہ انگريز محقق ٻولي، رسم الخط ۽ لغت تي تحقيق ڪري چڪا هئا. وليم ارسڪائين (1852ع_1773ع) جي جمع ڪيل دستاويزن ۾ ٻين ٻولين سان گڏوگڏ سنڌيءَ تي ڪم ٿيل هو. مسٽر واٿن (وفات 1866) 1836ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جو پهريون گرامر لکيو هو. مسٽر بوئيليي (1862_1807ع) پنهنجو ڪتاب "Personal Narrative of Tour Through Western States of Rajwara 1935 ۾ لکيو. جنهن ۾ هن سنڌي ٻوليءَ بابت پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو ۽ سنڌي لفظن جي مختصر لسٽ بہ ڏني. انهن کان علاوه پرنيسپ (1935ع) ۽ راموس (1838ع) سنڌي ٻولي ۽ رسم الخط تي پنهنجا رايا ڏنا. بهر حال اهي سڀ ڪوششون اڌوريون هيون.

### ڪئپٽن جارج اسٽئڪ (1853ع_1821ع)

ڪئپٽن، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو ملازم هو. 1845ع ۾ حيدرآباد جو ڊپٽي ڪليڪٽر بڻجي سنڌ پهتو. هي صاحب بنيادي طور تي ماهر لسانيات هو ۽ ڪيس هندوستان جي ٻولين جو گهرو مطالعو هو. هي صاحب انهن عالمن مان هڪ هو، جن جو خيال هو تہ سنڌي زبان سنسڪرت مان ڇاول آهي. اهو ئي سبب هو تہ هو سنڌي زبان کي ديوناگري رسم الخط ۾ لکڻ جي حق ۾ هو. هن سنڌ جي ڪمشنر ڏانهن موڪليل پنهنجي رپورٽ ۾ سنڌ ۾ رائج رسم الخطن بابت وڏو تفصيل ڏنو، جيڪو بعد ۾ هن اختصار سان پنهنجي گرامر ۾ شايع ڪيو.

خداوادي خط لاءِ لکي ٿو تہ سنڌي ٻوليءَ لاءِ خداوادي لپيءَ کي اختيار ڪرڻ گھرجي. اها لپي حيدرآباد ۽ ان جي آس پاس وارين ايراضين جا سنڌي واپاري ڪتب آڻيندا آهن. خداوادي لپي سنڌيءَ جي خاص ۽ نرالي لپي آهي، جيڪا صدين ڪان وٺي استعمال ٿيندي پئي اچي.

## سر رچرڊ برٽن (1821ع-1890ع)

هن هرفن مولا اديب کي سنڌيءَ سميت ڪيترين ٻولين تي عبور حاصل هو. سندس چار ڪتاب سنڌ جي تاريخ تي مشهور هئا. هو ديوناگري لپيءَ جو سخت مخالف هو. هن سنڌي صورتخطيءَ لاءِ عربي رسم الخط وارو منصوبو ڏنو. هن جو دليل هو تہ سنڌي ادب جو ڪافي ذخيرو عربي صورتخطيءَ ۾ موجود آهي ۽ سنڌ جو تعليم يافتہ طبقو فارسي نستعليق مان اڳي ئي واقف آهي، بالآخر انگريز سرڪار رچرڊ برٽن جي دليلن سان سهمت ٿيندي، سنڌ ملڪ لاءِ عربي_سنڌي رسم الخط جي منظوري ڏني. افسوس جي ڳالھ اها آهي تہ جنهن وقت سنڌي الف_ب لاءِ ڪاميٽي جوڙي وئي هئي، ان وقت رچرڊ برٽن جون خدمتون حاصل نہ ڪيون ويون. ڪيس سنڌ واپس گھرائي سڄي ڪم جون ذميواريون سونپي ڪم ڪرايو وڃي ها تہ انتهائي بهتر ٿئي ها.

## ارنيسٽ ٽرمپ (1828ع_1885ع)

ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جو جنم جرمنيءَ جي ننڍڙي ڳوٺ ايلزفيلڊ (Elez Field) ۾ ٿيو. هو انڊين آفيس ۾ انگريزن طرفان لائبريرين ٿي هندوستان پهتو. جتي هن هندوستاني زبانن ۾ ڪافي دلچسپي ورتي. بعد ۾ کيس انگلينڊ جي چرچ مشن طرفان وڌيڪ تحقيق لاءِ ڪراچيءَ موڪليو ويو. هتي هن ٿوري عرصي ۾ سنڌي ٻوليءَ تي مهارت حاصل ڪري ورتي. ان ڪان علاوه شاھ جي شاعري پڻ هن جي تحقيق جو مرڪز رهي.

پرڏيهي توڙي ڏيهي اديبن مان هي پهريون ماڻهو هو، جنهن سيني ڪان اڳ شاھ جي شاعريءَ تي ڪم ڪيو ۽ سخت محنت ڪري هن جي لازوال سرمائي کي ڪَڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ 1866ع ۾ جرمنيءَ جي شهر لپزگ

مان ڇپرائي ان کي محفوظ ڪري ڇڏيو. هن سنڌي صورتخطي جوڙي، پاڻ سنڌي-عربي فارسي طرز تي الف-ب جي لوهي ٽائيپ رائيٽر جوڙي ۽ رسالو شايع ڪرايو. سنڌي ٻوليءَ تي هن اديب تمام اهم ڪوجنا ڪئي. هن جا ڪجهه مضمون ۽ مقالا پڻ شايع ٿيا. مثال طور:

(1) Grammar Of Sindhi Language Compared With Sanscrit Prakrit And Cognate Indian Vernaculars.

(2) Grammar of Sindhi Language.

ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ جو خيال هو ته "سنڌي سڌون سڌو سنسڪرت جي ڄائي آهي جا ٻارهين صديءَ ۾ موجوده روپ ۾ آئي آهي." A Sindhi Reading Book in Sanskirt (Devnagri) & Arabic Character" لنڊن مان 1858ع ۾ ڇپايو. ان ڪتاب ۾ چڱيءَ طرح سمجهايو ويو آهي ته سنڌي حرف /ٻ/، /ڏ/، /ڄ/ ۽ /ڳ/ ڪيئن اچارجن ٿا. ڀريون مڪمل گرامر ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ صاحب 1872ع ۾ لنڊن ۽ ليپزگ مان شايع ڪرايو. ٽرمپ صاحب هن گرامر ۾ شاهه جي رسالي مان مثال ڏنيا. گرامر لکڻ جو طريقو سنسڪرت وارو ئي آهي. علم نحو تي پڻ ڪافي قدر روشني وڌي وئي آهي. ڊاڪٽر صاحب پنهنجي گرامر ۾ سنڌي زبان جي آوازن، انهن جي مخرج، مفرد ۽ ڳنڍيل آوازن تي چڱو مواد پيش ڪيو آهي. جيتوڻيڪ موجوده زماني ۾ ڊاڪٽر صاحب جا ڪي نتيجا پراڻا پيا لڳن، پر انهيءَ هوندي به ان زماني جي وصف موجب سندس نظريا بلڪل وزندار ۽ درست هئا.

## سر جارج ابراهم گريئرسن (1851ع-1942ع)

هن صاحب هندوستان جي مختلف زبانن جو جائزو ورتو. هن پنهنجي ڪتاب "Linguistic Survey of India" ۾ ڄاڻايو ته سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتل آهي ۽ اها هڪ آريائي زبان آهي. سندس خيال هو ته ننڍي کنڊ جي زبانن جو بنياد سنسڪرت آهي. جارج ابراهم گريئرسن سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ به ڪافي تحقيق ڪئي ۽ ان ڏس ۾ سنڌ جي مقامي رسم الخطن جا نمونا هٿ ڪري، پنهنجي ڪتاب ۾ ڏنا. هن جو خيال هو ته جيستائين انگريز

سرڪار سنڌي زبان لاءِ معياري رسم الخط جو انتخاب نہ ڪيو هو. تيستائين سنڌي رسم الخط علائقائي، ڌرمي ۽ واپارين جي لحاظ کان ڪيترن ئي رسم الخطن ۾ لکي ويندي هئي. مسٽر گريئرسن انهن رسم الخطن جون مختلف الفابيٽ ۽ نمونا بہ ڏنا آهن.ڊاڪٽر فهميده حسين سندس ڪتاب جو ترجمو ڪري سنڌي لئنگئيج اٿارٽي طرفان شايع ڪرايو آهي.

## جان بيمس (1837 ع_ 1902 ع)



سنڌ جي ڪمشنريءَ جي عهدي تائين پهتو. اعليٰ درجي جو ماهر لسانيات هو. هن آريائي ٻولين جو تقابلي گرامر "Comparative Grammar of Modern Aryan Languages in India" عنوان سان ٽي جلد لکيا. پهريون سن 1872 ع ۾، ٻيو 1875 ع ۾ ۽ ٽيون 1880 ع ۾ ڇپيو. تنهن ۾ هن سنڌي ٻوليءَ کي بہ شامل ڪيو.

بيمس سنڌي ٻوليءَ جي رسم الخط جي باري ۾ پنهنجي ڪتاب جي جلد پهرين ۾ لکي ٿو تہ سنڌ ۾ هندو سنڌي ٻوليءَ جي لکڻ لاءِ اٽڪل ٻارنهن تيرنهن لپيون ڪم آڻيندا آهن. جن مان ڪيتريون هڪٻئي کان گهڻيون مختلف آهن. تازو ئي سنڌيءَ لاءِ عربي اکر استعمال ڪرڻ شروع ڪيا ويا آهن، جيڪي سنڌي آوازن جي ادائگيءَ لاءِ غلط ڍنگ ۾ ڪم آندا ويا آهن. سنڌي ٻوليءَ لاءِ ديوناگري لپي پڻ تجويز ڪئي وجي ٿي، پر اصل ۾ مان سمجهان ٿو تہ گهڻا سنڌي ديوناگري لپي بلڪل ڪم ڪونہ ٿا آڻين.

## سر جان هربرٽ مارشل (1876 ع_1958 ع)

هن صاحب جي نگرانيءَ ۾ سڀ کان پهرين موهن جي دڙي جي کوٽائي ٿي ۽ سنڌ جي قديم ترين رسم الخط جي تحقيق شروع ٿي. هن آثار قديمہ تي ڪيترائي ڪتاب لکيا. سرجان مارشل جو ڪتاب "Mohen jo daro and Indus civili‹›ion" پڻ هڪ شاندار تحقيق آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي قديم ترين تهذيب سان گڏوگڏ قديم رسم الخط تي رايا بہ ڏنل آهن.

## جهمنمل نارومل وسڻاڻي (1860ع_1926ع)

سندس جنم شڪارپور ۾ ٿيو. هو پهريون سنڌي عالم هو جنهن سنڌي گرامر تي ڪتاب "نئون سنڌي وياڪرڻ" سنه 1892ع ۾ لکيو. ان کان علاوه ٻيا به ڪتاب سنڌي ٻوليءَ تي لکيائين. ماستر جهمنمل عربي_سنڌي رسم الخط جي حق ۾ نه هو. ان ڪري هن صاحب پنهنجي ڪتاب ۾ ان تي سخت تنقيدون پڻ ڪيون.

هن جي ڪتاب ۾ هڪڙي خوبي اها آهي ته وياڪرڻي حرفن جا عربي نالن سان گڏوگڏ سنسڪرت نالا به ڏنا اٿس. هن جو چوڻ آهي ته سنڌي ٻولي جنهن جو مول سنسڪرت آهي. تنهن جي وياڪرڻي حرفن لاءِ عربي نالا ڪم آڻڻ ائين آهي گويا ڏڙ ريڍو، سسي ٻاڪري.

## محمد صديق ميمڻ (1858ع-1891ع)



هو انهن ڏيهي عالمن مان هو، جن سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ ٿيل تحقيق کي سهيڙيو. هن پنهنجي ڪتاب "سنڌ جي ادبي تاريخ" ۾ هڪ پورو باب رسم الخط جي ارتقا بابت ڏنو آهي. محمد صديق ميمڻ مطابق عربي_ سنڌي رسم الخط جي ارتقا ارغون، ترخان ۽ مغل دؤر کان ٿي. هن جي نظرئي کي پوءِ ڪيترن محققن ورجايو آهي. ان کان علاوه محمد صديق ميمڻ صاحب پهريون محقق هو، جنهن الفابيٽ جي اصلاح واري ڪاميٽيءَ جي مڪمل چاڻ پنهنجي ڪتاب ۾ ڏني. ان کان پوءِ باقي سمورن عالمن ان تان حوالا ورتا آهن.

## مرزا قليچ بيگ (1853ع_1929ع)



مرزا قليچ بيگ 1916_21ع ۾ چئن ڀاڱن ۾ "سنڌي وياڪرڻ" لکيو. جيڪو هن علم صرف ۽ علم نحو ۽ عربي فارسي اصولن موجب تيار ڪيو. مرزا صاحب ٽرمپ جي گرامر مان پڻ مدد ورتي. ساڳئي وقت مرزا صاحب سنڌي آوازن کي بيان ڪندي سرن واري حصي

۾ ڪافي اضافو ڪيو. پنهنجي ڪتاب ”سنڌي وياڪرڻ“ ۾ سنڌي رسم الخط تي ڪافي بحث ڪيو آهي ۽ ان جي بڻ بڻياد تي بہ نظروڌي آهي. گرامر، پهاڪن ۽ لغتن کان علاوه مرزا قليچ بيگ هڪ ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ (1900ع) پڻ لکيو هو. مطلب تہ هو پنهنجي دؤر جو هڪ ماهر لسانيات بہ هو.

## پيرومل مهرچند آڏواڻي (1875ع-1950ع)

پيرومل عربي سنڌي رسم الخط تي ڪافي تنقيد بہ ڪئي، جيڪا هن پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ ۾ بہ ڏني آهي. پيرومل مهرچند جا ڪجھ مضمون سنڌي الف – ب جي ڇاڻ جي لحاظ کان بہ شاندار آهن. هن جي ڪتاب ۾ قاضي قادن کان وٺي انگريزن جي دؤر تائين عربي- سنڌي رسم الخط جي تاريخ ڏنل آهي. هن صاحب الفابيٽ جي ترتيب جي سڄي ڪارروائيءَ جي معلومات ڏني آهي.

ڪاڪي پيرو مل پنهنجي ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ“ (1941ع) ۾ ڇاڻ ڏيندي ٻڌايو آهي تہ سنڌي الف-ب جي صورت مقرر ڪرڻ وقت 1853ع واري ڪاميٽيءَ ۾ ڪهڙا ميمبر هئا. انهن جي وچ ۾ ڪهڙين ڳالهين تي بحث ٿيو هو. انهيءَ جا سمورا منٽس حيدرآباد سنڌ جي ٽريننگ ڪاليج فار مين جي لائبريريءَ ۾ حفاظت سان رکيا ويا هئا. انهيءَ سموري ڪارروائيءَ جو فائيل محمد صديق ميمڻ بہ نظر مان ڪڍيو هو جنهن جو ذڪر هن سڀ کان پهرين پنهنجي ڪتاب ”سنڌ جي ادبي تاريخ“ (برٽش حڪومت کان اڳ) ڀاڱو پهريون ۾ ڪيو آهي.

## حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (1882ع-1943ع)



انگريزن جي دؤر جو هڪ نالي وارو عالم ۽ اديب هو. لسانيات جي ميدان ۾ بہ حڪيم صاحب جو ڪتاب ”آفتاب ادب“ وڏي حيثيت رکي ٿو. حڪيم صاحب سنڌي ٻولي کي آريائي ٻولي سمجهندو هو. هن پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ سنڌي

ٻوليءَ جي درست صورتخطيءَ تي پڻ زور ڏنو آهي ۽ صورتخطيءَ جون خوبيون بيان ڪيون آهن.

## ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي (1883ع-1947ع)



گربخشاڻي صاحب جي مشهوريءَ جو وڏو سبب شاهه جي شارح طور آهي. ان ڪان علاوه هو نامور اديب ۽ تعليمدان به هو. هن جو به اهو خيال هو تہ سنڌي ٻوليءَ جو بڻ بنياد سنسڪرت مان آهي. سندس نظرئي کي هن ڪتاب ۾ پڻ شامل ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ انگريزن جي دؤر ۾ ترتيب ڏنل الفابيٽ تي به ڪافي تنقيد ڪئي.

ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي لکي ٿو تہ سنسڪرت جا ٽي درجا آهن:

1. اول درجي جي سنسڪرت ۾ رگ ويد، يجر ويد ۽ آٿر ويد جو ٿورو حصو لکيل آهي.
2. وچولي سنسڪرت ۾ ويد جو هڪ ڀاڱو لکيل آهي.
3. آخرين سنسڪرت ۾ هندن جو شعر جهڙوڪ رامائڻ، مها ڀارت، سمرتيون ۽ ڪاليداس جا ناٽڪ وغيره لکيل آهن.

هو لکي ٿو تہ:

”ڪهڙي سمي ۾ پهريائين سنسڪرت ٻوليءَ ۾ ايڏي وڏي تبديلي ٿي، جو هوءَ ڦري پراڪرت ٿي، تنهن جو پورو پتو پئجي نٿو سگهي.............. پراڪرتون اپڀرنش جي درجي تي اٽڪل سن 1100 عيسوي ڌاري اچي رسيون....... انهيءَ کي ورواچڊ يعني ردي اپڀرنش چون ٿا، جا بدلجي سنڌي ٿي پيئي.“

ڊاڪٽر گربخشاڻي پنهنجي مرتب ڪيل شاهه جي رسالي ۾ لکي ٿو تہ:

”عربي- سنڌي صورتخطي جي واقفيت ڪري، شاگردن کي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ عربي ۽ فارسي ٻولين جي تحصيل ڪرڻ ۾ سهوليت ٿئي ٿي ۽ ديوناگري اکرن جي سکڻ جي خطري کان، سنسڪرت ٻولي، جنهن مان اصل سنڌي ڦٽي نڪتي

آهي، تنهن جو ڪوبہ اپياس ڪيو نہ ويو. انهيءَ بي پرواهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو آهي، جو سنڌيءَ ۾ ڪوبہ خاطرخواهہ سڌارو نہ ٿيو آهي.“

## ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو (1958ع-1896ع)



اپريل 1936ع ۾ سنڌ بمبئيءَ کان جدا ڪري الڳ صوبو بڻايو ويو. سن 1938ع ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، سنڌي تعليم کاتي جو ”ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن“ مقرر ٿيو. هو عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جو عالم هو. هن سال 1940ع جي شروعات ڌاري ٿي ٻاراٽي درجي کان وٺي چوٿين درجي تائين مقرر ٿيل سنڌي درسي ڪتاب نئين سر ڇپائي پڌرا ڪيا. انهن ۾ دائود پوٽي صاحب عربي-فارسي هجي جي قاعدي موجب سنڌي لفظن ۾ سڌارا ڪري ”اي“ ۽ ”او“ سرن جي لکڻ ۾ ڦيرقار ڪري ماترائن ڏيڻ وارو عربي-فارسي سرشتو عمل ۾ آندو. نہ فقط ايترو پر ڪيترن لفظن جي صورت ۽ سنڌي ٻوليءَ جي عبارت پڻ عربي-فارسي آميزش واري ڪري ڇڏيائين. انهيءَ جو مثال سندس ڪتاب ”ابيات سنڌي“ (ڇاپو 1929ع) آهي، جنهن ۾ خواجہ محمد زمان لنواريءَ جو ڪلام ڏنل آهي. اهو ڪتاب سال 1941ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي نصاب طور مقرر ڪيل هو. ڊاڪٽر دائود پوٽي جي انهيءَ الف-ب جي تبديلي سنڌ جي گهڻن ئي تعليم ڏاتن ۽ سنڌي عالمن ۾ رنجش پيدا ڪري ڇڏي.

## جيرام داس (1889ع-1979ع)

جيرام داس دولترام سنڌيءَ لاءِ ديوناگري لپي اختيار ڪرڻ لاءِ آخر تائين ڪوشش ڪندو رهيو. هندستان جي ورهاڱي کان پوءِ بہ انڊيا ۾ سنڌيءَ لاءِ ديوناگري رسم الخط هئڻ واري سوال واري تحريڪ ۾ سرگرم رهيو.

هن صاحب مطابق سنڌي ڪا آڳاٽي ٻولي هئي، جيڪا ويدن واري زماني کان اڳ سنڌو ماتريءَ جي هيٺئين حصي جا ماڻهو ڳالهائيندا هئا. ان مان موجوده سنڌي ٻولي ٻارهين صديءَ ۾ اسري آهي. جيرام داس

سنڌي ٻوليءَ بابت ڪيترائي مضمون لکيا هئا. جن ڪي رڪيل مورائيءَ گڏ ڪري سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد طرفان 2009ع ۾ شايع ڪرايو. جيرام داس سنڌي ٻوليءَ لاءِ ديوناگري رسم الخط جو حامي هو. ان کان علاوه جيرام داس صاحب ڪيترائي ٻيا به علمي ۽ ادبي مضمون ۽ مقالا لکيا آهن.

## گنگا رام سمرات (1900ع-1998ع)

هو سنڌ جو نالي وارو مؤرخ، محقق ۽ ماهر لسانيات ٿي گذريو آهي. سندس ڪتاب "گيان سنڌ"، مضمونن جو مجموعو آهي. سندس مضمون "هٽ واڻڪي لپيءَ جو اتهاس ۽ پرمپرا" ڪتاب "گيان سنڌ" ۾ ڏنل آهي. مانواري محقق هٽ واڻڪي لپيءَ جي اهميت ۽ تاريخي پسمنظر کي شاندار نموني پيش ڪيو آهي. سندس تحقيق موجب هٽ واڻڪيءَ جي پيٽ موهن جي دڙي واري لکت سان ڪٺي ويندي آهي. هندو-سنڌي يعني هٽائي لپي بلڪل براهمي ڍنگ ۽ سنڌي ماترائن سان لکي ويندي هئي. 19هين صديءَ تائين هٽ واڻڪا اکر ديوناگريءَ ۾ لکيا ويندا هئا. ايتري قدر جو اسڪولن جا سنڌي ٽيڪسٽ بوڪ به ان لپيءَ ۾ لکيا ويندا هئا. ان کان علاوه هن ڀيرومل، ڊاڪٽر بلوچ ۽ سراج ميمڻ جي ٻوليءَ تي لکيل ڪتابن تي ماهرانه ۽ عالمانه تنقيدون ڪيون. جيڪي سنڌ توڙي هند جي مشهور رسالن ۾ شايع ٿيل آهن.

## ڪشنچند جيٽلي (1910ع-1995ع)

سنڌي ٻوليءَ جي نالي واري ماهر لسانيات مرليڌر جيٽلي جو والد ڪشنچند جيٽلي به سنڌي، هندي، گجراتي، مراٺي ۽ سنسڪرت جو تمام وڏو ڄاڻو هو. سندس ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن ۾ "مهگدوت" (1981ع)، "موهن جي دڙي جي سنسڪرتي"، "سنڌي نالن ۾ سنڌيت جي سڳنڌ" (1986ع)، "سنڌي ويڪرڻ پريچا" (1989ع) ۽ "سچيرا سنڌي زيور" (1994ع) اهم آهن.

هن سنڌي، سنسڪرت ۽ انگريزي ٽنهي ٻولين ۾ گڏي پوني (انڊيا) مان 1985ع ڌاري "The Date of Sindhi" (هٽ واڻڪا اکر) جي نالي سان هڪ ڪتاب شايع ڪرايو ۽ هندن کي اپيل ڪئي هئي تہ اها لپي (Script) اصل سنڌي لپي آهي. اچو تہ گڏجي ان کي ترقي وٺرايون. پيش لفظ ۾ هو لکي ٿو تہ: هٽ واڻڪا اکر درحقيقت اصل سنڌي لپيءَ جا اکر آهن، هاڻي جڏهن سنڌي لپيءَ بابت عربي_ سنڌي ديوناگري ۽ رومن اسڪرپٽ بابت بحث ٿي رهيا آهن تہ پوءِ ڇو نہ اصل صورتخطي اختيار ڪجي، جيڪا اسان جو قديم ورثو آهي. انهن اکرن جي مشابهت موهن جي دڙي مان مليل براهمي ۽ خروشتي لپين سان ٿئي ٿي، جن جي معلوم تاريخ 5000 سال آڳاٽي آهي، جڏهن يهودي 2000 سالن کان پوءِ ٿورين تبديلين سان پنهنجي عبراني اسڪرپٽ جياري اختيار ڪري سگهن ٿا تہ پوءِ اسان کي ڪهڙي جهل آهي جو اهو اسڪرپٽ نہ اپنايون.

## ڊاڪٽر چندر ڏاسواڻي (18 مئي1936ع)

ڊاڪٽر چندر هندوستان ۾ سنڌ لسانيات جي ماهرن ۾ سڃاتو وڃي ٿو. ٻوليءَ جي موضوع تي پي ايچ ڊي ڪيل اٿس. خاص طور تي هندوستان ۾ رهندڙ سنڌين جي رسم الخط واري سوال تي ڪافي مضمون ۽ مقالا لکيا اٿائين. جن ۾ هڪ مضمون "بقا جي ضامن لپي" اهم آهي.

## ڊاڪٽر لڇمڻ مولچند خوبچنداڻي (جنم 1932ع)



ڊاڪٽر صاحب پڻ هندوستان ۾ معروف ماهر لسانيات آهي، سندس جنم ڪراچيءَ ۾ ٿيو هو. ٻوليءَ ۾ ڊاڪٽريٽ ڪيل اٿس. ان کان علاوه يورپي يونيورسٽين ۾ لسانيات جي پروفيسر طور بہ خدمتون سر انجام ڏنيون اٿس. ڊاڪٽر لڇمڻ سنڌي ٻوليءَ تي ڪافي ڪتاب ۽ مقالا لکيا آهن. هن پنهنجي پي ايچ ڊي جي مقالي ۾ موجوده عربي_ سنڌي رسم الخط کي زير بحث آندو آهي ۽ تفصيلي جاڻ

ڏني آهي. ان کان علاوه هندوستان ۾ ديوناگري لپيءَ جي مسئلي تي بہ ڪافي بحث ڪيو اٿس.

## مولانا غلام محمد گرامي (1920ع- 1976ع)

گرامي صاحب تمام گهڻ رخو عالم هو. هن رسم الخط تي ڪيترائي ناياب مقالا لکيا. سندس طويل مقالو "سنڌي رسم الخط ۽ اسلوب بيان جي ارتقا تي هڪ نظر" شاهڪار آهي، جيڪو(مهراڻ 1ـ 1964ع) ۾ شايع ٿيو. هن ڊگهي مقالي ۾ قديم دور کان انگريز دور جي صحافت جي ارتقا تائين شاندار معلومات ڏنل آهي. هن مقالي ۾ قديم لکتن جو تنقيدي جائزو، انگريز دور ۾ لکت جي منظوري، ان کان پوءِ صحافت جي ترقي وغيره ڪي ڀرپور نمونا پيش ڪيو ويو آهي. ان کان علاوه گرامي صاحب جا ٻيا بہ ڪيترائي مضمون ۽ مقالا ان ڏس ۾ بيان ڪري سگهجن ٿا.

## ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ (1917ع-2011ع)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب تمام وڏو ماهر لسانيات هو. هن سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بڻياد، لهجن، ماضي، حال ۽ مستقبل بابت تمام گهڻو لکيو. سنڌي ٻوليءَ جي نسل بابت سندس نظريو 1963ع ۾ شايع ٿيل ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ" ۾ وضاحت سان آيو. ساڳئي ڪتاب کي 1980ع ۾ وڌائي "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ" جي نالي سان شايع ڪيو ويو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي هن ڪتاب ۾ قديم دؤر کان سنڌي رسم الخط کي زير بحث آندو آهي. ايستائين جو موهن جي دڙي جي رسم الخط تي بہ پنهنجا رايا ۽ دليل ڏنا آهن. ڊاڪٽر بلوچ جيئن تہ عربي رسم الخط جو حمايتي هو، ان ڪري عربن جي دؤر کي سنڌي رسم الخط ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ بهترين دؤر قرار ڏئي ٿو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مطابق عرب دؤر حڪومت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي نفسياتي ڪيفيت بدلي. ٻوليءَ جي تمدني سرمائي ۾ واڌارو ٿيو ۽ ٻوليءَ جي سٽاءَ صورتخطي ۽ صرف و نحو تي اثر پيو. سنڌي ٻولي عربي صورتخطيءَ ۾ لکجڻ لڳي ۽ اها صورتخطي عام رائج ٿيڻ لڳي. جيتوڻيڪ ٻيون مقامي صورتخطيون پڻ هلنديون هيون. هو اهو بہ لکي ٿو تہ ابن نديم جي ڪتاب "ڪتاب الفهرست" ۾ آندل حوالو قابل غور آهي تہ سنڌ ۾ ڪيتريون ئي مقامي صورتخطيون رائج آهن. غالباً اسلام کان اڳ واري دؤر ۾ سنڌ جي مختلف ڀاڱن يا شهرن ۾ جدا جدا صورتخطيون استعمال ٿينديون هيون جيڪي چوٿين صدي هجريءَ جي آخر تائين هلنديون رهيون.حالانڪ سڄي ملڪ لاءِ ان وقت عربي صورتخطي رائج ٿي چڪي هئي. اهڙي طرح ڊاڪٽر صاحب ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي دؤر ۾ عربي- سنڌي رسم الخط جي ترقيءَ کي بہ ڀرپور نموني ڪنيو آهي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو رسم الخط جي لحاظ کان ٻيو ڪتاب "سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي" (1992ع) آهي. هن ڪتاب جون ٽي خوبيون آهن. هن ڪتاب ۾ هڪ تہ ڊاڪٽر بلوچ عربي- سنڌي رسم الخط جي ارتقا تي ڀرپور روشني وڌي آهي ۽ انگريزن جي دؤر ۾ سنڌي رسم الخط جي منظوريءَ واري پوري عمل کي شاندار نموني پيش ڪيو آهي. ٻيو ڊاڪٽر صاحب سنڌ ۾ خطاطيءَ جي ارتقا، تاريخ، ترقي ۽ نسخ ۽ نستعليق لکتن کي بهترين نموني سمجهايو آهي. ڪتاب جي ٽئين خوبي اها آهي تہ سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعرن جي قديم نسخن، لکتن ۽ خطاطيءَ جا اڻلڀ نمونا ڏنا آهن.

رسم الخط جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر صاحب جو ٽيون ڪتاب عزت بن سليمان جي 1057 هجري ءَ ۾ ڪتابت ڪيل مختلف رسالا ڪتابي صورت ۾ "سنڌي ٻوليءَ جو اڳاٽو منظوم ذخيرو" جي عنوان سان 1993ع مرتب ڪري شايع ڪرايو. هي ذخيرو رسم الخط جي لحاظ کان هن وقت تائين ملندڙ قديم ذخيرو آهي. هن مجموعي ۾ 39 ننڍا ننڍا رسالا ڏنل آهن. اهي سڀ رسالا قديم

دؤرن ۾ مختلف وقتن ۾ لکيا ويا هئا. ان کان علاوه ڊاڪٽر صاحب مختلف عالمن جي خدمتن تي ۽ رسم الخط جي مختلف پهلوئن تي ڪيترائي مضمون ۽ مقالا پڻ لکيا آهن، جيڪي هر لحاظ کان شاندار آهن.

## ڊاڪٽر غلام علي الانا (15 مارچ 1930ع)

الانا صاحب ماهر لسانيات جي حيثيت ۾ سڄي ملڪ ۾ هڪ مڃيل حيثيت رکي ٿو. سنڌي ٻوليءَ تي سنڌس بيشمار ڪتاب، مضمون ۽ مقالا لکيل آهن. ڊاڪٽر الانا صاحب سنڌي صورتخطيءَ تي تحقيق جي لحاظ کان شاندار ڪم ڪيو آهي، هن سنڌي ٻوليءَ جي بڻ بنياد ۽ اصل نسل بابت سگهارا دليل ڏنا آهن. اهڙي طرح "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي"، "سنڌي صوتيات" ۽ "سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس" پڻ انتهائي اهم ڪتاب آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ رسم الخط جي اڀياس لاءِ مواد هڪ هنڌ گڏ ٿيل نه هو. ان تي پهريون پيرو ڊاڪٽر غلام علي الانا ڪم ڪيو. سن 1964ع ۾ هن "سنڌي صورتخطي" نالي ڪتاب تصنيف ڪيو. جيڪو سنڌي رسم الخط جي لحاظ کان انتهائي اهم آهي. هي ڪتاب 22 بابن/عنوانن تي مبني آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ سنڌي صورتخطيءَ جو تحقيقي انداز ۾ جائزو ورتو ويو آهي ۽ انهيءَ جو تاريخي پسمنظر پڻ پيش ڪيو ويو آهي. عام صورتخطيءَ جي ڪيترين ئي غلطين جي نشاندهي به ڪئي وئي آهي. الانا صاحب هن ڪتاب ۾ پنهنجي طرفان درست صورتخطيءَ لاءِ ڪافي سفارشون به پيش ڪيون آهن. جن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي لپي، قدامت جا اهڃاڻ، ديسي سنڌي رسم الخط جا ڌار ڌار نمونا، خوجڪي سنڌي، عربي- سنڌي صورتخطي، مخدوم ابوالحسن جي سنڌي، رسم الخط لاءِ سرڪاري ڪميٽي وغيره اهم عنوان، آهن. ڊاڪٽر صاحب هن ڪتاب ۾ وزندار دليل ڏئي پنهنجي راءِ کي ثابت ڪري ڏيکاريو آهي.

جديد لسانيات جي ميدان ۾ ڊاڪٽر الانا صاحب جو اهم ڪتاب "سنڌي صوتيات" سن 1967ع ۾ ڇپيو. الانا صاحب جو هي ڪتاب

سنڌي صوتيات جي ڏس ۾ پهريون ڪتاب آهي، هن ڪتاب ۾ سنڌي آوازن جا مخرج ٻڌايا ويا آهن. سنڌي وينجن جا قسم ۽ سنڌي سرن جو بيان ۽ سندن خصوصيتون ماهراڻي انداز ۾ سمجهايون ويون آهن. ان کان علاوه ڊاڪٽر الانا سنڌي ٻوليءَ جي مختلف پهلوئن ۽ رسم الخط تي ڪيترائي مضمون ۽ مقالا به لکيا آهن. جيڪي هر لحاظ کان شاندار آهن.

## سراج ميمڻ ( 24آڪٽوبر1933ع ـ 02 فيبروري 2013ع)

سراج صاحب سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيڪار، ناول نگار ۽ دانشور هجڻ سان گڏوگڏ ماهر لسانيات پڻ هو. سندس ڪتاب "سنڌي ٻولي" 1964ع ۾ شايع ٿيو. ان کان علاوه هن سنڌي ٻوليءَ تي ڪيترائي مقالا ۽ مضمون به لکيا. سراج صاحب سنڌي ٻوليءَ تي پنهنجو نظريو ڏنو ۽ سنڌي رسم الخط تي به ڪافي بحث ڪيو. ان سلسلي ۾ سراج ميمڻ صاحب پنهنجي مضمون، "سنڌيءَ جو آڳاٽو ادب" (نئين زندگي، فيبروري 1971ع) ۾ لکي ٿو ته اهو ياد رکڻ گهرجي ته عربي رسم الخط سان گڏ سنڌ ۾ ناگري يا پروٽو ناگري خط به مستعمل رهيا آهن. ايتريقدر جو جيسين انگريز سرڪار آخري فيصلو ڪري تيسين ڪتاب ناگريءَ ۾ يا پروٽو ناگريءَ ۾ نه رڳو لکيا ويندا هئا، پر ڇاپيا پڻ ويندا هئا. اڄ اسان جي لائبريرين ۾ فقط اهي ڇپيل ڪتاب موجود آهن، جيڪي عربي خط ۾ ڇپيا ويا. سي ڪم از ڪم سنڌ جي ڪنهن لائبرريءَ ۾ ڪو نه ٿا ملن. اهو به اوهان کي ٻڌائيندو هلان ته پروٽو ناگري رسم الخط جا ڪيترا نمونا ويهين صديءَ جي شروعات تائين رائج ۽ مستعمل هئا. ان پروٽو ناگري جو اولين مثال پنيور مان لڌل ٺڪرين تي موجود آهي. محترم سراج الحق پنهنجي ڪتاب "سنڌي ٻولي" ۾ خداوادي رسم الخط لاءِ لکيو آهي ته اڄ به (70 واري ڏهاڪي ۾) ڪيترن ئي ڪارخانن ۾ ان طرز جي تحرير ڪتب آندي وڃي ٿي. اها ڳالهه بلڪل واضح آهي ته عام مسلمان اهو خط نه پڙهي سگهندا هئا. سندن لاڙو فارسيءَ ڏانهن هوندو هو. مذهبي معلومات لاءِ هو عربي پڙهندا هئا.

## ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي (7 نومبر 1930 ع)

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جو شمار نالي وارن ماهر لسانيات ۾ ٿئي ٿو. سندس والد پنڊت ڪشنچند پڻ ٻوليءَ جو تمام وڏو ماهر هو. ڊاڪٽر مرليڌر ڪشنچند جيٽلي سن 1965 ع ۾ پونا يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي. ڊگريءَ لاءِ جيڪا ٿيسز لکي، تنهن جو عنوان آهي "Morphology in Sindhi" (سنڌي صرفيات). ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جو سنڌي ٻوليءَ جي رسم الخط، اصل نسل، گرامر ۽ لوڪ ادب وغيره تي تمام گهڻو ڪم ٿيل آهي. سنڌي رسم الخط جي لحاظ کان سندس اهم ڪتاب ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽون (سنڌي ٻوليءَ جون لپيون) 1999 ع ۾ شايع ٿيو. سنڌي رسم الخط جي سڀني ڪتابن ۾ هي اهم ۽ بهترين ڪتاب آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ ۾ مروج سڀني رسم الخطن جو بهترين نمونو اپياس ڪيو ويو آهي ۽ قديم رسم الخطن جا نمونا به ڏنا ويا آهن. راقم پنهنجي تحقيق دوران ان ڪتاب مان ڪيترائي حوالا ورتا آهن. ڊاڪٽر مرليڌر سنڌيءَ لاءِ ديوناگري رسم الخط جو حامي آهي. لڳي ٿو ته اهوئي سبب آهي جو هو ڪئپٽن اسٽئڪ جي نظرئي جي حمايت ڪري ٿو. ڊاڪٽر مرليڌر جو سڄو ڪتاب منظم نموني قديم دؤر کان سنڌي رسم الخط جي مختلف نمونن سميت آسان لفظن ۾ وضاحت ڪري ٿو. هڪ هنڌ ديوناگريءَ لاءِ لکي ٿو ته سڄي ڀارت ۾ ۽ ڀارت کان ٻاهر پڻ ڪيترن ئي ملڪن ۾ ديوناگري لپيءَ جي ڦهلاءَ جو مکيه سبب اهو آهي ته اها پورڻ روپ سان وئگيانڪ سرشتي واري آهي. هن لپيءَ ۾ ماترائن جو استعمال لازمي هئڻ ڪري لکيل ٻولي ۽ ڳالهائڻ جي ٻوليءَ جي روپ ۾ گهڻي ۾ گهڻي مشابهت آهي. ان لپيءَ جي وسيع سطح تي ڦهلاءَ ۽ عام فهم هئڻ جي خاصيت ڪي ڏسي ڀارت جي مسلم دؤر جي ڪيترن بادشاهن پنهنجي جاري ڪيل سڪن تي ديوناگري اکرن ۾ پڻ نالا لکايا.

## ايم. ايڇ پنهور (1925 ع ـ 2007 ع)

پنهور صاحب سنڌ جو معروف دانشور، ليکڪ ۽ انجيئر هو. سندس ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن. سنڌي ٻولي ۽ رسم الخط تي ايم ايڇ پنهور صاحب ڪافي

مقالا انگريزيءَ ۾ لکيا. جن کي بعد ۾ ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ آندو ويو. پنهور صاحب مطابق 1011ع کان 1216ع تائين سومرن جي بادشاهيءَ تي ٻاهرين اثر تمام گهٽ هو. سو ٿي سگهي ٿو ته سندس سرڪاري ٻولي سنڌي هجي ۽ اها عربي توڙي ديوناگري ٻنهي لپين ۾ لکبي هجي. سندس اهو به خيال آهي ته راماڻ جو سنڌي ترجمو سومرن جي راڄ دوران يارهين صديءَ ۾ ٿيو. پنهور صاحب جو ٻوليءَ جي سلسلي ۾ ڪتاب "آڳاٽي سنڌ ۽ سنڌي ٻولي" اهم آهي.

## عطا محمد ڀنڀرو (1 فيبروري 1936ع)



ڀنڀرو صاحب مترجم جي حيثيت ۾ سڃاتو وڃي ٿو. سندس ڪتاب "سنڌو لکت جي ڀاڃ" ڪويتا پبليڪيشن طرفان، 2007ع ۾ شايع ٿيو. جنهن ۾ هن صاحب پنهنجي 20 سالن جي جاکوڙ ۽ ٻين محققن جي پڙهڻين سان سهمت ۽ اسهمت ٿيندي، پنهنجي طور سنڌي لکت جي اکرن جو ڳجهه دريافت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. بين الاقوامي سطح تي ڪنهن به محقق ايترين گهٽيون مهرون ناهن پڙهيون. عطا محمد ڀنڀري صاحب جو سمورو ڪتاب محنت ۽ محبت سان ڀرپور آهي. موهن جي دڙي جي رسم الخط تي جيڪا به تحقيق ٿيل آهي، ڀنڀري صاحب سا سامهون رکي، پنهنجي پڙهڻي ڏني آهي. ڀنڀري صاحب دعويٰ ڪئي آهي ته هن صحيح نموني رسم الخط کي پروڙي پڙهڻي ڏني آهي.

## ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ (1927ع-1993ع)



پٺاڻ صاحب جو نالو معتبر محقق ۽ نقاد طور سڃاتو وڃي ٿو. رسم الخط جي لحاظ کان سندس مضمون "سنڌي صورتخطيءَ جو بڻ بڻياد" (نئين زندگي 1990ع) ۾ ٻن حصن ۾ شايع ٿيو. هن نالي واري محقق عربن جي دور ۾ سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ ادبي پسمنظر تي تمام سٺو ڪم ڪيو آهي. ان سلسلي ۾ سندس ڪتاب پڻ شايع ٿيل آهي. هن ۾ نشانين وسيلي ثابت ڪيو آهي ته

سنڌي صورتخطيءَ جو بنياد عربي رسم الخط تي ٻڌل آهي. هن اهو بہ ثابت ڪيو آهي تہ ڪهڙا اکر پنهنجن آوازن سميت ڪٿان وجود ۾ آيا آهن. سندس پيو مضمون "صورتخطيءَ جو بڻ بڻياد"(نئين زندگي 1967ع) ۾ شايع ٿيو.

## محمد سومار شيخ (1935ع_1986ع)



محمد سومار شيخ جو شمار بہ تمام وڏن عالمن ۾ ٿئي ٿو. هن جي تحقيق جو مرڪز صرف لسانيات نہ هو، بلڪ ادب، تاريخ، تهذيب، آثار قديمہ ۽ لوڪ ادب وغيره هو. هن صاحب هوندي تہ سنڌي ٻوليءَ جي مختلف لهجن ۽ پهلوئن تي ڪافي ڪجھ لکيو. پر پراڻي رسم الخطن ۽ مختلف رسم الخطن جي پاڙ ۾ هڪجهڙائي، لاڙائي رسم الخط ۽ قديم سنڌ جي رسم الخط جهڙن موضوعن تي بہ اهم معلومات ڏني آهي. هن جي تحقيق جو مرڪز لاڙ هو، ان حساب سان هن رسم الخط جي تلاش بہ ان تناظر ۾ ڪئي آهي.

## ڊاڪٽر عظيم الشان حيدر

ڊاڪٽر عظيم الشان حيدر ڍاڪا يونيورسٽيءَ مان تاريخ ۾ ايم اي ڪئي هئي ۽ ان کان پوءِ پي ايچ ڊي لاءِ ٿيسز لکيائين. ڪافي وقت تائين ڪراچي ٽي ويءَ سان لاڳاپيل رهيو. ڊاڪٽر صاحب سنڌي نہ ڄاڻندي بہ ايترو مطالعو ڪيو هو جو هو سنڌيءَ ۾ لکي سگهندو هو. سندس پي ايچ ڊيءَ جو موضوع هو "ڪراچي تعليمي ۽ اقتصادي پهلوئن جي خاص حوالن سان (1839ع_1900ع)" سندس مقالي ۾ جديد صورتخطيءَ جي تياريءَ جي سلسلي ۾ تاريخي واقعن جو تفصيل ڏنل آهي. "1853ع ۾ سنڌي صورتخطيءَ جي تياري ۽ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان طور رائج ڪرڻ جي حوالي سان هن صاحب پنهنجي مقالي ۾ ڪيترين ئي اهڙين ڳالهين جو انڪشاف ڪيو آهي، جن جو ذڪر ٻي ڪنهن جاءِ تي نٿو ملي. سندس مقالو "1853ع ۾ سنڌي

صورتخطيءَ جي تياري ۽ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان رائج ڪرڻ جو فيصلو" (1974ع) اهم آهي.

## مظهر يوسف (1925ع ـ 2009ع)



مظهر يوسف نالي وارو صحافي، اسڪالر ۽ شاعر هو. سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ تي ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيائين. سندس هڪ مضمون برطانوي دور ۾ سنڌي رسم الخط جي ارتقا" به هڪ بهترين مضمون آهي. هن مضمون ۾ تاريخي ترتيب، ادارن ۽ شخصيتن جي ڪردار کي بيان ڪيو ويو آهي، جن سنڌي رسم الخط جي ارتقا ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان کان علاوه هن سنڌي ٻوليءَ جي ساخت، رسم الخط، تهذيب ۽ خوبين جي سلسلي ۾ ڪيترائي مضمون انگريزيءَ ۾ لکيا، جن کي انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو طرفان Selected Essays of Mazhar Yousif شايع ڪرايو ويو آهي. رسم الخط جي سلسلي ۾ سندس ڪجهه مضمون آفتاب ابڙي صاحب به ترجمو ڪري شايع ڪرايا آهن.

## عبدالڪريم لغاري (1929ع ـ1988ع)

عبدالڪريم لغاري سنڌي رسم الخط تي پهريون مڪمل ڪتاب لکيو. سندس ڪتاب "سنڌي الف ب جي ارتقا" انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو طرفان 1976ع ۾ شايع ٿيو. دراصل اهو ڪتاب لغاري صاحب جي ايم ـ اي فائنل سنڌي لاءِ 1962ع ۾ پيش ڪيل مونو گراف تي ٻڌل آهي، جيڪو ڇهن بابن ۾ ورهايل آهي. پهرئين باب ۾ ٻوليءَ جي وصف کان وٺندي عربي الف ـ ب جي ارتقا تائين تي بحث ڪيو ويو آهي. ٻئي باب ۾ قديم دور کان سنڌي رسم الخط کي جاچڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ٽئين باب ۾ مانواري محقق عربن جي دور کان مغلن جي پڇاڙيءَ واري دور تائين، موجوده

سنڌي الف_ب جي ارتقا تي روشني وڌي آهي. چوٿين بابت ۾ ڪلهوڙن ۽ ميرن واري دور ۾ سنڌي الف_ب جي ارتقا بيان ڪئي وئي آهي، اهڙي طرح پنجين باب ۾ انگريزن واري دور ڪي ڪولي بيان ڪيو ويو آهي ۽ آخر ۾ سنڌي رسم الخط جي ارتقا جو تنقيدي جائزو پيش ڪيو ويو آهي.

## پروفيسر علي نواز جتوئي (1915ع-1996ع)

پروفيسر علي نواز جتوئي به نالي وارو ماهر لسانيات هو. "علم اللسان ۽ سنڌي زبان"(1968ع) جي عنوان سان تحقيق ڪيائين، جيڪا بعد ۾



ڪتابي صورت ۾ به شايع ٿي. جتوئي صاحب جو هي ڪتاب سنڌي لسانيات جو بنيادي ڪتاب تصور ڪيو وڃي ٿو. ڪتاب ۾ سنڌي صوتياتي نظام جو اڀياس، سنڌي صرفيات، نحو، معنيات، لساني جاگرافي ۽ تقابلي لسانيات جا اصول سمجهايا ويا آهن. علم اللسان جي حوالي سان هي تمام وڏي ڪاوش آهي. هن ڪتاب ۾ وسرڳ آوازن ڪان ويندي، سنڌي الف_ب جي وينجن واري سرشتي تائين انتهائي اهم ڄاڻ ڏنل آهي. ان ڪان علاوه هن صاحب سنڌي ٻوليءَ تي ڪيترائي مضمون ۽ مقالا به لکيا.

## ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو (1935ع-2011ع)



ڊاڪٽر جوڻيجو نالي وارو محقق ۽ نقاد آهي. سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ سندس ڪتاب "سنڌيون" اهم آهي، جنهن ۾ ڪلهوڙن جي دور جي ڪافي معلومات مهيا ڪئي وئي آهي. ان ڪان علاوه سندس ڪتاب "سنڌي ٻوليءَ جي ماهيت" ۾ رسم الخط، لپي، الف_ب ۽ صورتخطي جهڙن اصطلاحن تي سٺي ڄاڻ ملي ٿي. "سنڌيءَ تي فارسيءَ جو اثر" پڻ سندس اهم ڪتاب آهي.

## ڊاڪٽر الله داد ٻوهيو (1934ع ـ 1994ع)



نالي وارو محقق ۽ ماهر لسانيات هو. سنڌي ٻوليءَ تي ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيائين، جن کي بعد ۾ گڏ ڪري سنڌي لئنگئيج اٿارٽي طرفان شايع ڪرايو ويو. ڊاڪٽر الله داد ٻوهئي صاحب رسم الخط تي ڪو گهڻو تہ نہ لکيو، پر ٻوليءَ جي لحاظ کان ڪافي ڪارآمد مضمون لکيا.

## ڊاڪٽر غلام محمد لاکو (6 جولاءِ 1954ع)



ڊاڪٽر غلام محمد لاکو صاحب موجوده دور جو تحقيق ۾ انتهائي وڏو نالو آهي. سندس ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن. رسم الخط جي سلسلي ۾ سندس ترتيب ڏنل تفسير آية الڪرسي (1990ع) اهم آهي. هي ڪتاب ڪلهوڙن جي دور جي عالم مخدوم عبدالله نرائيءَ جو لکيل آهي. هن پنهنجي پي ايچ ڊي ٿيسز ۾ ڪلهوڙن جي دور جي رسم الخط تي ڪافي بحث ڪيو آهي ۽ "سمن جي سلطنت" (1987ع) ۾ سمن جي دور جي ٻولي ۽ رسم الخط تي تحقيق ڪئي آهي. مهراڻ 2010/3ع ۾ سندس ترجمو ٿيل مضمون "سنڌ ۾ فارسيءَ جي زوال جا سبب" شايع ٿيو هو، جيڪو ايم ـ ايڇ پنهور جو لکيل هو. ان کان علاوه "بمبئي يونيورسٽي ۽ سنڌي ٻولي" بہ انتهائي معلوماتي مضمون آهي. ٽيون مضمون "عربي ـ سنڌي رسم الخط جي اوسر جو تاريخي پسمنظر" آهي. سندس ڪتاب "سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو" بہ شايع ٿيو. هن مقالي ۾ ڊاڪٽر صاحب اهو سمورو پسمنظر بيان ڪيو آهي، جنهن سان سنڌي رسم الخط جي عربي اکرن مان ارتقا ٿي ۽ مختلف دورن ۾ ان جي اوسر ٿي. ڊاڪٽر صاحب سنڌي ـ عربي رسم الخط جو تعين ڪندي ان کي ارغون ـ مغل دور ٻڌائي ٿو.

## حليم بروهي (1935ع ـ 2010ع)

حليم بروهي جو رومن اسڪرپٽ جي سلسلي ۾ هڪ ڪتاب شايع ٿيل آهي. سندس نئين نظرئي سنڌي اديبن، ماهرن، شاگردن، استادن ۽ عام پڙهندڙ



۾ وڏي هلچل پيدا ڪري ڇڏي. اخبارن، رسالن، ادبي محفلن، ڪلاس جي ليڪچرن ۾ هڪ نئون موضوع ڇڙي پيو. سندس دليل اهو هو تہ جيڪڏهن سنڌي زبان لاءِ رومن انگريزي رسم الخط اختيار ڪيو وڃي تہ جيڪر سنڌي ٻوليءَ کي درپيش مسئلا ختم ٿي ويندا. ان کان پوءِ ڪيترن ئي محققن پڻ رومن اسڪرپٽ جي حق ۾ ۽ مخالفت ۾ مضمون لکيا. اهڙو رجحان هندستان جي سنڌي عالمن ۾ موجود رهيو آهي. اتي بہ رومن اسڪرپٽ جي مخالفت ۽ حق ۾ رايا ڏنا ويا آهن.

## ڊاڪٽر فهميده حسين (5 جولاءِ 1948ع)



سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين جو نالو گهڻ رخي شخصيت طور ورتو وڃي ٿو. هوءَ هڪ ئي وقت ڪهاڻيڪار، ڪالم نگار، محقق، مترجم، ايڊيٽر، ماهر لسانيات ۽ لغات نويس هجڻ سان گڏ تعليمي ماهر جي حيثيت سان بہ سڃاتي وڃي ٿي. پاڻ ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر جي حيثيت ۾ لسانيات ۽ تنقيد جا ڪورس پڙهائيندي رهي آهي ۽ سنڌي ٻولي ۽ شاهہ لطيف تي پي ايڇ. ڊي ڪندڙ شاگردن جي رهنمائي پڻ ڪري رهي آهي. تحقيق، لغت نويسي ۽ لسانيات جي سلسلي ۾ سندس ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن.

سندس سڀ کان اهم ڪم گريئرسن جي مشهور ڪتاب (Linguistic Survey Of India Part 1, Vol-8) جو ترجمو آهي، جيڪو هن "برصِغير جي ٻولين جو لسانياتي جائزو" جي نالي سان ڪيو آهي ۽ 2000ع ۾ "سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري" پاران شايع ڪيو ويو آهي. هي ضخيم ڪتاب ڊاڪٽر صاحبہ نهايت محنت ۽ خوش اسلوبيءَ سان ترجمو ڪيو آهي. ان کان علاوه لسانيات جي موضوع تي سندس ڪجهہ ٻيا ڪتاب بہ شايع ٿيل آهن، جن ۾: "سنڌي ٻولي: مختلف لساني پهلو"، "سنڌو لکت: ايڪيهين صديءَ ۾ ٿيل نئين تحقيق" ۽ اردو ڳالهائيندڙن لاءِ سنڌيءَ جي سکيا لاءِ ڪتاب "آيئے سندھی

سکيس“ شامل آهن. ”سنڌي ٻولي: مختلف لساني پهلو“ ڪتاب ۾ ڊاڪٽر فهميده حسين سنڌي گرامر، سنڌي صورتخطي، علم لغات، ٻيهڪ جي نشانين، سنڌي ٻوليءَ جي ڪن فطري خوبين، سنڌي صورتخطي ۽ هِجي جي علم بابت تفصيل سان روشني وڌي آهي.

## ڊاڪٽر هدايت پريم (24 مارچ 1946ع)



هن صاحب سنڌي ٻوليءَ بابت ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيا آهن. ان سلسلي ۾ سندس هڪ ڪتاب ”سنڌي ٻوليءَ جا محقق ۽ انهن جي تحقيق“ پڻ شايع ٿيل آهي، هي ڪتاب انتهائي محنت سان لکيل آهي، جنهن ۾ ٻوليءَ جي محققن ۽ عالمن جي باري ۾ بهترين معلومات ملي ٿي. هي ڪتاب سنڌي لئنگئيج اٿارٽي طرفان شايع ٿيل آهي.

ڊاڪٽر هدايت پريم پنهنجي مضمون ”خداوادي لپيءَ“ ۾ ٻڌايو آهي ته هيءَ لپي خداوادي ڏانهن منسوب آهي، جيڪا خداوادي جا عالم اڪابر ۽ واپاري استعمال ڪندا هئا. انگريزن جي دور ۾ جڏهن سنڌي رسم الخط جو سوال اٿيو ته خداوادي لپي يا واڻڪا اکر به تجويز هيٺ آيا هئا. ڊاڪٽر هدايت پريم پنهنجي مضمون ”سنڌي الف-ب جي ارتقا ۾ سنڌي عالمن جو حصو“ ۾ مخدوم ابوالحسن کان وٺي ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌي عالمن جي سنڌي ٻوليءَ جي لکت لاءِ ڪيل ڪوشش کي بيان ڪري واکاڻيو آهي. سندن الف-ب جي جوڙ جڪ کي چارٽن وسيلي سمجهايو ويو آهي ۽ انهن جي شاعريءَ مان حوالا ڏنا ويا آهن. ان کان علاوه سنڌي ٻولي ۽ رسم الخط جي سلسلي ۾ سندس ڪيترائي مقالا شايع ٿيل آهن.

## ڊاڪٽر محبت ٻرڙو (1952ع - 1997ع)



ڊاڪٽر محبت ٻرڙو نوجوانيءَ ۾ گذاري ويو. پڙهيل، محنتي ۽ جفاڪش محقق هو. سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق سندس اهم موضوع هو. رسم الخط جي سلسلي ۾ به ڪافي ڪجهه لکيائين. حليم بروهيءَ جي رومن

اسڪرپٽ جي مخالفت ۾ مضمون لکيائين. ان کان علاوه سنڌي گرامر ۽ ٻوليءَ جي خوبي وغيره تي بہ تمام سٺي تحقيق ڪيائين. سندس اهم ڪتاب ”اڇوتہ پنهنجي لکت سڏاريون“ تمام معلوماتي ڪتاب آهي. هن سنڌي ٻوليءَ جي اهم مسئلن تي بہ ڪافي سنجيده مضمون لکيا آهن.

## آفتاب ابڙو (1 مارچ 1956 ع)



آفتاب ابڙو صاحب ڪافي عرصي کان سنڌي اسڪرپٽ تي ڪم ڪري رهيو آهي. سندس پي ايڇ ڊي جوعنوان آهي“ برطانوي دور ۾ سنڌي رسم الخط جي ترقي.“ سندس ٿيسز ائن بابن تي مبني آهي، جنهن ۾ ڪيترن نون رازن تان پردو کنيو ويو آهي. سندس ڪيترائي مضمون ۽ مقالا مختلف رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن، جن ۾ ”موجوده سنڌي صورتخطي ۽ رچرڊ برٽن“، ”ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ۽ موجوده سنڌي صورتخطي“، ”موجوده عربي_سنڌي لپيءَ جو تنقيدي اڀياس“ ۽ ٻيا ڪيترائي مضمون مقالا شامل آهن. هنن مضمونن ۾ انهن عالمن جون سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪيل خدمتون، اختلاف ۽ ڪوششون انتهائي تفصيل سان ڏنل آهن. ابڙي صاحب انهن مضمونن کي وڌيڪ وڌايو ۽ سنواريو آهي، جيڪي اشاعت جي مرحلي ۾ آهن. آفتاب ابڙو خداوادي رسم الخط جو حامي آهي.

## الطاف حسين جوکيو (22 نومبر 1964 ع)



الطاف حسين جوکيو ولد محبوب علي جوکيو سنڌ جو اڀرندڙ محقق ۽ لسانيات جو ڄاڻو آهي. ”عربي/سنڌي آئيوڻا ۽ صورتخطيءَ جو اڀياس“ جي عنوان سان پي ايڇ ڊي ڪري رهيو آهي. هن وقت محرابپور، ضلعي نوشهري فيروز ۾ سنڌيءَ جو اسسٽنٽ پروفيسر آهي. سندس ڏهاڪو کن مقالا مختلف رسالن ۾ شايع ٿي چڪا آهن، جن ۾ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪم ايندڙ اصطلاحن، مخفف جو تقابلي

اپياس ۽ سنڌي وسرڳن جي حقيقت وغيره اهم آهن. ان کان علاوه ڪئليگرافيءَ تي بہ ڪافي ڪم ڪري چڪو آهي.

مٿين صاحبن کان سواءِ پيا بہ ڪيترائي عالم، استاد ۽ ماهر لسانيات آهن، جن جا مضمون ۽ مقالا مختلف رسالن ۾ شايع ٿيا آهن. طاهر علي واءِ ايس جو مقالو ”رسم الخط جي تاريخ“ مهراڻ/ 3ـ1966/4ع ۾ شايع ٿيو. محبوب علي چنا جو ”رسم الخط جي تاريخ“ عنوان سان مضمون شايع ٿيو. ڊاڪٽر شمس الدين عرسانيءَ جا ڪي مضمون شايع ٿيل آهن، جن ۾ رسم الخط جي موضوع ڪي چيڙيو ويو آهي. ڊاڪٽر فهميده حسين جا ڪجهہ مضمون ان ڏس ۾ وڏي اهميت رکن ٿا. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، رسم الخط جي سلسلي ۾ پنهنجي ڪتابن ۾ ڪافي بحث ڪيا آهن. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌيءَ پنهنجي پي ايچ ڊي ٿيسز ۾ الفابيٽ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي حياتي ۽ ادبي ڪاوشن جو ذڪر ڪيو آهي. محمد صلاح الدين صاحب ”پٽاليني، راوڙ ۽ پالي“ نالي انتهائي ناياب ڪتاب لکيو آهي. سيد حاڪم علي شاهہ ۽ محمد عثمان ميمڻ ڏکڻ ايشيا ۾ هلندڙ ٻولين ۽ انهن جي رسم الخطن تي معلوماتي ڪتاب ترتيب ڏنو آهي. سائين غلام مصطفيٰ قاسميءَ جو انتهائي اهم مضمون سنڌي حرفن جي صورتخطي، مهراڻ 1983/3ع ۾ شايع ٿيو هو. هندوستان ۾ هوندي تہ سنڌي رسم الخط جي سلسلي ۾ ڪافي تحقيقي ڪم ٿيو آهي، ۽ سنڌ جي نسبت تمام گهڻا ڪتاب شايع ٿيا آهن. ستيش روهڙا بہ اهڙن عالمن مان هڪ آهي، لسانيات ۾ پي ايچ ڊي ڪيل اٿس. انهن نالن کان علاوه بدر ابڙي، انجنيئر احسان احمد عرساڻي، عبدالرحمان جسڪاڻي، ڊاڪٽر ڪليم الله لاشاري، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، مرزا ڪاظم رضا بيگ ۽ ٻيا ڪيترائي نالا وٺي سگهجن ٿا، جن جا ان سلسلي ۾ مضمون ۽ مقالا لکيل آهن. حبيب الله ڀٽي ۽ مرزا ڪاظم رضا بيگ خاص طور يورپي لسانيات جي ماهرن جي خدمتن کي پيش ڪرڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو آهي.



# مددي ڪتاب ۽ رسالا


1. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پاڪستان اسٽڊي سينٽر، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو 1990ع.
2. سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 1992ع.
3. ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لڪاوٽون (سنڌي ٻوليءَ جون لپيون): مرليڌر جيٽلي، اڪل ڀارتيه، سنڌي ساهتيه و دوت پرشد، دهلي 1999ع.
4. سنڌي الف ـ ب جي ارتقا: عبدالڪريم لغاري، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو 1986ع.
5. سنڌي صورتخطي: ڊاڪٽر غلام علي الانا، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 1993ع.
6. سنڌي ٻولي ۽ لپيءَ جو اتهاس: جيٺرام داس دولت رام، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2009ع.
7. سنڌي زبان جي ماهيت: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد.
8. ڀٽاليني، راوڙ ۽ پالي: محمد صلاح الدين، زين پبليڪيشن ڪراچي 2010ع
9. سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون: مرتب ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 2007ع.
10. سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون: رچرڊ برٽن، سنڌي ادبي بورڊ 1971ع.
11. سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ: ڀيرومل مهرچند آڏواڻي، سنڌي ادبي بورڊ 1972ع.
12. علم اللسان ۽ سنڌي ٻولي: پروفيسر علي نواز جتوئي، سنڌي ادبي بورڊ.
13. سنڌي ٻولي: سراج الحق ميمڻ، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي 2009ع.

14. سنڌي ادب جي ارتقائي تاريخ: ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي، اوسر اشاعت گهر، حيدر آباد سنڌ، 2009ع.
15. سنڌي ٻوليءَ جا محقق ۽ انهن جي تحقيق: ڊاڪٽر هدايت پريم، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي،حيدرآباد، 2007ع.
16. سنڌي ساهت مشهور مستشرقين: حبيب الله ڀٽو، مسڪين پبليڪيشن، پراڻي مارڪيٽ شڪارپور 1973ع.
17. اڻويهين صديءَ جا نثر نويس (پي ايچ ڊي ٿيسز) : ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي.
18. سنڌو لکت جي ڀاڃ: عطا محمد ڀنڀرو، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد 2007ع.
19. سنڌ جي ادبي تاريخ: محمدصديق ميمڻ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 2000ع.
20. سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس: ڊاڪٽر غلام علي الانا، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو 2005ع.
21. سنڌيون: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، سنڌالاجي 1970ع.
22. سنڌ جو تاريخي ۽ تحقيقي جائزو: غلام محمد لاکو، مارئي سماجي سنگت ملير، ڪراچي، 1997ع.
23. سنڌ جي تاريخ جو جديد مطالعو: پروفيسر عبدالله مگسي، سنڌيڪا پبليڪيشن، ڪراچي.
24. سنڌي ادب جي مختصر تاريخ: ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو.
25. سنڌي ٻوليءَ جا هزار سال: مرتب منوهر متلاڻي، ڊپارٽمنٽ آف سنڌي، يونيورسٽي آف بمبئي 2000ع.
26. سنڌي ادب جي تاريخ جو جديد مطالعو: مختيار احمد ملاح، نيو ڪانياواڙ اسٽورز، اردو بازار ڪراچي 2006ع.
27. سنڌو لکت ۽ ٻولي: ايس. آر. راءِ/ عطا محمد ڀنڀرو، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد 1994ع
28. آڳاٽي سنڌ ۽ سنڌي ٻولي: ايم ايڇ پنهور/ ڊاڪٽر محبت ٻرڙو.

# مددي مقالا


1. ”1853ع ۾ سنڌي صورتخطيءَ جي تياري ۽ سنڌيءَ کي سرڪاري زبان رائج ڪرڻ جو فيصلو“ (10جولاءِ 1974ع هلال پاڪستان ) ڊاڪٽر عظيم الشان حيدر.
2. ”برطانوي دؤر ۾ سنڌي رسم الخط جي ارتقا“ (هلال پاڪستان 1980ع) مظهر يوسف.
3. ”ترمپ_ ايلس اختلاف راءِ ۽ سنڌي الف_ب وارو مامرو“ (مهراڻ 1/ 2004ع) ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ.
4. ”فن تحرير ۽ موجوده سنڌي الف_ب جي ابتدا“ (ڪاليج مئگزين 2009ع) ڊاڪٽر محمد اسحاق جمالي.
5. ”سنڌ ۾ خط نستعليق جو رواج“(مهراڻ: 2004/1ع) ڊاڪٽر ڪليم الله لاشاري.
6. ”خداوادي لپي“(تخت گاهه خدا آباد 2004ع) ڊاڪٽر هدايت پريم
7. ”هٽ واڻڪي لپيءَ جو اتهاس“ (گيان سنڌو: 1990ع) گنگارام سمرات.
8. ”سنڌي الف_ب جي ارتقا ۾ سنڌي عالمن جو حصو“ (ڪينجهر_سنڌي شعبو 2009ع) ڊاڪٽر هدايت پريم.
9. ”سنڌي لپي الف_ب جو باني مخدوم ابوالحسن“ (سنجها: 1999ع) ڊاڪٽر محمد علي مانجهي.
10. ”ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ۽ موجوده سنڌي صورتخطي“ (ڪلاچي: 2000ع) آفتاب ابڙو
11. ”موجوده سنڌي صورتخطي ۽ رچرڊ برٽن“ (ڪلاچي: 2003ع) آفتاب ابڙو.
12. ”هاٽوڪي سنڌي الف_ب يا رومن سنڌي“. انجنيئر احسان احمد عرساڻي (ماهوار ڪينجهر: فيبروري 2001ع)
13. ”سنڌي ٻوليءَ جو موجوده مقام، ان جو مستقبل ۽ ان جي ترقيءَ لاءِ تجويزون“ (مهراڻ 1984/4ع)، ڊاڪٽر غلام علي الانا.

14. "مرزا صادق علي بيگ ڪھڙي ڪاميٽيءَ تي ھو" (مھراڻ 1989/2 ع) عبدالقيوم صائب.
15. "سنڌي آئيوبٽا ڪاميٽي"، (نئين زندگي: آڪٽوبر 1992 ع)، مراد علي مرزا.
16. "سنڌي آئيوبٽا ڪاميٽي" (نئين زندگي: ڊسمبر 1993 ع)، عبدالقيوم صائب.
17. "سنڌ علم و دانش جو مرڪز" (ماھوار پيغام)، مولانا غلام محمد گرامي.
18. "سنڌي رسم الخط ۽ اسلوب بيان جي ارتقا تي ھڪ نظر" (مھراڻ: 1964/1 ع)، غلام محمد گرامي.
19. "سومرن جي دؤر ۾ سنڌي ادب" (نئين زندگي: مارچ 1972 ع)، ڊاڪٽر غلام علي الانا.
20. "سنڌي نثر جا ابتدائي اھڃاڻ" (مھراڻ: 1971 ع)، قريشي حامد علي خانائي.
21. "سنڌي ٻولي جو آڳاٽو ادب" (نئين زندگي: فيبروري 1971 ع)، سراج.
22. "سنڌي نثر جي شروعات" ( نئين زندگي: آڪٽوبر 1964 ع)، شمس الدين عرساڻي.
23. "ڪلھوڙن جي دؤر ۾ سنڌي نثر" (نئين زندگي: آگسٽ 1966 ع)، قريشي حامد علي خانائي.
24. "موجوده عربي_ سنڌي لپيءَ جو تنقيدي اڀياس" (ڪلاچي: جون2010 ع)، آفتاب ابڙو.
25. "بمبئي يونيورسٽي ۽ سنڌي ٻولي"، (سنڌ يونيورسٽي)، ڊاڪٽر غلام محمد لاکو.
26. "سنڌ ۾ فارسي زبان جي زوال جا سبب"، (مھراڻ: 3_2010 ع)، ايم ايچ پنھور/ ڊاڪٽر غلام محمد لاکو.
27. "سنڌي ٻوليءَ لاءِ بين الاقوامي صوتياتي الف_ب"، (افيئر نومبر 15، 2008 ع)، بدر ابڙو.
28. "سنڌي ٻولي ۽ رومن اسڪرپٽ"، (ماھوار سھڻي: مئي 1973 ع)، غلام محمد ڏيپر.

29. "سنڌي صورتخطيءَ جو بڻ بنياد"، (ڪلاچي: مارچ 1999ع)، عبدالرحمان جسڪاڻي.
30. "ڪئپٽن جارج اسٽئڪ" (ڪلاچي: مارچ 2006ع)، ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي.
31. "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو"، (ماهوار سنڌو: سيپٽمبر 1986ع)، فقير محمد لاشاري.
32. "سنڌي ٻوليءَ جا مسئلا"، (مهراڻ: 2/_1986ع)، ڊاڪٽر غلام علي الانا.
33. "سنڌي ٻوليءَ تي ٿيل تحقيق جو مختصر جائزو"، هدايت پريم.
34. "البيروني جي وقت ۾ سنڌ جي علمي، ادبي، سماجي، ثقافتي ۽ لساني سجاڳي"، (مهراڻ 2/_1994ع)، ڊاڪٽر غلام علي الانا.

## English Books And Essays

1. Education in Sindh: Past And Present, Habibullah Sidiqui- Institute of Sindhology 1987.
2. Report On Education In Sindh- B.H. Ellis Society Press Bombay. 1855.
3. Gazetteer Of Province Of Sindh Report E.H. Aitken, Ahmed Brothers Printers, Karachj-1986.
4. Persian Poets Of Sind- Dr. H.I Sadarngani, Sindhi Adabi Board, 1956.
5. Language, Politics And Power In Pakistan: The Case of Sindh and Sindhi. Tariq Rehman.
6. A Note on Sindhi Alphabet Zarin Qulam, Read before the Historical Society , May 1943
7. Various Internet Websites Including Wikipedia.
8. Sindhi Language And Books (General Department (File No-5344/1853) Courtesy Archive Complex Library, Information Department, Govt. Of Sindh.
9. Languages of Sindh between Rise of Amri and Fall of Mansurah. M.H. Panhwar
10. Treasures of Talpurs Collection from the Court of Sindh (Mohatta Palace Museum , 1999)

